ڪتاب جو نالو: داستان ڪربلا
ليکڪ: عصمت چغتائي
مترجم: منور ٻٽ
ڇاپو پهريون: اداره علوم اهلبيتؑ 2019ع
لي آئوٽ: رفيق حسين ڪولاچي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: اداره علوم اهلبيتؑ، قدم گاهه مولا عليؑ، حيدرآباد

قيمت: -/500 رپيا

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد.
ڀٽائي بوڪ هائوس اورينٽ سينٽر حيدرآباد اسد بڪ ڊيپو۔ قدم گاهه حيدرآباد
شاهه لطيف ڪتاب گهر۔ ڀٽ شاهه ڪانياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي،
حسين عامر نيوز ايجنسي مين بس اسٽاپ، سجاول
رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي رابعه سينٽر لاڙڪاڻو حسيني بڪ ڊيپو
لاڙڪاڻو مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو
نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو
اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ نوابشاهه، عوامي بڪ اسٽال۔ مسجد روڊ نواب شاهه
سڪندري بوڪ ڊيپو کپرو + حافظ ڪتب خانو کپرو، المهراڻ ادبي ڪتاب گهر سانگهڙ، العزيز ڪتاب گهر،
عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو
صوفي ارشاد رتوديرو، مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + رانور بڪ ڊيپو سڪرنڊ، ٿر ڪتاب گهر مٺي
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ سکر + عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر + الفتح نيوز ايجنسي مهراڻ مرڪز۔ سکر
فرقان نيوز ايجنسي – سکر گل ڪتاب گهر، لک در شڪارپور تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس
نيشنل بڪ اسٽال پنج گلو چوڪ خيرپور ميرس درازا بڪ اسٽال۔ درگاهه سچل سرمست درازا، ڪنول ڪتاب گهر مورو.

# انتساب

مان هي سنڌي ترجمو عقيدت جي اظهار جو وسيلو سمجهندي، وفا جي نشانين **حضرت عباس علمدار**ؑ ۽ **حضرت حبيب ابن مظاهر** رضي الله عنه جي نالي تو ڪريان، انهيءَ اميد سان تہ رب العالمين اهڙن عظيم انسانن جي لاءِ سيني مسلمانن جي دلين ۾ سچي ۽ دائمي محبت قائم رکي ۽ انهن جي دشمنن جي اصليت کي سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

منور ٻٽ

## فهرست

## مترجم پاران

جڏهن مختلف ڪتابن تان پنهنجي ايمان ۽ اعتقاد مطابق ڪتاب ”سيرت علي المرتضيٰ ؑ“ سهيڙي رهيو هيس تہ ذهن ۾ خيال ايندو هيو تہ انهيءَ ڪتاب کان پوءِ پنجتن پاڪ جي نسبت ۾ ڪنهن ٻئي ڪتاب سهيڙڻ جو موقعو ملندو يا نہ؟ بهرحال، دل ۾ تمنا هئي ۽ الله تعاليٰ وسيلو پيدا ڪيو.

”سيرت علي المرتضيٰ ؑ“ ڪتاب سهيڙڻ دوران محرم شريف جي پهرين ڏهاڪي ۾ محترم نصير مرزا طرفان ڪاوش ۾ لکيل مضمون نظر مان گذرندا هيا. انهن مضمونن مان هڪڙي ۾ ڪربلا جي واقعي جي نسبت سان محترمہ عصمت چغتائي طرفان اردو ۾ ناول جي صورت ۾ لکيل هڪڙي ڪتاب ” اِڪ قطره خون“ جو ذڪر ٿيل هيو. هڪدم دل ۾ خيال ٿيو تہ ان ڪتاب کي حاصل ڪري پڙهجي ۽ ان ۾ شامل معلومات مان سعادت ماڻجي. خوش نصيبيءَ سان انهن ئي ڏينهن ۾ شهر مان ڪتابن جي دُڪان وٽان گذرنديءَ ان ڪتاب تي نظر پئجي وئي ۽ خريد ڪري گهر کڻي آيس.

يقين ٿي ويو تہ الله تعاليٰ منهنجي دلي تمنا جو سوال اگهائي رهنمائي ڪرڻ فرمائي آهي ۽ ان ڪتاب کي پڙهڻ جي سعادت نصيب ٿي آهي ۽ ترجمو ڪري هڪڙو دفعو ٻيهر پنجتن پاڪ سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ جو موقعو مليو اٿم. شڪر الحمد لله ترجمو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

هن ڪتاب کي مڪمل ڪرائڻ ۽ ڪتابي صورت ۾ پهچائڻ لاءِ ابو عبيد چانڊيو، سينئر آڊيٽر، نيول اڪائونٽس، ڪراچي جو بہ سهڪار ۽ تعاون شامل رهيو آهي. ڏاڍي در دعا آهي تہ الله تعاليٰ پنجتن پاڪ جي صدقي اسان جون ڪاوشون قبول فرمائي سيني

مسلمانن کي دين ۽ دنيا جون ڀلايون عطا فرمائي ۽ اسان جي آخرت موچاري ڪري. هن ڪتاب کي اسان سيني مسلمانن لاءِ هدايت جو ذريعو بڻائيندو. آمين.

منور
ٻُٽ

ڪراچي: 9 جون 2010ع
25 جمادي الآخر 1431هه

# رڻ سچو رت لڙا...

## [داستانِ ڪربلا]

عصمت چغتائي صاحبہ ويهين صديءَ جي عظيم، بيباڪ ۽ بهادر قلمڪار هئي. 15 آگسٽ 1915ع تي بدايون هندستان جي تعليم يافتہ خاندان ۾ مرزا قسيم بيگ جي هنج ۾ اکيون کوليون، جيڪو عهدي جي لحاظ کان ان وقت ڊپٽي ڪليڪٽر هو. ڇهن ڀائرن ۽ چئن ڀيڻن ۾ هوءَ سڀ کان ننڍي هئي. اردو ٻولي جو ناميارو ناول نگار مرزا عظيم بيگ چُغتائي هُن جو وڏو ڀاءُ هو جنهن جي صحبت ۾ هن افسانوي ادب ۾ پير پاتو.

ننڍي ڪنڊ ۾ سعادت حسن منٽو راجندر سنگهہ بيدي ۽ ڪرشن چندر سان گڏ، عصمت چغتائيءَ کي بہ ليجنڊ قلمڪار مڃيو ويو. نامياري فلم هدايتڪار شاهد لطيف سان سندس شادي ٿي ۽ هُن کي ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو. عهدي جي لحاظ کان هوءَ اول هڪ ڪاليج ۾ پرنسپال ٿي ۽ ان کان پوءِ انسپيڪٽرس آف اسڪولس جي عهدي تان رٽاير ڪيائين.

نظرياتي سطح تي هوءَ روشن خيال، خوش فڪر ۽ خوش عقيده خاتون هئي. سوين سماجي موضوعن تي جرئت سان لکندي لکندي، حياتيءَ جي پوئين دؤر ۾ دهلي، بمبئي ۽ لکنؤ ۾ محرم الحرام جي مجلسن ۾ تواتر سان شرڪت سبب، بقول قرة العين حيدر، ايام عذا دؤران هوءَ ڪارو بلائوز ۽ ڪاري رنگ جي ساڙهي پائڻ لڳي هئي. ۽ اهڙين مجلسن ۾ فضائل اهلبيت بعد، سانحهءِ ڪربلا جي مصائب ٻُڌڻ وقت هوءَ بي پناهہ روئيندي.. گِريو ڪندي هئي.

هاڻي اهڙين ئي مجلسن ۾ وڃڻ بعد، هن 'حق و باطل' جي معرڪي، 'داستانِ ڪربلا' تي سوچڻ شروع ڪيو ۽ مير انيس ۽ مرزا

دبير جي مرثين، تاريخ بنو هاشم ۽ واقعہ ڪربلا جي راويءَ حميد ابنِ مسلم جي مقاتل بابت لکيل ڪتابن جي مطالعي آڌار ناول جي انداز جي اسلوب کي اختيار ڪري نثر ۾ هيءَ دل ڇُهندڙ مرثيو لکيو: "ايک قطره خون"! جنهن ۾ امام حسين عليه السلام جي ولادت کان وٺي ميدانِ ڪربلا ۾ سفاڪيءَ ۽ بي درديءَ سان ٿيل معصومن جي شهادتن، ابن زياد ۽ يزيد ابن معاويہ جي ظلمن، دربار ڪوفہ ۽ دربار شام جي پس منظر ۾ اهلبيتؑ ۽ مستوراتِ اهلبيت ۽ ٻارن سان، بنو اميہ جي عقوبتن کي موضوع بنائي، هيءَ جيڪا روداد رقم ڪئي، ان کي پڙهندي اکيون رت جا ڳوڙها ڳاڙڻ ٿيون لڳن.

هندستان، اگرچہ صدين کان گهڻ مذهبي رجحانن ۽ نظرين جو ملڪ پئي رهيو آهي. پر ياد رهي تہ چوڏهن سؤ سال اڳ، 61 هجري مطابق 680عيسوي ۾ ڏهين آڪٽوبر تي، دشت ماريہ، غاضريہ يا دشتِ نينوا... ڪربلا جي اجاڙ ديار ۾ رونما ٿيندڙ هن المناڪ سانحي تي، هندستان جي هر طبقي جي اهل دل انسانَ، غم ۽ رنج جو مظاهرو ڪندي، هميشہ کان يڪجهتيءَ جو مظاهرو پئي ڪيو آهي. خاص طرح سان هندستان جا هندو 'حُسيني برهمڻ' محرم الحرام جي ڏهي ڏينهن ۾ اٿين ئي سوڳوار ۽ ماتمدار رهندا اچن، جيئن محبانِ اهلبيت، ايام عزا ۾ سياھہ پوش ۽ سُوڳ ۾ نظر ايندا آهن.

ننڍي کنڊ جي اردو شاعرن ۾ مير انيس، مرزا دبير، جوش مليح آبادي ۽ علي سردار جعفري ۽ سندس پيش رو علامہ اقبال، تہ خوش عقيده ۽ شيعہ مسلڪ رکندڙ شاعر سڏبا هئا. ان ڏس ۾ علامہ اقبال صاحب جا هي بہ شعر مثال طور ڏسو:

غریب و سادہ و رنگیں ہے داستانِ حرم،
نہایت اس کی حسین ابتدا ہے اسماعیل

---

اسلام کے دامن میں اب اس کے سوا کیا ہے،
اِک سجدہِ شبیری اِک ضرب یداللّٰہی۔

اِن ڏس ۾ هندستان جي هندو شاعرن مان راني روپ متي، دلورام ڪوثري ۽ چُنو لال دلگير جي لکيل ۽ چيل مرثين، نوحن ڪي ٻ ڪيئن ٿو وساري سگهجي. چُنو لال دلگير تہ... جناب زينب خاتون جي نسبت ۾ هي چا تہ لازوال سوز لکيو هو جيڪو ڏينهن قيامت تائين دنيا جي هر عزا خاني مان 'شامِ غريبان' وقت هاٺي گونجندو رهندو.

گھبرائے گی زینب
بھیا، تمہیں اب گھر جا کے
کہاں پائے گی زینب۔

نِنڍي کنڊ ۾ مُنشي پريم چند، پهريون اهڙو خوش عقيده ڪهاڻيڪار ناول نگار ۽ قلمڪار هو جنهن اردو نثر ۾ پهريون پيرو ڊرامي جي اسلوب ۾ 'ڪربل۔ ڪٿا' تحرير ڪئي. 'ستیہ جیت رے' جهڙي عظيم بنگالي فلم ڊائريڪٽر، نواب واجد علي ۽ ايام عزا جي موضوع تي پريم چند جي ڪهاڻي: "شطرنج کے کھلاڑی" کي ڪٿي زبردست فيچر فلم ٺاهي هئي، جنهن ۾ لکنؤ حيدرآباد دکن ۽ الهہ آباد جي محرم الحرام کي سئنيما جي پردي تي پهريون پيرو ڏيکاريو ويو هو. اُن بعد، مسلمان قلمڪارن مان قرة العين حيدر، شاندار ۽ شاهڪار افسانو لکيو 'قید خانے میں تلاطم ہے کہ ہند آئی ہے' پر حقيقت هيءَ تہ سانحہء ڪربلا بابت، هندستان اندر نثر ۾ لکجندڙ اهڙين سارين شاندار تحريرن ۾ عصمت چغتائي صاحبہ جي لکيل هن مجلس نما ناول "ایک قطرۂ خون" کي هر طرح سان هڪ شاهڪار جي حيثيت ڏني ويئي ۽ ڪيس بين ناول سميت، ويهين صديءَ جي ليجنڊ قلمڪارن ۾ هڪ شمار ڪيو ويو. هوءَ آخر تائين عظمت جي ان منصب تي فائز رهي ۽ 24 آڪٽوبر 1991ع تي ويندي ويندي اردو ادب ۾ اهڙو تہ خال ڇڏي پئي، جيڪو... اڄ تائين ناهي پرجي سگهيو.

**نصير مرزا**

# طلوع (اڀرڻ)

فضا ۾ آسماني گيت گونجي رهيا هيا. هوائن ۾ فرشتن جي پرن جي سرسراهٽ هئي. هڪ عجيب ۽ غريب وڻندڙ آسماني نور ۾ وهنتل ڪائنات ٻهڪي رهي هئي.

ڪليل آسمان اچڻ واري مقدس ٻار جي احترام ۾ سربسجود هو. چنڊ ۽ ستارا نئين جلوي ۽ شانَ سان تمڪي رهيا هيا. شهر جون روشنيون انوکي آب ۽ تاب سان سينگاريل هيون. ڏيئن جون لاٽون پاٽمرادوا وچيون ٿي ويون هيون.

خداءِ ذوالجلال وڏيءَ محويت سان زمين طرف متوجہ هو. اڄ الله تعاليٰ جو تمام سهڻو شاهڪار هن دنيا ۾ اچڻ وارو هو.

رسول الله ﷺ جي نياڻي، علي ابن ابو طالب؊ جي پياري گهر واري، حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ويم جي تڪليف ۾ بيچين ۽ بيقرار هيون. سندن گلاب جي گل جهڙو معصوم چهرو مبارڪ پگهر جي ڦڙن ۾ ٻڏل هو. نماڻين اکين ۾ اها بيقراري هئي جيڪا هر امڙ جو انعام هوندي آهي.

حضرت علي ابن ابو طالب؊ وڏي پٽ حضرت حسن؊ کي سيني سان لڳايون بي چينيءَ مان هيڏي هوڏي اچ وڃ ڪري رهيا هيا. ساهہ کان پياري گهر واري جي تڙپڻ جو احساس کين بيچين ۽ بيقرار ڪري رهيو هو. اهڙي نازڪ وقت ۾ عورت کي ماءُ جي پيار جي ضرورت هوندي آهي. حضرت علي؊جا چپ بيچينيءَ مان دعا جي لاءِ چري رهيا هيا:

"اي رحيم ۽ ڪريم، دنيا جا پالڻهار ماءُ جي پيار کان محروم هن عورت تي رحم فرماءِ."

الله تعاليٰ جو رسول، سرورِ ڪائنات ﷺ ٻچڙي جي تڪليف ڪري بيچيني مان ڏيڍي وٽ اچ وڃ ڪري رهيا هيا. ماءُ جو ڏک صرف ماءُ جو ئي حصو آهي پيو ڪير بہ ان ڏک ۾ شامل ٿي نٿو سگهي.

پيغمبر اسلام پنهنجي نياڻيءَ فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي وڏي ناز ۽ انداز سان پاليو هو. هي اهو زمانو هو جڏهن وحشي عرب پنهنجن نياڻين کي جيئري ئي دفن ڪري ڇڏيندا هيا. ڇوڪرين کي نياڳو ۽ حقير سمجهيو ويندو هو. رسول الله ﷺ جاهليت واري زماني جي ہين لعنتن سان گڏ ان بيهوده رسم جي خلاف ٻہ آواز بلند ڪيو. پنهنجي قول کي عمل سان ثابت ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪريمن ﷺ پنهنجي نياڻي کي اهي سيئي حق ڏنا, جيڪي هڪڙي انسان کي مهذب دنيا ۾ ملڻ کپن. پاڻ ڪريم ﷺ ان سان بي پناهہ محبت ڪندا هيا. ان کي وڏي شوق ۽ چاهہ منجهان علم جي دولت سان مالا مال ڪيائون. ان جي گهڻي عزت ڪندا هيا. نياڻيءَ کي ايندو ڏسي سدائين تعظيم مان اٿي بيهندا هيا. جنهن جي قدمن ۾ شهنشاهن جا ڪنڌ جهڪندا هيا, ان کي پنهنجي ڌيءَ جي اهڙي عزت ڪندو ڏسي, ماڻهو پنهنجين نياڻين جي عزت ڪرڻ لڳا هيا. ڌيءَ جو پيءُ هجڻ کي گار نہ پر هڪڙي فخر واري ڳالهہ سمجهيو وڃڻ لڳو.

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها شادي لائق ٿيڻ تہ ان جي رشتي لاءِ وڏن وڏن شهزادن ۽ بادشاهن جا پيغام اچڻ لڳا, پر رسول الله ﷺ سيني کي جواب ڏئي ڇڏيو. ماڻهو ڏاڍو حيران هيا تہ الله تعاليٰ جي رسول ﷺ کي پنهنجي نياڻي لاءِ ڪهڙي ور جي ڳولا آهي. سندن ارادو ڪهڙو آهي. جوان نياڻي کي ڪيستائين ويهاري رکندا.

ٻچڙي پنهنجي ابي جي سيني مٿان بار ڪو نہ هئي, جنهن کي پري ڪرڻ لاءِ ان کي ڪنهن جي ٻہ حوالي ڪري ڇڏجي. اها سندن نياڻي هئي, جگر جو ٽڪرو هئي. پاڻ ﷺ ان لاءِ اهڙو ور ٿي گهريائون جيڪو هر پهلو کان مڪمل انسان هجي, جنهن کي پاڻ ﷺ پنهنجي نياڻيءَ وانگر عزيز رکندا هجن.

الله تعاليٰ جي رسول کي انسانن تائين الله تعاليٰ جو پيغام پهچائڻ لاءِ هڪڙي ساٿي ۽ مددگار جي ضرورت هئي. هڪڙو اهڙو ساٿي جيڪو سندن بار هلڪو ڪري سگهي, جنهن تي پاڻ ڀروسو ڪري سگهن, جيڪو سندن پيغام کي پنهنجي اندر ۾ جذب ڪري سگهي ۽ ان کي ٻين تائين پهچائي سگهي. ان وقت صرف ست ماڻهو اسلام جي

دائري ۾ آيا هيا. انهن جي جان ۽ مال جو خير ڪو نہ هيو. اهي لڪي لڪي عبادت ڪندا هيا. رسول الله ﷺ جن هڪڙي گڏجاڻيءَ ۾ پنهنجي انهيءَ خواهش جو اظهار ڪرڻ فرمايو ۽ پڪاريندي چيو:

"توهان مان ڪير آهي جيڪو منهنجو ساٿي ۽ مددگار ٿيڻ لاءِ تيار آهي؟"

بني هاشم جا سيئي معزز ماڻهو گڏجاڻيءَ ۾ موجود هيا. پر ڪنهن بہ حامي ڪو نہ ڀري. ماڻهو ڪلمہ ڪلا خيالن جو اظهار ڪندي گهبرائيندا هيا. مخالفن جي ڏپ کان ڪيٻائيندا هيا. الله تعاليٰ جو رسول ﷺ اميد ڀريل نظرن سان سيني جي منهن ڏانهن ڏسي رهيو هيو پر سيئي خاموش هيا. اکيون چورائي رهيا هيا.

ان وقت هڪڙو نينگر، جنهن جي عمر مشڪل سان ڏهہ ٻارهن سال هوندي، مجمعي مان اٿيو ۽ نهايت دليري سان چيائين:

"يا رسول الله! مان توهان جو ساٿي ۽ مددگار ٿيڻ لاءِ تيار آهيان."

ماڻهو ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳا. ڀلا هڪڙو ننڍيءَ عمر وارو ڇوڪرو ايترو وڏو بار ڪيئن کڻي سگهندو؟

پر پيغمبر ﷺ جو چهرو مبارڪ خوشيءَ مان ٻهڪي پيو. فڪر ۽ انديشي جا آثار هڪدم غائب ٿي ويا. پاڻ اڳتي وڌي ان نينگر جي ڪلهي تي هٿ مبارڪ رکيائيون.

اهو ننڍڙي عمر وارو ڇوڪرو سندن سوٽ علي ابن ابو طالب ؑ هيو. پاڻ ان جي دليريءَ ۽ سچائيءَ کان گهڻو متاثر ٿيا.

پاڻ فرمايائون: "فضيلت عمر سان نہ پر عقل ۽ همٿ سان هوندي آهي."

"يا رسول الله! منهنجي اکين ۾ سدائين تڪليف رهندي آهي. منهنجو جسم بہ ڀريل ڪو نہ آهي، مگر منهنجي دل توهان جي تابعدار آهي." علي بن ابو طالب ؑ معصوميت مان چيو ۽ رسول الله ﷺ جن مرڪي ڏنو. ان ڏينهن انهن پنهنجو عزيز ترين دوست، لائق شاگرد ۽ بهادر ۽ همٿ وارو ساٿي حاصل ڪري ورتو. پاڻ وڏيءَ توجهہ سان ان نينگر جي تعليم ۽ تربيت تي وقت خرچ ڪيائون. ٻئي هر وقت گڏ رهڻ لڳا. هڪڙو ڏکهي قد وارو نوجوان مرد ۽ ٻيو ننڍيءَ عمر وارو ڇوڪرو! جڏهن حضرت علي ؑ جوان ٿي ويا، تڏهن بہ ٻاڇي وانگر

گڏگڏ رهيا. وڏين وڏين مهمن ۾ ساٿ ڪو نہ ڇڏيائين. حضرت عليﷺ رسول الله ﷺ جن کي گهڻو پيارا هيا.

جڏهن بہ ڪنهن وڏي خطري جو موقعو ايندو هيو تہ پاڻ ﷺ بنا هٻڪ جي حضرت عليﷺ کي اڳيان ڪري ڇڏيندا هيا. کين حضرت عليﷺتي ڀروسو هيو ۽ حضرت عليﷺ بنا ڪنهن ٽال مٽول ڪرڻ جي سندن حڪم مڃيندو هو.

حضرت عليﷺ جي بهادري عالم آشڪار ٿي وئي، سوڀ ان جي زرخريد ٻانهي هئي. اهو جنهن بہ مهم کي سر ڪرڻ جو تهيو ڪندو هو، سوڀ يقيني ٿي ويندي هئي. حضرت عليﷺ هڪ ئي وقت ٻن تلوارن سان لڙائي ڪندا هيا. ڍال بجاءِ ٻئي هٿ ۾ بہ تلوار هوندي هين. سندن ٻئي تلوارون ڍال جو بہ ڪم ڪنديون هيون. ماڻهو کين " سيف الله" يعني الله تعاليٰ جي تلوار چوندا هيا.

ڪجهہ دوستن حضرت علي بن ابو طالبﷺ کي چيو:

"توهان پنهنجي قسمت ڇو نٿا آزمايو؟ رسول الله ﷺ توهان کي تمام گهڻو پسند ڪندا آهن. پنهنجي نياڻيءَ لاءِ توهان جي پيغام کي ضرور منظور ڪندا."

حضرت عليﷺ چيو:

"مان اها جرئت ڪيئن ٿو ڪري سگهان. جتي شاهوڪارن کي جواب مليو آهي، اتي منهنجي ڪهڙي حيثيت آهي. مان غريب ماڻهو آهيان."

"توهان غريب ۽ مجبور سهي، پر رسول الله ﷺ توهان کي گهڻو پسند ڪرڻ فرمائين ٿا." دوستن چيو "اسان جي خيال ۾ تہ حضور جن توهان کي ئي پسند ڪري چڪا آهن. خود پنهنجي زبان مبارڪ سان چوڻ ۾ کين ڏکيو ٿو لڳي. توهان جو فرض آهي تہ پيغام ڏيو ڇاهي پاڻ منظور ڪن يا نہ ڪن."

حضرت عليﷺ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ سوچ ۾ پئجي ويا. رسول الله ﷺ جن حضرت عليﷺ کي پسند ڪندا هيا تہ اها ڪا انوکي ڳالهہ ڪو نہ هئي. حضرت عليﷺ جي بهادريءَ جو ڏونڪو ٻري ٻري تائين وڄي رهيو هيو. اهي پاڻ پنهنجين خوبين کان بي خبر هيا.

پنهنجي باري ۾ ڪوئي مغالطو ڪو نہ هين. هو نهايت غريب هيو. پاڻ جيڪي ملڪ فتح ڪيا هئائين، اهي پنهنجي ذات لاءِ نہ، پر اسلام لاءِ ڪيا هئائين. ان وٽ محل ماڙيون ڪو نہ هيون، نہ وري سون، چاندي يا ٻانهيون ۽ غلام. پورهيو ڪري پيٽ پاليندا هيا. ڪين باغ لڳائڻ جو گهڻو شوق هو. جڏهن لڙاين کان واندڪائي ملندي هين تہ سڪل ۽ غير آباد زمين کي ناهي، ان ۾ کجين جا باغ لڳائيندا هيا. محنت سان انهن کي پاڻي ڏيندا هيا. جڏهن اهي تيار ٿي ويندا هيا تہ ڪنهن کي سوکڙي ڪري ڏئي ڇڏيندا هيا.

ان وقت بہ پاڻ پاڻي ڏيڻ ۾ رڌل هيا. جڏهن دوستن گهڻو زور ڀرين تہ حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها لاءِ پيغام ڏيڻ توهان جو حق بہ آهي ۽ فرض بہ آهي تہ پاڻ راضي ٿي ويا.

پاڻيءَ جي ڏول کي هڪڙي پاسي رکيائون. گهر وڃي غسل ڪيائون، پنهنجن هٿن سان ڌوتل ۽ ڇتيون لڳل لباس پاتائون ۽ روانو ٿي ويا. حضرت عليؑ اجان دروازي وٽ پهتا ئي ڪو نہ هيا تہ رسول الله ﷺ جن حضرت ام سلميٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي فرمايو:

"دروازو کولي ڇڏيو اسان جو نهايت پيارو مهمان اچي رهيو آهي!"

انهن دروازو کوليو تہ ڏٺائون تہ حضرت عليؑ حضور شرميءَ مان ڪنڌ جهڪايون بيٺا آهن. ان وقت حضرت عليؑ جي عمر 21 سال هئي.

"اچو اچو علي (ؑ) اندر اچو ٻاهر ڇو بيٺا آهيو."

حضرت عليؑ اندر آيا. سندس قد ايترو ڊگهو هيو جو هر دروازو ننڍو لڳي رهيو هو. گهڻو گهٻرايل هئا ۽ پگهر وهي رهيو هين. هڪڙي هٿ جي آڱرين کي ٻئي هٿ سان مضبوطيءَ سان پڪڙيون بيٺيا هيا. نازڪ موقعو هو.

رسول الله ﷺ ڪين ڏسي رهيا هيا ۽ مسڪرائي رهيا هيا. ان جي انداز مان سمجهي ويا تہ عليؑ ڇا چوڻ آيا آهن: پاڻ بہ حضرت عليؑ جي زبان مبارڪ مان اها ڳالهہ ٻڌڻ ٿي گهريائون. مسڪراهٽ روڪي پڇا ڪرڻ فرمايائون:

"علي (ؑ) ڪجهہ پريشان ٿا لڳو! ڪهڙي ڳالهہ آهي؟"

حضرت عليﷺ تورو هڪيا، نراڙ تان پگهر اُگهيائون ۽ دل پڪي ڪري چئي ڏنائون:

"يا رسول الله (ﷺ)مان توهان جي نياڻيءَ فاطمه الزهرا (سلام الله تعاليٰ عليها) جي رشتي لاءِ عرض ڪرڻ آيو آهيان."

"نيڪ، مهر ۾ ڏيڻ لاءِ ڪجهه آٿوَ؟" مرڪندي معلوم ڪرڻ فرمايائون.

"ڪجهه بہ ڪو نہ آهي، بس اهي بدن تي پاتل ڪپڙا آهن. هڪڙو گهوڙو آهي، تلوار آهي ۽ هڪڙي زرهہ آهي. بس اها ئي سموري پونجي آهي."

"تلوار تہ هڪ مجاهد لاءِ نهايت ضروري آهي. گهوڙي کان سواءِ بہ ڪم ڪو نہ هلندو. باقي زرهہ جي توهان کي ڪهڙي ضرورت آهي. الله پاڪ توهان جو نگهبان آهي. توهان کي ڪنهن ٻئي بچاءَ جي محتاجي ڪو نہ آهي." حضرت علي ابنِ ابو طالبﷺپنهنجي زرهہ مهر جي بدلي ۾ پيش ڪئي. پوءِ رسول الله ﷺ پنهنجي نياڻيءَ کي سڏ ڪيو.

"فاطمه! علي توهان جي سامهون بيٺو آهي. اهو توهان جي رشتي جي گهر ٿو ڪري ٻڌايو، توهان جي ڪهڙي مرضي آهي؟"

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جون نگاهون جهڪيل رهيون. پاڻ ڪجهه بہ ڳالهائي ڪو نہ سگهيون.

مهربان پيءُ پنهنجي نياڻيءَ کان ٽي دفعا اهو سوال ڪيو. جڏهن اهي خاموش ئي رهيون تہ پاڻ فرمايائون:

"ان جو مطلب آهي تہ علي توهان کي پسند آهي. توهان کي اهو رشتو منظور آهي پر لڄ جي ڪري چپ آهيو." حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پوءِ بہ خاموش رهيون.

رسول الله ﷺ پنهنجن ڪجهه اصحابن کي گهرائي مشورو ڪيو. حضرت عليﷺ مهر جي بدلي ۾ جيڪا زرهہ پيش ڪئي هئي ان کي وڪڻي حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو ڏاج خريد ڪيو ويو. اٽي پيهڻ جو جنڊ، ٻہ دلا، سٽ ڪتڻ وارو هڪڙو چرخو هڪ چادر ۽ ڪجهه پيالا ۽ پليٽون.

رسول الله ﷺ ئي حضرت عليﷺ جا بزرگ هيا. باقي جيڪا رقم بچي ان مان وليمي جي دعوت جو انتظام ٿيو. پاڻ حضرت عليﷺ کي فرمايائون:

"علي وڃوا مديني جي رهاڪن کي پنهنجي وليمي جي دعوت ڏئي اچو."

حضرت علي ﷺ جن گهبرائجي ويا. ايترو ٿورو کاڌو ۽ مديني جي هر خاص ۽ عام ماڻهو کي دعوت! پر ماٺ رهيا. ڳالهائڻ جي گنجائش ڪو نه هئي. سوچيائين، جيڪڏهن واقعي مديني وارا دعوت جو ٻڌي هليا آيا ته غضب ٿي ويندو. وڏيءَ شرمساريءَ جو منهن ڏسڻو پوندو. لهٰذا هڪڙي دڙي تي بيهي دعوت لاءِ آهستڙي آواز ۾ پڪاريائون:

"اي مديني وارؤ! علي بن ابو طالب ﷺ جي وليمي جي دعوت آهي. شرڪت فرمائي عزت افزائي ڪندا."

حضرت علي ﷺ سمجهيو ٿي ته ائين آهستڙي سڏڻ سان جيڪي ٻڌندا اهي ئي ايندا. جيڪي ٻڌي نه سگهندا اهي ڪو نه ايندا. سڌو آهي ته مهمان گهٽ اچن. کاڌو تمام ٿورو آهي.

مگر هوا حضرت علي ﷺ جي آواز کي ڪٿي اڏائي ۽ گهٽي گهٽي، ڪنڊ ڪنڊ ۾ خبر پهچي وئي.

جڏهن دعوت جو سڏ ڏئي واپس موٽيا ته اهو ڏسي ڪري سندن پيرن هيٺان زمين کسڪڻ لڳي ته هڪڙو وڏو هجوم لڳو پيو آهي. ماڻهو پيادل ۽ سواري تي چڙهي، هڪ ٻئي پٺيان قطار ڪري اچي رهيا آهن. رسول الله ﷺ جي ٻچڙي جي شادي ۽ علي ﷺ جي وليمي جي دعوت. ڪير بيوقوف هيو جو ڇڏي ڏئي ها. سڄي مديني جي خلق پهچي وئي.

"يا رسول الله! کاڌو ڪيئن پورو ٿيندو. مهمانن جي هجوم کي ته ڏسو." حضرت علي ﷺ پريشان ٿي عرض ڪيو.

"فڪر نه ڪريو انشاءَ الله تعاليٰ کاڌو پورو ٿي ويندو."

ائين ئي ٿيو. ماڻهن کاڌو ۽ بچايو. ڪير به هيڏي پيٽ جي دوزخ ڀرڻ ڪو نه آيو هو. سڀئي برڪت ڀريو گراهه کائي ڍؤ ڪري واپس وريا.

رسول الله ﷺ پنهنجي پياري نياڻي فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو هٿ پنهنجي سيني کان پياري ساٿي ۽ همدرد ۽ لائق شاگرد جي هٿ ۾ ڏئي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيو.

... ...

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي حجري مان هڪدم نور ڦٽي نڪتو. در دريون روشن ٿي ويون. حضرت اسماءَ رضي الله تعاليٰ عنها گهبراهٽ ۾ حجري مان ٻاهر نڪري آيون.

”عليٰ! عليٰ! پٽ مبارڪ هجيوَ. خدا جو قسم بلڪل چنڊ جو ٽڪرو آهي.“

حضرت عليؑ اطمينان جو ساهہ کنيو ۽ اکين مان خوشيءَ جا لڙڪ وهڻ لڳس. الله جي رسول ﷺ جا ڪن مبارڪ آواز ٻڌڻ لاءِ انتظار ۾ هيا. ٽڪريون وکون کڻندا اندر داخل ٿيا.

”اسماءَ کڻي اچو. ڪٿي آهي اسان جو ٻچڙو اسان کي ڏيکاريو.“

”ڪجهہ صبر ڪريو. وهنجاري سهنجاري، هاڻي ٿي آڻيانس.“

”ان کي وهنجارڻ جي ڪائي ضرورت ڪو نہ آهي. اهو تہ پاڪ آهي. الله تعاليٰ ان کي آسماني پاڪائي بخشي آهي. توهان اسان کي ائين ئي ڏئي ڇڏيو.“

حضرت اسماءَ رضي الله تعاليٰ عنها ٻارڙي کي زرد ڪپڙي سان ڍڪيو ۽ ٻاهر کڻي آئي. ناني سائين ٻارڙي کي سيني سان لڳائي ڇڏيو ۽ بي اختيار چمڻ لڳا.

”عليٰ، عليٰ، و الله پٽڙي کي تہ ڏسو. توهان ۽ فاطمه خوش نصيب آهيو جو الله تعاليٰ توهان کي اهڙو پٽ ڏنو. هي وڏي نصيب وارو آهي. هڪڙي ڏينهن هي دنيا جو هادي ۽ رهبر ٿيندو. قيامت تائين ماڻهو هن جي ڪارنامن کي ياد ڪندا. عليٰ! الله توهان کي هي بي مثال پٽ بخشي ڏني.“

حضرت عليؑ بي اختيار مرڪي ڏنو.

”هي توهان جو آهي، ان تي مون کان وڌيڪ توهان جو حق آهي. هن کي جيڪا بہ فضيلت نصيب ٿيندي، اُها اوهان جي ڪري هوندي، توهان جي جهولي ۾ پلجندو. الله تعاليٰ هن جي سر مٿان توهان جي دعا جو هٿ مبارڪ قائم رکي.“

الله تعاليٰ جي رسول ﷺ ٻارڙي کي گوڏي تي سمهاري ڇڏيو. حضرت عليؑ ماٺ ۾ حيرانگيءَ سان انهن کي ڏسي رهيو هو. انهن رسول الله ﷺ کي ڪڏهن ائين ٻارن وانگر خوشيءَ مان کلندي ڪو نہ ڏٺو هيو.

ڀاڻ ڪريمن ﷺ ٻارڙي جي ڪن ۾ ٻانگ ڏني، پوءِ ٻئي ڪن ۾ تڪبير پڙهيائون ۽ ان جي نرم ۽ پتڪڙن هٿن کي چمڻ لڳا.

# ٻالڪپڻو

حضرت حسن ۽ حضرت حسين هڪ ٻئي پٺيان ڄاول ڀائر هيا. ٻنهي جي پيدائش هڪڙي سال اندر ٿي هئي. ٻنهي ۾ مشڪل سان هڪڙي سال جو فرق هو. رسول الله ﷺ پنهنجن ڏوهٽن کي گهڻو پيار ڪندا هيا. سندن پنهنجو ڪوئي پٽ جيئرو ڪو نه بچيو هو ان ڪري ڏوهٽن کي پٽن وانگر نپايائون. انهن ٻچڙن کي ڏسي بس پاڻ پنهنجن ڏوهٽن جا نانا ٻڌجي ويندا هيا. اها سادگي ئي سندن عظمت جي نشاني هئي. سندن محبت ۾ ايڏي شدت هئي، جو ٻارڙن کي ڏسڻ کان سواءِ کين سڪون ڪو نه ايندو هيو. صبح جو پنهنجي گهران نڪري سڌو نياڻيءَ جي گهر ويندا هيا. ٻارن جي خير خبر لهندا هيا: ”رات جو رنا ته ڪو نه هيا. آرام سان ننڊ ڪيائون!“

”جي، ها. رات خير سان گذري، بابا سائين. توهان هرو ڀرو هنن ٻارن لاءِ پريشان رهندا آهيو.“ ڌيئڙي مرڪي جواب ڏيندي هئي.

تڏهن کين اطمينان ٿيندو هيو ۽ پاڻ ﷺ مسجد شريف ڏانهن تشريف کڻي ويندا هيا. واپسي ۾ وري ٻچڙن کي ڏسڻ ويندا هيا. ٿورڙي گهڙي انهن سان دل وندرائيندا هيا، پوءِ گهر ويندا هئا. ڪڏهن ٻاهر سفر تي ويندا هيا ته سڀ کان آخر ۾ ٻارڙن کان موڪلائيندا هيا ۽ واپسي ۾ سڌو ٻچڙن ڏانهن ويندا هيا.

جڏهن ٻارڙا ڪجهه وڏڙا ٿيا ته انهن کي پاڻ سان مسجد شريف ڏانهن وٺي ويندا هيا. اتي ٻارڙا کيڏندا هيا. نماز پڙهڻ وقت سندن ڪلهن تي چڙهي ويندا هيا. هڪڙي ڏينهن رسول الله ﷺ ممبر تي تشريف رکي خطبو فرمائي رهيا هيا ته حضرت حسين جن ڊوڙندا آيا ۽ ٿاٻڙجي ڪري پيا. خطبو ڇڏي ناني سائينءَ تڪڙو وڃي انهن کي کنيو ۽ سيني سان لڳاياٿون. ان کي پرچاياڻون. جڏهن ماٺ ڪيائين ته پوءِ خطبو جاري ڪيائون.

رسول الله ﷺ کي سيني ٻارن سان پيار هيو. پاڻ ﷺ ڪنهن ٻـ ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌندا هيا تـ بيچين ٿي ويندا هيا. ٻار جيڪي دنيا جو مستقبل آهن. حضرت حسن عليه السلام حضرت حسين عليه السلام کي ناني سائين ۽ والدين جي محبت هڪجيتري ملندي هئي، پوءِ بـ ٻارڙن ۾ مقابلو ٿي ويندو هو ۽ بحث چڙي پوندو هيو.

هڪڙي ڏينهن ٻنهي ڦرهين (پٽين) تي اکر لکيا ۽ ناني سائين ڪان پڇيائون تـ پاڻ ٻڌائين تـ ڪنهن جا اکر وڌيڪ سٺا آهن. پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو: "وڃو پنهنجي بابا کان معلوم ڪريو ان جا تـ اکر تمام سٺا آهن."

ٻار بابا سائين وٽ ويا.

"ابا، پنهنجي امڙ کان پڇو اها ٻڌائيندي" بابا سائين چئي ڇڏيو.

جڏهن معاملو امڙ سائڻ جي آڏو پيش ٿيو تـ پاڻ ٻڌتر ۾ پئجي ويون.

"ٻنهي جا اکر سٺا آهن."

"نـ اهو ٻڌايو تـ ڪنهن جا اکر وڌيڪ سٺا آهن." ٻارڙا ضد ڪرڻ لڳا.

"اهو ڪجهـ ڏکيو فيصلو آهي، پر ٿورو ترسو هڪڙو ڪم ڪريو." حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعالىٰ عليها ڳچيءَ ۾ پاتل هار کي ڇني موتين کي زمين تي ڪنڊڙائي ڇڏيو.

"هاڻي توهان مان جيڪو سيني کان گهڻا موتي چونڊيندو، ان جا اکر سٺا سمجهيا ويندا."

ٻارڙا جلدي جلدي موتي چونڊڻ لڳا. هڪڙو موتي ڪرڻ سان ٻـ اڌ ٿي ويو. ٻنهي هڪ هڪ اڌ چونڊي ورتو. جڏهن موتي ڳڻيا ويا تـ ٻنهي وٽ هڪجيترا موتي ٿيا. هڪڙي جو اڌ اڌ ٽڪرو.

"ان جو اهو مطلب آهي تـ توهان ٻنهي جا اکر هڪ جهڙا آهن." ٻار مڃي ويا.

" پر انهيءَ جو اهو مطلب ڪو نـ آهي تـ وڌيڪ مشق ڪرڻ جي ضرورت ڪونـ آهي."

رسول الله ﷺ واندڪائي جو وقت گهڻو ڪري پنهنجي ٻچڙيءَ وٽ گذاريندا هيا. هڪڙي ڏينهن چاڊ ـ ويڙهيون وينا هيا تـ حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعالىٰ عليها ڪنهن ڪم سانگي تشريف کڻي

آيون. بابي سائينءَ جي جهولي هاڻي صرف ڏوهٽن لاءِ وقف ٿي وئي هئي. بابي سائين تي پيار اچڻ لڳن.

فرمايائون:"بابا سائين, اسان کي سردي لڳي رهي آهي."

"اچو منهنجي چادر جي اندر اچو." پاڻ سڳورن پنهنجي ٻچڙيءَ کي چادر ۾ ويڙهي ڇڏيائون. سانئڻ پنهنجي بابي سائين جي ڪلهي تي متو رکي ويهي رهيون.

حضرت علي ﷺ ڏٺو تہ مرڪندي چيائون:

"يا رسول الله! (ﷺ) سردي تہ اسان کي بہ لڳي رهي آهي."

"اچو توهان کي ڪنهن منع ڪئي آهي. اسان جي چادر ۾ تمام گهڻي گنجائش آهي." حضرت علي ﷺ بہ چادر جي اندر اچي ويا. ٻارڙن جو پنهنجي حق تلفي ٿيندي ڏٺي تہ اهي بہ ڊوڙندا اچي چادر ۾ گهڙي ويا.

رسول الله ﷺ جن محبت ۾ ٻرجي، سيني کي پنهنجي ٻاڪر ۾ ٻري ورتو ۽ مرڪندي فرمايائون.

"اسان سڀ هڪ ٿي تہ آهيون. اسان جا رستا هڪ آهن. اسان جون مشڪلاتون هڪ آهن. رستو ڏاڍو ڏکيو آهي، تڪليفون گهڻيون آهن. توهان منهنجا آهيو. مون کان پوءِ منهنجي پيغام جا وارث آهيو. توهان ان کي ڪٽي دنيا وارن جون دليون کَٽندؤ مون کي توهان تي ڀروسو آهي. توهان کان ڪا ئي بہ ڪوتاهي ڪا نہ ٿيندي." انهن اکيون بند ڪري ڇڏيون ۽ چارئي پاڻ تي اچڻ وارين ذميوارين جي باري ۾ سوچڻ لڳا.

ٻارپڻي کان ئي حضرت حسن ﷺ ۽ حضرت حسين ﷺ کي احساس هيو تہ اهي ٻين ٻارن وانگر ڪڏهن بہ غير ذميواري جو مظاهرو ڪري نٿا سگهن. اهي الله تعاليٰ جي رسول ﷺ جا ڏوهٽا آهن. دنيا جون نظرون انهن تي آهن ۽ انهن جون ڪجھ ذميواريون آهن, جن کان اهي منهن موڙي نٿا سگهن. اهڙيون ذميواريون جن کان پاسو ڪرڻ ممڪن ڪو نہ آهي. ٻار تہ پوءِ بہ ٻار هوندا آهن. اهي ٻار خوش نصيب آهن, جن کي سمجهدار بزرگن جي جهولي نصيب ٿئي ٿي. اهي ٻارپڻي کان ئي زندگيءَ جي لاهين چاڙهين کي سمجهڻ لڳندا آهن.

هڪڙي دفعي ڪنهن اصحابي رسول الله ﷺ کي هرڻ جو هڪڙو ٻچڙو سوکڙيءَ ۾ پيش ڪيو ان وقت حضرت حسين ﷺ اوسي پاسي

ڪاٽي ڪيڏي رهيا هيا. حضرت حسن ﷺ سامهون ويٺا هيا. حضرت حسن ﷺ ناني سائين کان ٻچڙو وٺي ورتو. جڏهن حضرت حسين ﷺ آيا تہ هرڻ جي ٻچڙي کي ياءُ جي جهولي ۾ ڏسي روئڻهارڪا ٿي ويا.

"اسان کي بہ هرڻ جو هڪڙو ٻچڙو ڏيو."

بابي سائين سمجهاين: "توهان ٻئي انهي هڪڙي ٻچڙي کي پنهنجو سمجهو."

"نہ، اهو تہ ادا جو آهي. اهي مون کي هٿ بہ لائڻ ڪو نہ ڏيندا."

حسين ﷺ روئي ڏنو. حسن ﷺ بہ ڪجهہ مٿين دل سان هرڻ جي ٻچي کي هٿ لائڻ جي اجازت ڏني. حسين ﷺ کي اطمينان ڪو نہ ٿيو ۽ ڳوڙها بہ بند ڪو نہ ٿين. ايتري ۾ ڇا ٿا ڏسن تہ هڪڙي هرڻي پنهنجو ٻچو وٺي اچي رهي هئي.

"حسين (ﷺ)! اچو الله تعاليٰ توهان لاءِ بہ هڪڙو ٻچڙو موڪليو آهي. وٺو ۽ هاڻي تہ مسڪرايو." ناني سائين فرمايو. حضرت حسين ﷺ خوش ٿي ويا ۽ ٻچي کي پيار ڪرڻ لڳا.

"لڳي ٿو تہ اهي ٻئي ٻچڙا انهيءَ هرڻي جا آهن. اها هن جي خوشبو سنگهندي ان جي ڳولا ۾ آئي آهي. ان کي ٻچا ڏئي ڇڏيو." ناني سائين فرمايو.

ٻارڙا اداس ٿي ويا.

"ٻچا نہ ڏيندؤ تہ توهان انهي هرڻي کي ڏڪارو ڪندؤ. سوچيو جيڪڏهن ڪوئي توهان جي امڙ کان توهان کي ڪسي وٺي تہ ان جو ڪهڙو حال ٿيندو."

"امان ڏاڍو روئيندي" ٻارڙن جواب ڏنو.

"اها هرڻي بہ پنهنجن ٻچن کان جدا ٿي ڏاڍو روئيندي"

ٻارڙن هڪدم هرڻيءَ جي ٻچڙن کي ڇڏي ڏنو. هرڻي انهن کي وٺي اتان ڀڳي ڪو نہ. پر اتي ئي انهن کي ڪير پيارڻ لڳي. پوءِ اها رات ڏينهن اتي ئي رهڻ لڳي. ٻارڙا ان سان کيڏندا هيا.

ٻارڙن رحمر ۽ رواداري رسول الله ﷺ جي جهوليءَ مبارڪ ۾ سکي. ننڍڙي عمر ۾ ئي ڳالهہ جي پاڙ تائين پهچڻ جي عادت پئجي وين. هڪڙو دفعو مسجد شريف ۾ ڏٺائون تہ هڪڙو ٻڍڙو غلط طريقي سان وضو ڪري رهيو هو. ٻئي ڀائر پريشان ٿي ويا.

”حسين (ﷺ)! پيڙو ويچارو وضو غلط ڪري رهيوآهي.“حسن (ﷺ) آهستڙي چيو.

”مگر ڪنهن کي غلطي ڪندو ڏسجي ۽ ڪجهه به نه چئجي ته اهو به ته غلط آهي. اهو ته اڻ ڄاڻائي مان غلطي ڪري رهيو آهي. گناهه اسان تي ايندو.“

ڪجهه دير سوچڻ کان پوءِ هڪڙي ترڪيب ذهن ۾ آين. ان ڪراڙي وٽ ويا ۽ فرمايائون: ”توهان بزرگ ماڻهو آهيو. ڏسو ته اسان وضو ڪرڻ ۾ ڪٿي غلطي ته ڪو نه ٿا ڪريون.“ جڏهن ٻارڙا وضو ڪرڻ لڳا ته پيڙي کي اندازو ٿيو ته اهو پاڻ غلط وضو ڪري رهيو هو. چيائين: ”ابا! توهان صحي وضو ڪري رهيا آهيو. مان غلطيءَ تي هيس. شڪر آهي توهان سمجهائي ڇڏيو ورنه مان غلطي ڪندو رهان ها.“

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جڏهن والد سڳوري کي ڏسنديون هيون ته گهڻو لاڏ پيار ڪري رهيا اٿن ته چونديون هيون:

”بابا سائين! ايترو لاڏو نه ڏيون، عادتون خراب ٿي ويندن. ضدي ۽ ٻي چيا ٿي پوندا. چوڻ ڪو نه وٺندا.“

”پيار سان ٻار خراب ڪو نه ٿيندو آهي، اهو پاڻ محبت ڏيڻ ۽ وٺڻ سکندو آهي. جنهن کي محبت ڪرڻ ۽ پيار حاصل ڪرڻ جو ڏانءُ ايندو هجي، دنيا لاءِ اهو انسان رحمت هوندو آهي.“

حضرت حسن ﷺ ۽ حضرت حسين ﷺ کي ناني سائين ۽ ابي امڙ کان ايترو پيار مليو جو انهن کي دنيا جي ڪنهن به شيءِ جي کوٽي محسوس ڪو نه ٿي. گهر ۾ بکون ڪاٽڻ جو وقت اچي ويندو هيو. ڪپڙن ۾ چتيون لڳل هونديون هين. پر انهن جون دليون محبت سان ٽمٽار هونديون هيون. سندن دلين ۾ دنياوي شين جي اجائي محبت پيدا ئي ڪو نه ٿي سگهي، جيڪا اڳتي هلي ملڪ گيري واري لالچ جي صورت اختيار ڪري ها. انهن غربت ۾ مسڪرائڻ ۽ خوش رهڻ سکيو.

هڪڙي ڏينهن عيد جي موقعي تي ماڻهو چمڪندڙ نوان ڪپڙا پايون، عيد گاهه ڏانهن وڃي رهيا هيا. حضرت حسن ﷺ ۽ حضرت حسين ﷺ جا ڪپڙا پراڻا هيا ۽ جتي ڪٿي چتيون به لڳل هين.

آخرڪار ٻار هيا، روئي ڏنائون. نانا سائين بيقرار ٿي ويا. فرمايائون:
"ڇا جي ڪري روئو ٿا؟"
"اسان جا ڪپڙا پراڻا ۽ چتيون لڳل آهن. اسان کي شرم ٿو اچي."
رسول الله ﷺ جهڪي واري واري سان ٻارڙن جي ڪپڙن جي هر چتيءَ کي چميو ۽ پوءِ فرمايائون:
"اسان کي توهان جي لباس جون چتيون ڏاڍيون پياريون آهن، ڇو ته اهي ڪپڙا توهان جي بابي سائين جي پگهر جي ڪمائيءَ مان ٺهيا آهن. ٻڌايو هاڻي ته اهي چتيون خراب ڪو نه ٿيون لڳن."
ٻارڙن کي ائين لڳو ته ڪپڙن جي هر چتي تارن وانگر چمڪڻ لڳي آهي. ٻارڙا ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳا.
"توهان جي ڪپڙن کي به ته چتيون لڳل آهن؟"
"ڪپڙا پراڻا ۽ ڦاٽل هجن ته ڪو ئي فرق ڪو نه ٿو پوي، ضمير داغدار ٿيڻ نه گهرجي."
پوءِ ٻارڙن ڏٺو ته ماڻهو سوارين تي وڃي رهيا آهن. ڏاچين تي سوار آهن. وري انهن جا چهرا مرجهائجي ويا.
"هاڻ وري ڪهڙي ڳالهه ٿي؟" نانا سائينءَ پيار مان فرمايو.
"سڀ اٺن تي سوار آهن، اسان ڇو پيرين پنڌ وڃي رهيا آهيون؟"
"توهان کي پنڌ هلڻ جي ضرورت ڪو نه آهي. اچو اسان جي ڪلهن تي سوار ٿيو."
ائين چئي پاڻ ڪريمن ﷺ جن ٻارڙن کي ڪلهي ڪلهن تي ويهاريو. رسول الله ﷺ کي جڏهن ماڻهن ڏٺو ته پنهنجن ڏوهٽن کي ڪلهن تي کنيو پيرين پنڌ وڃي رهيا آهن ته سيئي سوارين تان لهي پيا ۽ پنهنجن ٻارن کي ڪلهن تي ويهاريائون.
"اڄ اهي ٻارڙا اسان جي ڪلهن تي سوار آهن. سڀاڻي انهن جي ڪلهن تي دنيا جي ذميواري جو بار هوندو." رسول الله ﷺ فرمايو. ٻارڙن جي خوشيءَ جي ڪا حد ڪو نه رهي. پوءِ مذاق ڪرڻ لڳا. چيائون:
"نانا سائين! اسان جي اٺ جي ناڪيلي ڪٿي آهي؟"
"وٺو اسان جي وارن کي پڪڙيو."
ٿوري دير کان پوءِ نئين شڪايت پيدا ٿي.

”نانا سائين!“

”جي ٻچڙا!“

”ٻيا اٺ تہ گڙ گڙائيندا آهن.“

نانا سائين هڪدم اٺ جهڙو آواز ڪڍڻ لڳا. ٻارڙن جي خوشيءَ جي ڪا حد ئي نہ رهي. وري وري جهڪي پنهنجي ’اٺ‘ کي چمڻ لڳا. عجيب و غريب نظارو هو. ماٺهو ٻارن سان گڏ ٻار ٿيندي ٿهڪ ڏئي کلي رهيا هيا. هڪڙي ٻيڙي جي اکين مان مسلسل ڳوڙها وهي رهيا هيا. ويجهو اچي ٻارڙن کي چيائين:

”ٻارڙو! توهان جي سواري تہ لاجواب آهي.“

”۽ سوارن جو بہ تہ ڪو جواب ڪو نہ آهي.“ رسول الله ﷺ مسڪرائي جواب ڏيڻ فرمايو.

شايد ڪين خبر هئي تہ هڪڙي ڏينهن سندن ساهہ کان وڌيڪ پيارن ڏوهٽن کي وڏين مشڪل آزمائشن مان گذرڻو پوندو. صرف انهيءَ ڏوهہ ڪري تہ اهي رسول الله ﷺ جا ڏوهٽا آهن. انهي ڪري پاڻ ﷺ شروع کان ئي پنهنجي محبت جي ذريعي ڪجهہ ازالو ڪرڻ گهري رهيا هيا. انهن ڏوهٽن بہ پنهنجي ناني سائين جي محبت جو اهڙو شاندار طريقي سان احترام ڪيو جو ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. نانو هڪ هيو ۽ ڏوهٽا ٻہ. هڪڙي ننيڙڙي ڀيڻ بہ سندن محبت ۾ ڀائيوار ٿي وئي. ناني سائين ٻارڙن جي دل ۾ ان ننيڙڙي ڀيڻ زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي محبت پري ڇڏي. ٻئي ڀيڻ مٿان ساهہ صدقو ٿيندا هيا. اها ڪلنڌڙ معصوم ٻارڙي سيني کي پياري هئي. هاڻي نانا سائين جي جهوليءَ وچ ۾ ننيڙڙي زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ پاسن کان حضرت حسن ؑ ۽ حضرت حسين ؑ ويهڻ لڳا. آڪاڻيون ٻڌندي ٻڌندي ننڊ پئجي ويندا هئا. الله جي رسول ﷺ جا پير بہ ننڊ پئجي ويندا هيا. پر پاڻ بنا چرپر ڪرڻ جي ويٺا هوندا هيا. سندن نياڻي انهن کي جهوليءَ مبارڪ مان ڪڍڻ ايندي هئي تہ اشاري سان منع ڪري ڇڏيندا هيا. ”سمهڻ ڏيون، ڪچيءَ ننڊ مان اٿندا تہ اداس ٿي ويندا.“

ايڏي گهڻي پيار ملڻ کان پوءِ ٻارڙن وٽ وقت ڪٿي هوندو هيو جو سوچين تہ گهر ۾ سدائين ڪاڏي جي اٽاٽ هوندي آهي. ڪائڻ مهل اڌ

پيٽ خالي اٿڻ هميشه جو دستور هيو. گهر ۾ ڪجهہ بہ ذاتي ڪو نہ هو. هر شيءِ تي ٻين جو بہ حق هو. دروازي تان ڪڏهن بہ ڪو ئي سوالي خالي ڪو نہ موٽندو هو.

ڪنهن ڪي جيڪو ڪجهہ گهربو هيو ڪٽي ويندو هيو ڪڏهن بہ انڪار ڪو نہ هيو. ٻار اهو ئي سکندا آهن, جيڪو وڏا سيکاريندا آهن. نانو سائين يا والد سڳورو جيڪڏهن پراڻا ڦاٽل ڪپڙا پائيندي شرمائين ها تہ ٻارن کي بہ شرمساري محسوس ٿئي ها. امڙ جيڪڏهن رات ڏينهن مسڪينيءَ تي رنج رهي ها تہ ٻار سمجهن ها تہ غربت هڪ عذاب آهي. اهي تہ پنهنجي غربت کي هڪڙو اعليٰ گڻ سمجهڻ لڳا هئا. انهن کي الله تعاليٰ اهڙو صبر ۽ قناعت عطا ڪيا هيا. جيڪي سون ۽ چاندي جا محتاج ڪو نہ هوندا آهن.

حضرت فضہ رضي الله تعاليٰ عنها چوڻ ۾ تہ ٻانهي هئي, پر امان سائڻ ان کي پاڻ کان سٺا ڪپڙا پارائيندي هئي, ان جي چادر ۾ امان سائڻ جي چادر مبارڪ جيترين چتيون بہ ڪو نہ هيون. امان سائڻ جڏهن بہ ڪا نئين چادر مٿي مبارڪ تي پائينديون هيون تہ ڪو نہ ڪو ضرورتمند اچي ويندو هو. هڪدم پنهنجي چادر مبارڪ ان کي ڏئي, اها ئي پراڻي چادر مبارڪ اوڍينديون هيون.

مگر ڪا بہ پرواهہ ڪو نہ هئي. هر چتي چنڊ تارن وانگر چمڪندڙ ٿي لڳي, ڇو تہ هر چتيءَ تي نانا سائين جي چمي جي مهر لڳل آهي.

امان سائڻ فضہ رضي الله تعاليٰ عنها جو ڪيترو خيال ٿي رکيو هڪڙي ڏينهن سڀ ڪم فضہ رضي الله تعاليٰ عنها تي ڪيا تہ ٻئي ڏينهن امان سائڻ. فضہ ٻيڙي ۽ بيمار سو انهيءَ ڪري سڄو ڪم امان سائڻ جن ئي ڪن پيون. فضہ رضي الله تعاليٰ عنها جو ساهہ ڦوڪجي ويندو آهي, ان ڪري جنڊ تي اٽو هميشه امان سائڻ ئي پيهنديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن جنڊ پيهندي سائڻ کي پگهر ۾ شل ڏسندي ننهي ٻارڙن کي جوش اچي ويندو آهي. گڏجي جنڊ هلائڻ لڳندا آهن. مدد ڪرڻ جي بجاءِ مورڳو جنڊ کي ڦاسائي وجهندا آهن. تڏهن امان سائڻ ڏاڍو مرڪنديون آهن. خوشامد ڪندي اٿن تہ خدارا وڃي کيڏو توهان جي اهڙيءَ مدد کان بس ڀلي آهي.

تڏهن اهي پر پرو ماٺ ۾ ويهي امان سائڻ ڪي غور سان ڏسندا هيا. نندڙي زينب سلام الله تعاليٰ عنها ان جي گوڏن تي ستي ڪير پيئندي رهندي هئي. امان سائڻ جي چاندي جهڙي پيشاني تي پگهر جا ڦڙا موتين وانگر چمڪندا آهن. موتين جهڙي امان سائڻ ڪيتري پياري، ڪيتري معصوم ۽ نازڪ آهي. الله ڄاڻي ڇا ڪائي زندگي گذاري رهيون آهن. ڪڏهن به ڪنهن کين شوق سان پيٽ ڀري کائيندو ڪو نه ڏٺو ويو آهي. ٻين کي کارائي سندن پيٽ ڀرجي ويندو آهي.

بابا سائين به سڄو ڏينهن ڪم ڪرڻ کان پوءِ گهڻو ڪري خالي هٿين ايندا آهن. رستي ۾ ئي ماڻهو سندن ڪمائي اڌاري طور گهري وٺندا آهن. جيڪا ڪڏهن به واپس ڪو نه ملندي آهي يا ڪنهن سوالي فقير جي خالي مٺ حوالي ٿي ويندي آهي.

امان سائڻ جي زبان مبارڪ مان شڪايت جو هڪ لفظ به ڪو نه نڪرندو آهي. اها ڀلا بابا سائين کي ڪيئن ٽوڪي، خود سندن اها حالت آهي جو رُکي ماني تيار ٿي، اڃا سيئي کائڻ لاءِ اچي ويٺا ته فقير سوال جي صدا هڻين. سيني جا ماني ڏانهن وڌيل هٿ رڪجي ويا. ٻارڙن ٻوڙي وچي سڀ کان پهريائين پنهنجي حصي جي ماني سواليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌي، امان سائڻ مرڪڻ لڳندي آهي. جنب کي ڇنبي وري به مانيون پچائي ٿي. بابا سائين ماڪيءَ جي خالي ٿيل بوتل کي دير تائين نوائي ٿا رکن، ڪجهه ڦڙا ڳڙي ماني تي ڪرن ٿا ۽ پهرين ئي گراهه کڻڻ سان ٻو جو احساس تيڻ لڳندو آهي. اڌ کان وڌيڪ پيٽ ته پاڻي سان ڀرجي ويندو آهي. حسين ﷺ کي پاڻي سان گهڻو پيار آهي. ڪيڏو پاڻي پيئندا آهن ۽ ڪيڏي پيار سان وري وري مزا وٺي پيئندا آهن. دل ڀرجين ئي نٿي. وات ۾ ڍڪ ڀريندا آهن، پوءِ اکيون بند ڪري ان جو مزو وٺندا آهن. دستر خوان تي ويهندي ئي ان جو هٿ پهريائين پاڻيءَ جي ڪٽوري ڏانهن وڌندو آهي.

حسن ﷺ ان جي اهڙي عادت تي مذاق ڪندا آهن.

"حسين ﷺ جيڪڏهن دنيا جو سمورو پاڻي جهرڪيون پي وڃن ته پوءِ توهان ڇا ڪندؤ؟"

اهي حسين ﷺ سان ٻوڳ ڪن ٿا.

تڏهن حسين ﷺ ٻجي پاڻيءَ جي ڪٽوري ۾ جهاتي پائين ٿا ۽ پٽ تي ويٺل اجاريءَ جهرڪي کي ڏسن ٿا. ڪٽوري کي ان جي سامهون رکي پاڻ ٿورو پري لڪي ويهي ٿا رهن. جهرڪي ٻڇندي ٻڇندي اچي ٿي. وڏيءَ هوشياريءَ سان پاڻيءَ ۾ چهنب ٻوڙي ڍڪ پري ٿي. پوءِ چهنب کي هوا ۾ مٿي ڪري گٽ گٽ ڪري پاڻي پي وڃي ٿي. حسين ﷺ ان جي ڏڪندڙ ڳچيءَ کي ڏسن ٿا. ان جي اکين ۾ خوشي (تراوٽ) جون پريون نچڻ لڳن ٿيون. جهرڪيءَ جي نڙيءَ ۾ لهندڙ پاڻي، حسين ﷺ جي دل ۽ دماغ کي ڍاول ڪري ٿو ڇڏي

حسن ﷺ ڪجهه ٻپ مان ننڊي ياءَ ڏانهن نهارين ٿا. نـ ڄاڻ ڇو اڻ ڄاتل وسوسي ڪان ننڊڙي دل ڌڙڪڻ لڳين ٿي.

”حسين ﷺ نـ دنيا ۾ پاڻي گهٽو آهي. جهرڪيون سمورو پاڻي ڪو نـ پيئنديون، توهان جي لاءِ پاڻي ضرور بچندو.“

حسين ﷺ جهرڪيءَ جي اوبر واري پاڻي مان ڍڪ پري زبان سان ڦيرائين ٿا. اکيون بند ڪري ان جي لذت ۾ گم ٿي وڃن ٿا.

فضہ رضي الله تعاليٰ عنها تڏين تي ڪتل رکي رهي آهي. آهستڙي آهستڙي گنگنائي بہ رهي آهي:

واريءَ جا دڙا اونڌي منهن بيحال پيا آهن،
واري سڏڪا پري رهي آهي،
سج جي ڪمان مان ڪرڻن جا تير ڇٽي چڪا آهن،
ماڪي جي مک تاروءَ ۾ ڏنگ هنيو آهي،
منهنجي رڳ رڳ ۾ زهر پرجي رهيو آهي،
نهر جي جهولي ۾ پاڻي ٽپا ڏئي رهيو آهي،
منهنجي محبوب جو لوٽو پاڻي جي موتين سان ڇلڪي پيو آهي،
مان اجاري آهيان،
منهنجي رڳ رڳ ۾...... ...

حسين ﷺ پاڻيءَ جو ڪٽورو پري فضہ رضي الله تعاليٰ عنها ڏانهن وڃن ٿا. اها پاڻي ڪو نہ ٿي پئي. سڀ کلن ٿا.

بابا سائين تہ حجري ۾ ويٺا قرآن شريف جي ترتيب ۾ گم لڳا پيا هوندا آهن. يا ٻانهن جي ڪم ۾ هٿ ونڊائيندا آهن. ڪائيون چيرڻ،

ڪتل لاهڻ، گهر جي مرمت. امان سائڻ جيڪڏهن ٽڪل هوندي آهي تہ ان جي هٿن مان ڀهاري وٺي پاڻ ڀهاري ڏيڻ لڳندا آهن. ايڏا عظيم فاتح آهن. ايڏا وڏا فوجي جرنيل آهن، مگر ڪين ڪنهن بہ ڪم ڪان عار ڪو نہ آهي.

مگر امان سائڻ جن ڪڏهن غربت جي تڪليف ڪان گهٻرائجي ويندين آهن تہ شڪايت بہ ڪري وجهنديون آهن. ڏينهن پريشانين ۾ گذري ٿا وڃن.جيترو بہ اناج آيو هيو مهمانن جي خدمت ڪرڻ ۾ پورو ٿي ويو. حج جي ڏينهن ۾ ماڻهو رسول الله ﷺ ۽ سندن عزيزن جي گهرن کي پنهنجو گهر سمجهندا آهن. نماشام جو ئي ماڻهو بابا سائين سان ملاقات ڪرڻ لاءِ اچڻ شروع ٿي ويندا آهن. تاڪيد ڪري سيني کي ڪاڏو ڪارايو ويندو آهي.

فقيرن کي بہ خبر آهي تہ انهيءَ گهر تان ڪڏهن بہ هٿين خالي موٽڻو ڪو نہ پوندو. انهيءَ ڪري شهر ۾ داخل ٿيڻ سان ئي سڌو ان طرف رخ ڪندا آهن. غربت گهڻي وڌي وئي تہ فيصلو ڪيائون تہ فدڪ جي باغ کي گروي رکجي. بابا سائين باغ جو سودو ڪري سڌو بازار هليا ويا تہ ان داڻا وٺيون وڃن. گهر ۾ ڪجهہ بہ ڪو نہ آهي. ان ڪان اڳ جو ان جا داڻا خريد ڪن هڪڙو ماڻهو ملي وين، جيڪو ڏاڍو روئي رهيو هيو.

"ادا ڇا ٿيو؟" بابا سائين پريشاني، مان ڇيو.

"واپار ۾ نقصان ٿي ويو. پائيءَ پائيءَ لاءِ محتاج ٿي ويس. مٿان وري قرض گهرڻ وارن گهر جي جاءِ تي قبضو ڪيو آهي. شام تائين قرض ادا ڪري نہ سگهيس تہ منهنجي گهر وارن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا. منهنجي زال کي ٻار ٿيڻ وارو آهي. پورن ڏينهن سان آهي. سڙڪ تي تہ اها مري ويندي"

علي بن ابو طالبؑ جي اکڙين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا. هڪدم سموري رقم ان ماڻهوءَ جي حوالي ڪيائون.

"ادا! هن وقت تہ ايترا ئي آهن. توهان قرض گهرندڙن کي اها ڏئي راضي ڪريو. ڪجهہ ڏينهن صبر ڪريو. باقي رقم جو بہ بندوبست ٿي ويندو."

اهو ماڻهو پيرن تي ڪري پيو. سڄو ڏينهن گهمڻ کان پوءِ بہ ڪنهن ان جي مدد ڪو نہ ڪئي هئي.

"اي علي! توهان خدا جا هٿ آهيو. جيئن ئي مان پيرن تي بيٺس توهان جو قرض ادا ڪري ڇڏيندس."

"اهو قرض ڪو نہ آهي. ان کي واپس ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي."

هونئن بہ حضرت علي کان ماڻهن کي اوڌر ونندي نہ ڏٺو ويو. ڪڏهن بہ ڪنهن نہ واپس ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ۽ نہ انهن کان هن گهر ڪئي.

گهر ۾ حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها انتظار جون گهڙيون ڳڻي رهيون هيون تہ ڪڏهن ٿا ان ڪڻا اچن تہ اهي پينهي ماني پچائين. ننيڙي زينب سلام الله تعاليٰ عليها تہ بک جي ڪري ننڊ ۾ بہ سڏڪا پري رهي هئي.

حضرت علي ڪجهہ پڏتر ۾ گهر موٽيا. فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي جڏهن خبر پئي تہ ان جي قميص کي پڪڙي چوڻ لڳيون:

"مون کي ۽ منهنجن ٻچن کي بک مارڻ جو فيصلو ڪيو اٿوَ؟"

حضرت علي ڪنڌ جهڪايون بيٺا رهيا.

"جواب ڏيو؟"

ايتري ۾ رسول الله اچي ويا. ڌي کي حضرت علي جي قميص کي پڪڙيندي ڏسي سندن چهرو مبارڪ ڪومائجي ويو. جلدي سان ان جو هٿ پڪڙيائون.

"فاطمه! خبر اٿوَ هي ڪير آهي؟،

"ها! خبر آهي. هي منهنجو مڙس علي () آهي. هاڻي توهان ئي ان کان پڇا ڪرڻ فرمايو. ڇا ان تي منهنجو ۽ ٻچن جو ڪو ئي حق ڪو نہ آهي. اسان ڪيستائين ڏک برداشت ڪيون."

"فاطمه! اهو علي جو نہ توهان منهنجو گريبان پڪڙيو آهي. پنهنجي سوال جو جواب مون کان گهرو!"

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هٿ ڪڍي ورتو. ڪنڌ جهڪائي روئڻهار ڪيون تي ويون.

”تہ پوءِ توهان ئي جواب ڏيو. توهان مون کي اهڙي شخص سان ٻڌي ڇڏيو جيڪو مون کي ۽ منهنجن ٻچڙن کي ٻن ويلن جي ماني بہ نٿو ڏئي سگهي.“

”فاطمه! منهنجي ڌيءَ مون کي خبر ڪو نہ هئي تہ توهان ايترو بي سمجهہ آهيو. مون تہ توهان لاءِ دنيا جي هڪڙي بهترين انسان جي چونڊ ڪئي. مون کي خبر ڪو نہ هئي تہ توهان کي دنيا جي نعمتن جي ايتري محبت آهي، جو توهان علي (ﷺ) جي عظمت کي سڃاڻي نہ سگهنديون. هن وقت اهو ماڻهو توهان جي سامهون ڏوهي ٿيو بيٺو آهي. جيڪڏهن اهو گهري تہ اڄ ڪنهن علائقي جو حاڪم بلڪ ڪنهن ملڪ جو بادشاهہ ٿي سگهي ٿو. ڇا توهان ان جي سوين کي پلجي ويون. جيڪڏهن اهو گهري تہ توهان کي شهزادين وانگر سنگ مر مر جي محلاتن ۾ رهائي سگهي ٿو جتي ڪيترائي ٻانها ۽ ٻانهيون توهان جي خدمت ۾ حاضر هجن ۽ توهان زربفت جا نرم لباس پائي، هيرن جواهرن ۾ پريل هڪڙيءَ راڻيءَ وانگر عيش ڪري ٿيون سگهو. سون ۽ چاندي جي ٿانون ۾ دنيا ڀر جون نعمتون توهان جي خدمت ۾ حاضر ٿي سگهن ٿيون. اهو ماڻهو پنهنجي ڪنڌ جي هڪ اشاري سان سڄي دنيا تنهنجي پيرن ۾ وجهي سگهي ٿو. مگر اهو علي بن ابو طالب (ﷺ) آهي. اهو اسلام جو سهارو ۽ طاقت آهي، دنيا ان جي نوڪر ۾ آهي ۽ تون ان کان هڪڙي سڪل ماني جي طلب ٿي ڪرين. اڄ اها بہ تو کي ڪو نہ ڏيندو. خبر اٿئي ڇو؟ انهيءَ ڪري تہ ان پنهنجي لاءِ اهو ئي رستو چونڊيو آهي.“

”بابا سائين! معاف ڪريو. مون کان غلطي ٿي وئي. مون کي ڪجهہ بہ نہ گهرجي. اها سڪل ماني بہ جيڪا ضمير وڪڻڻ کان سواءِ ملي نٿي سگهي، مون کي نہ گهرجي. الله جي واسطي مون کي معاف ڪريو.“ فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها روئي ڏنو.

”مون کان نہ، عليءَ کان معافي گهرو.“

”نہ، نہ. اصل ۾ غلطي مون کان ئي ٿي آهي. مان ... ...“ علي ﷺ شرمساري مان ڪنڌ جهڪائي چوڻ لڳا.

پوءِ رسول الله ﷺ سڄي ڳالهه ٻڌي ۽ بي قابو ٿي مرڪڻ لڳا. ڪجهه درهم ڪڍي ڏنائون ۽ فرمايائون:

”بس ايتري ڳالهه هئي. وٺو علي! وڃي ڪجهه کائڻ لاءِ وٺي اچو.“ پوءِ ڏيءَ کي چيائون:

”ايترڙي ڳالهه تي توهان ڪاوڙ ۾ اچي ويون. خبر اٿوَ توهان هڪڙي شهنشاهه جون نه. پر الله تعاليٰ جي هڪڙي غريب پيغمبر جون نياڻيون آهيو ۽ عليءَ جون گهر واريون آهيو جيڪو مون کي ساهه کان به وڌيڪ پيارو آهي. جنهن عليءَ جي دل ڏکائي، ان مون کي ڏک پهچايو.“

نانا سائين سيني کي پيار ڪري هليا ويا. ٻار والد سڳوري جي انتظار ۾ ويٺا رهيا. شام کان رات ٿي وئي، پر اهي واپس ڪو نه ٿيا. فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها هر هر دروازي ڏانهن ڏسنديون رهيون: ٻارڙن کي پاٽي پياري سمهارڻ جي ڪوشش ڪنديون رهيون. مگر حضرت علي ؑ واپس ڪو نه آيا.

هاٽي اتفاق اهو ٿيو ته جڏهن حضرت علي ؑ ان ڪٽا خريد ڪري واپس موٽيا ته هڪڙو مصيبت ماريل پيرن ۾ چنبڙي سڏڪا ڀري روئڻ لڳو:

”آقا، ٽن ڏينهن جي بک آهي. ننڍڙا ننڍڙا ٻچڙا بکيا آهن. ان جو هڪڙو ڪٽو به ڪو نه آهي. آقا! مدد ڪريو.“

حضرت علي ؑ بنا سوچڻ سمجهڻ جي ان داڻا ان جي جهوليءَ ۾ وجهي ڇڏيا. گهر وڃڻ جي همت ڪو نه ٿين. پريشانيءَ ۾ وڃي مسجد شريف جي پرسانِ ويهي رهيا.

رسول الله ﷺ مسجد شريف مان ٻاهر آيا ته اڌ اونده ۾ هڪ ماڻهوءَ کي ڪنڌ جهڪايون ويٺو ڏسي ويجهو آيا. حضرت علي ؑ کي ڏسي ڇرڪي ويا.

”علي (ؑ)، ٻارڙن ماني کاڌي؟“

”نه، سائين.“

”ڇو؟“

پاڻ هيڪي هيڪي سڄي ڳالهه ٻڌاين. رسول الله ﷺ بي اختيار مرڪڻ لڳا.

"زال جي ٻپ کان هتي لڪي وينا آهيو." کين اٿاري سيني سان لڳايائون. خيبر جي قلعي کي ٽوڙڻ وارو حنين جو فاتح. جنهن جو نالو ٻڌي دشمن جا حواس اڏي ويندا هيا. ٻڪايل زال ۽ ٻارن کان اکيون چورائي مسجد شريف وٽ لڪو ويٺو هو. رسول الله ﷺ کين پنهنجي گهر وٺي ويا ۽ اتان ماني کنيائون. پوءِ کين ساڻ وٺي انهن جي گهر ويا. سيني کلي خوش ٿيندي گڏجي ماني کاڌي.

ان ڏينهن ٻارڙن کي خبر پئي ته قاتل ڪپڙن ۾ چپ چاپ رهندڙ سندن بابو سائين ڪيترو وڏو انسان آهي.

ڪنهن کي خبر هئي ته ضرورتمندن کي خيرات ڏيڻ واري اها تعليم انهن معصوم ٻارڙن لاءِ حق ۽ انصاف خاطر جان ڏيڻ جي تعليم ثابت ٿيندي.

(2)

حضرت حسن ؑ ۽ حضرت حسين ؑ جو ٻارپڻو نهايت سٺو گذريو. ناني سائينءَ طرفان اڻ کٽ پيار جي باوجود ڪڏهن ڪڏهن ڪا شڪايت پيدا ٿي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ٽيپهري جي نماز پڙهي بس ڪئي ته حضرت حسين ؑ جي روئڻ جو آواز ٻڌائون. بيقراريءَ مان اٿي پيون. ڏٺائون ته زارو زار روئيندا پيا اچن. امڙ لاءِ ٻئي پٽ ٻنهي اکين وانگر عزيز هيا. مگر حسين ؑ جيئن ته ننڍا هيا. انهيءَ ڪري امڙ سائڻ جن ان جي روئڻ ڪري وڌيڪ گهبرائجي وينديون هيون.

"منهنجا لال! ڇا ٿيو؟" پاڻ ٻارڙي کي ڀاڪر پري مٿي کنيائون.

حسين ؑ سڏڪن ۾ ورپيل هيا. زبان مان لفظ نٿي نڪتو.

"ضرور توهان کي حسن( ؑ) ستايو هوندو. اهو ڏاڍو ڏنگو ٿي ويو آهي. هر وقت منهنجي ٻچڙي کي روئاري ٿو. پٽ، توهان هاڻي ان سان ڪڏهن به گڏ نه کيڏجو. اچڻ ته ڏيوس. اهڙي خبر ٿي وٺانس جو ياد ڪندو. ڀڃندي مانس ته منهنجي ٻچڙي ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو جو ان کي روئاريئي."

"نه امان، مون کي ادا ڪو نه ستايو آهي. اسان کي ته نانا سائين کان شڪايت آهي."

"يا الله! نانا سائين ڪاں، اها ڇو؟"

"امان، ٿورو منهنجو وات تہ سنگهو، ڇا منهنجي وات مان ڏپ ٿي اچي."

"نہ پٽ! تنهنجي وات مان تہ تازي گلاب ۽ مشڪ جي خوشبو اچي رهي آهي." سائنڻ منهن تي چمي ڏئي چين.

"تہ پوءِ نانا سائين ادا جي منهن تي چمي ڏني ۽ منهنجي ڳلي کي چميائون. آخر ڇو؟"

امڙ منهن تي چمي ڏئي فرمايو: "پٽ!نانا سائين توهان ٻنهي تي ساهہ صدقو ڪندو آهي. خبر نہ آهي تہ ڪهڙي ڳالهہ هئي جو پاڻ فرق ڪيائون. توهان ڪا ئي شرارت تہ ڪا نہ ڪئي هئي؟"

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پريشان ٿي ويون.

"هلو مان پاڻ انهن کان معلوم ڪنديس، آخر ڇو ناراض آهن؟"

سائنڻ پيرن ۾ جتي پاتي، مٿي تي چادر رکيائون. حسين ﷺ کي ڪڇ تي کنيائون ۽ حضرت فضہ رضي الله تعاليٰ عنها کي سڏ ڪيائون.

حضرت فضہ رضي الله تعاليٰ عنها حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه کي سڏ ڪري گهرايو ۽ حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ان ئي وقت مسجد شريف ڏانهن تشريف کڻي ويون.

ماڻهن ڏٺو تہ رسول الله ﷺ جي ٻچڙي مسجد شريف ڏانهن وڃي رهي آهي تہ اهي پريشان ٿي ويا تہ ڪهڙو معاملو ٿي پيو آهي، جو نياڻي والد سڳوري ڏانهن گهبرايل انداز ۾ وڃي رهي آهي. الله جا رسول ﷺ پنهنجن اصحابن جي مجمعي ۾ ويٺي ڪنهن اهم مسئلي تي ڳالهائي رهيا هيا. ٻچڙي کي ايندي ڏٺائون تہ عادت موجب تعظيم ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺا. اصحابي سڳورا بہ ڪين اڪيلو ڇڏي يڏي هوڏي ٿي ويا.

نياڻيءَ جي اکڙين ۾ ڳوڙها ڏسي گهبرائجي ويا. حسين ﷺ امڙ سائنڻ جي ياڪر ۾ منهن لڪايون سڏڪا ڀري رهيا هيا. ٿوري دير تائين حيرانگيءَ ۽ خوشيءَ مان ماءُ ۽ پٽ کي ڏسندا رهيا. ائين لڳي رهيو هيو جيئن سج جي ياڪر ۾ چنڊ. پوءِ پيار مان پڇيائون:

"ڇا ٿيو؟ حسين (ﷺ) ڇو روئي رهيا آهن؟"

"بابا سائين توهان حسين ( ﷺ ) سان پيار ڪيو ٿا."

"ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي؟"

"مگر حسن( ﷺ) توهان کي گهڻو پيارو آهي."

"توهان اهو ڪيئن ٿا چئو؟"

"توهان جي رويي ڪري!" ممتا جي جوش ۾ حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها چونديون ويون. "توهان پنهنجي لاڏلي حسن جو منهن چميو ۽ منهنجي حسين جي ڳل تي چمي ڏني. اها اوپرائپ ڪهڙي؟ توهان جي نظرن ۾ ٻئي برابر آهن ته پوءِ اهو فرق ڇو؟ مون کي توهان جهڙي انصاف پسند ۽ مساوات جي دعويدار کان اهڙي بي انصافي جي قطعي اميد ڪو نه هئي. توهان پاڻ ئي ته انهن جا اجايا ماڻا برداشت ڪندا آهيو. اهو توهان ..."

"حسين اسان کان ناراض آهن؟" رسول الله ﷺ مرڪيا.

"توهان سان رسامو نه ڪندا ته ٻيو ڪنهن سان ڪندا."

الله تعاليٰ جي پيغمبر ﷺ ڪو به جواب ڪو نه ڏنو. ڪنهن خيال ۾ گم شڪايت ٻڌندا رهيا. ابي کي ماٺ ڏسي فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها شرمسار ٿيڻ لڳيون.

"بابا سائين، معاف ڪجو. حسين کان اڻ ڄاڻائي ۾ ڪا غلطي ٿي وئي آهي ته خدا ڪارڻ ان کي معاف ڪيو. ان کي توهان جي قدم بوسي لاءِ ڪٺي آئي آهيان. وڃو حسين نانا سائين کان پيرين پئي معافي گهرو. اهي توکي گهڻو گهرن يا ٿورو تنهنجي فرمانبرداري ۾ فرق اچڻ نه کپي، نه وري ڪا شڪايت ڪرڻ کپي." حسين پنهنجا ننڍڙا پتڪڙا هٿ ٻڌي نانا سائين جي قدمن ۾ جهڪي ويا.

"نانا سائين، اسان توهان کي سڻا نڻا لڳون. اسان جي وات مان ڏپ ٿي اچي؟"

رسول الله ﷺ پنهنجي نياڻيءَ ڏانهن ڏٺو پوءِ ڏوهٽي ڏانهن نهاريائون ۽ پوءِ بي اختيار سندن نيڻ ٽمي پيا. حسين ﷺ کي ڪٺي سيني سان لڳايائون.

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها به روئڻ لڳيون.

”توهان کي خبر آهي تہ مان مسڪين آهيان. انهن ٻچڙن کي ڪڏهن بہ ممتا جي پيار کان سواءِ ڪجهہ ڏئي نہ سگهيس. توهان جي پيار جي سهاري انهن ٻچن کي پاليو اٿم. الله نہ ڪري توهان ناراض ٿي ويا تہ اهي ڪيئن جيئندا. توهان کي هڪڙي گهڙي ناهن ڏسندا تہ بي آرام ٿي ويندا آهن.“مگر سندن بابا سائين پوءِ بہ ماٺ رهيا. سندن ڳوڙها ڏسي بيقرار ٿي ويون.

”نہ منهنجا پيارا بابا سائين. توهان جا لڙڪ ڏسي منهنجو هيانءُ پيو ڇڄي. هاڻي ڪڏهن بہ ڪا شڪايت ڪو نہ ڪنديس. خدا ڄاڻي مون کي الاهي ڇا ٿي ويو هو. حسين جا لڙڪ ڏسي منهنجي دل هٿن مان نڪري وئي. توهان ڪهڙن اهم معاملن ۾ مصروف هوندا. مان اها معمولي ڳالهہ ڪٿي هلي آيس.“

”فاطمه. توهان کي خبر آهي تہ توهان جا ٻچا مون کي ڪيترو عزيز آهن. انهن جا چهرا ڏسي ئي حياتي جا مزا پيٽا ٿي ويندا آهن. مون حسن جو منهن چميو ۽ حسين جي ڳل تي چمي ڏنم۔ اهو ڇو؟ شايد مان چڱيءَ طرح ٻڌائي نہ سگهان ۽ توهان ۾ بہ ٻڌڻ جي همت ڪو نہ هوندي.“

”الله پاڪ ڄاڻي ٿو تہ جيڪڏهن توهان پنهنجن ٻچن مبارڪن مان منهنجي مرڻ جي خبر ٻڌائيندا تہ بہ خوشيءَ سان ٻڌنديس. منهنجي لاءِ توهان جا لفظ آسماني آواز جو درجو رکندا آهن. اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي، جو توهان کي ٻڌائڻ ۾ هٻڪ ٿئي ٿي. مان ايتري ڪمزور ڪو نہ آهيان، جو پنهنجي خودداري وساري ويهان.“

”فاطمه! منهنجي جان، تون ماءُ آهين! ماءُ جي دل ڏاڍي ڪمزور ٿيندي آهي، مگر حقيقت کي لڪائڻ بہ چڱو ڪو نہ آهي. توهان جي شڪ کي دور ڪرڻو ئي پوندو. ٿوري دير اڳ اهي ٻئي مون وٽ آيا. منهنجي جهولي ۾ ويهي رهيا. منهنجي دل مان هڪڙو آواز آيو: ’اي محمدا!( ﷺ ) تنهنجا ڏوهٽا هڪ ڏينهن الله جي راهہ ۾ قربان ٿي ويندا. حسن ڏاڍو دوست نواز آهي، هر هڪ تي ڀروسو ڪري وٺندو آهي، ان کي ان جا دوست ۽ پيارا ئي زهر ڏيندا. حسين کي هاڻي کان ئي سياست ۽ لڙائي ڪرڻ جي فن سان شوق آهي. اهو ڪنهن جي

ڏمڪين ۾ اچڻ وارو ڪو نہ آهي. نہ وري ڪنهن جي ورغلائڻ ۾ ايندو ان ڪري مقابلو ڪندو. چاهي ڪوڙ ۽ ڏوڪي جو جبل ڪيڏو بہ وڏو هجي، هي ڪنڌ جهڪائڻ وارن مان ڪو نہ آهي."

"منهنجن ٻچڙن تي قيامت اچي ويندي ۽ توهان ويٺي ڏسندا. انهن جو پيڙ ڪيئن برداشت ڪندو؟"

"اسان ان وقت دنيا ۾ ڪو نہ هونداسين ۽ نہ علي ئي هوندا."

"الله پاڪ اهو ڏينهن نہ ڏيکاري، جو توهان جي شفقت منهنجي مٿان نہ رهي، يا منهنجو سهاڳ اجڙي. مان توهان ٻنهي جي سهاري زنده آهيان. توهان جي هوندي ڪنهن جي مجال آهي، جو منهنجن ٻچڙن ڏانهن اک کڻي بہ نهاري، يا منهنجي جهولي ۾ ڪُک ۾ ڪان هڻي. بابا سائين منهنجن ٻچڙن کي ٿورو بہ سيڪ آيو تہ مان توهان جو دامن جهليندس."

"اسان جي حياتيءَ ۾ توهان جي ٻچڙن تي ڪا بہ تڪليف ڪو نہ ايندي، مگر فاطمه! هڪڙي ڏينهن اسان ڪو نہ هونداسين. علي بہ ڪو نہ هوندو، توهان بہ ڪو نہ هونديون، تڏهن ڇا ٿيندو ان جا آثار تہ اسان کي هاڻي کان ئي نظر اچي رهيا آهن. ڪير اسان جو دوست آهي ۽ ڪير دوست جي روپ ۾ دشمن آهن، جيڪي صرف موقعي جي تاڙ ۾ آهن، ان جي اسان کي سڀ خبر آهي. حقيقت کي نظر انداز ڪرڻ مان ڪو ئي فائدو ڪو نہ آهي."

"پر، ڇو؟ منهنجي ٻچڙن ڪنهن جو ڇا بگاڙيو آهي؟"

"ڇو تہ اهي عليءَ جا ٻچڙا آهن. علي جي بهادري، دليري ۽ حق پرستي قابل رشڪ آهي. الله تعاليٰ جا اهڙا بہ ٻانها آهن جيڪي دلي طور علي جي فضيلت جا قائل آهن. پر اهڙن ماڻهن جي بہ گهٽتائي ڪو نہ آهي، جيڪي علي جي مڙني صفتن کي پنهنجي وجود لاءِ خطرو سمجهن ٿا. اسان کي اها بہ خبر آهي تہ دل جي سچائيءَ سان ڪنهن ڪنهن اسلام قبوليو آهي، مگر ڪي ڪي اهڙا بہ آهن، جيڪي ڪنهن مصلحت هيٺ اسان سان گڏجي ويا آهن. اسان جون اکيون بند ٿيڻ سان ئي اهي دشمني ڪرڻ ۾ دير ڪو نہ ڪندا."

”علي ڪان ڪنهن کي شڪايت ٿي سگهي ٿي؟ اهو ته الله جو نيڪ ٻانهو آهي.“

”علي جي رحم دلي ۽ مروت بيشڪ غريبن جي دلين ۾ جاءِ ٺاهي آهي، مگر جيڪي شان و شوڪت جا بکيا آهن، اهي سندس رواداريءَ ۽ عاجزيءَ کان چڙندا آهن.“

”مگر منهنجي ٻچڙن ڪنهن جو ڇا بگاڙيو آهي؟“

”اهي علي جو اولاد آهن. انهيءَ ڪري اهي سيئي مصيبتون، جن جو علي کي مقابلو ڪرڻو پوندو انهن کي ورثي ۾ ملنديون. حسن ۽ حسين تي ٿي سيني کان گهڻو اثر پوندو. ڇو ته توهان جا هي ٻئي ٻار پيءُ جي نقش قدم تي هلڻ لڳا آهن.“

”ته ڇا علي انهيءَ جي قابل ڪو نه آهي ته ان جا ٻچا ان جي نقش قدم تي هلن؟“

”جيڪڏهن مان علي جون صفتون بيان ڪريان ته مون کي انديشو آهي ته ماڻهو ان کي خدا جو رتبو ڏئي، ان جي پوڄا ڪرڻ لڳندا، مگر علي جون واٽون ڪنڊن سان ڀريون پيون آهن. ان جي نقش قدم تي هلڻ وارن کي وڏي آزمائش مان لنگهڻو پوندو ۽ مون کي يقين آهي ته اهي انهي آزمائش تي پورو لهندا.“

”يا الله! منهنجي ٻچڙن کي ڪهڙي ڏوهه جي سزا ملندي؟“

”سندن ٻي ڏوهي هجڻ ئي انهن جو سڀ کان وڏو گناهه هوندو. حق جي حمايت ڪرڻ ڪا مذاق ڪو نه آهي. منهنجي امت جا جابر ۽ فاسق ماڻهو انهن کي ضمير فروشي لاءِ مجبور ڪندا. توهان جا لال مون کي ضمير وڪڻڻ وارا نٿا لڳن.“

اهو چئي پاڻ ڪريمن ﷺ جن حسين ؑ جا چپ چميا.

”ها، حسين هاڻي ته خوش آهيو. اسان توهان جي شڪايت دور ڪري ڇڏي.“

حسين ؑ ٿهڪ ڏئي کلڻ لڳا ۽ نانا سائين جي ڳچيءَ مبارڪ ۾ ٻاڪر وجهي پڇيائون:

”نانا سائين. اسان جو ڳلو ڪيبو؟“

”ها، پٽ!“

”گهڻو رت وهندو؟“

”ها، ايترو رت وهندو جو وڏا وڏ جبل غرق ٿي ويندا.“

”پر نانا سائين! توهان اسان جي ڳلي کي چمي ڏني آهي. ڇا ان جي برڪت سان تلوار پڇي نہ پوندي؟“

”ضرور پڇي پوندي، توهان جي ڳلي سان ٽڪرائيِ ظلم ۽ ڏاڍ جي تلوار ٽڪرا ٽي ويندي“

”تہ پوءِ اسان جي ڳلي کي هڪ دفعو ٻيهر چمي وٺو.“

الله جا رسول ﷺ ٻچڙي جي ڳالهہ تي خوشيءَ مان ٻهڪي پيا ۽ وري وري ڳل کي چمڻ لڳا.

”فاطمه! توهان جو هي ٻچڙو ڏاڍو سياڻو آهي. حسن جذباتي آهي، مگر هي تہ پنهنجي دشمن کي لوها چڻا چبرائي ڇڏيندو.“

نياڻيءَ ۽ ڏوهٽي کي وٺي رسول الله ﷺ گهر ڏانهن روانا ٿيا. حسن ؑ رستي ۾ ٻن ٻارن سان کيڏي رهيا هيا. حسين ؑ کي نانا سائين جي ڪڇ تي ڏسي ٻئي ڪلهي تي پاڻ ويهڻ لاءِ ضد ڪرڻ لڳا. رسول الله ﷺ اتي ئي منيءَ تي اوڪڙو ويهي رهيا. حسن ؑ ٽپو ڏئي ڪلهي تي چڙهي ويٺا. انهن ٻنهي کي ڪلهن مبارڪن تي کڻي مديني جي گهٽين مان لنگهندا، حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي گهر پهتا. ٻارڙن کي هيٺ لاٿائون. ڏٺائون تہ سندن نياڻيءَ جي چهري مبارڪ تي هڪڙو عزم هيو، وقار هيو لڙڪن جو نالو نشان ڪو نہ هيو.

”بابا سائين، ڇا منهنجن لاڏلن جو خون رائگان ويندو.“

”نہ، حق تي جان ڏيڻ وارن جو خون رائگان ڪو نہ ويندو آهي. اچڻ وارن سيني نسلن لاءِ انهن جون جانيون مشعل راهہ جو ڪم ڏينديون، انهن جو نالو وٺي دنيا تان ظلم جي پاڙ پٽي ويندي، انهن جو ٻچو ٻچو پنهنجي وڏي همٿ، مڙسي، سچ چوڻ ۽ حق پرستيءَ جي حفاظت ۾ پنهنجي جان ڏيندو. حق تي مرڻ وارا ڪڏهن بہ فنا ڪو نہ ٿيندا آهن. قيامت تائين ماڻهو انهن جو ماتم ڪندا. انهن جا قاتل لعنتي ۽ گمنام ٿي ويندا، ۽ ڪير بہ انهن جو نالو وٺڻ وارو ڪو نہ هوندو.“

”بابا سائين! مان وڏي خوشنصيب ماءُ آهيان.“

# پهريون ڏک

رسول الله ﷺ جڏهن آخري دفعو حج تي تشريف کڻي ويا تہ حضرت حسن ؑ ۽ حضرت حسين ؑ ساڻن گڏ هيا. ٻنهي ٻارن پنهنجي ناني سائين ۽ والد سڳوري سان گڏجي حج جا رڪن ادا ڪيا ۽ انهن تاريخي جاين کي پهريون دفعو پنهنجن اکڙين سان ڏٺائون، جن جي باري ۾ پنهنجن بزرگن کان ٻڌندا هيا.

حج کان موٽندي غدير خم جي جاءِ تي ترسي پيا تہ مخلوق پنهنجي پيغمبر ۽ سندن پيارن ڏوهٽن جي ديدار لاءِ ڳاهٽ ٿي وئي. اتي پهريون دفعو نانا سائينءَ، انهن جي والد سڳوري علي بن ابو طالب ؑ جي شانَ ۾ بيان ڪرڻ فرمايو.

پاڻ فرمايائون: "علي منهنجا عزيز مائٽ، ويجهڙا دوست ۽ هڏ ڏوکي آهن. مان هن جي دليريءَ، سچائي ۽ عالماڻہ قابليتن کان گهڻو مطمئن آهيان. اهي منهنجي پيغام جا وارث آهن. مون کي ان جي ڪارڪردگيءَ تي ڀروسو آهي. 'من ڪنت مولاه فهٰذا علياً مولاه'."

ماڻهن وڏي جوش ۽ جذبي سان حضرت علي ؑ کي مبارڪون ڏنيون ۽ ٻارڙن پنهنجي بابا سائين کي پهريون ڀيرو ڪجهہ ڪجهہ سڃاتو. اهي نانا سائينءَ سان ايڏو تہ هريل هيا جو بابا سائين جي موجودگي ۾ ڪجهہ حجاب محسوس ڪندا هيا. نانا سائينءَ سندن معاملي ۾ نرم هيا. باقي والد سڳوري جو گهڻو رعب ويٺل هين. هڪڙو دفعو نانا سائين کان پيغام الاهي ٻڌي ٻئي امان سائڻ کي ٻڌائڻ لاءِ ڊوڙندا آيا. زبان ڳالهائڻ کان اڳ ۾ ٿي هبڪڻ لڳن. گهبرائيندي چيائون:

"بابا سائين گهر ۾ آهن؟"

والد سڳورا ڪمري مان نڪري آيا. ٻنهي کي پيار مان ڪڇ تي ڪنيائون ۽ پيغام ٻڌي سندن دل ٻڌرايائون. ان جي باوجود پوءِ بہ حجاب

رهيو. نانا سائينءَ جي زبان مبارڪ مان ان جي تعريف ٻڌي، پڻي ان ڪي فخر ۽ احترام سان ڏسڻ لڳا ني. ان ڏينهن ڪين خبر پئي هئي تہ سندن خاموش طبيعت ۽ عاجزي پسند والد سڳورو ڪيڏو عظيم انسان آهي.

آخري حج (حجت الوداع) ڪان موٽندي ٿورو وقت گذريو هو تہ رسول الله ﷺ سخت بيمار ٿي پيا. ان وقت حضرت حسن ؑ ستن سالن ۽ ڪجھ مهينن جا هيا. حضرت حسين ؑ ان ڪان سال ڪن ننڍا هيا.

جيئن جيئن نانا سائينءَ جي بيماريءَ جي تڪليف وڌندي وئي، تيئن سڄي گھر جي بيچيني ۽ پريشاني وڌندي وئي. امان سائڻ جي اکڙين مان لڙڪ بيهندا ئي ڪو نہ هيا. بابا سائين گھبراهٽ ۽ پريشاني سان رات ڏينهن ٿهل ٽڪور ۾ لڳا پيا هوندا هيا. ٻارڙن جو ڏک ڪري عجيب حال هو. هر هر پنهنجي نانا سائين جي سيني مبارڪ تي مٿو رکي سڏڪا ڀريندا هيا. ٻارڙن کي ڏسي سندن تڪليف گھٽجي ويندي هئي. مرڪي انهن کي تسلي ڏيندا هيا.

پوءِ اها نياڳي گھڙي بہ اچي وئي، جڏهن گھر مزاج پرسي ڪرڻ وارن سان ڀرجي ويو. سيئي زارو قطار روئي رهيا هيا. رسول الله ﷺ هر هر علي ؑ ڏانهن نهاريو ٿي، ڪجھ فرمائڻ گھرياٿون ٿي، مگر روح راڙي جي دانهن ۾ سندن آواز دٻجي ٿي ويو. جڏهن ڪجھ ماٺ ٿي تہ رسول الله ﷺ ٽيڪ ڏئي اٿيا ۽ فرماياٿون:

”موت مهٹو ڪو نہ آهي. توهان موت ڪان ڇو ٿا ڊڄو. ستن اعمالن تي ڀروسو رکو. هڪڙي ڏينهن سيني کي پنهنجي خالق رب العالمين جي حضور ۾ وڃٹو آهي. مان توهان ۾ هميشه رهڻ لاءِ ڪو نہ آيو آهيان. مان تمام جلد پنهنجي پالڻهار جي حضور ۾ وڃڻ وارو آهيان. مان توهان جي لاءِ الله جو ڪتاب ڇڏي وڃي رهيو آهيان. ان جو هڪڙو ڪنارو الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي ۽ ٻيو توهان جي هٿ ۾. ان ڪتاب جي انحرافي نہ ڪجو. ان جي تلاوت ۾ ڪوتاهي نہ ڪجو. ان ۾ اهي سڀ ڳالهيون آهن، جيڪي توهان کي سڌي رستي تي وٺي وينديون. پاڻ ۾ نہ وڙهجو ۽ نہ دشمني ڪجو. پنهنجن ڀائرن سان خيانت نہ ڪجو ڇو تہ اهو الله تعاليٰ جو حڪم آهي. منهنجن عزيزن ۽ دوستن جو بہ ائين خيال ڪجو. جيئن منهنجو ڪيوَ. مون وانگر اهي بہ توهان کي ستي صلاح ڏيندا.“

گهر ۾ ماتم برپا هو رسول الله ﷺ جو مٿو مبارڪ حضرت علي ؑ جي جهوليءَ ۾ هو. ٻارڙا سندن پيرن مبارڪن سان چنبڙي روئي رهيا هيا.

پوءِ نبوت جو ڏيئو اڏامي ويو. ٻارڙن جي پيار ۽ محبت جي دنيا ويران ٿي وئي. مديني جي گهٽين ۾ ڏک ۽ بيقراري جا ڪڪر ڇانئجي ويا. هر طرف سس پس ٿيڻ لڳي.

ڪجهه ماڻهن اڃي حضرت علي ؑ کي مشورو ڏنو ته هلي خلافت جي واڳ سنڀالين. مگر انهن کي ته هوش ئي ڪو نه هو. انهن پنهنجن هٿن سان رسول الله ﷺ کي غسل ڏنو. جنازي نماز کان پوءِ قبر مبارڪ ۾ دفن ڪيائون.

نانا سائين کانپوءِ ٻارڙن جي دنيائي بدلجي وئي. زمانو پنهنجون ارڏايون ڏيکارڻ لڳو. ماڻهن اهڙيون نظرون ڦيرايون جڻ سڃاڻندا ئي ڪو نه آهن.

حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه خليفو چونڊيو ويو. ماڻهن اچي حضرت علي ؑ کي گهڻو ئي چيو ته اصل ۾ خلافت جا حقدار اوهان هيا. پر انهن ڪو به ڌيان ڪو نه ڏنو نه وري ڪو احتجاج ڪيو.

"مان رسول الله ﷺ جو خادم آهيان. پنهنجي حيثيت آهر سندن امت جي خدمت ڪندو رهندس."

حضرت علي ؑ سان عقيدت رکڻ وارن کي اها ڳالهه ڪو نه وڻي. اهي سندن لاءِ جان ڏيڻ لاءِ تيار هيا. مگر حضرت علي ؑ خون خرابي کان نفرت جو اظهار ڪيو ۽ هاڻي سندن گهڻو وقت قرآن شريف جي تلاوت ۽ تدوين ۾ گذرندو هو. مگر علي عليه السلام جي عظمت ڪنهن کان به ڳجهي ڪو نه هئي. سندن اهڙي باوقار رويي جي ڪري ٻيا ماڻهو به سندن قدر ڪرڻ لڳا. پاڻ جيترو ڪنداڻتو ٿيندا ويا. سندن مطالعو وڌندو ويو. مشاهدي ۾ ڳوڙهائي پيدا ٿيندي وئي. عام ڏکويل ماڻهن کي ساڻن عقيدت وڌندي وئي. ماڻهو پنهنجا ڏک سور ڪٽي وٽن ايندا هيا ۽ پاڻ پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪري انهن جي خدمت ڪندا هيا. هر طرح جي مدد ڪندا هيا. زباني ۽ روڪ رقم ڏئي انهن کي آٿت ڏيندا هيا. سندن اها وڏائي ۽ فراخدلي سندن حق ۾ زهر قاتل

ثابت ٿي. ماڻهو سندن بي غرضيءَ، ارادي جي مضبوطيءَ ۽ غريب پروريءَ کان ڏڄڻ لڳا. علي ماڻهن جي دلين ۾ سمايل آهي. اها ڳالهه اڳتي هلي ڪا خاص صورت اختيار ڪري سگهي ٿي.

دنيا ٿي بدلجي وئي. اهي ٻارڙا جيڪي رسول الله ﷺ جي ڪلهن مبارڪن تي ويهي مديني جي رستن ۽ گهٽين ۾ نڪرندا هيا، هاڻي ڪنڌائتو ٿي ويا هيا. حضرت علي عليه السلام ڪي مطالعي کان جيڪو وقت بچندو هيو اهو ٻارڙن جي تربيت ۾ صرف ڪندا هيا. ٻارڙن جو گهڻو وقت علم و فضل جي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ گذرندو هو. ٻاڻ تي اهڙيون پابنديون لاڳو ڪيائون ته جيئن ڪنهن ڪي آگر ڪٽڻ جو بهانو نه ملي. اجا نانا سائين جي جدائي جو ڏک تازو ئي هيو ته ٻارڙن مٿان هڪڙي ٻي مصيبت اچي وئي. سال کن اندر ئي سندن پياري امڙ سائڻ کين روئيندو ۽ تڙپندو ڇڏي الله ڪي پياري ٿي وئي.

حضرت علي عليه السلام ڪي پنهنجي پياري گهر واريءَ جي جدائي جو ڏاڍو گهڻو صدمو پهتو. اهو ساڻس بيحد پيار ڪندو هو. ان جي حياتي ۾ ان ڪڏهن به ٻي عورت جي خواهش ڪو نه ڪئي. انهن کي دفنائڻ وقت لڙڪن ڀريل اکين سان نهاريائين ۽ چيائين:

”يا رسول الله! (ﷺ) توهان جي پياري ڌيءَ خوشنصيب آهي، جو اها توهان وٽ اچي رهي آهي. اسان جي دلين ۾ ان ڪي جيڪو وڏو مقام حاصل هو اتي به ان ڪي بلند مرتبو ملندو. ڪير به ان جي جاءِ والاري ڪو نه سگهندو.“

حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي وفات کان پوءِ انهن وڏي پيار ۽ پاٻوهه سان ٻارڙن جي پرورش ڪئي. انهن پنهنجن نياڻين حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ حضرت ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها ڪي ڪڏهن به پٽن کان گهٽ ڪو نه سمجهيو. انهن ڪي نهايت اعليٰ تعليم ڏنائون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪي ڏسي سندن دل ٽڪرا ٽي پوندي هئي، ڇو ته اها پنهنجي امڙ سائڻ جون عادتون ۽ انداز وٺي پيدا ٿي هئي. ننڍڙي ڄمار ۾ ئي امڙ سائڻ کان پوءِ ان جون سيئي ذميواريون پنهنجي مٿان کڻي ورتائين. وڏن ڀائرن جو ايترو خيال رکندي هئي، جو انهن ڪي ڪڏهن به امڙ جي

ڪمي محسوس ٿيڻ ڪو نہ ڏنائين. ان تي ٻارپڻي کان ئي ڪراڙپ اچي وئي. ڀائر بہ ان تي ساهہ صدقو ويندا هيا. ننڍي هئي پر ان جو چوڻ ڪڏهن بہ ڪو نہ ٽاريائون.

شڪل و صورت ۾ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي پيءُ سان گهڻو ملندڙ هئي، مگر عادت ۽ انداز پنهنجي امڙ جهڙا هيس، ان ڪري ماڻهو ان کي زهرا ثاني جي لقب سان سڏيندا هيا. امڙ سائڻ آخري وقت ڌيءُ کي سيني سان لڳائي چيو هو:

”ڌيءَ! سدائين پنهنجن ڀائرن جو خيال رکجانءِ. مان انهن کي تنهنجي حوالي ٿي ڪريان. جڏهن پنهنجي گهر ٻار واري ٿي وڃين تہ بہ انهن کي وساري نہ ڇڏجانءِ.“

امڙ سائڻ جا لفظ ڌيءَ جي دل تي نقش ٿي ويا ۽ ان پنهنجي زندگيءَ جي هر پساهہ سان گڏ ڀائرن جو خيال رکيو.

حضرت علي بن ابو طالب ﷺ عرب جي مجبور ۽ ستايل عورتن کي ان هن جا حق ڏيارڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ ڪيو. نہ ڀاڻ حاڪم هيا ۽ نہ ڪين ملڪ جي قانون تي اختيار هيو، پوءِ بہ ڏکويل عورتون انهن وٽ دانهن کڻي اينديون هيون. ڀاڻ عورت جي بيحرمتي تي بيقرار ٿي ويندا هيا. ان ڪري انهن پنهنجين نياڻين کي پڙهن وانگر تعليم ڏني. جڏهن تہ عام ڇوڪريون ان وقت تائين اهڙيءَ نعمت کان محروم هيون.

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها بہ انهيءَ قيمتي موقعي مان فائدو ورتو. ڀاڻ پنهنجي بابا سائين کي انسانيت جو فخر سمجهنديون هيون. ان جي هڪڙي هڪڙي لفظ کي هنئين سان هنڊائينديون هيون. امڙ سائڻ کان پوءِ بابا سائين جي سنڀال هيٺ انهن زندگيءَ جي فلسفي جو مطالعو ڪيو. حضرت علي ﷺ سيني ٻارڙن کي پنهنجي سامهون گڏ ويهاريندا هيا ۽ وڏي سنجيدگيءَ سان انهن سان ڳالهائيندا هيا.

”جڏهن دنيا جون نعمتون مون کي ڀاڻ ڏانهن سڏينديون آهن تہ مان انهن کي ٿڏي ڇڏيندو آهيان. مان دنيا کي چئي ڇڏيندو آهيان تہ مون کان پري ٿي وڃ! جاڏي وڻئي هجئي هلي وڃ... مان تنهنجي چنبي مان نڪري چڪو آهيان. تنهنجي وڇايل ڄار کان پنهنجا پير بچائي

ويو آهيان. تون پاڻ ئي ٻڌاءِ تہ اهي ماڻهو ڪيڏانهن ويا جيڪي تنهنجي ناز ۽ انداز ۾ ڦاسي پيا. تنهنجي سونهن جا پوڄاري تي ويا. ڏس، اڄ اهي قبر ۾ بند آهن ۽ هن ڌرتيءَ جي مٽي ٿي ويا آهن. اي دنيا! جيڪڏهن تنهنجو ڪو جسم هجي ها ۽ تون منهنجي هٿ اچي وڃين ها تہ مان تو کي وڏيون سخت سزائون ڏيان ها. افسوس، تو ڪيترن ابوجهہ ماڻهن کي ڪوڙين سڌن جي جار ۾ ڦاسايو ۽ موت جي واديءَ ۾ پهچائي ڇڏيو. ڪيترن بادشاهن جا تاج مٽي ۾ ملي ويا. اي ڌوڪيباز دنيا! تنهنجي ترڪڻ تي جنهن جو پير پيو اهو ترڪي ويو. جيڪو تنهنجي لهرن تي سوار ٿيو، سو ٻڏي ويو. تو کان بچي پاسو ڪري نڪري وڃڻ وارو ڪٽي وڏو خوشنصيب آهي. اي دنيا! تون بس هڪڙو جهونڌو آهين، جيڪو ختم ٿيڻ وارو آهي!“

ٻارڙا خاموشيءَ سان ٻڌندا هيا. پنهنجي نانا سائين کي ياد ڪندا هيا. ايترا تہ سادي طبيعت وارا هيا. جو غلامن سان بيٺ ويهي ماني کائيندا هيا. پنهنجن جوتن کي پاڻ ڳنڍيندا هيا. ڪپڙن ۾ پاڻ چتيون لڳائيندا هيا ۽ اگهاڙي پٺي واري گڏهہ تي ويهي بنا اعتراض ڪرڻ جي سواري ڪندا هيا.

بابا سائينءَ هر ڳالهہ ۾ انهن جو گهڻو خيال ڪندا هيا. پر اها انساني خصلت آهي تہ اهو بي غرض ۽ سخي انسان سان ريس ڪندو آهي. ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ هئا، جيڪي انهن تي خوش ٿيڻ جي بجاءِ انهن سان ساڙ ڪندا هيا ۽ ساڻن وير رکندا هيا. انهن سان دشمني ڪرڻ کان بہ ڪو نہ مڙيا، مگر علي ﷺ جن انهن ڏکن ملڻ جي باوجود امن ۽ سلامتي جي رستي تي هلندا رهيا.

جيئن جيئن سمجهہ وڌندي وين، ٻارڙن جي دل ۾ پنهنجي والد سڳوري جي حيثيت ۽ عزت وڌندي وئي. سڪل ماني ۽ چتين لڳل ڪپڙن جي باوجود جڏهن اهي سيئي تارن جي جهرمٽ هيٺ گڏ ويهي حضرت علي بن ابو طالب ﷺ سان ماضي، حال ۽ مستقبل جي باري ۾ گفتگو ڪندا هئا تہ زندگي جي مڙني محرومين جو ازالو ٿي ويندو هو. حضرت علي ﷺ وڏي پائي جا شاعر هيا. ٻارڙا ڌيان ڏئي ٻڌندا هيا. حضرت علي عليہ اسلام چوندا هيا:

"پاڪ آهي اها ذات،
جن هيٺاهين واريءَ زمين جي قلعن،
۽ گڏ مليل جبلن جي چوٽين تي،
اونداهيءَ رات جون اونداهيون ڇانيل آهن،
۽ پرسڪون رات جون اونداهيون لڪل ڪو نہ آهن.
۽ نہ آسمان تي پکڙيل شفق ان ڪان لڪل آهي،
نہ گوڙ جي گجگوڙ ان ڪان ڳجهي آهي.
۽ نہ اهي شيون ان پاڪ پروردگار ڪان ڳجهيون آهن،
جن تي ڪڪرن جون بجليون ڪڙڪي گم ٿي وينديون آهن.
اوندهہ جا ڪارا پردا ان نور جي ڪرڻن کي روڪيْ نٿا سگهن.
نہ اونداهين راتين جي پردن ۾
ان جي حڪم جي نافرماني ڪرڻ جي طاقت آهي.
نہ آسمانن ۾ چانڊوڪي جي پکڙيل چمڪ
ان جي حڪم ڪان سواءِ اونداهي تي سگهي ٿي.
۽ اهو سڀ ڄاڻي ٿو تہ ڪڪر جا نرم ڦڙا ڪٿي ڪرندا
۽ ڪٿي گڏ ٿي وهندڙ درياءَ بڻجي ويندا
۽ اهي جيتامڙيون ڪِوليون ڇري پري پاڻ کي
ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيون آهن،
۽ مڇرن لاءِ ڪهڙي خوراڪ مناسب آهي،
۽ مادي جي پيٽ ۾ ڇا آهي.
اهو رب ذوالجلال آهي.
ان ڪان ڪائي ڳالهہ ڳجهي نٿي رهي سگهي."

ٻارڙا انهن ڏينهن جي ياد ۾ اداس ٿي ويندا هيا. جڏهن نانا سائين ظاهري حياتي ۾ هيا ۽ امڙ سائڻ جي جهولي ڪان بہ محروم ڪو نہ هيا، تڏهن ماٺهو پتنگن وانگر هنن ڏانهن ايندا هيا. هنن جي ديدار لاءِ پري پري ڪان ايندا هيا!

ٻارڙن کي ڏاڍو تعجب ٿيندو هيو تہ انهن جو والد سڀوري عرب جو نالي وارو بهادر هو. جنهن جي تلوار جي هاڪ سڄي ملڪ ۾ ويٺل هئي، جنهن الله جي رسول ﷺ جي زماني ۾ وڏا وڏا معرڪا فتح ڪيا. اهو

ماڻهن جي بي قدريءَ ۽ بي رخيءَ کي صبر ۽ شڪر سان برداشت ڪري رهيو هيو.

"صرف جنگ جي ميدان ۾ جمي دشمن جو مقابلو ڪرڻ بهادري ڪو نہ آهي، جيڪڏهن لڙائيءَ جي ڪري ملڪ جي تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جو انديشو هجي تہ صبر ڪري ويهڻ وڏي بهادري آهي." علي ﷺ فرمائيندا هيا. "شڪر آهي تہ اسان ڪنهن جا غلام ڪو نہ آهيون. اسان آزاد پيدا ٿيا آهيون ۽ ان آزاديءَ کي قائم رکڻ ئي سڀ ڪجهہ آهي."

# حضرت علي ﷺ

حضرت علي بن ابو طالب ﷺ جا ٻچڙا ۽ الله جي رسول ﷺ جا ڏوهٽا، ڪھڙين حالتن ۾ پلجي وڏا ٿيا، ان جو چڱيءَ طرح اندازو ٿي وڃي ٿو. حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ پنھنجي والد سڳوري جي تربيت مان اهو ئي گھڻو ڪجھ حاصل ڪيو جيڪو سندس ڀائرن کي مليو. جيڪڏهن حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو علم، خدا ترسي، محنت، قرباني، صبر و برداشت ۽ انسان دوستي ملي هئي تہ حضرت علي بن ابو طالب ﷺ جي جرئت، حوصلو دليري، سچائي، شجاعت و استقلال ۽ فصاحت و بلاغت بہ ورثي ۾ حاصل ڪيائين. حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ جوان ٿيون تہ پري پري تائين ان جي حسن و جمال، علم ۽ فضل جو چرچو پکڙجي ويو. ان کي ماڻھو "عقيلہ عرب" (عرب جي ڏاهيءَ) جي لقب سان ياد ڪندا هيا.

پاڻ ويڳين مائرن حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها، حضرت اسماء بنت عميس رضي الله تعاليٰ عنها ۽ حضرت امامہ بنت ابو العاص رضي الله تعاليٰ عنها سان گڏ گھڻي پيار ۽ محبت سان زندگي گذاريائون. سيئي وڏي سڪون سان گڏجي رهندا هيا. گھر جو ماحول نهايت وڻندڙ هيو. ان جون مائرون ساڻس پيار بہ ڪنديون هيون ۽ سندس قدر ۽ عزت بہ ڪنديون هيون. ان کي ڏسي حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ياد اچي ويندريون هيون. غربت ۾ بہ سڪون سان گذارو ڪرڻ جي ڪين گھڻي ڏاهپ هئي. ننڍڙي عمر واري هوندي بہ ان جي راءِ کي اهميت وارو سمجھيو ويندو هو.

خاندان ۾ حضرت عبدالله بن جعفر رضي الله تعاليٰ عنه جي عقل ۽ علم جو چرچو هو. اهي حضرت جعفر طيار رضي الله تعاليٰ عنه جا

وڏا ۽ لائق فرزند هيا. ان جي مڙني ڳڻن ڪي ڏسي حضرت علي ﷺ پنهنجي پياريءَ نياڻيءَ جي ساٿيءَ طور ان جي چونڊ ڪئي.

حضرت عبدالله بن جعفر رضي الله تعاليٰ عنه هاشمي جوان هو. ان جي پيشاني چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چمڪندڙ هئي. صورت ۽ سيرت ۾ الله جي رسول ﷺ سان گهڻو ملندڙ هين. الله تعاليٰ جا رسول سڳورا ۾ ان جي عزت ڪندا هيا. ان جي تعليم ۽ تربيت ۾ گهڻي دلچسپي وٺندا هيا.

شاديءَ کان پوءِ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪي محسوس ۾ ڪو نہ ٿيو تہ هڪڙي گهر کان ٻئي گهر آيون آهن. گهر جو ماحول پرسڪوون هو. حضرت عبدالله بن جعفر رضي الله تعاليٰ عنه قدر ڪرڻ وارا انسان هيا ۽ ڪردار جي لحاظ کان هڪڙو زندهہ دل ماڻهو هو. اسلامي قانون جو ماهر هو. حضرت علي بن ابو طالب ﷺ جي ساڄي هٿ هئڻ جي حيثيت ۾ ان جي علمي ۽ دفاعي مهم ۾ هن جو وڏو حصو هو. خانداني روايتن جو امين هو. هن سماجي ۽ ديني ترقيءَ ۾ وڏيون خدمتون انجام ڏنيون. ان ڪي سخاوت جو درياءُ چيو ويندو هو. مگر شاديءَ کان پوءِ منجهن ڀائرن جي محبت ۽ خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ڪمي ڪو نہ آئي. حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڀائرن جي چهرن مبارڪن کي ڏسڻ کان سواءِ جيئري نٿي رهي سگهي. انهن جي گهر وارين ۽ ٻارن سان بي پناهہ محبت هيس. اهي بہ هن مٿان ساهہ صدقو ويندا هيا. ان جي ڀائرن جا ٻار پنهنجن مائرن کان وڌيڪ ڦڦي سائنڻ سان هريل هيا. وقت گذرندو رهيو.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي شهادت کان پوءِ حضرت علي بن ابو طالب ﷺ کان سواءِ ڪو ٻي اڳواڻ نظر نٿي آين. حالتون ايترو خراب ٿي ويون هيون، جو قابوءَ ۾ آڻڻ جي ڪا ئي ترڪيب نٿي سجهي. ماڻهو قطارون ڪري انهن ڏانهن اچڻ لڳا. مگر ڪين ڪنداٽتو رهڻ جي اهڙي عادت ٿي وئي هئي، جو انبوهہ کان وحشت ٿيندي هين. جڏهن ماڻهن طرفان منٿن جو تمام گهڻو بار پئجي ويو تہ مجبور ٿي چيائون:

"منهنجي جان ڇڏيو. ڪنهن ٻئي کي ڳوليو. توهان ماڻهو ايترا سرڪش ٿي ويا آهيو جيئن بي مهار اٺ. توهان کي خبر آهي تہ مان

ڏاڍو سخت آهيان. مون کي پنهنجو امير چونڊيندؤ ته پڇتائيندؤ. مان توهان کي ڪنهن به قسم جي ڍر ڪو نه ڏيندس. توهان مون مان ڪنهن به قسم جي رعايت جي اميد نه رکجو.“

”اسان کي منظور آهي.“ ماڻهن هڪ آواز ٿي چيو. پوءِ به انڪار ڪندا رهيا ته ماڻهن گوڙ ڪرڻ شروع ڪيو.

”يا علي! (ﷺ) توهان ڏسي رهيا آهيو ته قوم تي وڏي آزمائش جو وقت اچي ويو آهي. توهان کي اسلام جي تباهي جو به خيال ڪو نه آهي. انهي فساد جي پوڙ کي روڪڻ توهان جو فرض آهي.“

حضرت علي ﷺ پوءِ به راضي ڪو نه ٿيا. کين خبر هئي ته سڀ خودغرض آهن. لالچي ٿي ويا آهن. ذهنن تي دنيا جي هوس جا پردا پئجي ويا اٿن. حڪومت کي مطلب حاصل ڪرڻ جو وسيلو سمجهيو وڃي ٿو. خلافت کي ملڪ هٿ ڪرڻ جو رانديڪو ناهي ڇڏيو اٿن. ڪم ظرفي ماڻهن جي دلين ۾ گهر ڪري وئي آهي. انهن حالتن ۾ ذهنن کي بدلائڻ ۽ طبيعتن جو رخ ڦيرڻ ۾ مصيبتون اچي وينديون. پاڻ انهن کي سوچڻ جي مهلت به ڏيڻ تي گهريائون. سياڻي اٿي ائين نه چوون ته تڪڙ ۾ سوچيائون ئي ڪو نه. بيعت دل سان ۽ يقين سان ٿيڻ کپي. جلد بازيءَ ڪري ۽ وقتي ضرورت جي اثر هيٺ ٿيڻ نه کپي.

”ماڻهؤ! چڱيءَ طرح ڪن کولي ٻڌو. جيڪڏهن توهان مون کي پنهنجو امام مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته مان توهان جو آلہ ڪار ڪو نه ٿيندس. توهان مون کي چڱيءَ طرح ڄاڻو سڃاڻو ٿا. آزمائي چڪا آهيو. مان اصولن جو پڪو آهيان. قرآن شريف ۽ سنت کان سواءِ ڪنهن به مصلحت آڏو هٿيار ڦٽا ڪو نه ڪندس. توهان جيڪڏهن ڪنهن ٻئي جي چونڊ ڪئي ته مان هڪڙي مثالي شهريءَ وانگر توهان جي فيصلي جي حمايت ڪندس. پر جيڪڏهن مون کي چونڊيو ٿا ته ياد رکو مان ڪنهن جي به مفاد ۾ ذاتي دلچسپي ڪو نه رکندس. مان سخت ماڻهو آهيان ۽ توهان من ماني ڪرڻ جا عادي ٿي ويا آهيو. منهنجون سختيون برداشت ڪري ڪو نه سگهندا.“

اهو ٻڌي سندن مداحن کي اجا به گهڻو جوش اچي ويو. ماڻهو بيعت ڪرڻ لاءِ سندن مٿان ڳاهٽ ڪري آيا. اهڙو هنگامو ٿيو ايڏو

گوڙ ٿيو جو پنهنجي پرائي جو هوش ئي ڪو نہ رهيو. ڪپڙا ڦاٽي ويا، مٿي تان پٽڪا لهي ڪري پيا ۽ عورتون پنهنجن مردن کي گهليندين گهليندين وٺي اچڻ لڳيون.

اهو ئي ٿيو جنهن جو انديشو هو. حضرت علي بن ابو طالب ؑ جي خلافت جو دور شروع ٿيندي ئي بنو اميہ وارا سرڪشي ڪرڻ لڳا. اهي انهيءَ عرصي ۾ ايترا طاقتور ٿي ويا هيا جو ڪنهن جي بہ پرواهہ ڪو نہ ٿي ڪيائون. هر طرف ڊوڙ ڊامڻ لڳي ۽ حضرت علي ؑ کي هڪڙو ڏينهن بہ سڪون نصيب ڪو نہ ٿيو.

سڀ کان پهريائين تہ حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه جي قتل جو الزام لڳايو ويو. 37 هہ ۾ حضرت علي بن ابو طالب ؑ ۽ معاويہ بن ابو سفيان جي وچ ۾، حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي خون جي بدلي وٺڻ جي بهاني تي لڙائي ٿي.

معاويہ وارا شام ۾ آهستي آهستي طاقتور ٿيندا پئي ويا. اهي هاڻي بلڪل خودمختيار ٿي ويا ۽ حضرت علي ؑ جي هٿ تي بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائون. قاتلن جڏهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه تي حملو ڪيو تہ ان جي گهر واري حضرت نائلہ رضي الله تعاليٰ عنها ان کي بچائڻ لاءِ پنهنجا هٿ آڏو ڪيا. ان جون آڱريون وڍجي ويون. امير معاويہ انهن آڱرين ۽ رت ۾ ٻڏل پهراڻ کي مسجد شريف جي ممبر تي لٽڪائي ڇڏيو. ماتم ڪيائون، زور شور سان تقريرون ڪيائون. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي خون جو بدلو وٺڻ جي شرط تي پنهنجي بيعت ڪرايائين.

ائين پهريون دفعو مسلمانن ۾ دشمنيءَ جو ٻج پوکيو ويو ۽ جنگ جو اعلان ٿي ويو. حضرت علي بن ابو طالب ؑ کي اڳيئي انديشو هو. پاڻ فرمايائون:

"افسوس زماني ڇيري ڦاڙي کائڻ واري خوني درندي وانگر منهن کولي ڇڏيو آهي. باطل جو اٺ جيڪو هيسيو وينو هو، مست ٿي ويو آهي. ماڻهن فسق و فجور سان ڀائيچارو ڪري ڇڏيو آهي. سڀ رشتا ٽٽي ويا آهن. پٽ اڪين جو نور نہ پر ڏوڙ ٿي ويو آهي. پيءُ جو پاڇو ساڙيندڙ باهہ وسائي رهيو آهي. ڪميڻا وڏي ويجهي رهيا آهن ۽

شرافت مري رهي آهي. حڪمران طبقو مٿان چڙهيو پيو آهي، وچولو طبقو ڪائي پيٽ مست لڳو پيو آهي. فقيرن ۽ معذورن جي حالت خراب آهي. محبت صرف زبانن تي رهجي وئي آهي. زنا ۽ بدڪاري عيب ناهي. پاڪدامني تي توڪ ٿي رهي آهي. دنيا جي لالچ ۾ اکين وارا انڌا آهن ۽ ڪنن وارا ٻوڙا. حالتون بگڙي رهيون آهن. جنگ جا شعلا ڀڙڪي رهيا آهن. اسلام جو دامن ڏڙا ڏڙ سڙي رهيو آهي. قوم هڪڙي بي مهار ڏاچيءَ وانگر ڀٽڪي رهي آهي. ڏنار واٽ ڀلجي ويو آهي. جيڪڏهن اسان پنهنجون اکيون نہ کوليندا سين تہ اها ڏاچي ڪٿي تيز ڪائي اونڌي منهن ڪري پوندي ۽ ساهہ نڪري ويندس."

حضرت علي بن ابو طالب ﷺ لاءِ سندس خلافت جو دور ان لاءِ مٿي جو سور ٿيو رهيو. اسلامي سلطنت ايتري پکڙجي وئي هئي، جو هڪڙيءَ ڪنڌ کان ٻيءَ ڪنڌ تائين نظام کي قائم رکڻ ڏکيو ٿي ويو هو. واقعي اسلام جو نظام منتشر ٿي رهيو آهي.

پکيڙ جو اهو مطلب ڪو نہ هيو تہ اسلام مضبوطيءَ سان پکڙيو. ڪيترا علائقا تہ صرف نالي جا مسلمان ٿيا هيا. بنيادي اصول يعني ڀائيچارو ۽ مساوات ختم ٿي رهيا هيا. جنهن جو جتي وس پهچو اتي حاڪم ٿي ويهي رهيو. ڏڙا بندي جي ويا عام ٿي وئي.

انهن حالتن ۾ نهايت چالاڪ ۽ هوشيار سياسي ماڻهو ئي قدم ڄمائي ٿي سگهيو. اسلام جي سچن اصولن تي قائم رهڻ ڏکيو ٿي ويو هو.

ان هنگامي ۾ امير معاويہ بن ابو سفيان جيڪو شام جو حاڪم هو سڀ کان وڏيڪ طاقتور ٿي ويو. ان جو ستارو عروج تي اچي ويو. ان وٽ اڻ کٽ دولت هئي، جنهن جي مدد سان وڏو لشڪر تيار ڪري ورتائين. اسلامي اصولن کي پٺتي اڇلائي، ذاتي دولت کي وڌايائين، ڇو تہ شهنشاهيت ۽ سرمايہ داري جي نظام جي وڌڻ ويجهڻ لاءِ ذاتي دولت جو هجڻ لازمي آهي.

امير معاويہ هر جاءِ تي پنهنجا وفادار ماڻهو اسلامي گورنر طور مقرر ڪري ڇڏيا. جن کي پنهنجو لشڪر رکڻ جي اجازت هئي. اهي مالڪ ۽ عام مسلمان انهن جا غلام ٿي ويا. اهي جنهن کي گهرندا هيا باهہ ۾ ساڙي ڇڏيندا هيا، جنهن کي گهرندا هيا ماري ڇڏيندا هيا، ڪو

ئي بہ پڇڻ وارو ڪو نہ هو. صرف هڪڙو شرط هيو تہ امير معاويہ کي پنهنجو خليفو مڃين ۽ ان جي ذاتي خزاني جي لاءِ مقرر ڪيل رقم ڏيندا رهن. ان کان سواءِ رعيت کان جيتري بہ وصولي ڪرڻ گهرن ڀلي ڪن. جيڪڏهن ماڻهو انهن کي من ماني ڪرڻ کان روڪيندا تہ امير معاويہ جو وڏو لشڪر انهن جي مدد لاءِ پهچي ويندو.

ڪجهہ سالن ۾ ئي ان جو اهو نتيجو نڪتو تہ ڪجهہ وڏا وڏا طاقتور سردار گهڻا شاهوڪار ٿي ويا. باقي عوام ۾ غربت وڌي وئي. عوام کان لٽ مار شروع ٿي وئي. خاص ماڻهو وري انهن عياشين ۽ بڇڙاين ۾ غرق ٿي ويا جن جي خلاف هڪ ڏينهن اسلام جنگ ڪئي هئي.

بہ خلافتون قائم ٿي ويون. هڪڙي حضرت علي ﷺ جي اسلامي اصولن واري قائم ٿيل جمهوريت، ٻئي طرف امير معاويہ جي شهنشاهيت. حضرت علي ﷺ عام غريب ماڻهن سان گڏ هيا. مگر امير معاويہ جي طاقت ۽ دولت وڌيڪ ڪامياب ثابت ٿي رهي هئي. امير جو ساٿ ڏيڻ ۾ دنيا جا گهڻا فائدا هيا. جڏهن تہ حضرت علي ﷺ سان گڏ آخرت جون نعمتون هيون. دنيا جا مزا آخرت جي نعمتن تي غالب پئجي ويا.

صفين جي ميدان تي مسلمان مسلمان سان وڙهيو. امير معاويہ سان گڏ وڏو لشڪر هو. دولت تہ هئي مگر يقين جي کوٽ هئي. ان تي حضرت علي ﷺ جي سوين جي هيبت طاري هئي. عام عرب وڏو وهمي هوندو آهي. اهو وڏيءَ سولائيءَ سان جذبات جي لهرن ۾ لڙهي ويندو آهي. ماڻهو صرف هٿيارن سان ڪو نہ وڙهندا آهن. ايمان جو گڏ هجڻ بہ ضروري آهي. امير معاويہ پنهنجي لشڪر کي يقين ۽ ڀروسي جي کوٽ ڪري ڀوئني هٽندو ڏسي، هڪدم پنهنجي سياسي چالاڪيءَ کان ڪم ورتو. قرآن شريف کي وچ ۾ آڻي لڙائي روڪي ڇڏيائين. حضرت علي ﷺ ان جي چالاڪي کي سمجهي ويا. انهن گهڻو ئي چيو:

"اها امير معاويہ جي ڪائي اٽڪل آهي. لڙائي بند ڪرائي اهو ڪائي نئين چالاڪي ڪرڻ وارو آهي تہ جيئن پنهنجي شڪست کي نئون موڙ ڏئي سگهي."

مگر اها مسلمانن ۽ ڪافرن جي لڙائي ڪو نہ هئي. اها هن اسلامي ٽولن ۾ لڙائي هئي. قرآن شريف جي وچ ۾ اچڻ کان پوءِ لڙائي نہ روڪڻ

قرآن شريف جي بي ادبي هئي. امير معاويه کي اها خبر هئي ته حضرت علي ﷺ جا ساٿي هن جي انهيءَ اٽڪل آڏو بيوس ٿي ويندا.

”قرآن شريف کي اهڙي نموني امير معاويه وچ ۾ آڻي قرآن شريف جي توهين ڪري رهيو آهي.“ حضرت علي ﷺ گهڻو ئي چيو پر ان جي ساٿين ڪو نه مڃيو. امير معاويه وڏيءَ هوشياريءَ سان انهن جي ڪئمپ ۾ پنهنجا جاسوس ڇڏيا هيا. ڪجهه اهم ماڻهن کي پاڻ سان ملائي ورتو هئائين. اهي پنهنجا ضمير وڪڻي چڪا هيا. ڪجهه اعتماد جا ڪمزور هيا. جيڪي انهي چڪر ۾ اچي ويا. انهن هڪ آواز ٿي چيو: جيڪڏهن قران شريف جي توهين ٿي ته اهي بغاوت ڪري ڇڏيندا. عام سپاهي به انهن سان گڏجي ويا، ڇو ته اهي ڳوڙهائيءَ ۾ سوچڻ جا عادي ناهن هوندا.

مجبورن حضرت علي ﷺ خاموش ٿي ويا، ڇو ته اهي پنهنجن مخالفن کي ايذاءَ ڏئي قتل ڪرڻ جا عادي ڪونه هيا، نه وري ڪنهن کي اهو ڏپ هيو ته اهي ڪانئن انتقام وٺندا. علي عليه السلام درگذر ڪري ڇڏيندا، معاف ڪري ڇڏيندا. مگر امير معاويه جي ظلم مان ڏاڍو ڏکيائيءَ سان جان ڇٽندي، وڏي خواري ۽ ذلت واري موت سان مرڻو پوندو.

الله جي ڪتاب مطابق فيصلو ٿيو ته ڏريون پنهنجو هڪ هڪ نمائندو مقرر ڪن، ٻئي گڏجي جيڪو فيصلو ڪن ان کي مڃيو وڃي.

حضرت علي ﷺ جن حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنه کي مقرر ڪرڻ گهريو مگر ڪوفي وارا ضد ڪري بيٺا ته ابو موسيٰ اشعري کي مقرر ڪيو وڃي، جيڪو ڪنهن زماني ۾ حضرت علي ﷺ جي مخالفن مان هڪ هو ليڪن اڀوجهه ماڻهو هو. ان جي مقابلي ۾ امير معاويه جو نمائندو گهڻو چالاڪ ۽ مڪار هو.

ٻن گڏجاڻين ۾ ئي ابو موسيٰ اشعري کي پٽيون پڙهائي ورتائين ۽ اهو انهيءَ ڳالهه تي راضي ٿي ويو ته ٻنهي خليفن کي معزول ڪري، مسلمانن کي ڇڏجي ته جنهن کي به مناسب سمجهن پنهنجو خليفو چونڊين.

ماڻهو گڏ ٿيا. امير معاويه جي نمائندي چيو ته پهريائين ابو موسيٰ اشعري پنهنجو بيان جاري ڪري.

”مان علي بن ابو طالب (ﷺ) کي خلافت تان معزول ٿو ڪريان. ...ئي منهنجو فيصلو آهي.“ موسيٰ اشعري چيو.

”ماڻهو! توهان پنهنجن ڪنن سان ٻڌو تہ علي (ﷺ)ڪي ان جي مقرر ڪيل نمائندي معزول ڪيو. مان بہ ان جي راءِ سان اتفاق ٿو ڪريان ۽ علي بن ابو طالب (ﷺ) کي معزول ڪري، ان جي جاءِ تي امعير معاويہ بن ابو سفيان کي خليفو مقرر ڪريان ٿو.“ ماڻهو ششدر ٿي هڪٻئي جو منهن ڏسندا رهجي ويا. اهو شرط تہ هيو ئي ڪو نہ نئين چونڊ جو موقعو ملڻ گهرجي ها. شرط پورو ڪو نہ ٿيو هو. حضرت علي ﷺ جي لشڪر ۾ ڦوٽ پئجي وئي. مطلب پرست ماڻهو ظاهر ظهور امير معاويہ جي طرفداري ڪرڻ لڳا. حضرت علي ﷺ لاءِ انهن سان منهن ڏيڻ ڏکيو ٿي ويو، مگر سياڻا ماڻهو اها چال سمجهي ويا.

امير معاويہ وڏو چالاڪ سياستدان هيو. مگر ان کي خبر هئي تہ حضرت علي ﷺ سان جنهن نموني ان مقابلو ڪيوآهي، اها ڪانئي جي ديگڙي آهي، وري وري ڪو نہ چڙهندي، سنجيده ۽ باشعور طبقي جو رجحان هاڻي بہ حضرت علي ﷺ ڏانهن آهي. انهن ۾ اهڙا اهڙا وڏا مورخ ۽ مبلغ موجود آهن، جيڪڏهن هڪڙي ڏينهن ان جي حمايت ۾ اٿي پيا تہ جذباتي عرب قوم وري ان کي پنهنجن اکين ۾ ويهارڻ لاءِ راضي ٿي ويندي، ان جي ذاتي صفتن سان گڏ الله جي رسول ﷺ سان ان جي مائٽي ۽ دوستي هڪڙي اهڙي حقيقت هئي، جنهن کان اهي انڪار ڪري نٿي سگهيا. حضرت علي ﷺ جو وجود ان لاءِ وڏو خطرو هو. ان جي زندگي ۾ مڪمل ڪاميابي ماڻڻ ممڪن ڪو نہ هئي. ٻيو تہ ان (معاويہ) جو حڪومت ڪرڻ جو طريقو عام ماڻهوءَ جي حق ۾ ڪو نہ هو. انهن جي اٿي پوڻ جو بہ وڏو خطرو هو.

علي ﷺ جي قتل کان سواءِ ٻيو ڪو بہ رستو باقي ڪو نہ هو.

# پيو ڏک

حضرت علي ابن ابو طالب ؑ نماز جي وقت مسجد شريف ڏانهن آيا تہ ڏٺائون تہ هڪڙو ٽڪ ۾ ماندو مسافر ڏاڪڻين تي اگهور ننڊ ستو پيو آهي. پاڻ ان کي جاڳايائون.

”اي ادا، اٿو نماز قضا ٿي ويندي“

۽ سندن پنهنجي قضا اکيون کولي کين ڏٺو. ان ماڻهوءَ جو نالو ابن ملجم هو. جيڪو ڪيترن ڏينهن کان سندن تاڙ ۾ گهمي رهيو هو. پنهنجي موت کي جاڳائي پاڻ ان کي مسجد شريف ۾ وٺي ويا.

جڏهن حضرت علي ؑ مسجد شريف ۾ پهتا تہ ابن ملجم انهن تي خنجر سان وار مٿن وار ڪري پجي ويو.

اهو خنجر جنهن سان وار ٿيو هيو اهو زهر ۾ ٻڏل هو.

چار ڏينهن ۽ راتيون حضرت علي ؑ زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ تڙپندا رهيا. پاڻ پنهنجي ڪٽنب وارن کي گڏ ڪري وصيت ڪيائون:

”هاڻي الله پاڪ توهان جو نگهبان آهي. سيئي گڏ رهي هڪ ٻئي جي حفاظت ڪجو- گڏ رهجو- گڏ مرجو. هر ساهواري کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي، پر توهان جو موت هر موڙ تي بيٺو آهي، ڇو تہ توهان منهنجا ۽ الله جي رسول ﷺ جا پيارا آهيو. اسلام جا دشمن توهان جا دشمن آهن. اتحاد ئي توهان جو آخري هٿيار آهي، جنهن سان توهان پنهنجي جان جي حفاظت ڪري سگهو ٿا. اڄ ڪراڙا، نوجوان ۽ ٻار سڀ گڏجي عهد ڪيو تہ خاندان ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڦوٽ پوڻ نہ ڏيندؤ. مانيءَ جو هڪڙو ٽڪر ملندو تہ بہ سڀ ورهائي کائيندؤ. هڪڙي چادر هوندي تہ بہ ان تي سڀني جو حق هوندو. توهان جو ڪو ئي سهارو ڪو ئي ساٿي آهي

تہ اهو توهان جو پاڻ ۾ پيار جو هجڻ آهي. اتحاد ۽ هڪٻئي لاءِ قربانيءَ جي جذبي کي پنهنجو طور طريقو نٿاهي ڇڏيو. موت توهان جي پٺيان لڳو پيو آهي.انتظار ڪندو تہ بہ ايندو. ان ڪان ڪٿي بہ پري ڀڄي وڃي نہ سگهندؤ ڇو تہ موت هر ساهواري جو مقدر آهي، انهيءَ ڪري موت کان ڊڄي ڪڏهن بہ ضمير جو سودو نہ ڪجو. پنهنجي ڪٽنب جي عزت ڪجو ڇو تہ ڪٽنب توهان جا اهي ڪنڀ آهي، جنهن سان توهان اڏرندا آهيو. اهو هٿ ۽ ٻانهون آهي، جنهن سان توهان تڪليفن جو مقابلو ڪري سگهو ٿا. انهن ماڻهن جو قدر ڪجو جيڪي حق جي خاطر سخت کان سخت تڪليف برداشت ڪن ۽ گناهہ ۾ توهان جو ساٿ نہ ڏين."

ان کان پوءِ پنهنجن ٻچڙن جو هٿ پنهنجي وڏي پٽ حضرت حسن ﷺ جي هٿ ۾ ڏنائون. صرف ابو الفضل عباس عليه السلام کي حضرت حسين ﷺ جي حوالي ڪيائون ۽ فرمايائون:

"حسين (ﷺ) هي تنهنجو ننڍو ڀاءُ آهي، مان هن کي تنهنجي حوالي ٿو ڪريان. ان کي پنهنجو غلام سمجهجان ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڏيڻ جي ڪوشش ڪجانءِ جيڪو ڏيڻ جي موت مون کي مهلت ڪو نہ ڏني."

ابو الفضل عباس ﷺ جي امڙ روئڻ لڳي ۽ چيائين:

"مولىٰ، عباس کان ڪهڙو ڏوهہ ٿيو آهي، جو ان کي توهان پنهنجي پڳدار وڏي پٽ حسن جي حوالي ڪو نہ ڪيو آهي. اصولي طور ان کي هن جو سنڀاليندڙ هجڻ گهرجي."

"عباس ۽ حسين هڪٻئي جي لاءِ پيدا ٿيا آهن. عباس حسين (ﷺ) سان گهڻو هريل آهي. منهنجي دل چوي ٿي تہ انهن ٻنهي کي سدائين هڪٻئي جي ضرورت پوندي" پوءِ عباس کي فرمايائون:

"حسين تنهنجو وڏو ڀاءُ آهي، پر هن کي منهنجي جاءِ تي سمجهجانءِ، ان کي پنهنجو آقا سمجهجانءِ ۽ ان جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشس ڪجانءِ. پاڇي وانگر ان سان گڏ رهجان. ان لاءِ پنهنجي جان ڏيڻ کان بہ نہ ڪيٻائجانءِ."

حضرت زينب سلام الله تعالىٰ عليها موت ڏانهن ويجهو ٿيندڙ پنهنجي والد سڳوري جي ڪٽ جي ٻانهيءَ تي مٿو ٽيڪيون، ڇئن

ڏينهن ڪان ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. ان سندن هڪڙو هڪڙو لفظ پنهنجي دل تي چٽي ڇڏيو.

حضرت علي بن ابو طالب ﷺ جي تڪليف وڌندي وئي. پر دماغ خر وقت تائين سهي سالم ڪم ڪري رهيو هو.

"پنهنجي نانا سائين جي امت سان بي وفائي نہ ڪجو ڊوڪو نہ ڏجو. پنهنجي ڀلائيءَ لاءِ انهن کي گمراهہ نہ ڪجو. ماڻهو معصوم آهن، مجبور آهن، جي ڪڏهن بي سمجهيءَ مان يا ڄاڻي واڻي توهان سان بي وفائي ڪن تہ معاف ڪري ڇڏجو. بدگمان نہ ٿجو. انهن جي جسمن کي نہ پر دلين ۾ سوچن کي پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪجو. توهان ڏٺو آهي تہ ماڻهن مون کي ڪيترا ڏک ڏنا، اهي ڏک، پريشانيون ۾ رنج ئي مان توهان کي ورثي ۾ ڏئي ٿو وڃان. اهي ڏک وڌندا ئي ويندا، ماڻهو ڏينهون ڏينهن عقل کان وانجها ٿيندا ٿا وڃن. آخرت کي وساري دنيا جي لالچ وڌي رهي آهي، فيصلي ڪرڻ جي قوت ناس ٿي وئي آهي. حرام حلال ٿي ويو آهي. ڏاها ۽ سياڻا پنهنجو خير گهرڻ ۾ پورا آهن. ظالم پاڻ ۾ سمجهوتو ڪري معصومن کي ستائي رهيا آهن. ماڻهن ۾ ڦوٽ وجهي، پنهنجو مطلب ڪڍي رهيا آهن. دين جا ٿنيا ڍهي رهيا آهن. حڪمت جو پاڻي سڪي رهيو آهي. بيوقوفن جون زبانون ڇڙواڳ ٿي رهيون آهن. عقل وارا ماٺ ۾ آهن. شرپسند ڪرتا ڌرتا ٿيا وينا آهن. حرام جي ماني وڏيڪ لذت واري ٿي وئي آهي. رشوت کي سوکڙي چيو ٿو وڃي ۽ شراب کي انگور جو رس. انهيءَ حالت ۾ صرف اتحاد ئي توهان کي بچائي سگهي ٿو. ياد رکو جيڪا رڍ پنهنجي ڌڻ مان نڪري ويندي آهي ان کي بگهڙ کائي ڇڏيندو آهي."

پوءِ واري واري سان سيني کي پيار ڪيائون. سيني سان لڳايائون. سندن تڪليف وڌندي وئي، مگر برداشت جي دامن کي هٿئون ڪو نہ ڇڏيائون.

21 رمضان المبارڪ 40 هجري تي هڪڙو عظيم انسان، هڪڙو بي مثال پارکو ۽ فلسفي، اسلام جو قداور ٿنيو پنهنجي خاندان وارن ۽ چاهيندڙن کي روئندو سڏڪندو ڇڏي روانو ٿيو.

چو تہ سيني کي پنهنجي پيدا ڪرڻ واري ڏانهن موٽي وڃڻو آهي.

# ٽيون ڏک

حضرت علي ﷺ جي شهادت کان پوءِ امام حسن بن علي ﷺ صرف ڇهہ مهينا خليفا رهيا. عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا هيا. ماڻهو ٽولن ۾ ورهائجي خون خرابي لاءِ سندرو ٻڌيون بيٺا هيا. اسلام جي تباهيءَ جا آثار پيدا ٿي ويا. هوڏانهن امير معاويہ هڪڙو وڏو لشڪر وٺي حملو ڪيو. خون خرابي کان بچڻ لاءِ امام حسن ﷺ صلح ڪيو. پاڻ ماڻهن جي زور پرڻ تي خلافت وٺڻ لاءِ راضي ٿيا هئا. هاڻي جو مسلمان جي هٿان مسلمان جو رت وهڻ جو وقت آيو تہ اهي هٿ کڻي ويا.

نہ تہ وٽن ايڏو لشڪر هو ۽ نہ موجود لشڪر تي ڪين ڀروسو هو. نہ ان لشڪر جو با، کٽڻ لاءِ دولت جا ڍگ هئا. جنگ جو سامان بہ اڻ پورو هيو. امير معاويہ جي زماني ۾ اسلام جي ظاهري صورت ايترو ڪو نہ بگڙي هئي، جو ان سان صلح ڪرڻ ۾ غلطي جو انديشو ٿئي ها. بيشڪ برايون پيدا ٿي ويون هيون، پر انهن تي پردو پيل هو. انهن کي صرف گهريءَ نظر رکڻ وارا ئي سمجهي ٿي سگهيا. ماڻهن تائين اهڙيون سياسي باريڪيون پهچائڻ جو ذريعو ڪو نہ هو. هر هنڌ تي مطلبي ماڻهن جو قبضو هو. مخالف لشڪر ايڏو وڏو ۽ ظالم هو جو امام حسن ﷺ جي لشڪر کي آسانيءَ سان کهي ڦٽو ڪن ها. انهن سان وڙهڻ خودڪشي برابر هو ۽ ان قتلام جي ذميواري امام حسن ﷺ تي اچي ها.

ڪجهہ شرطن تي ناهہ ٿي ويو.

پهريون اهو تہ، امام حسن ﷺ جي ساٿين کي ستايو نہ ويندو. انهن کان شهري هجڻ وارو حق نہ کسيو ويندو. انهن کي عام انسانن وانگر زندگي گذارڻ جو حق ڏنو ويندو.

ٻيو اهو تہ، امير معاويہ پنهنجي مرڻ تي اسلام جي بنيادي رسم

يعني آزاد چوندڻ جو ڪليل موقعو ڏيندو. ڪنهن کي به پنهنجو جانشين مقرر نه ڪندو.

ٻيا به ڪجهه شرط هيا. جيڪي امير معاويه وقتي طور تي ته سڀ قبول ڪيا، پر پوءِ ڪنهن تي به عمل ڪو نه ڪيو. حضرت علي ﷺ ۽ ان جي پٽ جي طرفدارن کي چونڊي چونڊي مارڻ لڳا ۽ اڳتي هلي آزاد چونڊ جي سلسلي کي به ختم ڪري ڇڏيائين.

خلافت تان هٿ کڻي امام حسن بن علي ﷺ ڪوفي کان مديني پاڪ اچي ويا. ڇو ته اتي (ڪوفي ۾) ڪنهن جي به حياتي محفوظ ڪو نه هئي. توڙي جو هاڻي حڪومت سان انهن جو ڪو تعلق ڪو نه هو مگر امير معاويه کي اهو ڪتڪو لڳل هو ته جيڪڏهن حضرت حسن ﷺ کان اڳ ان کي موت اچي ويو ته ماڻهو هڪدم امام حسن ﷺ کي خليفو چونڊيندا. پوءِ خلاقت بنو اميه جي هٿن مان نڪري بني هاشم جي هٿن ۾ هلي ويندي ۽ ان جي پياري پٽ يزيد کي تخت ۽ تاج ملي ڪو نه سگهندو.

انهيءَ ناهه ڪرڻ سان امام حسن ﷺ جي مقبوليت کي گهٽو ڏڇڪو لڳو ۽ اهو خطرو گهٽجي ويو هو ته امام حسن ﷺ جي سڏ تي ماڻهو لبيڪ چئي وري ان جي چوڌاري گڏ ٿي ويندا. پوءِ به اهو خيبر جي فاتح حضرت علي ﷺ جو پٽ هو ۽ رسول الله ﷺ جو ڏوهٽو هو. ان جو وجود خطري جو سامان بڻيل هو. هاڻي به ماڻهن جون اميد ڀريون نظرون انهن ڏانهن ڏسنديون هيون. امام حسن ﷺ کي انهيءَ ڪري ان پنهنجي رستي تان هٽائڻ تي گهريو.

امام حسن ﷺ جي هڪڙي گهر واري ڪوفي جي هئي، جنهن جو نالو جعده هو. امير معاويه ڳجهي نموني ان کي پٽي پڙهائي. ان سان واعدو ڪيائين ته جي اها ڪنهن نموني سان امام حسن ﷺ کي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ته اهو کيس هڪ لک دينار ڏيندو ۽ ان جي شادي پنهنجي لاڏلي پٽ يزيد سان ڪندو.

يزيد جو حسن مشهور هو. ان کان علاوه ڪهڙي عورت هوندي، جيڪا وقت جي خليفي جي ننهن ٿيڻ جا خواب نه ڏسندي هوندي جعده سولائيءَ سان ان جي ٺڳيءَ ۾ اچي وئي. ان ڪاڏي ۾ زهر ملائي امام حسن ﷺ کي کارائي ڇڏيو ڇو ته پاڻ ان تي گهٽو ڀروسو ڪندا هيا.

زهر ايڏو تکو هيو جو ان ئي وقت انهن جي طبيعت خراب ٿيڻ لڳي. رت جي الٽي آئي ۽ جسم نيرو ٿي ويو.

گهر ۾ ڪهرام برپا ٿي ويو. سڄو ڪٽنب گڏ ٿي ويو. پاڻ ننڍي ڀاءُ حضرت حسين ؑ کي سڏي چيائون:

"اڳين ته مون کي ڪيترا دفعا زهر ڏنو ويو آهي، پر هن دفعي گهڻو تکو زهر آهي. منهنجو وقت پورو ٿي ويو آهي."

"ادا، ٻڌايو توهان کي زهر ڪنهن ڏنو آهي. ان کي ضرور سزا ڏني ويندي."

"جيڪو ٿيڻو هيو ٿي ويو. ڪنهن کي سزا ڏيڻ لاءِ ثبوت گهرجي ۽ مون وٽ ڪو ئي ثبوت ڪو نه آهي. هي قاتل ته بس منهنجي اصل قاتل جو آلهءِ ڪار آهي. اصل قاتل تائين اسان پهچي ڪو نه ٿا سگهون. ان ڳالهه کي اتي ئي ختم ڪري ڇڏيو. هرو ڀرو ڳالهه وڌندي ۽ مون سان گڏ توهان جي جان کي به خطرو لاحق ٿي ويندو ٻي ڏوهي گرفتار ڪيا ويندا، ڏوهي ڪلم ڪلا ڇٽي ويندا. بس هاڻي منهنجي صرف اها تمنا آهي ته مون کي نانا سائينءَ جي پرسان دفن ٿيڻ جي سعادت نصيب ٿئي. توهان اجازت وٺي ڇڏيو. جيڪڏهن ماڻهو مخالفت تي ڄمي بيهن ته خدا جي واسطي منهنجي لاءِ ڦڏو نه ڪجو. حسين اسان واچوڙي ۾ ڦاٿل آهيون. اسان ٿورو به اعتراض ڪيو ته ٻي ڏوهين جا ڪنڌ ڪپجي ويندا. مون کي جنت البقيع ۾ دفن ڪجو پر ڦڏو ٿيڻ نه ڏجو. چار ڏينهن تڪليف سهندا رهيا. 28 صفر 49 هجري تي شهادت ماڻيائون. ان وقت سندن عمر 46 يا 47 ورهيه هئي.

وصيت جي مطابق حضرت حسين ؑ ڀاءُ کي نانا سائين جي پرسان دفن ڪرڻ لاءِ کڻي هليا. مگر جنهن مخالفت جو ڀهريان ڪان ئي انديشو هيو اها شروع ٿي وئي. مجبور ٿي جنت البقيع ۾ دفن ڪيائون.

الله تعاليٰ جي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي رحلت فرمائي مشڪل سان چاليهه سال ٿيا هوندا. سندن ڏوهٽن کي انهن جي وصيت مطابق دفن ڪرڻ جي اجازت به نه ملي. شهيد جي خاندان وارن ان جي ٻيءَ وصيت مطابق ڪنهن به خون خرابي کي منظور ڪو نه ڪيو ۽ خاموشيءَ سان اها زيادتي برداشت ڪري ويا.

امير معاويہ کي اطمينان ٿي ويو. شام ۾ خوشيءَ جا دهل وڄڻ لڳا. ڪجهہ ماڻهن امام حسن ﷺ کان پوءِ حضرت حسين ﷺ کي پنهنجو امام چونڊيو ۽ اهي نئين دور جي نين نين اذيتن جو مڙسيءَ سان مقابلو ڪرڻ لڳا. وڏا وڏا رئيس تہ شروع ۾ ئي پاسو ڪري نڪري ويندا هيا. هاڻي عام ماڻهو بہ انهن وٽ ايندي ويندي ڊڄڻ لڳا. ڪنهن کي بہ انهن سان ملڻ جلڻ جي همت ڪو نہ هئي. چئني طرفن کان جاسوس ڇڏيل هيا. جيڪو بہ انهن جي آس پاس نظر ايندو هو تہ اهو ڪنهن نہ ڪنهن اڻ ٿيل ڏوهہ ۾ ڦاسايو ويندو هو. چپي چپي تي سرڪاري سپاهي گهمندا رهندا هيا ۽ جنهن کي وٺندو هين پڪڙي ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسائي ڇڏيندا هيا. انهن لاءِ ڪو بہ داد فرياد ڪو نہ هو. هيسيل ماڻهو پنهنجي جان جو خير گهرڻ ۾ پورا هيا.

جڏهن ظلم ايتري طاقت وٺي ويندو آهي تہ ماڻهن تي هڪڙي عجيب اپاهج ڪندڙ وحشت ڇانئجي ويندي آهي. ماڻهو بيرحم طاقت جي آڏو هيسجي ويندا آهن. حساس ۽ خوددار طبيعت وارا ٻين ملڪن ۾ وڃي رهائش اختيار ڪندا آهن. گمنام ۽ لڪل حياتي گذاريندا آهن، ورنہ زندگي وڃائيندا آهن.

جڏهن مسلمانن جو اهو حال هو تہ يهودين ۽ عيسائين جي حالت جو ڇا ڇئجي. ڪلمر ڪلا اسلام جي نالي تي انهن جي حق تلفي ڪئي ويندي هئي، ڪنهن بہ ڪورٽ ڪچهريءَ ۾ انهن جو داد فرياد ڪو نہ ٿيندو هو. جاگيرون ڪسي مخبرن کي ڏنيون ويندڀون هيون. جيڪي وطن ڇڏي ڪو نہ سگهيا، اهي چورن وانگر زندگي گذارڻ لڳا. ڪنڌ ڪڍي هلڻ جي بہ همت ڪو نہ هين.

يهودي ۽ عيسائي پنهنجا ڏک سور کڻي امام حسين ﷺ وٽ ايندا هيا. جيترو بہ ٿي سگهندو هيو پاڻ انهن جي مدد ڪندا هيا. دم دلاسو ڏيندا هين. دشمنن لاءِ اها ڳالهہ ڏاڍي اٽوٽندڙ هئي تہ ماڻهو اجا بہ انهن سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ جي همت رکن ٿا. انهن تي سختي ڪيائون تہ اهي رات جي اونداهي ۾ لڪي لڪي اچڻ لڳا.

فاسدن مشهور ڪرڻ شروع ڪيو تہ حسين (ﷺ) منڪر ٿي ويا آهن، عيسائين ۽ يهودين سان اتحاد ڪيو اٿن. رات جو لڪي انهن

سان ملن ٿا ۽ برغلائن ٿا. وقت جي حاڪم ۽ مسلمانن جي خليفي ڪي سيڪت ڏيڻ جا منصوبا ناهين ٿا. مگر امام حسين ﷺ ماٺ رهيا. ڪين چڱيءَ طرح خبر هئي تہ وڏي ياءُ ڪان پوءِ هاڻي سندن وارو آهي. انهن کي ڪو بہ وجهہ ڪو نہ ڏيندا هيا. پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان وارن جي پوري پوري حفاظت ڪندا هيا. پاڻ ڪندائتا تي ويا هئا. گهڻو ٽڻو وقت مطالعي ۾ گذاريندا هيا ۽ ٻارن جي تعليم ڏانهن ڌيان ڏيندا هيا. سڄو خاندان هڪڙي بند تيل مضبوط مٺ وانگر گڏيل هو. ٻاهر اڪيلو ڪو نہ نڪرندا هيا. سيئي ٽولو ناهي ايندا ويندا هيا. انهن جا خير خواهہ پري پري رهي, انهن جي حفاظت ڪندا هيا. ڪڏهن بہ قاتل کي ويجهو اچڻ جي همت ڪو نہ هئي. امير معاويہ ڪلمر ڪلا انهن تي وار ڪرڻ نٿي گهريو. ڇو تہ ماڻهن جي دلين ۾ اڃا بہ انهن لاءِ احترام هيو. انهن تي ڪنهن بہ شڪ ڪرڻ جي گنجائش ڪو نہ هئي. ماڻهو پرپٺ امير معاويہ کي امام حسن ﷺ جو قاتل سمجهڻ ۾ ڪو نہ هٻڪندا هيا. امير معاويہ وڏو چالاڪ سياستدان هو. اهو ڪچيون گوليون کيڏڻ وارو ڪو نہ هو. امام حسين بن علي ﷺ جو خاندان هڪڙي مضبوط قلعي وانگر هو. جنهن جو هر ياتي هوشيار هيو. اهي روزانو سيني کي گڏ ڪري زماني جي حالتن تي گفتگو ڪندا هيا. ڪين مالي تنگي بہ هئي. بکن کاڻڻ جو وقت اچي ويندو هيو پر پيشانيءَ منهن تي گهنج ڪو نہ ايندو هيو. ائين وقت گذرندو رهيو. سال لنگهي ويا.

# رڃ

امير معاويہ کي پنهنجي پٽ يزيد سان عجيب قسم جو عشق هو. اهو ان جي پوڙهائپ جي عشق جي نشاني هيو. ان جي ماءُ هن جي سڀ کان وڏي ڪمزوري هئي. اها هن جي زندگيءَ ۾ اوچتو داخل ٿي.

هڪڙي ڏينهن اهو ڪنهن سفر تي وڃي رهيو هو. رستي ۾ هڪڙي ڪجين جي باغ ۾ لاڏائو ماڻهن جو هڪڙو قافلو نظر آيس. معاويہ ان وقت بادشاهہ ڪو نہ هيو مگر ڏيک ويک بادشاهن جهڙو هيس. وڏو رنگين مزاج هيو. ڪجهہ بيقراريءَ مان خيمي مان نڪتو تہ دل تي بجلي ڪري پيس. سامهون پاٽيءَ ۾ ڪجهہ الهڙ ڇوڪريون هڪ ٻئي سان ڪيچل ڪري رهيون هيون. انهن ۾ هڪڙي ڇوڪري ڏاڍي خوبصورت هئي. نازڪ ۽ الهڙ جوان. ڏسڻ سان ئي ان تي دل هاري ويٺو. معلوم ٿيو تہ اها قبيلي جي سردار جي لاڏلي ڌيءَ آهي. هڪدم ان کي سڏ ڪرايائين ۽ پنهنجي پاسي ۾ ويهاريائينس. ڳالهين ڳالهين ۾ سودو ٿي ويو. اشرفين جون ٿيلهيون ڍير ڪيائين. امير هڪدم ان سان نڪاح ڪري ڇڏيو.

هن ان لاءِ هڪڙو عاليشان محل ٺهرايو. ڪوڙ ساريون ٻانهيون پنهنجي نئينءَ نويليءَ ڪنوار جي خدمت لاءِ مقرر ڪيائين. ڏورانهن ملڪن مان زربفت جا لباس ۽ قيمتي هيرا جواهر گهرائي، ان جي قدمن ۾ ڍير ڪيائين. انهيءَ محلات کي ايترو سجاياائين، جو پرستان جو گمان ٿيڻ لڳو. ان لاءِ روزانو ٻاهرين ملڪن مان ائن جي ٿپال رستي گل ۽ ميوا ايندا هيا. سون ۽ چاندي جي سينگاريل ٿانون ۾ قسمين قسمين کاڌا پيش ٿيڻ لڳا.

مگر اها عجيب ڇوڪري هئي.

خاموش پٿر جي مورتيءَ وانگر تڪ ٻڌيو نہ ڄاڻ خلا ۾ ڇا ڳوليندي رهندي هئي. پري افق تي نظرون ڄمايون ٽڏا ساهہ پريندي

رهندي هئي. تڏهن ان جي هرڻيءَ جهڙين اکين مان موتين جون لڙيون تمڻ لڳنديون هيون. هيرن جواهرن کان ان کي وحشت ٿيندي هئي. اها زربفت ۽ ريشم جا وڳا ڦاڙي اڇلائي ڇڏيندي هئي. سٽين ڪاڏن جا پيالا ڏسي ان کي آت اچڻ لڳندا هيا.

هڪڙي ڏينهن ان جي ٻانهيءَ ان کان پڇيو:

”منهنجي سهڻي راڻي! تو کي ڪهڙو روڳ آهي؟“

اها خاموش رهي.

”شهزادي. تو کي ڇا گهرجي؟“

”ڪجهه بہ نہ.“ ان جان ڇڏائڻ لاءِ چيو.

”پوءِ توهان اداس ڇو ٿيون رهو؟“

”خبر نہ آهي!“

”هي عاليشان محلات ... ...“

”هڪڙو سونهري پڃرو آهي.“

”هي بخمل ۽ زربفت جا لباس ۽ هيرا جواهر ...“

”اهي سونهري زنجير آهن، جن ۾ مان ٻڌل آهيان.“

”پياري شهزادي! هي گل ۽ ميوات، جيڪي پري پري وارن ملڪن کان خاص ڪري توهان لاءِ گهرايا وڃن ٿا.“

”انهن کان وڌيڪ خوشبودار ۽ مٺا تہ منهنجي جهنگل جا ٻول هوندا آهن. ٻوٽن مان جڏهن ٻور جي هبڪار اٿندي هئي تہ هرڻ مست ٿي ويندا هيا...“

”شهزادي! اها نعمت جي ناشڪري آهي. اهي قسمن قسمن جا کاڌا ...“

”منهنجي امڙ جي هٿ جي پچايل جَوَنِ جي تازي ماني ۽ ان تي مکڻ جو ذرڙو وڌيڪ مزيدار هوندا هئا. تو منهنجي امڙ جي هٿ جي ٺاهيل چوري ڪڏهن ڪو نہ چکي آ.“

”هتي منهنجو دم ٿو گهٽجي. اهي ڪليل ساوا پٽ، ڇوليون هڻندڙ چشما، ساوڪ سان ڀريل جهنگل، ڪجين جا اهي لڏندڙ لمندڙ ڏگها وڻ ...“

”راڻي! توهان اهو فانوس ڪو نہ ڏٺو آهي، جيڪو ڪالهہ ئي آقا توهان جي ذاتي ڪمري لاءِ موڪليو آهي.“

”اهو ڪچي چمڙي جو خيمو! جيڪڏهن تيل يا چربي ملي ويا هوندس ته منهنجي ماءُ هن وقت ڏيئو ٻاري ڇڏيو هوندو ... اها شايد هن وقت مون کي ياد ڪندي هجي.“

”مگر راڻي! آقا توهان تي ساهه صدقو ٿو ڪري. تو سان ڪيڏو نه عشق اٿس.“

”تنهنجي انهيءَ ڪراڙي ڪٻڙي آقا مون کي اشرفين جي ٿيلهي جي بدلي ۾ خريد ڪيو آهي، مگر منهنجي دل خريد ڪري نٿي سگهجي. منهنجي دل ته مون وٽ پاڻ وٽ ئي ڪو نه آهي. اها ته مون گذريل بهار جي ميلي تي ان سهڻي نوجوان کي ڏئي ڇڏي هئي، جيڪو قبيلي جي جان ۽ شان آهي. اهو سنهڙو سهڻو خماريل اکين وارو جادوگر. جڏهن اهو دنبوري جي تارن کي ڇيڙيندو آهي ته ڪنوارين جون دليون جهومڻ لڳنديون آهن. چپ ڦڙڪڻ لڳندا آهن ۽ لونءَ لونءَ ۾ ناچ جهومڻ لڳندو آهي.“

”اي راڻي، خدا تو کي سڀ ڪجهه ڏنو ۽ ...“

”خدا مون کي سڀ کان سخت سزا ڏني آهي، ٻيو ڪجهه نه ڏنو آهي.“

ان ٻانهيءَ انعام جي لالچ ۾ سڀ ڪجهه وڃي امير معاويه کي ٻڌايو. ان جو رت ٽهڪي ويو. گهڻو خفا ٿيو.

”نامراد. احسان فراموش. فقيرياڻي، مون کي ڪٻو ٿي چئي.“ ان کي ڪاوڙاچي وئي. دل گهريس ته ان ئي وقت ان جو ڪنڌ مروڙي ڇڏي، پر اها ان جي زال هئي. محبوبه هئي، ان کي پنهنجو ڪرڻ جو ارمان هيس. رت سڙڻ ۽ جگر جلڻ لڳس. هيانءُ ڳري اکين وسيلي ڳوڙها ٿي وهي نڪتس.

هن ان کي ان جي ماءُ پيءُ ڏانهن موڪلي ڇڏيو ته جيسائين توبهه نه ڪندي اتي ئي سڙندي رهندي. ان وقت يزيد ماءُ جي پيٽ ۾ هيو.

اها موٽي زيڻ جي خيال کان ٻهڪي پئي، مگر جڏهن اتي پهتي ته نقشو بدلجي ويو هيو. ان جو قبيلو اتي وڏي شان سان رهيو پيو هو. پڪا گهر ٺهي ويا هيا. ان جو پيءُ اتي جو حاڪم هو. ان جو شاندار محل هو. ان جو پنهنجو لشڪر هو جنهن جي مدد سان اهو آس پاس وارن علائقن مان ڍن وصول ڪندو هو. هاڻي اهو طاقت وارو ۽ مهذب ڏاڙيل هو جنهن جي شاهي دربار تائين رسائي هئي. ان جي ياڻرن کي

مختلف صوبن جو حاڪم مقرر ڪيو ويو هيو. محلات نوڪرن چاڪرن سان ڀريو پيو هيو. سٽين ڪاڏن ۾ شراب جي بوءِ ڪان هن جو دماغ چڪرائجي ويو. هن جو اهو حسين ۾ دل وارو محبوب، جنهن جي دنبوري جي جهونگار سان دلين جون تارون ڇڙي پونديون هيون، اوباش ۽ بدڪردار ٿي ويو هو. ان جي جسم تي چربي، جا ته چڙهي ويا هيا ۽ ان جون خماريل اکيون بدمستيءَ مان ہرندڙ ٽانڊي وانگر ٿي ويون هيون. پوءِ اها پنهنجي پيءُ جي محلات جي دريءَ ۾ ويجي ويٺي، جيڪو ان هن کي وڪٽي ٺهرايو هو. پري خلا ۾ اها پنهنجو وڃايل وطن ڳوليندي رهي، جتي ان ٻارپڻي ڪان جوانيءَ جي سرحد ۾ قدم رکيو هو. جڏهن يزيد ڄائو ته ان جي بدنصيب الهڙ ماءُ جي ساهه جي تند ٽٽي پئي ۽ پنهنجي خوابن جي دنيا ۾ گم ٿي وئي.

امير کي خبر پئي ته ڏاڍو ڏکارو ٿي ويو. اها ڪمزور مگر ضدي ڇوڪري ڪٽي وئي، هو هارائي ويو. جڏهن يزيد ٻن سالن جو ٿيو ته هن ان کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ وڏي پيار سان ان جي پرورش ڪرڻ لڳو.

يزيد ڏاڍو سهڻو هو. بيحد سخت مزاج ۽ ضدي هو. ا مير معاويہ جي اجائي لاڏ پيار جي ڪري، اهو بي لغام ۽ گستاخ ٿي ويو هو. امير پٽ تي فدا ويندو هو. ان جي معمولي آنگل تي بہ دولت پاڻي وانگر وهائي ڇڏيندو هو.

سال ۾ ڪجهه مهينن لاءِ اهو پنهنجن ناناڻن ۾ ضرور ويندو هو. اتي نئينءَ مان شاهوڪار ٽيل ماڻٽن عجيب عجيب عياشيون سيکاريس. بلڪل ننڍڙيءَ عمر ڪان ئي اهو حسن ۽ عشق جا راڳ ڳائڻ لڳو. ان جي شاعري بدمستيءَ ۽ بي لغام جوانيءَ جي علم بردار هئي. سير شڪار جو شوقين هو.

امير معاويہ جي دل ۾ اجا بہ ان نئين ٽٽندڙ گونچ جي ياد محفوظ هئي، جنهن کي اهو ڪڏهن بہ فتح ڪري ڪو نہ سگهيو. جيڪا ان جي سوني پڃري کي ٽوڙي، پڙڪو ڏئي اڏري هلي وئي هئي. اها ڪا نفسياتي گهبراهٽ هيس جو امير ڊڄندو هيو تہ ڪٽي ان جو پٽ بہ ماءُ وانگر ان ڪان رسي هليو نہ وڃي، انهيءَ ڪري ان جي قدمن تي سڄي دنيا کي جهڪائڻ گهرندو هو. ان پٽ لاءِ هن جيتري ڊڪ ڊوڙ ڪئي،

جيتري جوڙ توڙ ڪئي، جيڪڏهن اهو پنهنجي فرضن جي ادائگي اوتريءَ ايمانداريءَ ۽ انصاف سان ڪري ها تہ اڄ ان جو شمار دنيا جي عظيم ماڻهن ۾ ٿئي ها ۽ اهو هڪڙي وڏي قداور هستي ميڃيو وڃي ها.

ماڻهن کي خبر هئي تہ اهو پنهنجي پٽ سان حد کان وڌيڪ محبت ٿو ڪري، چاپلوسي ڪرڻ وارن ڪجهہ ماڻهن ڳالهين ڳالهين ۾ مشورو ڏنس تہ اهو پنهنجي حياتي ۾ جيڪڏهن يزيد کي پنهنجو جانشين مقرر ڪري وڃي، تہ بعد ۾ خون خرابو ڪو نہ ٿيندو. يزيد لاءِ مشڪلاتون آسان ٿي وينديون.

اها ڳالهہ امير معاويہ کي ڏاڍي وڻي وئي، هوڏانهن دوستن ورغلائڻ شروع ڪيو تہ سندس شخصيت ئي اهڙي آهي، جيڪا امير کان پوءِ خلافت جو بار کڻي سگهي ٿي. جيڪڏهن امير گهري تہ پنهنجي طاقت ۽ رعب کي استعمال ڪري، پنهنجي زندگيءَ ۾ ان جو فيصلو ڪري سگهي ٿو. يزيد کي انهي مشوري سان ڇو اختلاف ٿئي ها. ان هڪدم پنهنجي پيءُ تي زور وجهڻ شروع ڪيو. شام وارن کي راضي ڪرڻ بلڪل ڏکيو ڪو نہ هو. اهي ماڻهو تہ پهريان ئي فرمانبردار ٿي ويا هيا. اهي امير معاويہ کي خدا طرفان مقرر ڪيل خليفو مڃي، پنهنجو دين ايمان ان جي حوالي ڪري چڪا هيا. انهن کان بيعت وٺڻ ڪو مشڪل ڪم ڪو نہ هو.

انهيءَ ڪري زبردست تياريون ٿيون، هڪڙو وڏو جلسو ڪيو ويو. سرڪردہ ماڻهن زيد کي جانشين بنائڻ جي اهڙي نموني سان تجويز ڏني، جڻ اها پاڻمرادو انهن جي دماغ ۾ اچي وئي آهي. انهن چيو:

"امير معاويہ بن ابو سفيان خدا جي مخلوق جي خدمت ڪرڻ ۾ ايترو غرق ٿي ويو آهي، جو ان کي اسلام جي مستقبل جو ڪوئي فڪر ڪو نہ آهي. ان کان پوءِ هي سڄو نظام جيڪو ان وڏيءَ جاکوڙ کان پوءِ قائم ڪيو آهي، سڀ ڪجهہ هيڏي هوڏي ٿي ويندو. خون خرابو ٿيندو. غرض مند پنهنجن حقن جي ڪوشش ۾ لڳي ويندا. هڪڙو طوفان برپا ٿي ويندو جنهن جي سزا عرب قوم جي معصوم ۽ امن پسند ماڻهن کي ڀوڳڻي پوندي، انهيءَ ڪري گهرجي تہ امير پنهنجي حياتي ۾ ئي پنهنجي لائق ۽ هونهار پٽ کي پنهنجو جانشين مقرر ڪري ڇڏي تہ

جيئن هر و ﭙرو جي جهڳڙن جو امڪان نہ رهي. عرب قوم ۾ اسلام جي بقا ۾ ﭙلائيءَ لاءِ اهو ڪم نهايت ضروري آهي.

تائيد ڪرڻ وارا ﭘهريان ڪان ئي مقرر ٿيل هيا. انهن گڏوگڏ اهو بہ طئي ڪيو تہ شايد امير هٻڪ محسوس ڪري، انهيءَ ڪري ان کي اسلام جي نالي ۾ مجبور ڪيو وڃي.

امير معاويہ هڪدم مجبور ٿي ويو. ان جي سمجهہ ۾ اها ئي اسلامي جمهوريت جي تقاضا هئي تہ شهنشاهيت کي مضبوط ڪيو وڃي. بس ڏڙا ڏڙ بيعت وٺڻ شروع ٿي وئي، جن کي ٿورو بہ اعتراض ٿيو انهن جي وات کي اشرفين سان بند ڪيائون، جيڪي خوشي سان راضي ٿيا انهن کي انعام اڪرام ڏنا ويا. ان وقت ماڻهو امير معاويہ سان مقابلو ڪرڻ جي بجاءِ ان سان ٺاهہ ڪرڻ ۾ وڌيڪ عافيت سمجهي رهيا هيا. شام کان مطمئن ٿي، امير معاويہ انهي مهم کي اڳتي وڌايو. ڪوفي ۾ ٿورڙي مخالفت ٿي، پر ماڻهن کي ڪوڙن الزامن ۾ ڦاسائي، نهايت بي رحمي سان ڪچلي ڇڏيائون. باقي ماڻهو يا تہ روپوش ٿي ويا يا امير جي حڪم آڏو گوڏا کوڙيائون ۽ يزيد جي جانشينيءَ کي قبول ڪيائون.

مديني ۽ مڪي جي طرف کان امير کي وڏي تشويش هئي. مروان کي، جيڪو ان وقت مديني جو حاڪم هيو، انهيءَ ڪم تي لڳايو ويو تہ يزيد لاءِ ماڻهن جي رضامندي حاصل ڪري. جڏهن مروان انهي تجويز کي عوام آڏو پيش ڪيو تہ انهن کلم کلا مخالفت ڪو نہ ڪئي، پر ٽال مٽول کان ڪم ورتائون. خزاني جو در کولي ڇڏيائين. ڪجهہ ماڻهن انعام ورتا. پر بعد ۾ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪرڻ کانپوءِ واپس ڪري ڇڏيائون.

ماڻهن کي اعتراض هيو تہ اها بدعت آهي. اڄ تائين ڪنهن بہ خليفي پنهنجي پٽ کي جانشين مقرر ڪو نہ ڪيو آهي، اها اسلام جي بنيادي اصولن جي کلم کلا نافرماني آهي. شهنشاهيت جي رسم آهي، جنهن جي خلاف اسلام آواز اٿاريو هيو ۽ ان جو خاتمو ڪري جمهوريت قائم ڪئي هئي.

اهو ٻڌي امير معاويہ خاموش ٿي ويو. ان ظاهر ظهور عام راءِ سان مقابلو ڪرڻ نٿي گهريو. ان کي خبر هئي تہ عرب قوم جذباتي آهي.

ٿوري بهاني تي اڙجي ويندي. پنهنجي چالاڪي ۽ سياسي ڄاڻ تي ان کي پورو پروسو هيو.

ان کي سيني ڪان وڏو خطرو حضرت حسين بن علي ؑ کان هو. اهو الله جي رسول ﷺ جو ڏوهٽو هيو ۽ پاڻ به ذاتي طور هڪڙو بردبار ۽ وڏي مرتبي وارو مثالي انسان هو.

امام حسن ؑ جي شهادت کان پوءِ امام حسين بن علي ؑ اڪيلو امير معاويہ جي رحم ڪرم تي رهجي ويو. امير وڏو چالاڪ سياستدان هيو. وڏي پاءُ جي قتل کان پوءِ ان هڪدم امام حسين ؑ تي حملو ڪرڻ نٿي گهريو. ائين ڳالهہ وڌيڪ ڪوڙي ٿي ۽ کلي وڃي ها. اهو زهر کي هوشياري سان ڦڙو ڦڙو ڪري پيارڻ جو قائل هو. ان وڏي هوشياري سان پهريائين تہ ماڻهن جي دلين تان حضرت علي بن ابوطالب ؑ جي عظيم شخصيت جا نقش متائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي شهيد ڪرائي ان جي جسماني وجود کان تہ پناهہ ملي ويس، پر اهو ماڻهن جي دلين تي اڄ بہ راڄ ڪري رهيو هو. ماڻهو هاڻي بہ ان جي عظمت جا قائل هيا. امير معاويہ کي پنهنجو پاڻ کي مجرائڻ لاءِ پهريائين حضرت علي ؑ جي فضيلتن کي متائڻو هيو. انهيءَ ڪري تاڪيد ڪيو ويو تہ خطبي ۾ حضرت علي ؑ جو نالو نہ ورتو وڃي. ان جي پاران حضرت عثمان ؓ جي مثالي خوبين تي زياده ڌيان ڏنو وڃي. اهو سڀ انهيءَ ڪري ڪو نہ هيو تہ ڪو امير معاويہ کي حضرت عثمان ؓ سان ڪا خاص محبت يا عقيدت هئي، مگر حضرت علي ؑ جي مقابلي ۾ جيڪڏهن اهو پاڻ کي پيش ڪري ها تہ ماڻهو ان کي مطلبي سمجهن ها ۽ ان جي نيت تي شڪ ڪرڻ لڳن ها. ان وڏيءَ چالاڪي سان اهڙيون حديثون ٺهرايون، جن مطابق حضرت عثمان ؓ جي فضيلت ظاهر ٿيندي هئي. حضرت علي ؑ جي ذڪر کي مڪمل طور بند ڪري ڇڏيائون.

ان موقعي تي ماڻهن نيون نيون حديثون ٺاهي لکين ڪمائي ورتا ۽ اڃا اڳتي وڌيا تہ حضرت علي ؑ کي نظر انداز ڪرڻ جي بجاءِ ان جي باري ۾ عيب ٻڌائڻ شروع ڪيائون. چٽن لفظن ۾ گلا ڪرڻ کان بہ ڪو نہ ڪيٻايائون. جن ماڻهن اهڙي رويي تي اعتراض ڪيو انهن کي

ڏاڍو ستاياءُون. ائين حضرت علي ﷺ جو ڪردار وقتي طور تي مشڪوڪ ٿيڻ لڳو.

ملڪ هٿ ڪرڻ جي هوس ماڻهوءَ کي درندو بڻائي ڇڏيندي آهي. خدا ڄاڻي ڇا ڇا ٿي ويندو آهي، جو ماڻهو پنهنجي منزل جو فيصلو ڪري انڌا ڌنڌ اڳتي وڌڻ لڳندو آهي. رستي ۾ جيڪو بہ اچي ان کي لتاڙي ڇڏيندو آهي. دنيا ۾ حڪومت ۽ سلطنت جي نالي ۾ جيترا بہ ظلم ڪيا ويا آهن، انهن جو ڳاڻاٽو ڪرڻ مشڪل آهي. انهن جو خيال ڪرڻ سان ئي انسانيت جو ڪنڌ شرم کان جهڪي وڃي ٿو. ظلم جڏهن پنهنجي انتها تي پهچندو آهي تہ ڪنهن ۾ بہ ان جو مقابلو ڪرڻ جي همت ڪو نہ ٿيندي آهي. ڪائي سُستي آڏو اچي ويندي آهي. ماڻهو خاموشيءَ سان پيسجندا رهندا آهن. پاڙيسريءَ جو ڪنڌ ڪپيو ويندو آهي، گهر کي باهہ ڏني ويندي آهي، ٻارن کي جيئري ساڙيو ويندو آهي، معصوم نياڻين جي عزت لٽي ويندي آهي تہ ماڻهو ڊپ مان پنهنجي گهر جو دروازو بند ڪري، چپ ھٽي ويهي رهندا آهن، تہ شڪر آهي انهن سان ائين ڪو نہ ٿو ٿئي. اهي نہ ڪجهہ ڏسڻ جي همت رکندا آهن، نہ ٻڌڻ جي.

ظالم اڃا شينهن ٿي ويندو آهي. هڪ هڪ وک اڃا اڳتي وڌائيندو ويندو آهي. آهستي آهستي ان جي دل پٿر ٿي ويندي آهي. وڏو پيمانڪ ظلم ڏسندي بہ ان کي جهپو ڪو نہ ايندو آهي، پر ان کي جائز ۽ پنهنجي مفاد لاءِ ضروري سمجهندو آهي. امير معاويہ جي زماني ۾ جاهليت واري زماني جون ختم ٿي ويل وحشي اذيتون وري جاري ٿي ويون. اسلام جن ڳالهين ۽ حرڪتن جي مذمت ڪئي هئي، اهي جائز ٿي ويون. جيئري انسان جي کل لهرائي ٿهڪندڙ تيل ۾ اڇلائڻ. پاڙ کان زبان ڇڪي ڪڍڻ. هڪڙو هڪڙو عضوو الڳ ڪڍي ڪيترا ڪيترا ڏينهن تڙپائي مارڻ.

اهي ظلم ڇو واٽن تي سيني جي سامهون ڪيا ويندا هيا تہ جيئن ماڻهو عبرت حاصل ڪن ۽ دليون پٿر ٿي وڃن. همدردي ڪرڻ وارن جذبن جي نڙي گهٽجي وڃي، نفسياتي طور بي حس ٿي وڃن ۽ ايترا ڊڄي وڃن جو صرف جان بچائڻ جي لاءِ پاڻ ئي وحشي حرڪتن لاءِ

تيار ٿي وڃن. دليون اهڙيون ٿي وڃن جو پي پٽ لاءِ نہ روئي. ڀاءُ ڀاءُ جو ڪنڌ ڪپي ڇڏي، ڪٺ پتيلن وانگر حڪم مڃي.

ڪوفي ۾ حضرت علي ﷺسان محبت ڪرڻ وارا گھٽا هيا. انهيءَ ڪري سيني ڪان گھڻو ظلم انهن سان ٿيو. انهن ۾ ڪنڌ ڪڻڻ جي طاقت نہ رهي. ٻاهر نڪرندي ڊڄندا هيا. غلامن ۽ ٻانهين جي آڏو ڪلي ڪري ڳالهائڻ ڪان ڊڄندا هيا تہ ڪٿي چغلي نہ هڻن. چغلي ڪرڻ جو ڌنڌو ڏاڍو مقبول ٿي ويو. ڪوڙي سچي هر خبر جي قيمت ملڻ لڳي، مقصد انسان جو قتل هيو. ڪوڙي شاهدي ڏيڻ سان ظلم ٿيندو ڏسي ماڻهو خوش ٿي ويندا آهن. عقل گم ٿي ويندو آهي، پنهنجو پاڻ تي بہ ڀروسو ڪو نہ رهندو آهي.

اهڙن ماڻهن کي ڳولي ڳولي ماريو ويو جيڪي عالم ۽ فاضل هيا. جن ضمير فروشي ڪان انڪار ڪري ڇڏيو جن کي ماڻهو مڃيندا هيا ۽ انهن جي قول ۽ فعل تي ڀروسو ڪندا هيا. انهيءَ لاءِ تہ جيئن ماڻهو انهن جي رهنمائي ڪان محروم ٿي، رڍن ۽ ٻڪرين وانگر عقل ڪان وانجها ٿي وڃن. شعور رکڻ وارا ماڻهو ڏاڍو خطرناڪ ٿيندا آهن. اهي عوام آڏو ظالماڻہ نظام جا پول پڌرا ڪري ڇڏيندا آهن.

وڏيءَ حيرت جي ڳالهہ هئي تہ امام حسين بن علي ﷺ جي خاندان پنهنجو دامن تائين ان ٻاهہ جي شعلن ڪان بچائي رکيو هو. اهي ڏاڍو محتاط هيا. مگر بي خبر ڪو نہ هيا. انهن ڏانهن اچڻ وڃڻ وارن تي پهرو هيو. جيڪو انهن وٽ گھڻو ايندو ويندو هيو اهو اوچتو گم ٿي ويندو هيو. امام حسين ﷺ سڀ ڪجهہ ڄاڻندي بہ خاموش هيا. ماڻهو سندن انهيءَ خاموشيءَ لاءِ ڪيس بيحس هجڻ جا طعنا ڏيندا هيا. پر پاڻ صبر سان ٻڌا رهندا هيا.

رسول الله ﷺ جي وفات ڪان پوءِ انهن گھڻو ڪجهہ ڏٺو هيو. انهن کي خبر هئي تہ اڪثريت مظلومن جي آهي، اقليت جي هٿ ۾ تلوار آهي، انهن سان بنا سوچڻ سمجهڻ جي مقابلو ڪرڻ خودڪشي جي برابر آهي. طاقت انڌي آهي. اڪثريت هٿين خالي آهي ۽ جن ڪان خطرو اٿن. انهن ماڻهن کي ختم ڪرڻ جو بهانو ڳولي رهيا آهن.

امام حسين ﷺ لاءِ ته امير معاويه دل ۾ گهريو ٿي ته اهو ڪو اهڙو ڪم ڪري ته جيئن ان جي پوري خاندان کي ختم ڪرڻ جو بهانو ملي وڃي. ڪنڊ ڪڙن ته سيني کي نپوڙي ڇڏجي. امام حسين ﷺ جي انهيءَ ماٺ کان ان کي وڏي وحشت ٿي رهي هئي.

ابو الفضل حضرت عباس ﷺ کي پاڻ سان ملائڻ لاءِ امير معاويه گهڻي ڪوشش ڪئي. ان کي پيغام موڪليائين:

”جو ڪنڊ ۾ لڪا ويٺا آهيو ڪنهن صوبي جي گورنري سنڀاليو. اسلام جي ٻيڙي ڪن ۾ ڦاٿل آهي، اچو ۽ ونجهه سنڀاليو.“

مگر ان امام حسين ﷺ جو ساٿ ڇڏڻ قبول ڪو نه ڪيو.

حضرت علي اڪبر ﷺ جي ساراهه جا بند ٻڌا ويا. ان کي سبز باغ ڏيکاريائون. جيڪڏهن اهو پيءُ کي ڇڏي امير معاويه جي پاسي ٿي وڃي ها ته يزيد جي پوزيشن ڏاڍي مضبوط ٿي وڃي ها. حضرت علي اڪبر ﷺ صورت ۾ رسول الله ﷺ جا هم شڪل هيا. عمر ۾ ننڍا مگر حد کان وڌيڪ بردبار ۽ دلير هيا. ان جي گهوڙي سواري ۽ تلوار هلائڻ جي مهارت مشهور هئي.

’جيڪا رڍ پنهنجي ڌڻ کان ڌار ٿيندي، ان کي بگهڙ کائي ويندو.‘ ان کي پنهنجي ڏاڏي سائين جي قول تي يقين هو.

’ٻڌي توهان جو آخري هٿيار آهي.‘ انهن اهو به چيو هو. امام حسين ﷺ پنهنجي اولاد کي نهايت سٺي تعليم ڏني هئي. دنيا جي ڪا به طاقت انهن کي ورغلائي نه سگهي. اهي هڪ ٻئي جو ساٿ ڇڏڻ تي راضي ڪو نه ٿيا.

امير معاويه ته يزيد کي جانشين بنائڻ جو ڀوت سوار هو. گهڻي وڏي پئماني تي پروپئگنڊا جاري هئي. يزيد کي پنهنجي حقدار هجڻ جو يقين هو. انجي قدمن ۾ بيشمار دولت هئي، نهايت حسين ۽ ڏسڻ جهڙو هيو. قيمتي ڪپڙن جو شوقين، نوان نوان لاڏ ڪوڏ ڪندو هو. شاعريءَ ۾ حسن ۽ عشق جي اهڙي ڳالهه ڪندو هو جو ماڻهو خيالن ۾ گم ٿي ويندا هيا. شڪار ڪرڻ جو به وڏو شوقين هو. يورپ کان ڪيترائي اعليٰ نسل جا ڪتا گهرايا هئائين. شراب ۽ عورت جو ديوانو هو. ان جي محل ۾ ڌرتيءَ جي هر علائقي جي حسن ۽ ناز جو

نمونو موجود هيو. پٽ جي شوق کي ڏسي، امير پري پري وارن ملڪن مان حسن جا نمونا گهرائي ان جي حوالي ڪيا هيا.

يزيد جي محلات ۾ جنسي تماشن جا عجيب و غريب مظاهرا ٿيندا هيا. محلات جي وچ ۾ اٽلي جي سنگ مرمر مان ٺهيل هڪڙو حوض هيو جنهن کي قسمن قسمن جي شراب سان ڀريو ويندو هو ۽ پوءِ اگهاڙيون حسينائون ان ۾ ٽپيون هڻنديون هيو ڪيچل ڪنديون هيون، ۽ گلاس ڀري موجود ماڻهن کي پيش ڪنديون هيون. شراب ۾ وهنتل حسينائن جي دلفريبي تي يزيد اهڙا تہ شعر چيا، جو پڙهندڙ جوش مان پاڳل ٿي پئي ويا.

امير معاويہ جون ڪوششون جاري رهيون. انهيءَ سال جڏهن يزيد حج ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو تہ ان هن سان اشرفين جون ٿيلهيون بہ روانون ڪيون تہ جيئن اهو ماڻهن کي پنهنجو خير خواهہ بڻائي سگهي. ان جو اثر سندس دل وٽان ٿيو ۽ يزيد جي سخاوت ۽ مهربانيءَ جا گهر گهر ۾ چرچا ٿيڻ لڳا. حساس ۽ باشعور ماڻهو حيران هيا، تہ اسلام ڪهڙين حالتن مان گذري رهيو آهي.

مگر اهو طبقو جيڪو امير جي اکين ۾ ڪنڊن وانگر چڀندو هو، وري ان جي آڏو اچي ويو. انهن ماڻهن جڏهن سخاوت جي آڙ ۾ لڪل اصل مقصد تي غور ڪيو تہ چميگويون شروع ٿي ويون. ماڻهو اشرفيون واپس ڦٽي ڪري ويا تہ . . . .

"اسان ضمير وڪڻ وارا ڪونہ آهيون."

امير معاويہ ڏاڍو ڪاوڙيو پر اهو قدم سنڀالي کڻڻ جو قائل هو.

هٽلر پنهنجي "مئن ڪئمپ" ۾ لکيو آهي تہ جيڪڏهن پٿر تي لڳاتار ڦڙو ڪرندو رهي تہ هڪڙو وقت اهڙو ايندو آهي، جو پٿر ۾ سوراخ ٿي ويندو آهي. هڪڙي ڳالهہ پلي اها ڪيتري بہ بيهودي هجي، وري وري ورجائي وڃي تہ ڪن عادي ٿي ويندا آهن. ساديون سپاجهڙيون دليون ميڻ ٿي وينديون آهن. ڪوڙ ۽ نڳي سڀ کان وڏو سچ ٿي ويندا آهن. يزيد جي مهم بہ ناڪام ڪونہ وئي، هڪڙو ٻج تہ ڦٽنجي ويو هاڻ ان کي پاڻي ڏيڻ جو سوال هو. مروان مديني ۾ هڪڙي عظيم الشان جلسي جو بندوبست ڪيو ۽ انبوهہ کي مخاطب ٿي چيائين:

"ماڻهؤ! امير معاويہ هاڻي گهڻو ڪراڙو ٿي ويو آهي. اهو گهري ٿو تہ پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن قابل ۽ سياڻي ماڻهوءَ کي پنهنجو جانشين مقرر ڪري ڇڏي تہ جيئن الله تعاليٰ ۽ ان جي نيڪ ماڻهن جي وڏي پيماني تي خدمت ٿي سگهي. بيعت لاءِ وقت اجايو ضايع نہ ٿئي ۽ ماڻهو هنگامي کان بچي وڃن ۽ مطلب پرستن کي ڪنڌ کڻڻ جو موقعو نہ ملي، امن امان خون خرابي جو شڪار نہ ٿئي! جانشين جي لاءِ ڪو وڏو لائق، خدا ترس ماڻهو چونڊيو وڃي، جيڪو انصاف پسند خلفاءِ راشدين جي نقش قدم تي هلي، اسلام جي عظمت کي چار چنڊ لڳائي. هن وقت اهڙو مثالي انسان صرف هڪڙو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. منهنجو مطلب تہ اهو امير معاويہ جو نيڪ خصلت فرزند ارجمند يزيد بن معاويہ آهي. يقينن توهان سڀ اسان سان هم خيال هوندا؟"

ماڻهو "هم خيالي" کان انڪار ڪرڻ وارن جو حشر ڏسي چڪا هئا، انهيءَ ڪري اکيون چورائي چپ هنيون ويٺا رهيا.

مگر پهرين خليفي جو پٽ ۽ ام المومنين حضرت عائشہ ﷥ جو ڀاءُ عبدالرحمان بن ابوبڪر ﷥ خاموش رهي نہ سگهيو. اهو جذباتي ٿي ويو ۽ ڪاوڙمان چيائين:

"مروان! خدا جي واسطي دوزخ جي باهہ کان ڊڄ. تون وڏو ڪوڙو آهين ۽ تنهنجو آقا تو کان بہ چار هٿ اڳتي آهي. يزيد نهايت ڪميڻو آهي. ناچ گانا، شراب ۽ ڪباب کان سواءِ ان کي ڪنهن بہ شيءِ ۾ دلچسپي نہ آهي. ڪفر وارا شعر چوندو آهي ۽ فاسق ۽ فاجر آهي."

مروان چيو

"اهي سڀ يزيد جي دشمنن هرو ڀرو ان کي بدنام ڪرڻ لاءِ ڪوڙيون ڳالهيون هلايون آهن. اهو سراسر ڪوڙو الزام آهي!"

"ڪميڻا! تون سمجهين ٿو تہ مان ڪوڙو الزام ٿو هڻان. لعنتي! تنهنجي ايڏي همت جو منهنجي نيت تي شڪ ٿو ڪرين."

اهو چئي ان مروان جي جنگهہ پڪڙي ان کي ممبر تان هيٺ ڇڪيو.

"اي اسلام جا دشمن! تون هن ممبر تي ويهڻ لائق نہ آهين."

وڏو هنگامو ٿي ويو. امير جا سپاهي چئني طرفن کان عبدالرحمان کي ڦري ويا. تلوارون اڀيون ڪري ان کي قتل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ام

المومنين حضرت عائشہ ﷞ کي خبر پئي تہ هڪدم اچي ويون ۽ مروان کي للڪاريائون:

"اي مردود! تون منهجي ڀاءُ مٿان هٿ کڻڻ جي همت ٿو ڪرين. ياد ڪر، رسول الله ﷺ ڪيترا دفعا تنهنجي منهن تي لعنت وڌي هئي."

حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جا عقيدتمند چئني طرفن کان موجود هيا. انهن جي اکين ۾ رت ڀرجي آيو. مروان ڏڄي ممبر کان هيٺ لهي آيو. ان هڪدم هڪڙي قاصد جي ذريعي امير معاويہ کي ان واقعي جو اطلاع ڪيو.

"هتي عراق ۽ حجاز جا ڪجھ ماڻهو رنڊڪون پيدا ڪري رهيا آهن. مون معلوم ڪيو آهي تہ انهن ماڻهن جو حسين بن علي سان گهڻو ملڻ جلڻ آهي. اهي ماڻهو اسان جا دشمن آهن ۽ وقت اچڻ تي دوکو ڪندا."

امير معاويہ کي جنهن ڳالھ جو انديشو هيو اها ٿي ٿي. آل رسول جو وجود ان لاءِ وڏو خطرو هيو. مگر اهو ڪنهن بہ طريقي سان امام حسين ؈ کي ان هنگامي ۾ ڦاسائي نہ سگهيو پر ان کي خبر هئي تہ مديني جي ماڻهن جو باغيانہ خيال ان جي محبت ڪري آهي. جيستائين اهي زندھ آهن، بغاوت جو جذبو زندھ رهندو. ان امام حسين ؈ کي هڪڙو ڏکو خط لکيو:

"حڪومت جي خلاف هنگامن جو هڪڙو ئي سبب ٿي سگهي ٿو. اهو هي تہ تو کي وهم آهي تہ خلافت جو اصلي حقدار تون آهين. مان انهن چڪربازين جو مطلب چڱيءَ طرح سمجهان ٿو. خيريت انهيءَ ۾ آهي تہ ان اجائي خيال کي دل مان ڪڍي ڇڏ. حسن بن علي جي طرفان ڪيل عهد جو تہ خيال ڪر. جيڪڏهن منهنجي اصولن سان اختلاف ڪندين تہ مون مان بہ ڪنهن لحاظ ڪرڻ جي اميد نہ رکجانءِ. مان پنهنجي حفاظت ڪرڻ خوب ڄاڻان ٿو. مون کي بيوقوف بنائڻ جي ڪوشش ڪندين تہ پڇتائيندين. توکي انهن ڳالهين مان ڪجھ نہ ورندو سرندو. اجايو مسلمانن ۾ ڏڦيڙ پوندو. ماڻهو ورغلائجي خون خرابي لاءِ تيار ٿي ويندا. امت محمدي ۽ دين اسلام جي مفاد کي نقصان پهچندو. خود پنهنجي جان بہ خطري ۾ وجهي رهيو آهين. ان جي ذميواري مون تي عائد نٿي ٿئي."

امام حسين بن علي ﷺ ان خط کي وڏي غور سان پڙهيو. پنهنجن رشتيدارن ۽ دوستن سان مشورو ڪيائون. سيني جي راءِ مطابق جواب تيار ڪيو ويو.

"منهجي باري ۾ تو جيڪو ٻڌو آهي، لڳي ٿو تہ اهو تنهنجي بيمار ذهن جي پيداوار آهي يا شايد تنهنجي دل جو چور تو کان اهڙيون بي بنياد ڳالهيون چورائي رهيو آهي. مروان جي تجويز جيڪا خود تنهنجي آهي، ان جي ناڪاميءَ جو الزام مون تي هڻڻ ٿو گهرين، حالانڪ منهنجوان سان ڪو بہ واسطو ڪو نہ آهي.

تنهنجو رويو ڪنهن بہ صورت ۾ انساني ذهن جي لاءِ قابل قبول ڪو نہ آهي. تون سمجهين ٿو تہ عرب قوم تو سان گڏ آهي، حالانڪ توکي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ تنهنجي 'هردلعزيزي' جو راز اهو وڏو لشڪر آهي، جنهن کي تو وڏيءَ جاکوڙ ۽ خرچ کان پوءِ تيار ڪيو آهي، مگر تنهنجو اهو لشڪر انهيءَ ڳالهہ جو هر گز دليل نہ آهي تہ تون حق تي آهين ۽ توکي عوام جي تائيد حاصل آهي.

تنهنجا هٿ ڪهڙن ڪهڙن برگزيده عالمن جي خون ۾ رنڱيل آهن، جنهن بہ تنهنجي فرعونيت جي خلاف آواز اٿاريو تو ان کي ختم ڪرائي ڇڏيو. تو پنهنجا سڀ قسم ٽوڙي ڇڏيا، سڀ واعدا وساري ڇڏيا ۽ بيڏوهي انسانن کي اذيتناڪ سزائون ڏئي مارائي ڇڏيو هٿ پير ڪپي انهن کي لوهيون شيخون هڻي انڌو ڪري ڇڏيو ۽ خاندانن جا خاندان شهيد ڪرائي ڇڏيا.

پوءِ بہ اهڙا ماڻهو موجود آهن ۽ وڏي تعداد ۾ موجود آهن، جيڪي جسماني موت کي روحاني موت تي ترجيح ڏين ٿا. تون پنهنجي ملڪ گيريءَ جي هوس کي اسلام جي ڀلائيءَ جو نقاب ٿو پارائين. خود تو جيڪو زور ورتو آهي، ان ۾ آزاد راءِ جو ڪوئي دخل ڪو نہ آهي. تو دولت ۽ سياسي جوڙ توڙ جي سهاري تي خلافت حاصل ڪئي ۽ ان خلافت کي جائز ڪمائي سمجهي، پنهنجي پٽ جي حوالي ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيو آهين. تون اسلام جي حمايت جون ڊاڙون ٿو هڻين، حالانڪ تو اسلام جي صورت بگاڙڻ ۾ ڪا ئي ڪسر ڪو نہ ڇڏي آهي.

معاويہ ! خدا پاڪ سڀ ڪجھ ڏسي رهيو آهي. عرب قوم بہ انڌي ڪو نہ آهي. تون سياسي چالبازيءَ ذريعي پنهنجي پٽ کي، جيڪو انسان چورائڻ جو بہ حقدار ڪونہ آهي، پنهنجو جانشين مقرر ڪرڻ لاءِ ضد ڪري رهيو آهين. اسلام جي ايڏي وڏي توهين ڪندي تو کي ڪو بہ ڊپ ڪو نہ ٿو ٿئي. تون وڏي غلط رستي تي هلي رهيو آهين. تو کي نہ روڪڻ ۾ تو کي ائين ڇوٽ ڇڏي ڏيڻ، اسلام سان غداري ۾ عظيم گناهہ آهي.“

اهو خط ملندي ئي معاويہ ڪاوڙ ۾ ويتر پرجي ويو. هاڻي ان کان سواءِ ڪو چارو نظر ڪو نہ آيس تہ اهو پاڻ مديني وڃي، ماڻهن کي هيٺ مٿاهيون سمجهائي. خاص ڪري حسين بن علي کي ڪنهن بہ طريقي سان پنهنجي پڙهائڻ ۾ ڪامياب ٿئي، ڇو تہ اهو سندس مخالفن جو ڪعبہ ۽ قبلو آهي. جيڪڏهن اهو قابو ۾ اچي وڃي تہ ڪنهن کي بہ يزيد جي جانشينيءَ کان انڪار ڪو نہ ٿيندو. امير وڏي پرتباڪ انداز ۾ مديني آيو ۽ وڏيون شاندار دعوتون ڪيائين، جن ۾ خاص ماڻهن کي دعوت ڏئي گهرايو ويو. ڳالهين ڳالهين ۾ ڪنهن يزيد جي جانشينيءَ جو ذڪر بہ ڪوليو. هڪدم ڪنهن يزيد جي ساراهہ ڪرڻ شروع ڪري ڏني.

ڪنهن بہ نہ مخالفت ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ۽ نہ وري ڪنهن کي پنهنجي مٿان مصيبت آڻڻ جو شوق هيو. امام حسين بن علي ﷺ پڌو اڻ پڌو ڪري ڇڏيو. نہ ڪنهن کي انهن کان راءِ معلوم ڪرڻ جي همت ٿي، نہ انهن پنهنجي ميزبان آڏو راءِ جو اظهار ڪرڻ ضروري سمجهيو. ڳالهہ ٽري وئي.

مگر امام حسين ﷺ احتياط ڪندي، پنهنجي خاندان وارن کي ساڻ ڪري، مڪي روانو ٿي ويو.

هاڻي ميدان صاف هيو. امام حسين ﷺ ۽ ان جي هم خيال ساٿين جي موجودگيءَ ۾ ڏکيائي ٿي رهي هئي. هاڻي جيڪي دعوتون ٿيون، سي گهڻو ڪليل نموني جون ٿيون. جلسن ۾ وڏي تفصيل سان يزيد جي خوبين تي روشني وڌي وئي. چٽي طرح پڌايو ويو تہ وقت جو خليفو جيڪو ڪجهہ ڪري رهيو آهي، اهو الله ۽ ان جي رسول (ﷺ) جي

حڪمن جي پابندي آهي ۽ اهو قطعي فيصلو آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ يزيد جي جانشيني کان انڪار ڪيو تہ ان کي اسلام جو دشمن سمجهيو ويندو. وقت جي خليفي جي مخالفت الله ۽ رسول (ﷺ) جي حڪمن جي مخالفت جي برابر هوندي. اسلام جي ڀلائيءَ لاءِ انهن کي سڌي رستي تي آڻڻ لاءِ سخت کان سخت رويو اختيار ڪيو ويندو ورنہ اسلام جي عمارت ڊهڻ جو خطرو آهي. دين جي حفاظت لاءِ جيڪو رت وهندو ان جا ذميوار اهي ماڻهو هوندا. جيڪي لالچي ۽ خود غرض آهن ۽ پنهنجي ذاتي مفاد لاءِ دشمني تي سندرو ٻڌيون بيٺا آهن ۽ پاڻ کي خلافت جو حقدار سمجهن ٿا. اهي ڳالهيون جلسن ۾ ايترا دفعا وري وري چيون ويون. جو سادا سودا ماڻهو پاڻ کي ڏوهي سمجهڻ لڳا. پنهنجي آخرت ڪاري ڏسڻ ۾ آين. مگر اجا بہ ڪجهہ اهڙا ماڻهو موجود هيا. جيڪي امير معاويہ جي رعب تاب کان ڊڄي تہ ويا. پر دل ۾ اجا وڏيڪ بدظن ٿي ويا. يزيد جي جانشينيءَ جي سوال کان ٿري کسڪي ويا. نہ ڪلم ڪلا مخالفت ڪيائون ۽ نہ بيعت ڪيائون. امير انهن جي اهڙي هوشياريءَ تي رت جا ڍڪ پريندو رهجي ويو.

حضرت عبدالله بن عباس ﷛ سان اهو وڏي پرتپاڪ انداز سان مليو ۽ وڏيون صلح صفائيءَ جون ڳالهيون ڪيائين. پنهنجا احسان ياد ڏياريائين ۽ سمجهايائينس تہ حسين بن علي جي چڪر ۾ چوٽا پئو. عاقبت خراب ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ان جو انجام تہ ظاهر آهي. ان جو پيءُ علي بن ابو طالب ڪٿي نہ سگهيو. تہ ان جي ڪهڙي مجال آهي. مون سان مقابلو ڪندو تہ پاش پاش ٿي ويندو. حضرت عبدالله بن عباس ﷛ غور سان ڳالهيون ٻڌيون ۽ پوءِ چوڻ لڳو.

”حسين پنهنجي والد علي بن ابو طالب جو سچو جانشين آهي. جيڪڏهن آزمائڻ گهرين تہ آزاد چونڊ جي اصول تي عمل ڪري ڏس. منهنجو خيال آهي اهو ئي چونڊجي ويندو ۽ تنهنجو پٽ ڪامياب ڪو نہ ٿيندو. حسين سان ان جو ڪهڙو مقابلو؟ اي امير، حسين کي هرو ڀرو پريشان نہ ڪر. الله جي رسول (ﷺ) جو هڪڙو اهو ئي تہ ويجهو عزيز باقي بچيو آهي. عوام ان جي عظمت جو دل سان قائل آهي

۽ اهو انهيءَ عهدي کي چڱي نموني سان نباهيندو. تنهنجو ڇڙواڳ پٽ کهڙي منهن ان سان مقابلو ڪندو.“

انهيءَ ڪليل، مگر حقيقت تي ٻڌل مخالفت تي امير معاويہ جو رت تهڪي پيو پر هو ڏاڍو گهڻو سياڻو هو وڏي ٺرميءَ سان چيائين:

”تي سڱهي تو توهان جي راءِ ۾ ڪجهہ حقيقت هجي، پر شام ۾ يزيد جا تمام گهڻا حمايتي آهن، جيڪي اثر رسوخ وارا آهن. اهي تہ منهنجي بہ حڪم جي انحرافيءَ لاءِ سندرو ٻڌي بيهي رهندا. هاڻي تہ اتي اڪثريت يزيد جي جانشيني کي مڃي ٿي. جيڪڏهن حسين (ﷺ) پنهنجو حق جتائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هنگاما ٿي ويندا. اهي سر ڦريا ماڻهو رت جون نديون وهائي ڇڏيندا. تو کي اندازو ڪو نہ آهي تہ ماڻهو يزيد کي ڪيترو چاهن ٿا. نوجوانن ۾ تہ ان کي مون کان بہ وڌيڪ پسند ڪيو ويندو آهي. اهي سر ڦريا ڏاڍو طاقتور آهن. مقابلي لاءِ تيار ٿي ويا تہ مسلمان مسلمان جو رت وهائڻ لڳندو. خون خرابي کان هر صورت ۾ بچڻ گهرجي.“

حضرت عبدالله بن عباس ﷛ اڪين کان معذور هڪڙي ڪنڊ ۾ رهڻ وارو ماڻهو هيو. خون خرابي جي تصور کان ڏجي ويو. امير معاويہ ان کي پنهنجي لاءِ خطرو نہ سمجهندي، ان تي يزيد کي جانشين مڃڻ لاءِ زور ڪو نہ ڀريو. ان جي خاموشيءَ کي ئي غنيمت سمجهيائين.

مديني جا رهاڪو بغير ڪنهن مهاڻي جي طوفان جون ڇوليون برداشت ڪندا رهيا ۽ مجبوريءَ ۾ جان ڇڏائڻ لاءِ امير معاويہ آڏو جهڪي ويا.

مديني ۾ دل گهري ڪاميابي حاصل ڪري، ان مڪي جو رخ ڪيو. امام حسين بن علي ﷺ ۽ عبدالرحمان بن ابوبڪر ﷛ کي خلعتون ۽ تحفا موڪليائين، جيڪي انهن ٿورو مڃيندي واپس ڪري ڇڏيا. امير معاويہ وڏي صبر سان انهيءَ گستاخيءَ کي ٽاري ڇڏيو ۽ انهن سان روبرو ڳالهائڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين.

ماڻهن جا ڪن انهن ڏانهن لڳل هيا. ڪهڙيون ڳالهيون ٿينديون، ڪهڙو فيصلو ٿيندو. قياس آرائيون ٿينديون رهيون. حسين ﷺ جن جا طئي ڪندا. جيڪڏهن ناهہ ٿيو تہ ڪهڙن شرطن تي ٿيندو.

امام حسين بن علي ﷺ ڪي دعوت ملي تہ سموري خاندان وارن ۾ هلچل مچي وئي. سڀ چوڌاري گڏ ٿي ويا. اڪيلو وڃڻ مناسب آهي يا نہ.

"مان هڪڙي ماڻهوءَ سان ملاقات ڪرڻ وڃي رهيو آهيان، ڪنهن شينهن يا چيتي جي چنبي ۾ ڪو نہ وڃي رهيو آهيان." انهن خاص ڪري ابو الفضل عباس ﷺ ڪي سڏائڻ لاءِ چيو.

عباس ﷺ پنهنجي والد سڳوري جي وصيت ڪي هڪڙي گهڙي لاءِ بہ ڪو نہ وساريو هو. جڏهن زهر ۾ ٻڏل خنجر جي وار ڪري چئن ڏينهن تائين تڪليف ۾ گذاريندي وفات ڪئي هئائون، تہ ان ڪي حسين ﷺ جي حوالي ڪيو هئائون، مگر گڏوگڏ حسين ﷺ جي حفاظت ڪرڻ جي تلقين بہ ڪئي هيائونس. عباس ﷺ هڪڙو لاثاني گهوڙيسوار ۽ تلوار هلائڻ جو ڏٽي هيو. خفيہ طور ان نوجوانن جي هڪڙي جماعت تيار ڪئي هئي، اهي نوجوان عرب جي بهترين سپاهين ۾ ڳڻيا ويندا هيا ۽ ماڻهو انهن جي بهادريءَ ڪي مڃيندا هيا. عباس ﷺ سان گڏ انهن نوجوان بهادرن بہ حسين ﷺ جي حفاظت جو قسم کنيو هو. حسين عليہ السلام ڪي خبر ئي ڪو نہ هوندي هئي ۽ اهي مجاهد عباس ﷺ جي اڳواڻي ۾ پري پري کان سندن حفاظت ڪندا هيا. امام حسين ﷺ جڏهن بہ ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر نڪرندا هيا تہ اهي ٿوري مفاصلي تي گڏوگڏ هلندا رهندا هيا. مسجدشريف ۾ داخل ٿيندا هيا تہ سندن اوسي پاسي کان صفن ۾ موجود رهندا هيا. هٿياربند ۽ هر وقت خبروار انهن ماڻهن جي خوف کان ڪنهن ڪي بہ حسين ﷺ تي اوچتو حملو ڪرڻ جو وجهہ ڪو نہ مليو. امام حسين ﷺ ڪي جوانن جي انهي جٿي جي ٿوري ٿوري خبر هئي. انهن عباس ﷺ کان پڇيا ڪئي، پر اهو ماٺ ٿي ويو.

"ادا! مان ڪنهن ملڪ جو بادشاهہ ڪو نہ آهيان، جنهن جي حفاظت لاءِ هٿياربند دستي جي ضرورت هجي. مون ڪي ڊپ بہ ڪنهن کان ٿو ٿي سگهي. سيئي تہ منهجا پنهنجا آهن." حسين ﷺ چوندا هيا. مگر عباس ﷺ نہ ڪڏهن دليل پيش ڪيو نہ حجت ڪئي. هڪڙو يقين هيو جنهن تي ان عمل تي ڪيائون.

امام حسين بن علي ﷺ ملاقات لاءِ امير معاويہ ڏانهن اڪيلا ويا. وڏي پرتپاڪ انداز ۾ سندن استقبال ڪيو ويو. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ٿيون، پوءِ ماٺ ڇانئجي وئي. امير آهستڙي چيو:

جيڪڏهن ٽڏيءَ دل سان ٻڌو تہ مان ڪجهہ چوڻ ٿو گهران. "

"مان غور سان ٻڌي رهيو آهيان. "

"اسلامي ملڪن جا معزز ۽ سرڪرده ماڻهو مون تي زور بار ڪري رهيا آهن تہ يزيد جي جانشينيءَ جو سوال سيني مسلمانن آڏو پيش ڪريان. اڄ تائين مان ٽاريندو رهيس، مگر هاڻي زوريار وڌندو ٿو وڃي. سيئي يزيد کي گهڻو ساراهين ٿا. انهن جي نظر ۾ يزيد کان وڌيڪ سٺو ڪو ئي نہ آهي. "

"۽ تنهنجي نظرن ۾؟ امام ﷺمرڪڻ لڳا.

"مجبور ٿي مون کي بہ انهن جو هم خيال ٿيڻو پئجي ويو آهي. والله! مون کي بہ يزيد کان وڌيڪ سٺو ڪو ئي ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿو اچي. "

"جيڪڏهن تو کي پنهنجي پٽ کان سواءِ ڪو ئي نظر نہ ٿو اچي تہ اهو تنهنجي نظر جو ڏوڪو آهي. "

امير معاويہ کي ڪاوڙ اچڻ لڳي، پر زبردستيءَ کلڻ لڳو.

"تون ئي ٻڌاءِ ٻيو ڪير انهي لائق آهي؟"

"منهنجي ٻڌائڻ جو انتظار ڇو ٿو ڪرين. آزاد چونڊ ڪرائي ڏس. پاڻهي خبر پئجي ويندي تہ ڪوئي تنهنجي پٽ کان وڌيڪ سٺو آهي يا نہ "

"مان سمجهي ويس. تنهنجو اشارو خود پنهنجي ذات ڏانهن آهي. "

"جيڪڏهن هجي بہ تہ ان ۾ اهڙي ڪهڙي انوکي ڳالهہ آهي. مون ۾ ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ جي صلاحيت يزيد کان وڌيڪ ئي هوندي، مگر تون ڊڄين ڇو ٿو؟ عوام جو فيصلو مناسب ئي هوندو. "

"ماڻهو جاهل ۽ بيوقوف آهن. اهي سياسي ڳوڙهاين کي سمجهي نٿا سگهن. مان مڃان ٿو تہ تون وڏو متقي ۽ پرهيزگار آهين، مگر هن وقت اسلام اهڙي دور مان گذري رهيو آهي، جو ڪنهن الله واري جي بجاءِ رعبدار، سختگير ۽ هردلعزيز قائد جي ضرورت آهي، جيڪو انتظامي معاملن ۾ مهارت رکندو هجي ۽ ماڻهو جنهن جو حڪم مڃين. يزيد گهڻو هر دلعزيز آهي ۽ ماڻهو ان کان ڊڄن بہ ٿا."

"يعني اهو هڪڙو جابر ۽ ظالم حڪمران ٿي سگهي ٿو جنهن جي نالي کان ماڻهو ڏڪن، جنهن جي هر نظر انهن جي موت جو پيغام هجي، جنهن جي بيرحمي ۽ فرعونيت مثال هجي. بيشڪ امير تون ۽ تنهنجو پٽ اهڙين خصلتن جا حامي آهيو. توهان ٻنهي جي ڌاڪ هيبتناڪ حد تي پهچي وئي آهي. باقي جيڪا زماني جي شڪايت آهي ۽ اسلام جو نازڪ دور مان گذرڻ جو سوال آهي ته اهو سڀ ڪجھ تنهنجو ئي ڪيڏ ـيڏيل آهي."

"اهو الزام آهي."

"امير اها حقيقت آهي. اسلام ۾ تو نئين سر شهنشاهيت جو بنياد وڌو. اسلامي ڀائيچاري جو گلو دٻائي ۽ عوام تي ظالم ۽ رت جا پياسا حاڪم ٺاڦيا. اسلام جي سلامتي جي نه، پر توکي انهن حاڪمن جي سلامتيءَ جو فڪر آهي، انهيءَ ڪري تو کي ايڏو وڏو لشڪر رکڻ جي ضرورت پيش آئي، ورنه انهن کي عوام پيرن ۾ لتاڙي ڇڏين. انهن حاڪمن جي سلامتي تنهنجي پنهنجي سلامتي آهي. تون ايماندار ۽ نيڪ ماڻهن کان ڊڄين ٿو. جيڪڏهن خلافت ڪنهن نيڪ، شريف ۽ خدا جو خوف ڪرڻ واري ماڻهوءَ جي هٿ ۾ اچي ويندي ته اهي حاڪم من مانيون ڪري ڪو نه سگهندا. انهن جي ڪرتوتن جو محاسبو ٿيندو مگر تون ۽ تنهنجا حاڪم ڪنهن به قسم جي احتساب لاءِ تيار ڪو نه ٿيندا!"

"اي حسين! ڪهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين. منهنجا سڀئي ماتحت انتهائي خدا ترس، انصاف ڪرڻ وارا ۽ نرم طبيعت آهن. خلق جي خدمت ڪرڻ انهن جي زندگي جو واحد مقصد آهي."

امام حسين ﷺ سنجيده طبيعت وارا انسان هيا. وڏي ٿهڪ ڏيڻ جي نه انهن ۾ عادت هئي نه زماني ڪڏهن اجازت ڏين. مگر ان وقت اهي پنهنجي کل روڪي ڪو نه سگهيا ۽ اچانڪ کلڻ لڳا.

"والله! معاويه تون وڏو دلچسپ ماڻهو آهين. تو پنهنجي درٻار ۾ ايترا مسخرا پري ڇڏيا آهن، جو انهن جي صحبت ۾ تون به تماشو ٿي ويو آهين. ڇا واقعي تنهجو ايمان آهي ته تنهنجا حاڪم خدا ترس آهن يا اها تنهنجي اٽڪلٽائي آهي. خدا جو قسم! ٻنهي صورتن ۾ عام

انسان جي بدنصيبي آهي. تو ڪي پنهجن حاڪمن جي ڪرتوتن جي خبر ڪو نہ آهي. اهي تو ڪي اکين ۾ سرمو پارائي رهيا آهن يا تون انهن تي ڍڪ ڍڪڻ لاءِ سندرو ٻڌيون بيٺو آهين. جيڪا ڳالهہ عالم آشڪار آهي، ڇا اها تو کان لڪل آهي. تون ايڏو اڻ ڄاڻ آهين تہ خلافت جي لائق ڪو نہ آهين. وڃي ڪنهن ٻار کان بہ پڇا ڪر تہ اهو بہ تو کي ٻڌائيندو تہ تنهنجا حاڪم، جيڪي تنهنجا مٺ مائٽ ۽ دوست آهن، دنيا جا بدترين حاڪم آهن. مسڪين ۽ بيوس ماڻهن جو رت نپوڙي، پنهنجن محلاتن جا بنياد مضبوط ڪري رهيا آهن. راڳ رنگ، شراب ۽ ڪباب انهن جو واحد مشغلو آهي. اهي تنهنجا جوتا کڻڻ وارا، تنهنجي پٺ جي بدڪارين جا رازدار آهن. انهن جي ئي ڪلهن تي تنهنجو اهو تخت ۽ تاج سجيل آهي. انهن جي ئي سهاري تي تون فرعون ۽ بي سامان بڻيو اسلام جي اصولن کي پيرن ۾ لتاڙي رهيو آهين."

امير معاويہ جو منهن ڦڪو ٿي ويو. اکيون ڳاڙهيون ٿي ويس. گهٽيل نڙي مان چيائين:

"حسين بن علي تون وقت جي خليفي امير المؤمنين جي ذات تي حملو ڪري رهيو آهين. تون پنهنجي حيثيت وساري رهيو آهين."

"مان هڪڙي اهڙي ماڻهو کي امير المومنين مڃڻ لاءِ تيار ڪو نہ آهيان، جيڪو ڄاڻي واڻي اسلام کي تباهيءَ طرف وٺي وڃي رهيو آهي. تون انتهائي غير ذميوار آهين ۽ تنهنجو پٽ توکان بہ چار وکون اڳتي آهي. ان جي بدڪردارين جا قصا ٻڌي ماڻهو تہ ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيندا آهن."

"يزيد جي باري ۾ تنهنجا ايڏا واهيات خيال آهن."

"مون جيڪو ڪجهہ چيو اهو سچ آهي."

"مگر اهو تنهنجي ڏاڍي تعريف ڪندو آهي!"

"اهو بہ سچو آهي." امام حسين ﷺ مرڪڻ لڳا.

امير چڙي پيو پر آهستي چيائين:

"حسين اسان کي ڏاريا تہ ڪو نہ آهيون. پنهنجا ئي آهيون. يزيد تنهنجو ننڍو ڀاءُ آهي. تون بس ان کي ناليو جو خليفو ٿيڻ ڏي.

سڄي طاقت تون پنهنجي هٿ ۾ رکجان. يزيد تنهنجي حڪم ڪان ڪنڌ ڪو نہ ڪيڏائيندو.“

”تہ پوءِ اها نالي جي خلافت تنهنجي پٽ جي ڪهڙي ڪم جي هوندي؟“

”بس ان جو ضد آهي.“

”امير، خلافت ڪو مٺيءَ جو رانديڪو نہ آهي، جيڪو هڪڙي کيڏو ڪرڻ واري ٻار کي پرچائڻ لاءِ ان جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏجي.“

”تون تہ اجايو بحث پيو ڪرين. يزيد خليفو ٿي ويندو تہ تنهنجو ڪهڙو نقصان ٿيندو. اصل طاقت تہ تنهنجي هٿ ۾ رهندي، جيڪو وٺئي ڪجانءِ.“

”اصل ۾ تنهنجو مطلب آهي تہ، تنهنجي پٽ جي مٿي تي حمايت جو هٿ رکي، ماڻهن جي منهن ۾ مٽي وجهڻ جي خدمت انجام ڏيان. اهي ماڻهو جيڪي مون تي ڀروسو ڪن ٿا. ان کي منهنجو ٻالڪو سمجهي، ان جي عيبن تي اکيون بند ڪن. بلڪ ان جي ساراهہ ڪن. معاويہ مان ايڏو مڪروهہ ڪوڙ ڪڏهن بہ ڳالهائي ڪو نہ سگهندس.“

ڪاوڙ مان امير باهہ وانگر ڳاڙهو ٿي ويو. ائين لڳي رهيو هيس تہ سامهون حسين ﷺ نہ پر ان جو والد حضرت علي بن ابو طالب ﷺ ويٺو آهي ۽ انهن جي فصاحت ۽ بلاغت جي درياءَ ۾ معاويہ هٿ پير هڻي رهيو آهي. ان جي دليلن سيئي خواب چڪنا چور ڪري ڇڏيس. گهڻو خفي ٿيندي اُٿيو.

”حسين هرو ڀرو ضد ڪري پريشان ڪري رهيو آهين.“

”تہ پوءِ تون يزيد جي جانشينيءَ جو بيهودو خيال ذهن مان ڪڍي ڇڏ. آزاد چونڊ تي يقين رک يا مجلس شوريٰ مقرر ڪر ۽ ان جي راءِ تي سڀ ڪجهہ ڇڏي ڏي اهي جنهن کي وٺين تنهنجو جانشين مقرر ڪن. مگر هڪڙو شرط آهي تہ مجلس شوريٰ جي ميمبرن جي چونڊ ايمانداريءَ ۽ انصاف جي بنياد تي هجي، ان ۾ تنهنجا پنو نہ پريا وڃن. عوام جا نمائندا هجن.“

”شام ۽ ٻين ملڪن جي بااثر دوستن کي ڪهڙو جواب ڏيان، اهي تہ يزيد جي بيعت ڪري چڪا آهن. اهي تہ منهنجو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيندا.“

”نہ اهي جيڪڏهن حق جو ساٿ ڏيڻ وارا آهن تہ اسلام جي سچن قدرن جو احترام ڪندا ۽ تنهنجا شڪر گذار ٿيندا. تہ تو انهن کي ضمير فروشيءَ کان بچائي ورتو. اهي دل و جان سان يزيد جي ڪڏهن بہ حمايت ڪو نہ ڪندا. سيئي ان جي اٽوٽندڙ حرڪتن کان بيزار آهن. صرف تنهنجي خوف کان ماٺ ٿي ويا آهن.“

”حسين! تون انهن ڳوڙهاين کي نٿو سمجهين. عرصي کان ڪنڌائتو ٿيو وينو آهين. تو کي ڪهڙي خبر تہ حڪمت عملي ڪهڙي پکيءَ جو نالو آهي.“

”مون سستيءَ يا ڪاهليءَ جي ڪري ڪنڌائتو رهڻ پسند ڪو نہ ڪيو آهي، تنهنجي مصلحتن جو شڪار آهيان. مون گهڻو وقت انهن ڳوڙهين ڳنڍين کي سڌو ڪرڻ ۾ گذاريو آهي. انهن کي تو کان وڌيڪ سمجهان ٿو. رهي حڪمت عملي، تہ مان تنهنجي انهي فن کي ڏوهہ ٿو سمجهان. اهي سمورا عيب ۽ بدعنوانيون، جيڪي عوام جي هلاڪت جو سبب ٿيون ٿين ۽ اسلام جن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪفر سان مقابلو ڪيو تو انهن کي حڪمٿ عمليءَ جي آڙ ۾ وري زنده ڪيو آهي. تو ڪافرن جي رهڻي ڪرڻي اختيار ڪئي آهي. انهن جا پراڻا دستور، انهن جي معاشري جون خراب ڳالهيون، انهن جو وحشي نظام، جيڪو پوري انسانيت کي چند طاقتور مطلبي ماڻهن جو غلام بڻائي ڇڏي ٿو انهن جي ظلم ۽ ڏاڍ کي تو وري پنهنجو ڪري ڇڏيو آهي. جتي ڪالهہ ڪافر ضد ڪيون بيٺا هيا، اڄ اتي چند طاقتور مسلمان ڄميا پيا آهن. مُلڪ جي سموري دولت جيڪا واپار کي هٿي وٺرائڻ لاءِ آزاديءَ سان ڦرندي هئي، اها چند حاڪمن جي هٿ ۾ قيد آهي. سون ۽ چانديءَ جيڪي شين جي مٽا سٽا جي ڪم ايندا هيا، هاڻي تنهنجي محلاتن کي سينگارڻ لاءِ لڳايا ويا آهن. سموري دولت چند ماڻهن جي ذاتي ملڪيت ٿي وئي آهي. ڪروڙين هٿ خالي ٿي ويا آهن. صنعت ۽ هنر جو خون ٿي رهيو آهي. علم ۽ فن جو ڳلو گهٽجي رهيو آهي. تون پنهنجي عيش جو سامان ٻاهرين ملڪن مان گهرائين ٿو. تنهنجي ڪاريگر جا هٿ ٿڪجي ساڻا ٿي ويا آهن. واپار ختم ٿي ويو آهي. ملڪ ۾ ڏينهون ڏينهن بي روزگاري وڌندي پئي وڃي، عام ماڻهوءَ جي

وات مان گرانهہ ڪسبو پيو وڃي. ماڻهو تنهنجي حڪومت جي اهڙي طريقي مان بيزار ٿي ويا آهن. انهن جا وات بند ڪرڻ لاءِ تو ڪي گهڻي کان گهڻو لشڪر ۽ هٿيار گڏ ڪرڻا پون ٿا ۽ جن کي مارڻ لاءِ اهي هٿيار استعمال ٿين ٿا، انهن لاءِ توُن دولت بہ انهن کان ئي ڪسين ٿو.“

امير معاويہ کي پنهنجي پٽ جي هر ادا پياري هئي. اهو پنهنجي رڱن ۾ پنهنجي حَسِين ۽ آزاديءَ لاءِ تڙپندڙ ماءُ جو رت ڪٽي آيو هو. سخت طبيعت ۽ خرچائو هو. هن کي ان جي هر ادا تي فخر هو. ان جا ڪتا بہ اعليٰ نسل جا هيا ۽ تازي گوشت کان سواءِ ڪنهن شيءِ ۾ وات ڪو نہ وجهندا هيا، ۽ انسان سڪي مانيءَ ٽڪر لاءِ واجهائيندا رهندا هيا.

ان جو هڪڙو لاڏلو ٻندر هيو جنهن جو ان ابو القيس نالو رکيو هو اهو روزانو بخمل ۽ زربفت جا ڪپڙا پائيندڙ هو ۽ سون سان جڙيل گاڏيءَ ۾، گهٽين ۽ بازار جي سير تي ويندو هو.

پر امام حسين بن علي ﷺ التو يزيد جو اهڙو ڀيانڪ روپ ظاهر ڪيو جو امير ڪاوڙ ۾ پرجي ويو.

”توُن وار جي ڪل ٿو لاهين.“ ان چڙ مان چيو.

”يزيد سهڻو آهي. عورتون ان تي فدا آهن. نوجوان ۽ زندهہ دل آهي. سيني ۾ هڪڙي شاعر جي دل رکي ٿو. ان کي حسن سان عشق آهي. اهو تہ ان جي خوش مزاجيءَ جو ثبوت آهي. سٺي لباس ۽ خوشبو جو شوق تہ رسول الله (ﷺ) جي سنت آهي.“

امام حسين ﷺ جي چهري تي ڏک ۽ ارمان جا پاڇا مڙي آيا. ڏکوئيل آواز ۾ چيائين:

”اهو ئي تہ هن دور جو الميو آهي. اسلام ۽ رسول الله ﷺ جي سنت کي بگاڙي پنهنجي غرض لاءِ مڪروهہ معنيٰ جو ويس پارايو وڃي ٿو. تنهنجن انهن دليلن تي توکي تنهنجا درٻاري ۽ جوتا ڪٽڻ وارا داد ڏيندا هوندا، ليڪن عقل وارا انهن ڳالهين کي چڱيءَ طرح سمجهن ٿا. پنهنجين اکين سان اسلامي روايتن جو خون ٿيندي ڏسي رهيا آهن ۽ سڪتي ۾ آهن، مگر امير ياد رک، عرب قوم ڪڏهن وقتي طور پيچ لڪائي ويهي رهندي آهي. ڪوتو سڪو گهٽا ڏينهن ڪو نہ هلندو آهي،

هڪڙي ڏينهن صبر جو پيالو ڇلڪي پوندو. تنهنجون سموريون اٽڪلون بيڪار ٿي وينديون ۽ خواب اڌورا رهجي ويندا.“

”مون کي ڌمڪيون ٿو ڏين؟“

”نہ، تو کي صرف اچڻ واري وقت کان خبردار ٿو ڪريان. تو وٽ طاقت آهي، دولت آهي، گهرين تہ انهن صلاحيتن کي عام ماڻهوءَ جي ڀلائيءَ لاءِ استعمال ڪري سگهين ٿو. تون عرب قوم کي عروج جي چوٽي تي پهچائي سگهين ٿو.“

”حسين خدا واسطي مون سان جهيڙو نہ ڪر. مان تو سان ٺاهہ ڪرڻ ٿو گهران، سٺا تعلقات قائم ڪرڻ ٿو گهران. مان دوستي جو هٿ وڌائي رهيو آهيان. تون نفرت مان هٿائين ٿو. مان تنهنجو هر شرط پورو ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. تون پنهنجا شرط ٻڌاءِ. انشاء الله منهنجي طرفان ڪوتاهي ڪو نہ ٿيندي.“

”بس، منهنجو هڪڙو ئي شرط آهي، عرب قوم کي جيئڻ جو حق ڏي پنهنجي لشڪر جي زور تي نہ، کليل ميدان ۾ پنهنجي بلند ڪردار جي زور تي، پنهنجي سچائيءَ ۽ انصاف پسنديءَ جي سهاري، انهن کي ڪچلڻ کان سواءِ انهن جي دلين کي فتح ڪر! اها شهنشاهيت ختم ڪري جمهوري نظام قائم ڪر. جيترو تون ۽ تنهنجو پٽ خرچ ٿا ڪريو ايترو ئي هر ماڻهوءَ کي ونڊ ڏي. نالائق ۽ نااهل حاڪمن کي هٽائي ڇڏ. ملڪ جي دولت عوام جي ڀلائي ۽ بهبود لاءِ خرچ ٿيڻ ڏي. جيئن رسول الله ﷺ ۽ ٻين خلفاءِ راشدين جي زماني ۾ ٿيندو هيو ۽ تڏهن عرب قوم سڄي دنيا تي ڇانيل هئي.“

معاويہ چڙي پيو.

”توکي دنيا جو ڏک ڇو کائي رهيو آهي. حسين ملڪ گيري جي هوس دل مان ڪڍي ڇڏ. مون تي سوڀ حاصل ڪري ڪو نہ سگهندين. منهنجي صبر جو گهڻو امتحان نہ وٺ. دوستيءَ لاءِ وڌايل هٿ تي ٿاندا نہ رک. پوءِ مون تي الزام نہ هڻجان تہ مون ڪو لحاظ نہ ڪيو. والله مان ڪيترو برداشت ڪري رهيو آهيان. مون توڏانهن خلعت موڪلي تو غرور مان واپس ڪري ڇڏي، منهنجي سخاوت ۽ دريا دليءَ جو اهو جواب آهي؟“

"امير، دنيا وارن جو ڏک منهنجي نانا سائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڏک هو. اهو ڏک انهن مون کي ورثي ۾ ڏنو آهي. منهنجي نانا سائينءَ جي امت جا ڏک سور منهنجا ڏک سور آهن. مان پنهنجي ورثي کان ڪيئن ٿو منهن موڙي سگهان. مان تنهنجي سخاوت ۽ دريا دليءَ جي نشاني هڪڙي خلعت ڇا ڪندس. اها خلعت منهنجي قوم جي اگهاڙپ کي ڍڪي نٿي سگهي. امير، ٿورو اکيون کولي ڏس، سڙڪ تي هلندڙ واٽهڙو ڪهڙي حال ۾ آهي. ان جو لباس ڇتين سان ڀريو پيو آهي، پيرن ۾ جتي ڪو نہ اٿس. ٻڌو آهي تنهنجو لاڏلو پٽ هڪڙي وڳي کي ٻيو ڀيرو ڪو نہ پائيندو آهي. امير، تو عرب قوم جي عورتن جي مٿن تان چادرون لاهي ڇڏيون ۽ پنهنجي محلات جي ناچڻين ۽ ڳائڻين کي اطلس ۽ بخمل پارائيندو آهين."

"بس، تون منهنجو شان شوڪت ڏسي سڙين ٿو." امير طعنو هنيو. امام حسين ﷺ مرڪڻ لڳا.

"معاملو ان جي ابتڙ آهي. تون منهنجي غربت تي ساڙ ٿو کائين، بلڪ ڊڄين ٿو. پنهنجي هيڏي وڏي لشڪر ۽ مضبوط قلعن جي باوجود تون مون مسڪين کان ڊڄين ٿو. ڇو تہ خدا پاڪ مون کي قناعت جي اهڙي دولت بخشي آهي، جنهن جي مقابلي ۾ تنهنجا سڀ هيرا جواهر ڪجهہ بہ نہ آهن. تنهنجو شان شوڪت کوکلو آهي. خدا جو قسم تون مون کان منهنجي اها رياست کسي نٿو سگهين. نہ ئي ان کي خريد ڪري سگهين ٿو ان ڪري تون سوالي هٿ وڌائڻ تي مجبور آهين. مگر اهو منهنجو ورثو آهي، اهو وڪڻي نٿو سگهجي، جيئن منهنجي رڳن ۾ ڊوڙڻ وارو رت وڪڻي نٿو سگهجي، نہ ان کي اڌارو ڏئي ٿو سگهان، ڇو تہ اهو ورثو منهنجي بہ ملڪيت ڪو نہ آهي، منهجي قوم جي امانت آهي."

ايترو چئي امام حسين ابن علی ﷺ اٿي پيا!

# حقيقت

حضرت امام حسين ﷺ ابن علي ﷺ ان ڏينهن معاويہ سان ملاقات ڪرڻ ڪان پوءِ ٻاهر آيا تہ سندن پيرن تي هڪڙو ڊگهو پاڇو پيو.

"عباس!" انهن سڪ جو ساهہ کنيو ۽ ننڍي ڀاءُ جي مضبوط ڪلهي تي هٿ رکي سهارو ورتائون. حضرت عباس ﷺ پنهنجي بزرگ ڀاءُ جي هٿ جو بار ڪجهہ وڌيڪ محسوس ڪيو ۽ فخر مان ان جو ڪنڌ مٿي تي ويو.

ٻئي پنهنجي خيالن ۾ گم خاموش هلندا رهيا. انهن ڪان ٿورڙي مفاصلي تي ڪجهہ ٻيا قدم بہ هلي رهيا هيا. بظاهر اڻ واقف ۽ لاتعلق واٽهڙن وانگر. حضرت امام حسين ﷺ کي خبر هئي تہ اهي حضرت عباس ﷺ جا دوست آهن, جيڪي هر هنڌ سندن حفاظت لاءِ سر تريءَ تي رکيون تيار هوندا آهن, مگر پاڻ ڄاڻي واڻي ڪجهہ بہ نہ پڇيائون. انهن کي پاڻ بہ امير معاويہ تي ڀروسو ڪو نہ هو.

گهر پهچي ڏٺائون تہ سڀ جاڳي رهيا آهن. ننڍڙا ٻارڙا بہ ڪو نہ ستا هيا. مائرون بيقرار هجن تہ ٻارن کي قرار ڪٿان ايندو؟

!امام کي ڏسندي ئي سڀ انهن جي چوڌاري گڏ ٿي ويا. ٻار جهولين ۾ ويهي رهيا. نوجوان گوڏا کوڙي ادب سان ٿي ويٺا. ٿوري دير خاموشي رهي. جڻ چانوري واري وڻ هيٺان سڀ ساهي پٽي رهيا هجن.

حضرت امام حسين ﷺ سدائين پنهنجي خاندان جي ٻارڙن کي پنهنجي نانا سائين ۽ والد سڳوري وانگر وڏي عزت ۽ پيار سان ڏٺو. ڪڏهن بہ فڪرمند هوندا هيا تہ ٻارڙن کي اهو ڪڏهن بہ ڪو نہ چوندا هيا تہ ٻارو وڃو راند ڪيو پر هر اهم موقعي تي بزرگن ۽ نوجوانن سان گڏ ٻارڙن کي بہ خاص ڳالهہ ٻولهہ ۾ شريڪ ڪندا هئا. سيني کي نالي نالي سان سڏيندا هيا. بنا ڪنهن گهٽ وڌائي جي سڀڪجهہ تفصيل سان سمجهائيندا هيا.

بزرگ ٻارڙن کي خراب خبر ٻڌائڻ کان ڊڄندا آهن. ڪوڙ ڳالهائي ويندا آهن. امان ناناڻي وئي آهي، بابا ٻاهر ويل آهي. حضرت امام حسين ﷺ ٻارڙن کي مڪمل طور پنهنجي ڏک تڪليف ۾ شريڪ ڪرڻ ضروري سجهيو. انهن جي راءِ کي اهميت ڏيندا هيا ۽ آل رسول جي ٻچي ٻچي کي خبر هئي تہ سڄو خاندان هر وقت خطري ۾ آهي. جانچي جانچي قدم کڻڻو آهي. جيڪڏهن دشمن کي وارو مليو تہ وڏا ظلم ڪندو. طرح طرح جون تڪليفون سهڻيون پونديون. ڪنڌ بہ ڪپيا ويندا.

بہ طريقا ٿي سگهن ٿا: ڊڄي وقار وڃائي بزدلن جي موت مرن يا امام جي اڳواڻي ۾ پوري شان ۽ مان سان جان ڏين. انهن کي اها خبر هئي تہ دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ وڃي لڪن، انهن جي جان ڪو نہ بچندي، هر قسم جي ذلت ۽ خواري سهڻي پوندي. ٻارڙن لاءِ موت هڪڙي اهڙي حقيقت هئي، جيڪو ڪنهن بہ وقت اچي سگهيو ٿي. سوال اهو هو تہ ڪيئن عزت سان موت کي لبيڪ چون ۽ حق جي لاءِ جان ڏين. جيڪا حقيقي شهادت هوندي

امام پنهنجي ۽ امير جي وچ ۾ ٿيل ڳالهہ ٻولهہ تفصيل سان ٻڌائي، سيئي غور سان ٻڌندا رهيا ۽ سمجهندا ويا. نہ ڪنهن سوال ڪيو نہ ڪوئي ڊپ وچان پريشان ٿيو ۽ نہ ڪنهن ٻار ڊڄي ماءُ جي هنج ۾ منهن لڪايو. اهو سڀ اعليٰ تربيت جو فيض هو. ٻارڙا پنهنجي عمر کان اڳ سمجهدار ٿي ويا هيا.

ڇوڪرا پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا هيا تہ ڪهڙي شان سان اهي حضرت امام حسين ﷺ ابن علي تي جان قربان ڪندا، انهن تي حرف بہ اچڻ ڪو نہ ڏيندا. قتل ٿي ويندا پر ڪنڌ نہ جهڪائيندا.

ڇوڪرين کي خبر هئي تہ مٿي تان چادرون لهي وينديون، پري بازار ۾ رسوا ٿينديون، جو اهو ئي انهن جي مقدر ۾ لکيل آهي. سيڪجهہ ڄاڻندي بہ ڪير پريشان ۽ غمگين ٿيڻ جو عادي ڪو نہ هو. موت هڪڙي حقيقت آهي، ان کان ڊڄڻ ڪهڙو مگر احتياط ڪرڻ لازمي آهي. انهن کي پنهنجي ڏاڏي سڳوري حضرت علي ابن ابو طالب عليہ السلام جي وصيت جي بہ خبر هئي تہ صرف ٻڌي ئي

انهن کي ذلت ۽ گمناميءَ جي موت کان بچائي سگھي ٿي. پنهنجي امام جي پاڇي هيٺ، ان جي حڪم تي عمل ڪن ته انهن جو انجام خير تي ٿيندو. پاڻ انهن جا صرف رشتيدار نه، پر اڳواڻ به هئا. ٻارپڻي کان اهي کين آزمائيندا آيا هيا. انهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪڏهن به تضاد ڪو نه ڏٺائون. انهن جي هنج ۾ وڏا ٿي، اهي ان جا ئي نمونا ٿي ويا هيا. انهن جي نفرت ۽ محبت، انهن جو شعور ۽ علم ٻارڙن ۾ پلتجي رهيا هيا.

پنهنجي ۽ پرائي ٻار ۾ ڪوئي فرق ڪو نه هو. امام حسين ﷺ جا ٻار پنهنجن مائرن کان وڌيڪ پڦيءَ سان هريل هئا. حضرت قاسم ابن امام حسن ﷺ چاچي کي ئي پيءُ سمجهندو هو. سيئي ٻار حضرت عباس ﷺ تي قربان ويندا هئا. اڪيلو هجڻ کان گهراٽو افضل هو. اڪيلو اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنو هئائون. گڏجي نڪرندا هئا، هڪ ٻئي جو خيال رکندا هيا.

امام حسين ﷺ سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان پوءِ امير معاويه اهو اندازو ڪري ڇڏيو ته اهو سندس قابوءَ ۾ اچڻ وارو ڪو نه آهي. امام حسين ﷺ منهن سامهون جواب ڏئي هليا ويا هيا. مديني ۾ ڪم ٺهي ويو هو پر مڪي ۾ دال ڳرندي نظر نه آيس. سيني جون نظرون امام حسين ﷺ تي کتل هيون. امير ماڻهن جا انداز ڏسي، ان وقت يزيد جي جانشينيءَ لاءِ بيعت وٺڻ جو خيال ختم ڪري ڇڏيو. بعد ۾ ماحول ٺهندو ڏسي سوال اٿاريو ويندو. مڪي وارا وڏا خوددار ۽ ڳالهه ڳالهه تي اڙجي وڃڻ وارا آهن. انهن سان ضد، زبردستي ڪو نه هلندي جيڪڏهن مڪي وارا بگڙجي پيا ته ٻين علائقن کي بهانو ملي ويندو.

15 رجب سن 60 هجري تي امير معاويه بن ابو سفيان ڏکيءَ بيماريءَ کان پوءِ فوت ٿي ويو. ان وقت ان جو لاڏلو پٽ به موجود ڪو نه هو. اهو پنهنجي ناناڻن طرف شڪار ڪرڻ لاءِ ويل هو.

مرڻ وقت امير معاويه گهڻو پريشان هو ۽ روئي رهيو هو. ماڻهن تي جيڪي ظلم ڪيا هئائين، انهن کي ياد ڪري ڏاڍو پشيمان ٿي ۽ ڏڪي رهيو هو. هر هر چئي رهيو هو.

"مون اهو سٺو ڪو نه ڪيو."

يزيد کي خبر پئي تہ حيران ۽ پريشان ٿيندو آيو مگر ايڏو پيار ڪرڻ واري پيءُ جو آخري وقت منهن بہ ڏسڻ نصيب ڪو نہ ٿيس. نہ ڪلهو ڏيڻ نصيب ٿيس ۽ نہ قبر تي وڃي رنو مگر ماڻهن کي مخاطب ٿي چيائين:

"اي شاميو! اسان حق تي آهيون. خدا اسان جو مددگار آهي. خير ۽ برڪت سدائين اسان سان گڏ رهندا. اسان انصاف پسند آهيون، مگر شر بہ پسند ڪو نہ ٿا ڪيون. اسلام جي دشمنن کي سزا ڏيڻ ۾ اسان ڪوتاهي ڪونہ ڪنداسين. ملڪ سان غداري ڪرڻ وارن کي اسان سخت سزا ڏينداسين."

شام جا رئيس ۽ حاڪم پنهنجي خليفي کان اهو ٻڌي ان جي آڏو جهڪي ويا ۽ ان کي پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريائون.

"بيشڪ اسان کي توهان جي وفاداريءَ تي ڀروسو آهي. منهنجو پيءُ بہ توهان ماڻهن جو قدر ۽ قيمت ڄاڻندو هو. مان ان جي ئي نقش قدم تي هلندس. منهنجو پيءُ هڪ عظيم اڳواڻ ۽ انصاف پسند رهبر هو. هڪڙو بهادر ۽ خوش بيان قائد هو."

خبر نہ آهي تہ ڪوڙ منجهان ڪنهن چيو: "ڪوڙ نسورو ڪوڙ. تون ۽ تنهنجو پيءُ ٻئي لعنتي آهيو."

اهي بيهودا لفظ ٻڌي ماڻهو مچرجي پيا. ڳالهائڻ واري کي گهڻو ئي ڳولهيائون، پر خبر نہ پيئن. خدا کي خبر جان بچائي ڪاڏي گم ٿي ويو.

پوءِ يزيد کي ماڻٽن ۽ دوستن دل کولي گهڻيون گهڻيون مبارڪون ڏنيون. ان کان پوءِ وڏا شاندار جلسا ٿيا. يزيد دل کولي انعام اڪرام ڏنن، ۽ پوءِ انهن مان قابل نمائندن کي چونڊي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ماڻهن کان بيعت وٺڻ لاءِ روانو ڪيائين.

امير معاويہ يزيد جي ڪيترن ئي دشمنن کي ختم ڪري ڇڏيو هو. صرف چئن ماڻهن کان خوف هو.

پهريون، امام حسين عليه السلام ابن علي عليه السلام، ٻيو عبدالله بن عمر رضي الله عنه ٻئي خليفي حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جو پٽ، ٽيون عبدالله بن زبير رضي الله عنه چوٿون عبدالرحمان رضي الله عنه، پهرين خليفي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو پٽ.

يزيد، امير معاويہ وانگر وڏو سياستدان ڪو نہ هو ۽ نہ ان وانگر

ايترو صبر وارو ۽ حڪمت عمليءَ ۾ يقين رکڻ جو عادي هو. اهو پنهنجي مخالفت کي گهڙيءَ لاءِ بہ برداشت ڪري ڪو نہ سگهندو هو. ان ڪري هڪدم مديني جي حاڪم کي حڪم ڪيائين تہ انهن ماڻهن کان زبردستي بيعت ورتي وڃي. خاص طور تي حسين ﷺ ابن علي ﷺ کان، ڇو تہ اهو انهن جو اڳواڻ آهي. ان تي وڏيڪ زور ڏنو وڃي. جيڪڏهن اهي سيئي سولائيءَ سان سڌي رستي تي نہ اچن تہ انهن جا ڪنڌ ڪپي سندس جي آڏو حاضر ڪيا وڃن. مدد لاءِ فوج موڪلي ويندي تہ جيئن فتني فساد جو مڪمل طور خاتمو ڪيو وڃي.

اهو حڪم ملندي ئي امام حسين ﷺ ابن علي ﷺ ۽ عبدالله بن زبير رضي الله عنه کي سڏڻ لاءِ مديني جي حاڪم ماڻهو موڪليو. اهي ٻئي ان وقت مسجد شريف ۾ هئا.

"تون هل، اسان اچون ٿا." انهن اهو چئي حاڪم جي سپاهيءَ کي ٽاري ڇڏيو.

"رات جي ان وقت اسان کي ڇو گهرايو ويو آهي؟" عبدالله بن زبير پڇيو.

"لڳي ٿو امير معاويہ فوت ٿي ويو آهي، اڃا خبر عام ڪو نہ ٿي آهي. يزيد جي خواهش هوندي تہ امير جي مرڻ جي خبر پکڙجڻ کان اڳ ۾ پنهنجا پير ڄمائي وٺي. شايد بيعت وٺڻ لاءِ گهرايو ويو آهي."

"پوءِ ڪهڙي مرضي آهي؟"

"مان هر گز بيعت ڪو نہ ڪندس. امير منهنجي پاءُ سان واعدي خلافي ڪئي. ڪنهن خليفي کي پنهنجو جانشين مقرر ڪرڻ جو حق ڪو نہ آهي، اها اسلامي اصول جي توهين آهي."

"اها زبردستيءَ جي بيعت حرام ۽ گناهہ آهي."

ائين ڳالهيون ڪندا ٻئي پنهنجي پنهنجي گهر پهتا. عبدالله بن زبير تہ اڪ وٺي گم ٿي ويو. امام حسين ﷺ ابن علي عليہ السلام گهر پهچي پنهنجي عادت موجب سڄي ڪٽنب کي گڏ ڪيو. انهن جي سامهون شهر جي حاڪم وليد طرفان گهرائڻ جو مسئلو پيش ڪيائون.

مٽ مائٽ ڪاوڙ ۾ پرجي ويا. حضرت قاسم بن امام حسن ﷺ تلوار ڪڍي ورتي. حضرت علي اڪبر ﷺ بہ اٿي پيا. حضرت عباس ﷺ جي نرڙ تي گهنج پئجي ويا.

”توهان ان ڪميٽي حاڪم وٽ نہ ويندؤ.“ سيني هڪ آواز تي راءِ ڏني. حضرات عون ۽ محمد کي بہ جلال اچي ويو اهي ٻچندا پنهنجي امڙ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي عليہ السلام وٽ پهتا.

”جلدي اسان کي پنهنجون تلوارون ڏيو. ماما سائينءَ کي مديني جي حاڪم گهرايو آهي، انهيءَ گستاخيءَ تي اسان اڄ رت جون نديون وهائي ڇڏينداسين. اڄ بہ جيڪڏهن اسان پنهنجي ماما سائينءَ جي ڪم نہ آياسين تہ اها زندگي ڪهڙي ڪم جي آهي؟“

ٻارن جي واتان اها ڳالهہ ٻڌي حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو رنگ ڦڪو ٿي ويو دل مان هڪڙي سسڪي نڪري وئي ۽ زارو قطار روئڻ لڳيون. دل ۾ جنهن جو خوف هيو آخرڪار اها خراب گهڙي اچي وئي. تڏهن ساهہ ڪنيائين ۽ دل پڪڙي چيائين.

”مديني جي حاڪم جي نيت ۾ خلل آهي، اهو ادا جو دشمن آهي. آخر هنن ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي. ڪهڙو ڏوهہ ٿي ويو آهي. انسانو! ٿورو منهنجي ڀاءُ کي تہ سڏ ڪيو. آخر خبر تہ پوي ڪهڙي ڳالهہ آهي، جو ماڻهو ايترا پريشان ٿي رهيا آهن. جيڪڏهن اهي اڪيلا ويا تہ مان حشر برپا ڪري ڇڏينديس. جيڪڏهن انهن جو وارو بہ ونگو ٿيو تہ پنهنجي جان ڏئي ڇڏيندس. جيڪڏهن خطرو آهي تہ سڀ هٿياربند ٿي وڃن. ڇئون تہ مون کي بہ وٺي وڃن.“

ايتري ۾ امام حسين ﷺ تشريف کڻي آيا. انهن جو چهرو ڏسي ڀيڻ بي اختيار روئڻ لڳي.

”ادي زينب (سلام الله تعاليٰ عليها)! روئو ڇو ٿيون؟ حاڪم گهرايو آهي، پر ڪنهن جي مجال ڪو نہ آهي، جو عليءَ جي ٻٽ تي هٿ کڻي. مان ڏوهي بہ ڪو نہ آهيان.“

”منهنجي دل ڌڪي رهي آهي.“

”والله! ڳڻتي جي ڪائي ڳالهہ ڪو نہ آهي، اسان اڪيلا ڪو نہ وينداسين.“

هلندي هلندي حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها حضرت عباس ﷺ کي سڏ ڪري تاڪيد ڪري ڇڏيو.

”ڏس ياءَ کي هڪڙي گهڙي بہ اڪيلو نہ ڇڏجانءِ. جڏهن وليد سان ڳالهائي تہ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺو رهجان. ان مردود جي قول ۽ فعل تي ڪو ئي ڀروسو ڪو نہ آهي. وڃو توهان کي الله جي حوالي ڪيم.“

امام حسين ؑ ڀيڻ کي سمجهائي مطمئن ڪري تيار ٿيا. چاليهہ مائٽن ۽ دوستن کي ساڻ ڪيائون ۽ مديني جي حاڪم جي گهر ڏانهن روانا ٿي ويا.

هوڏانهن مديني جي حاڪم جي عجيب حالت هئي. يزيد جو خط ڏسي پيرن هيٺان زمين نڪري ويس. دل ۾ سوچيائين تہ بادشاهہ نسورو بيوقوف آهي. مان فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) جي لال تي ڪيئن ٿو هٿ کڻي سگهان. رسول الله ﷺ جي ڏوهٽي کي ڪهڙيءَ دل سان شهيد ڪندس؟ ۽ وري سمجهہ ۾ بہ نہ ٿو اچي تہ انهن تي ڪهڙو الزام هڻان؟ نہ انهن کي خلافت جي هوس ۽ نہ حڪومت جي دعويٰ. گهرائڻ تہ ضروري آهي. جيڪڏهن ٿوري بہ ڪوتاهي ٿي وئي تہ پنهنجا ئي ياڙ ۽ ياڻتيا تاڙ ۾ ويٺا آهن تہ موقعو ملين تہ ڪنهن الزام ۾ ڦاسائين ۽ وڃي دربار ۾ شڪايت ڪن.

امام حسين ؑ جڏهن حاڪم جي دروازي تي پهتا تہ ساٿين کي فرمايائون:

”توهان هتي ويهو مون سان گڏ هلڻ جي ضرورت ڪو نہ آهي.“

سڀ خاموش ٿي ويا پر حضرت عباس ؑ ضد ڪرڻ لڳا.

”آقا! مون کي گڏ وٺي هلو. ڀيڻ جو حڪم آهي تہ هڪڙي گهڙيءَ لاءِ بہ اوهان کان الڳ نہ ٿيان. توهان اڪيلا ويا تہ اسان فڪرمنديءَ ڪري بيحال ٿي ويندا سين.“

”عباس ؑ نہ. اسان اڪيلا ويندا سين. توهان ٻاهر هوشيار رهو ڪجهہ نہ ٿيندو.“

وليد ڪمزور طبعيت جو ماڻهو هو. مروان کي ان جي جاسوسي لاءِ مقرر ڪيو ويو هيو تہ وليد جي طرفان ڪا ڪوتاهي ٿئي تہ هڪدم اطلاع ڪري. عجيب زمانو هو. هر عهديدار تي جاسوسن جو پهرو هو. خليفي کي ڪنهن تي بہ ڀروسو ڪو نہ هو.

وليد وڏي احترام سان امام حسين ﷺ کي پليڪار ڪئي ۽ يزيد جو خط پيش ڪيو. امام حسين ﷺ تعزيت ڪئي ۽ امير معاويہ جي موت تي ڏک جو اظهار ڪيو.

"پوءِ توهان طرفان ڪهڙو جواب آهي؟" وليد گهبرائيندي پڇيو.

"ڪهڙي ڳالهہ جو جواب تو گهرين؟"

"خليفي جي بيعت جو. شايد توهان سڄو خط ڪو نہ پڙهيو آهي."

"مون سڄو خط پڙهيو آهي. تو کي منهنجي جواب جي بہ خبر آهي. مان جان ڏئي سگهان ٿو، پر ڪوڙي بيعت ڪري نٿو سگهان. زماني جي گردش بيوس ڪري ڇڏيو آهي، مگر منهنجون ڪجهہ ذميواريون آهن. ڪجهہ فرض آهن. عوام مون تي ڀروسو ڪري ٿو. منهنجي راءِ جو قدر ڪن ٿا. مان خلافت لاءِ يزيد کي اهل نٿو سمجهان. جنهن ماڻهوءَ جي بدڪارين جو هل متل آهي، سموري خلق ان کان ناراض آهي، مان ڪيئن ان کي پنهنجو آقا مڃي ٿو سگهان. بيعت لاءِ يقين ۽ ڀروسي جي ضرورت هوندي آهي، مون کي يزيد تي ڀروسو ڪو نہ آهي."

"سوچي وٺو."

"مان ورهين کان سوچيان پيو. مون کي اهو حق آهي تہ بيعت ڪريان يا نہ ڪريان. جيڪڏهن اڪثريت دل سان يزيد سان گڏ آهي تہ اسان جي بيعت کان سواءِ بہ اهو حڪومت ڪري سگهي ٿو. اسان کي ضمير فروشي جي ضرورت ڪو نہ آهي."

اهو چئي امام حسين ﷺ اٿي بيٺا.

مروان وليد کي چيو.

"وليد! شايد تو سڄو خط ڪو نہ پڙهيو آهي، وري ڪجهہ غور سان پڙهہ."

"تون اهو ڪيئن سمجهيو؟"

"ڇو تہ تو خط جي آخري حصي جو ذڪر ئي ڪو نہ ڪيو آهي، جيڪو گهڻو اهم آهي. هي ڏس . ذرا اکيون کولي ڏس، لکيل آهي:

"جيڪڏهن حسين ﷺ بن عليﷺ بيعت کان انڪار ڪري تہ ان جو ڪنڌ ڪپي اسان جي آڏو پيش ڪيو وڃي."

"لعنتي! تنهنجي اها مجال جو مون کي قتل جي ڌمڪي ٿو ڏين."

امام جو آواز ٻڌندي ئي هٿياربند ساٿي، جيڪي دروازي تي ڪن ڏيئون بيٺا هيا، سي تلوارون ڪڍي اندر اچي ويا. ان وقت وليد ۽ مروان صرف ٻه ڄڻا هيا ۽ هٿين خالي هيا. هوڏانهن چاليهه نوجوان ڪاوڙ ۾ ڀريا پيا هيا. امام حسين ﷺ وڏي مشڪل سان انهن کي ٿڌو ڪيو.

"نه، اهو شرافت ۽ مڙسي جي خلاف آهي. بهادر ماڻهو هٿين خالي ماڻهن تي وار ڪو نه ڪندا آهن."

"يا حسين! گستاخي معاف. شاهي ٽڪڙن تي پليل انهن ڪتن کي ختم ڪرڻ ئي چڱو آهي."

مگر امام سيني کي سمجهائي ٿڌو ڪري وٺي آيا. انهن جي وڃڻ کان پوءِ مروان ڇيو.

"وليد تون نسورو بيوقوف آهين. تو ايڏو ڀلو موقعو وڃائي ڇڏيو. حسين ﷺ وڏي آساني سان قتل ٿي پئي سگهيو اهو ۽ ان جا ساٿي به. بس تنهنجي حڪم جي دير هئي. سيني جو صفايو ٿي وڃي ها. قصو ختم ٿي وڃي ها."

"مان حسين جي خون ۾ هٿ رنگڻ نٿو گهران." وليد جواب ڏنو.

"توکي پنهنجي خليفي جي خوشنوديءَ جي ذري برابر به پرواهه نه آهي."

"نه، حسين کي قتل ڪري مان خوشنودي حاصل ڪرڻ نٿو گهران. آخر هڪڙي ڏينهن مرڻو آهي، خدا کي منهن ڏيکارڻو آهي."

"ڪهڙي بڪواس پيو ڪرين. وليد! جيئڻ جون ڳالهيون ڪر. تنهنجي انهن حرڪتن جي خليفي کي خبر پوندي ته سمجهين ٿو ڇا ٿيندو؟"

وليد هڪدم ڏڪي ويهي رهيو. پگهر وهڻ لڳس. ان کي خبر هئي ته خليفي کي صرف جانورن جي شڪار جو شوق ڪو نه هيو پر انسانن کي ايذاءَ ڏئي تڙپائي مارڻ کي به هڪڙي فن جي منزل تي پهچائي ڇڏيو هئائين.

انسان جڏهن عيش عشرت کان ٿڪجي ويندو آهي ته ان کي نوان هنگاما گهرجن. راڳ روپ ۽ ناچ بجاءِ ان کي ايذاءَ وسيلي تڙپندڙ انسان جي رڙين ۽ ٽپا ڏيڻ ۾ مزو اچڻ لڳندو آهي.

وات جو مزو به ڪجهه بدلجي ويندو آهي.

## سڏ (ڪوٺ)

جڏهن اها خبر ڪوفي ۾ پهتي تہ امير معاويہ فوت ٿي ويو آهي ۽ ان جو ظالم پٽ تخت تي ويهي ويو آهي تہ ماڻهن جا حواس گم ٿي ويا. پر جڏهن اها خبر پڌائون تہ امام حسين بن علي ﷺ بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي تہ انهن ماڻهن جا چهرا ٻهڪڻ لڳا. ٽٽل اميد وري جيئري ٿي وئي.

توڙي جو حضرت علي بن ابو طالب ﷺ سان عقيدت رکڻ وارن کي ڪچليو ويو هو. پر اجا بہ اهڙا ماڻهو موجود هيا. جيڪي پردي پٺيان اميد لڳايون وينا هيا تہ ڪو ئي رستو نڪري ايندو انهن جي جيئڻ جون راهون نڪري ايندو.

ڳجهي نموني سان اهي سلمان بن صرر جي گهر گڏ ٿيا ۽ اهو طئي ڪيائون تہ جيڪڏهن هاڻي سيئي ملي امام حسين ﷺ جي پيروي ڪن، ان کي ڪوفي گهرائي، ان کي خليفو مڃين تہ سيئي مشڪلاتون حل ٿي وينديون. لهٰذا سيني جي راءِ سان هڪڙو خط لکيو ويو جنهن ۾ امام حسين ﷺ کي عرض ڪيو ويو تہ ڪوفي اچي وڃن. لکيل هو:

"اسان جو ڪو ئي امام ڪو نہ آهي، توهان تشريف ڪٺي اچي اسان بدنصيبن کي سهارو ڏيو. جيڪڏهن توهان اچي ويا تہ اسان پرپور انداز ۾ پنهنجي وفاداريءَ جو ثبوت ڏينداسين. توهان جي لاءِ جان قربان ڪري ڇڏينداسين. اسان موجوده حاڪم کي ڪيڏي ٻاهر ڪنداسين. الله جي واسطي جلدي اچو ورنہ اسلام جو نالو نشان مٽجي ويندو ۽ انهيءَ تباهي ۽ بربادي جا ذميوار توهان هوندا. انهيءَ ڪري جو توهان الله جي رسول ﷺ جا ڏوهٽا آهيو ۽ ان جي امت تي خراب وقت اچي ويو آهي. توهان کان سواءِ هن وقت اسان کي پنهنجو ڪو ئي همدرد نظر ڪو نہ ٿو اچي. جلدي کان جلدي تشريف ڪٺي اچو ۽ اسان توهان جي انتظار ۾ آهيون."

اهو خط امام حسين بن علي ﷺ جي نالي تي موڪليو ويو. جنهن تي سيني معزز ماڻهن جون صحيحون هيون. ان کان پوءِ خطن جي لانڍ ٿي وئي ۽ ماڻهو درخواستن مٿان درخواستون موڪلڻ لڳا.

امام حسين ﷺ انهن خطن جو غور سان مطالعو ڪيو ۽ سوچ ۾ پئجي ويا. اها ڳالهه ته صاف ظاهر ٿي وئي هئي ته هاڻي مڪي ۾ رهڻ ممڪن ڪو نه هو. دشمن ڪين چئني طرفن کان وڪوڙي وار ڪرڻ جا منصوبا ناهي رهيا هيا. ڪنهن طرف ته ويڃڻو ئي پوندو.

مگر ڪوفي وڃڻ کان اڳ ڪنهن اعتبار جوڳي ماڻهوءَ کي موڪلي، اصل ڳالهه جي باري ۾ معلوم ڪيو وڃي ته اهي خط ڪٿي ڪنهن چال جو نمونو ته ڪو نه آهن. ڪوئي ڏوڪو ته ڪو نه آهي!

لهٰذا انهن پنهنجي سوٽ حضرت مسلم بن عقيل رضي الله عنه کي گهرايو.

"مسلم! توهان ڪوفي وڃو حالتن جو جائزو وٺو. اسان ايتري ۾ تياري ڪريون ٿا. توهان جو جواب جيڪڏهن تسلي بخش آيو ته اسان هڪدم روانا ٿي وينداسين."

حضرت مسلم بن عقيل رضي الله عنه ان ئي ڏينهن روانو ٿي ويا. ان جا ٻه ننڍا پٽ عون ۽ ابراهيم، ڪوفي ۾ پنهنجن ناناڻن وٽ ويل هئا. سوچيائين ته انهن سان به ملاقات ٿي ويندي، جيڪڏهن حالتون ٺيڪ نه هونديون ته انهن کي به واپس وٺي ايندو.

عون ۽ ابراهيم اٺ ۽ نو ورهن جي عمر جا هيا. پنهنجن ناناڻن ۾ تعليم پرائي رهيا هيا.

سفر ڏکو به هيو ۽ ڏکيو به. حضرت مسلم بن عقيل رضي الله تعاليٰ عنه سان گڏ ٻه واٽ ڏيکارڻ وارا به هيا. جيڪي رڻ پٽ کان چڱي نموني واقف هيا. اوچتو ڏکڻ طرف کان مٽيءَ جا ڪڪر اڀرڻ شروع ٿي ويا.

"مسلم بن عقيل رضي الله عنه! اسان مصيبت ۾ ڦاسڻ وارا آهيون." هڪڙي ساٿيءَ چيو.

"اهي ڪڪر ڇا جا آهن؟"

"اهي ڪڪر ڪو نه آهن. اها موسمي هوا ۽ واريءَ جو طوفان آهي، جنهن کي 'خمسين' چوندا آهن. اهو موت جو پيغامبر آهي."

"ڇا هتان ڪا ئي آبادي ويجهو ڪو نہ آهي؟" خمسين جو نالو ٻڌي حضرت مسلم بن عقيل ﷺ جو رنگ ڦڪو ٿي ويو.

"پر اسان پهچي ڪو نہ ٿا سگهون. طوفان تيزيءَ سان اسان ڏانهن وڌي رهيو آهي ۽ اڌ ڪلاڪ ۾ اسان وڪوڙجي ويندا سين ۽ ختم ٿي ويندا سين."

"هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

"ڪجهہ بہ نہ. صرف ايترو ڪري ٿا سگهون تہ تيزي سان طوفان ڏانهن هلون ۽ ان مان لنگهي پار ٿيڻ جي ڪوشش ڪريون. اسان ان ڪان پڇي نٿا سگهون، اهو اسان کي پهچي ويندو ۽ اک ڇنڀ ۾ نپوڙي ڇڏيندو."

"پر طوفان ڏانهن وڃڻ بہ تہ موت جي منهن ۾ وڃڻ آهي."

"بس اهو ئي هڪڙو طريقو آهي. ڪيترا ماڻهو بچي ويا آهن. شايد اسان مان ڪو ئي بچي وڃي ۽ اسان طوفان کي چيريندا لنگهي وڃون. ان جي بئي پاسي سڪون هوندو."

تنهي اٺن کي تيزيءَ سان ڇوليون هڻي ايندڙ طوفان ڏانهن وڌائي ڇڏيو. طوفان سان ٽڪرائي اهي بيحال ٿي ويا. جسم جا ڪپڙا بہ غائب ٿي وين. ٻرندڙ ٻاهر جي ڏکن انهن کي ڪيرائڻ شروع ڪيو. اٺ بي قابو ٿي ويا. واري جا وڏا وڏا ڍير ڪپهہ جي گولن وانگر اڏرڻ لڳا. جتي ڏِگها دڙا هيا اتي ڪڏا ۽ غار ٿي ويا ۽ جتي هيٺانهيون هيون اتي وڏا دڙا ٿي ويا. انهن ٻنهي هٿن سان اکيون بچايون. چئني طرفن کان اوندهہ هئي. پٽڪن جي پلاندن سان ڪو بہ بچاءَ حاصل ڪري ڪو نہ سگهيا. واري وات، نڪ ۽ ڪنن ۾ پرجي وين، نڙي خشڪ ٿي وين. ڦڦڙ ڦاٽڻ لڳن.

جڏهن انهن کي هوش آيو تہ واريءَ ۾ اڌ تائين پوريل هيا. طوفان اڳتي وڌي ويو هيو. چئني طرفن کان قبرستان وانگر سانت هئي. چنڊ جي هلڪيءَ روشنيءَ ۾ انهن ڏٺو انهن جي چوڌاري ڪجهہ ماڻهو وينا آهن، ڪجهہ بيٺا آهن.

هي اتي ڪٿي اچي ويا آهن. مسلم ﷺ مشڪل سان پاڻ کي واريءَ مان آزاد ڪرايو. اهو ڏسي ان جا وار ڪانڊارجي ويا تہ ان جي

چوڏاري جيڪي ماڻهو هيا، انهن جا صرف ڍانچا رهجي ويا هيا. گذريل طوفان ۾ جيڪي ماڻهو دٻجي مري ويا هيا، واري هٽڻ سان اهي ظاهر ٿي ويا هيا. اهي ائين ٿي ويٺل، بيٺل ۽ ستل هيا، جيئن واري انهن کي سال اڳ دفن ڪيو هيو.

ان جا دوست ۽ اُٺ غائب هيا. پاڻيءَ جون پکالون واريءَ جي مٽن هيٺان دٻجي ويون هيون. مسلم بن عقيل ﷺ هيڏانهن هوڏانهن کان قاتل ٽڪرا گڏ ڪري اوگهڙ ڍڪي، مشڪل سان کسڪندو انهن ڍانچن جي محفل مان نڪتو ۽ هڪ طرف هلڻ شروع ڪيائين.

خبر نہ آهي اهو ڪيتري دير تائين ٽڙندو ڦاٿڙجندو اڳتي وڌندو رهيو. ان کي زندگي گهڻو پياري هئي. اهو امام حسين ﷺ جو قاصد هيو. انهن کي جواب جو انتظار هوندو. امام حسين ﷺ جو خيال ايندي ئي ان جي مئل جسم ۾ ساهہ پئجي ويو. اهو ٽڙندو ڦاٿڙجندو کسڪندو رهيو.

چپ ڦاٽي، رت وهي رهيو هيس. زبان وات ۾ سڪي چمڙي وانگر ٻي ستي ۽ کهري ٿي وئي هيس، مگر ان کي موت سان مقابلو ڪرڻو هيو. هاڻي اهو مري نہ ٿي سگهيو. بيهوش ٿي ٿي ويو ۽ رات جي ماڪ ان کي هوش ۾ ٿي آندو ۽ اڳتي کسڪندو رهيو.

چڻ صديون گذري ويون. خبر نہ آهي رات ڪيترو گذري وئي هئي. سڄي رستي ۾ ان کي انسانن ۽ اٺن جا ڍانچا مليا. ان جا ساٿي واريءَ جي مٽن هيٺان دٻجي ويا هيا. وري اهو ئي طوفان ايندو ۽ اهي اهڙي نموني ڍانچن جي صورت ۾ ظاهر ٿيندا. مگر هاڻي هن ۾ طاقت ڪو نہ بچي هئي. اهو واريءَ جي هڪڙي ڍير تي ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. اوچتو ان پنهنجي منهن تي مينهن جا ڦڙا پوندي محسوس ڪيا. وڏي مشڪل سان واري سان ڀريل اکيون کوليائين. هڪڙو اونداهو پاڇو ان تي جهڪيل هيو. جيئري انسان جو قرب محسوس ٿيس ۽ اهو وري بيهوش ٿي ويو.

ٻيهر جڏهن اک کليس تہ اهو هڪڙي تڏي تي ستل هيو. ماڻهو ان جي چوڌاري وينا ڳالهيون ڪري رهيا هيا. ڪنهن تازي کير جي پيالي کي ان جي چپن سان لڳائي ڇڏيو ۽ نڙيءَ ۾ ٻرندڙ واريءَ جو ذائقو متجڻ لڳو.

"اجنبي! ليلان تنهنجي حياتي بچائي. تون وڏي عمر وني آيو آهين."

هڪڙي پيڙڙي مرد مرڪندي چيو. خمسين مان بچي زنده نڪري اچڻ هڪڙو معجزو آهي."

"مان هڪڙي اهم خدمت انجام ڏيڻ لاءِ ڪوفي وڃي رهيو آهيان. اسان رستي ۾ پلجي وياسين. منهنجا ساٿي طوفان ۾ ختم ٿي ويا."

"حيرت آهي تہ تون بچي وئين."

مسلم بن عقيلؓ تفصيل سان انهن کي پنهنجو حسب نسب ٻڌايو. اهي ماڻهو ڏاڍا خوش ٿيا. اهي دنيا کان ڪٽيل هڪڙي ننڍڙي قبيلي جي صورت ۾ رهندا هيا. اٽڪل ويهہ سادڙا سپاجهڙا ماڻهو. نالي ۾ مسلمان هئا. باقي نماز ۽ روزي جي اصولن کان بہ چڱيءَ طرح واقف ڪو نہ هيا. حضرت مسلمؓ ڪيترن ڏينهن تائين گهمڻ ڦرڻ جي قابل ڪو نہ هيو. آرام ڪرڻ ضروري هيو. ليلان وڏي پابوهہ سان ان جي ٽهل ٽڪور ڪئي. ان جي هرڻيءَ جهڙين اکين ۾ پيغام ڏسي مسلم ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. اهو هڪ وڏي اهم خدمت انجام ڏيڻ لاءِ وڃي رهيو هو.

"مان ڪوفي مان واپس ٿي وري هتي ايندس. جيڪڏهن زندگيءَ وفا ڪئي تہ اسان وري ملنداسين." ان ليلان سان واعدو ڪيو.

روانو ٿيڻ وقت قبيلي جي ماڻهن ان کي اٺ، واٽ ڏيکارڻ وارو ۽ پيو بہ هر طرح سان آرام پهچائڻ جو سامان ڏنو. پري تائين ان کي خدا حافظ چوڻ لاءِ ويا. ليلان ڳوڙهن سان ان جي قميص جو دامن پڄائي ڇڏيو.

"مون کي بہ گڏ وٺي هلو."

" هن وقت موقعو مناسب ڪو نہ آهي. مان ڏاڍو مصروف رهندس. جڏهن فيصلو ٿي ويندو ۽ امن قائم ٿي ويندو تڏهن مان تو وٽ واپس اچي ويندس."

"چوندا آهن تہ ڪوفي وارا اعتبار جوڳا ماڻهو ڪو نہ آهن. منهنجي دل ڏڪي ٿي. توهان اوڏانهن وڃي رهيا آهيو. ڪٿي مصيبت ۾ نہ ڦاسي وڃو. منهنجي قبيلي ۾ توهان کي وڏا وفادار ۽ محبت ڪرڻ وارا دوست ملندا. وڏي سڪون جي زندگي آهي."

"ها، توهان جي هيءَ ننيڙي جنت وڏي دلفريب آهي. اتي رهڻ لاءِ دل چوي ٿي، پر مان امام حسين ﷺ جي خدمت ۾ ڪم سان لڳل آهيان، انهن کي ڇڏي نٿو سگهان. اهي هن وقت ڏاڍو پريشان آهن. انهن تي چئني طرفن کان زور بار پئجي رهيو آهي." مسلم ﷺ ليلان کي سڀ ڳالهيون سمجهايون.

"ڪاش! اهي به اسان جي هن خوبصورت جنت ۾ اچي وڃن. هتي ڏينهن جي هنگامن کان پري وڏي آرام سان رهي سگهندا. هيءَ جاءِ ڪوفي کان محفوظ آهي. هتي انهن کي ڪير به پريشان ڪري نه سگهندو. اسان پنهنجون حياتيون ان لاءِ حاضر ڪري ڇڏينداسين."

مسلم ﷺ دل ۾ ليلان جي محبت جو درد کڻي ڪوفي روانو ٿي ويو.

مسلم بن عقيل ﷺ جڏهن ڪوفي پهتو ته ماڻهو ان کي چنبڙي ويا. اهي ماڻهو جيڪي ڊپ ۾ چپ هنيون وينا هيا، دليري سان ٻاهر نڪري آيا. سندن حوصلا وڌي ويا ۽ ماڻهو ان کي چئني طرفن کان وڪوڙي سوالن مٿان سوال ڪرڻ لڳا. حسين ابن علي ﷺ ڪڏهن تائا تشريف کڻي اچن. اسان جون اکيون انهن جي واٽ نهاي رهيون آهن. ان ئي ڏينهن ارڙهن سوَن ماڻهن حضرت مسلم ﷺ جي هٿ تي امام حسين ﷺ جي لاءِ بيعت ڪئي ۽ ماڻهو قطارون ڪري ير وارن ڳوٺن مان اچڻ شروع ٿي ويا. اهي به موٽي آيا، جيڪي ظلمن جي خوف کان ڀڄي وڃي ير وارن ڳوٺن ۾ لڪي وينا هيا.

ماڻهن جي همت گهڻو وڌندي وئي، انهيءَ ڪري جو شهر جو حاڪم خاموش ميسڻو ٿيو وينو هيو. حضرت مسلم ﷺ جي ڪاميابي جون خبرون ملنديون پئي ويون مگر اهو ماٺ ڪيون وينو هيو ۽ تماشو ڏسي رهيو هيو.

اها حاڪم جي هڪڙ اٽڪل هئي. ان کي امام حسين ابن علي ﷺ جي اچڻ جو انتظار هيو ان کان پوءِ اهو ان جي مداحن جي خبر وٺندو. ان ڏسڻ ٿي گهريو ته ڪهڙا ڪهڙا امام حسين ﷺ جا حمايتي آهن. سرڪاري جاسوس ڇڏيل هيا، جيڪي حاڪم کي گهڙي گهڙي جي خبر ٻڌائي رهيا هيا. ماڻهو وچ بازار ۾ چؤنڪ تي بيهي کلم کلا امام

حسين ﷺ جي حمايت ۾ نعرا هڻي رهيا هيا. جاسوس انهن جا نالا ۽ رهڻ جي هنڌ کي پنهنجي پنن تي لکي رهيا هيا.

مسلم بن عقيل رضي الله عنه ان ئي ڏينهن امام حسين ﷺ کي هڪڙو خط لکيو ۽ هڪڙي تيز رفتار قاصد کي روانو ڪيائين.

"آقا، جيترو جلد ٿي سگهي توهان ڪوفي تشريف کڻي اچو. هتي حالتون بهتر آهن. ماڻهو توهان جي لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ويٺا آهن. توهان جي نالي تي مسلسل بيعت ٿي رهي آهي. حاڪم ڀپ ۾ چپ هنيون ويٺو آهي. ان کان اڳ جو خبر دمشق پهچي، توهان هتي تشريف کڻي اچو ۽ پنهنجن گهڻ گهرن جي رهنمائي ڪرڻ فرمايو."

مسلم بن عقيل رضي الله عنه جو خط ڏسڻ کان پوءِ امام حسين ابن علي ﷺ فيصلو ڪيو ته مڪي کي خدا حافظ چوڻ جو وقت اچي ويو آهي. دوستن ڪجهه گهبراهٽ ظاهر ڪئي.

"آقا، ڪوفي وارا ڀروسي ڪرڻ جهڙا ماڻهو ڪو نه آهن. ڌوڪو ڏيڻ انهن جي پراڻي عادت آهي. توهان مڪو ڇڏي نه وڃو. هتي توهان جا دوست ۽ هڏ ڏوکي آهن. هي توهان جو وطن آهي."

"هاڻي منهنجو هتي رهڻ ڏکيو آهي. بادشاهه کي جڏهن منهنجو جواب ملندو ته مونکي ختم ڪرڻ لاءِ فوج کي حملو ڪرڻ لاءِ موڪليندو. جيڪڏهن مون تي حملو ٿيو ته منهنجا ساٿي منهنجو ساٿ ڏيندا. مان نٿو گهران ته خون خرابو ٿئي ۽ مون سان گڏ ٻين جون حياتيون به وڃن. مڪي جي گهٽين ۾ مسلمان جي هٿان مسلمان جو رت وهندو ته مڪي جو احترام ختم ٿي ويندو." امام ﷺ جواب ڏنو.

"پر جيڪڏهن ڪوفي وارن دغا ڪئي ته؟"

"تڏهن به منهنجو موت يقيني آهي. پر مان مڪي کان ٻاهر مرڻ ٿو گهران ته جيئن هن مقدس شهر ۾ الله جي رسول ﷺ جي عزيزن جو رت نه وهي. تاريخ جي ورقن ۾ اهو نه اچي ته رسول الله ﷺ جي لاڏاڻي کان پنجاهه سالن اندر مسلمانن سندن مقام کي وساري ڇڏيو. مرڻو ئي آهي ته پوءِ جهڙو هتي اهڙو ڪوفي ۾. اهو به ممڪن آهي ته ڪوفي وارا مون سان وفاداري ڪري ويهن. اهي ماڻهو ايڏو تاڪيد سان قسم ڏئي گهرائي رهيا آهن. انهن ماڻهن تي اعتبار نه ڪرڻ مناسب ڪو نه آهي."

حج ۾ صرف ٻه ڏينهن باقي هيا، مگر امام ﷺ حج جو ارادو بدلائي ڇڏيو ڇو ته کين خبر هئي ته سندن قتل ڪرڻ لاءِ نهايت وڏو ڇار وڇايو ويو آهي. حاجين جي ٽولي ۾ ٽي جلاد پنهنجن بغلن ۾ زهر ٻڏل خنجر لڪايون انهيءَ تاڙ ۾ گهمي رهيا هيا ته وجهه ملي ته امام حسين ﷺ کي ختم ڪن. قاتل گوڙ ۾ گم ٿي وڃي ۽ ڪنهن بي گناهه کي قتل جي ڏوهه ۾ ڦاسايو وڃي. حج جي دوران ڪنهن کي شڪ به ڪونه پوندو. سيني جو ڏيان حج جا رڪن ادا ڪرڻ ۾ لڳل هوندو. ان کان پوءِ هنگاما شروع ڪرائي ڇڏيندا ۽ انهي بهاني سان چونڊي چونڊي آل رسول ۽ ان جي طرفدارن کي ختم ڪرائي ڇڏيندا. انهيءَ نموني سان اهو ڪنڊو جيڪو يزيد جي دل ۾ چڀي رهيو آهي، هٽي ويندو پوءِ امام حسين ﷺ جو نالو ونڻ وارا به آڻ مڇي ويندا.

”مان ائين گمنامي جو موت مرڻ نٿو گهران. منهنجي قاتلن کي دنيا ڏسندي ۽ سڃاڻندي“ امام ﷺ فرمايو ۽ سفر جي تياري شروع ڪيائون.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه ۽ ٻين ماڻهن چيو:

”خير. توهان وڃو ٿا ته وڃو مگر خدا جي واسطي عورتن ۽ ٻارن کي ته پاڻ سان گڏ وٺي نه وڃو. اسان هتي انهن جي چڱي نموني سان حفاظت ڪنداسين. توهان خير سان ڪوفي پهچي ويندا. اتي جون حالتون نيڪ ٿي وينديون، پوءِ انهن کي گهرائي وٺجو.“

امام ﷺ جي لاڏلي ڀيڻ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ٻڌو ته وڏي آواز ۾ فرمايائين:

”اي ابن عباس! ڪير وڃي نه وڃي مان ضرور وينديس. مان پنهنجي ڀاءُ کان سواءِ رهي نٿي سگهان.“

”منهنجا سڀ عزيز مون سان گڏ ويندا. مان انهن مان ڪنهن کي به پاڻ کان جدا ڪري نٿو سگهان. جيڪا رڍ پنهنجي ڌڻ کان الڳ ٿي ويندي آهي اها بگهڙ جي وات جو گراهه ٿي ويندي آهي. جيڪو منهنجو انجام ٿيندو اهو هنن جو به ٿيندو. مون کي خبر آهي ته اسان دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ وڃي لڪون، اسان جا دشمن اسان کي ڳولي وٺندا. جيستائين خدا جي رسول ﷺ جي رت جو هڪڙو ڦڙو به زنده آهي، يزيد کي ان جي طرف کان خطرو محسوس ٿيندو

رهندو. مون کان پوءِ جيڪو ٿيڻو هوندو اهو ٿيندو. مرڻو ئي آهي ته ڇو نه سڀ گڏجي مرون.“

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو مڙس حضرت عبدالله بن جعفر رضي الله عنه به امام حسين عليه السلام سان گڏ وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳو امامؑ پر انهن ان کي روڪي ڇڏيو:

”منهنجي خواهش آهي ته توهان هتي ئي ترسو.“

”يا حسين! اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي توهان جو ساٿ نه ڏيان.“

”توهان هتي رهي به منهنجو ساٿ ڏئي سگهو ٿا. جيڪي ماڻهو ڪو نه ٿا هلن. توهان انهن جي سنڀال ڪيو. توهان جي جان کي ڪوئي خطرو ڪو نه آهي. بادشاهه کي توهان جي ذات سان جهيڙو ڪو نه آهي. توهان گهٽ ۾ گهٽ هتان جون خبرون ته مون کي پهچائيندا رهندا.“

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جڏهن ٻڌو ته سندس مڙس ڪو نه ٿو وڃي ته بيقرار ٿي وئي. اهو شايد هن کي به وڃڻ نه ڏئي. ان وٽ وڃي ڳوڙها ڳاڙڻ لڳي. ان پاڻوهه مان پڇيو:

”ڇو پلا! اسان ڪهڙوڏوهه ڪيو جو ڳوڙها وهائي رهيا آهيو؟“

”منهنجو ڀاءُ وڃي رهيو آهي. توهان کي خبر آهي ته ٻار پڻي کان وٺي اسان ڀاءُ ڀيڻ هڪ ٻئي کان جدا ڪو نه ٿيا آهيون. انهن کي ڪهڙي دل سان وڃڻ ڏيان ۽ پاڻ هتي آرام سان ويهي رهان. مگر توهان جي حڪم کان سواءِ هڪڙو قدم به نٿي کڻي سگهان. فرمايو منهنجي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟“

عبدالله بن جعفر رضي الله عنه ان کي گهوري ڏٺو ۽ ڇپن ۾ پٽڪيو:

”اي بنت علي! (عليه السلام) تو کي خبر آهي ته تنهنجا ڳوڙها اسان کي بيقرار ڪري ڇڏيندا آهن. خدارا انهن کي اگهي ڇڏيو. پنهنجو حال هيٺو نه ڪريو. اسان توهان کي اختيار ڏنو گهرو ته ڀاءُ سان گڏ وڃو گهرو ته هتي رهو. اسان کي ڪا ئي شڪايت نه ٿيندي. توهان اسان جي زندگي جا ساٿي آهيو. توهان جي جدائي اسان تي ڏکي گذرندي، مگر حسين عليه السلام کي اتي توهان جي محبت جي گهڻي ضرورت پوندي ان جا ٻار توهان سان گهڻو پيار ڪن ٿا. اسان پاڻ به جلد توهان وٽ

پهچي ويندا سين. خدا جي واسطي روئو نه. اسان توهان جو روئڻ برداشت ڪري نٿا سگهون."

"ائين ته مان نه وڃان ها, پر زمانو ڏاڍو خراب آهي. دل ۾ طرح طرح جا شڪ پيدا ٿين ٿا. الله ڪري ڀاءُ کي اهو سفر راس اچي. ڀاءُ سان گڏ نه ويس ته سڄو وقت دل انهن ڏي اٽڪيل رهندي. چري ٿي وينديس. وهم جي ڪري زندگي حرام ٿي ويندي, گڏ هونديس ته اطمينان رهندو."

مڙس کان اجازت مليس ته زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي جسم ۾ ساهه پئجي ويو. چوڻ لڳي: "عون ۽ محمد کي گڏ وٺي وڃان؟"

"اهي ڀلا توهان کان سواءِ هتي رهي سگهندا. توهان اتي پهچي پنهنجي خيريت جو اطلاع ڪجو. جيئن ئي ٻچڙي صغريٰ جي طبيعت ٺيڪ ٿيندي, اسان به روانو ٿي ويندا سين. زينب وڃو توهان کي خدا جي حوالي ڪيم."

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها سفر جي تيارين ۾ مشغول ٿي ويون.

# سفر

سڄي شهر تي ڏک ۽ پيڙا جا ڪڪر ڇانيل آهن. گهر گهر چرچو آهي تہ پيغمبر اسلامﷺ جا ڏوهٽا، حسين ابن علي عليہ السلام مديني کي الوداع ڪري وڃي رهيا آهن. سادات جو محلو ويران ٿيڻ جي خبر آهي. ماڻهن جون دليون ٻڏنديون ٿيون وڃن. هوا ماتم ڪري رهي آهي ۽ موسم سوڳوار لڳي پئي آهي.

سيئي تيار ٿي ويا آهن. سامان ٻڌجي چڪو آهي. ماڻهو هڪ ٻئي پٺيان قطار ڪيون ملڻ ۽ خدا حافظ چوڻ لاءِ هلندا پيا اچن. حسين ﷺ جي قدمن کي چنبڙي روئي رهيا آهن. پاڻ انهن کي مٿي اٿاري سيني سان لڳائي رهيا آهن ۽ تسلي ڏين ٿا:

"زندگيءَ وفا ڪئي تہ وري ملنداسين."

عباس ﷺ جا دوست ۽ جان نثار انهن کي حسرت سان گهوري رهيا آهن. اهي ڪچهريون، گڏجاڻيون سڀ خواب ٿي وينديون. انهن جي وڃڻ سان سموريون دلچسپيون ختم ٿي وينديون.

قاسم جا هڪ جيڏا الڳ اکين ۾ ڳوڙها پريون، ڪنڌ جهڪايون بيٺا آهن. سيني جون دليون ٻڏي رهيون آهن. منهن لٿل آهن. علي اڪبر جهڙو مهمان نواز پيارو دوست روز روز ڪو نہ ملندو. اهو سهڻو ۽ بردبار شخص وسارڻ سان بہ ڪو نہ وسرندو. زندگي ۾ هڪڙو خال پيدا ٿي ويندو. محفلون ويران ٿي وينديون. علمي مباحثا بسا ٿي ويندا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت فاطمة جا هڪٻئي پٺيان ڄاول ٻار عون ۽ محمد پاڻ سان گڏ پڙهندڙ ٻارن سان وڪوڙيل آهن. ڳوڙها پيي وڃن ٿا، زبردستي مرڪن ٿا.

"توهان سيئي وڃو ٿا. توهان کان سواءِ مدرسي ۾ ڪهڙو مزو ايندو. ڏاڍو ياد ايندَوَ اسان کي وساري نہ ڇڏجو."

"توهان کي ڪيئن وساري سگهنداسين. انهن گهٽين، پاڙن کي ڪيئن وساريندا سين. "ٻئي پائر پڪ ٽا ڪرائين.

"ايڏو ڏکيو سفر آهي. مصيبت جي گرمي پئجي رهي آهي. ڏاڍي تڪليف ٿيندَوَ. توهان نہ وڃو توهان جو بابا سائين بہ تہ ڪو نہ ٿو وڃي."

"ليڪن امان سائڻ جن تہ وڃي رهيون آهن. ٿورن ڏينهن کان پوءِ بابا سائين جن بہ اچي ويندا. اسان کي وڃڻ ٺي گهرجي. ماما سائينءَ جن وڃي رهيا آهن. امان سائڻ وڃي رهيون آهن. ماما سائين اسان کي ڪيڏي لاڏ ڪوڏ سان نپايو آهي. ڀلا سوچيو تہ. اهي وڃن ۽ سفر جون تڪليفون سهن ۽ اسان هتي مزي سان آرام ڪيون. انهن جي احسان جو بدلو چڪائڻ جو اهو ئي تہ موقعو آهي. جيڪڏهن خدانخواستہ ڪنهن انهن تي تيڏي اک سان بہ ڏٺو تہ اسان پنهنجو سينو آڏو ڪري بيهي رهنداسين."

ماٽهو اچي رهيا آهن. جڏهن حسين ﷺ مڪي يا مديني ۾ هوندا هيا تہ انهن سان ملڻ جلڻ تي سرڪاري پابنديون هيون، ماٽهو ڊڄندا هيا، مگر هاٽي تہ اهي وڃي رهيا آهن. ماٽهو ڊڄ ڊپ وساري انهن سان ملڻ لاءِ ڊوڙندا پئي آيا. خدا کي خبر زندگي وفا ڪري الاهي نہ. خبر نہ آهي انهن سان وري ملاقات ڪڏهن ٿئي.

ماٹهن تي هڪڙي ڏک جي لهر ڇانيل هئي. هر اک آلي هئي. رسول اللهﷺ جي ٻچڙن جي وڃڻ جي خبر ٻڌي سڀ دوڪان بند ٿي ويا، بازار ويران لڳي پئي هئي، گهر گهر ۾ لڪ ڇپ ۾ انهن جي جدائي جو ڏک ٿي رهيو هو. يثرب اجڙي رهيو هيو. رسول اللهﷺ جو پيارو ڏوهٽو پنهنجو وطن ڇڏڻ لاءِ مجبور هيو. ڪيڏي بي مروتي هئي. چئني طرفن ڏانهن ويراني ڇانيل هئي. ماٽهو حسين ﷺ جو نالو وٺي خاموشي سان ڳوڙها ڳاڙي رهيا هيا.

"شاهِ مدينہ وڃي رهيا آهن، هاٽي اسان جي سار ڪير لهندو." غريب ۽ فقير روئي رهيا هيا. امام سيني کي تسلي ڏئي رهيا هيا.

"الله توهان سيني جو محافظ ۽ نگهبان آهي. منهنجي قسمت ۾ اهو سفر لکيل آهي. تقدير جي لکئي کي مان ۽ توهان متائي نٽا

سگھون جيڪڏهن خدا گھريو ... ۽ زندگي آهي تہ وري ملنداسين.“

پردیدار بیبین وٽ بہ عورتون تولن جي صورت ۾ اچي رهيون هيون.

”هاءِ الله! ڪهڙي نہ منحوس گھڙي آهي، فاطمہ جو لال وڃي رهيو آهي، سائڻ جو روح ڪيڏو بيقرار هوندو. هاءِ زينب (سلام الله تعاليٰ عليها) بيبي توهان هليون ويون تہ اسان جي سار ڪير لهندو. هاڻي ڪير پيار مان آٿت ڏيندو، ڪير ڏکئي وقت ۾ اچي اسان کي همٿ ڏياريندو.“

شادي وهان هجي، قضيو هجي، هر موقعي تي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي دم سان دلين کي اطمينان هيو. ڏک بيماري ۾ وڃي تيمارداري ڪنديون هيون. راتين جو جاڳنديون هيون. هر طرح جي مدد ڪنديون هيون. عورتون ياڪر پائي زارو قطار روئي رهيون هيون.

”هاءِ سائڻ! بزرگن جو وسايل گھر ويران ڪيون پئي وڃين. توهان مديني ۾ ڪونہ رهندا تہ رڳو مٽي پئي اڏامندي. امام کي سمجھايو، ڪوفي وارا ڪم بخت سدائين نڱ ۽ دوکيباز رهيا آهن. هڪ کان هڪ ڪميڻو ۽ ظالم پريو پيو آهي. سيئي آلِ علي جا جاني دشمن آهن. اتي ئي تہ لعنتين شيرِ خدا کي شهيد ڪيو هيو. هاڻي وري توهان بہ اوڏانهن ئي وڃي رهيا آهيو. اها ڪتان جي ڏاهپ آهي.“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها هڪ هڪ کي ياڪر پائيندي، پيار ڪندي، سمجھائيندي وئي:

”هاڻي تہ دنيا جي هر ڪنڊ اسان لاءِ سوڙهي آهي. تقدير ۾ اهو ئي لکيو هيو. يثرب ڇڏڻو تو پوي، هاڻي مديني ۾ بہ اسان جي زندگي خطري ۾ آهي. منهنجو ياءُ کل خوشي مان نہ، پر مجبوريءَ مان وڃي رهيا آهن. اهي وڃن ۽ مان هتي رهان. مزي سان جان بچائي ويٺي رهان. مون کان اهو ڪو نہ ٿيندو. امان جي قبر ڇڏي وڃڻ ڪري جيڪو دل تي صدمو آهي، اهو مان ئي ڄاڻان ٿي. جڏهن دل گھڻي پريشان هوندي هئي تہ ان جي مزار تي ڳوڙها ڳاڙي، پنهنجا ڏک تڪليفون ٻڌائي دل جو بار هلڪو ڪندي هيس.“

”مگر هن موسم ۾ سفر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ٻيو تہ جيڪڏهن ڪوفي وارن پنهنجي عادت سوجب وري دغا ڪئي تہ ڇا ٿيندو؟“

”جيڪو الله کي منظور آهي، اهو ئي ٿيندو. مون کي بڪ ڏک سهڻ جي عادت آهي، مگر هاڻي ياءِ ڏانهن ڏسان ٿي ته هيان ڏري ٿو پوي. امان روزانو خواب ۾ ايندي آهي، حيران ۽ پريشان، اکين ۾ لڙڪ پريل، چڻ ته ان جو روح بيقرار هجي. روئي روئي مون کي چوندي آهي. زينب (سلام الله تعاليٰ عليها) ياءُ جو ساٿ نه ڇڏجانءِ. ان کي مون تنهنجي حوالي ڪيو آهي. منهنجي ٻچڙي! منهنجي هيڪلي ۽ اڪيلي پٽ جو خيال رکجانءِ. جيڪڏهن تون ان جي همسفر ۽ غمخوار هونديئن ته ان تي ڏکن جو بار هلڪو ٿي ويندو. باقي الله نگهبان آهي. مگر جيڪڏهن تو حسين ﷺ جو ساٿ ڇڏيو ته منهنجي روح کي سڪون ڪو نه ملندو. تون پنهنجو پاڻ کي منهنجي جاءِ تي سمجهه.“

بيبيون بي اختياريءَ مان آهه و زاري ڪرڻ لڳيون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها فرمايو:

”ڏاڍو ڏکيو سفر آهي. ڪائي منزل به نظر نٿي اچي، جتي بي فڪري ۽ سڪون جي اميد هجي، مگر پنهنجي امڙ سائڻ جي وصيت کي ڪيئن ٿي ٽاري سگهان. اهو ئي ته منهنجو هڪڙو ياءُ بچيو آهي. اهو نه آهي ته منهنجو پيڪاڻو گهر ويران آهي. هاڻي جيڪو به سهڻو پيو اهو خوشيءَ سان سهنديس.“

ايتري ۾ امام حسين عليه السلام اچي ويا ۽ فرمايائون:

”زينب! ڪيستائين روئندي رهنديءَ. بس هاڻي انهن کان موڪلايو سامان تيار آهي. ڪجاوا ۽ سواريون تيار آهن. اجا روشني آهي، ٿڌڙي هوا پئي گهلي. ٻار به گڏ آهن. جلدي سان نڪتاسين ته ٿڌڪار ۾ سفر طئي ٿي ويندو.“

”ادا، مان تيار آهيان.“

”ادا، بيمار ٻچڙيءَ کي ملڻ کان سواءِ هليا ويندؤ. ويچاريءَ جي دل ٽٽي پوندي، روئي روئي حياتي وڃائي ويهندي. ادا ايڏو ظلم به نه ڪجو. ڪير ٿو چوي ته صغرا ننڊ پئي آهي. اها ته ڪالهه رات کان ئي بيقراري مان تڙپي رهي آهي،. ساڻائي ڪري غش ٿي وڃي ٿي. وري ٿوري دير ۾ ڇرڪ ڀري اٿي ٿي ٻوي.“

”مگر ان جي موڪلائڻ جي خيال سان دل ٻڏڻ تي لڳي. هڪ ته ايڏو بيمار، وري جي رني ته ساهه نڪري ويندس. ان سان ملڻ مان ڪهڙو فائدو. توهان وچوءِ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪريوس ته خوش ٿي وڃي.“

” سڄي رات گوڏي تي سمهاري ڪيس سمجهائيندي گذري اٿم. سيني ڪان جدا ٿيڻ جي خيال ڪان مانڊي ٿي وڃي ٿي.“

ايتري ۾ بانوءَ جو آواز آيو.

”هاءِ گهر ڀاتيو! ڪجهه ڏسو ته منهنجي ٻچڙي کي ڇا ٿي ويو آهي؟“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڊڪندي وئي

”ڪٿي فوت ته ڪونه ٿي وئي.“

”نه ، نه. هاڻي ئي هوش ۾ اچي ويندي“ انهن ٻارڙي جي منهن تي پاڻي جا ڇنڊا هنيا.

”ان نامراد سفر کي باهه لڳي، ٻچڙي کي ڇڏيندي دل ٿي منجهي. هن بيمار کي ڪنهن جي آسري ڇڏي وڃان.“

”الله مالڪ آهي. اها امان ام البنين سان هريل به آهي. اها هن جي ڪري ئي اسان سان گڏ نٿي هلي، ورنه پنهنجن پٽن جي ڪري گڏ هلڻ لاءِ ضد ڪري رهي هئي. ادا سمجهايس، امان توهان ڪمزور آهيو. اسان خير سان اتي نڪاڻو ڪيون ته پوءِ انشاءَ الله تعاليٰ عباس اچي توهان کي ۽ صغريٰ کي وٺي ويندو.“

”منهنجو ته هنيانءُ ٽڪرا ٽڪرا ٿي رهيو آهي، پر واقعي ساڻ وٺي وڃڻ به ته مشڪل آهي. سڪينه يا ڪبرا کي اتي ڇڏي وڃان، ان جي دل خوش ٿيندي رهندي“

”نه. ياءُ جو حڪم آهي ته ڪنهن به ڇوڪريءَ کي هتي نه ڇڏيو وڃي. صغرا جي ته مجبوري آهي ۽ سڪينه جي اڃا عمر ئي ڪيتري آهي، ماءُ جي لاءِ سڏڪندي رهندي، اها پنهنجي چاچي عباس سان ايترو هريل آهي، جو هڪڙي گهڙي به ان جي جدائي برداشت ڪري نٿي سگهي. ڪبرا کي انهيءَ ڪري ڇڏي نٿا سگهون، جو ڪوفي ۾ ڪجهه سڪون ملي ته پهرين واندڪائي ۾ وڏي ياءُ جي وصيت پوري ڪرڻ لاءِ قاسم ۽ ڪبرا جي شادي ڪري ڇڏيون.“

"اهو تہ چڱو خيال آهي، مگر ڇا ڪريان! هوڏانهن وڃڻ جي تياري آهي ۽ هيڏانهن هن جو اهو حال ٿي رهيو آهي. مون کي تہ هن جي حياتيءَ جو ڏک کائي رهيو آهي."

سڀئي صغريٰ کان موڪلائڻ لاءِ گڏ ٿيا.

"منڙي، ٻڌ تہ، اکيون تہ کول، اسان وڃي رهيا آهيون. اسان سان ڀاڪر ڪونہ پائيندينءَ!"

وڏي ڀيڻ ڪبرا ڀيڻ جي بخار ۾ ٻرندڙ پيشانيءَ تي چمي ڏني.

"اسان کي پيار تہ ڪر." سڪينہ روئڻ هارڪي ٿي وئي. "ڏس تہ اصغر ڪيئن توکي نماڻين اکين سان ڏسي رهيو آهي. ڏس بابا سائين بہ اچي ويا."

حسين ﷺ بيمار ٻچڙيءَ کي ڀاڪر ۾ ڀري سيني سان لڳائي ڇڏيو. ڀرسان بيٺل سمورا ماڻهو سڏڪا ڀري روئڻ لڳا.

"جانِ پدر! روءُ نہ. وڃڻ ۾ دير ٿي وئي تہ سج جي تپش برداشت کان ٻاهر ٿي ويندي."

بيمار ٻچڙيءَ اکيون کولي پيءُ کي ڏٺو. دل ڀرجي آيس. گهڙي کن ۾ اکيون بند ڪري، ڇهري کي بابا سائين جي سيني ۾ لڪائي ڇڏيائين، پوءِ وڏيءَ بهادريءَ سان مرڪندي چيائين:

"بابا، الله نگهبان. خير سان وڃو اسان روئنداسين بہ ڪونہ."

حسين ﷺ بانو کان اشاري ۾ پڇيو: "اڪبر ڪٿي آهي، چئوس تہ ڀيڻ کان موڪلائي وٺي."

اڪبر بيقراريءَ سان اڳتي وڌيو.

"هن کي ڪجهہ پيار سان سمجهاءِ تہ روئي نہ. ماندي ٿي ويندي." اڪبر ڀيڻ کي آلين اکين سان ڏٺو. دل پڪي ڪري مرڪي چوڻ لڳو: "چو گڏي! ڇا اسان کان ناراض آهين؟ ڀلا اسان جو ڪهڙو ڏوهہ آهي؟"

"ادا! توهان کان ناراض ٿي مان ڪيئن جيئري رهي سگهنديس، منهنجا ويرا. الله ڪري توهان کي سفر راس اچي، اسان سان هڪڙو واعدو ڪرڻو پوندو."

"واعدو تہ نہ وٺ. منهنجي مڃڙي بس حڪم ڪر. اسان دل و جان سان پورو ڪنداسين."

"منهنجي موجودگيءَ کان سواءِ شادي نہ ڪجو."

"هرگز ڪو نہ ڪندس. ٻيو ڪجهہ؟"

"پياري ڪنوار ڳولڻ کان پوءِ اسان کي گهرائجو پوءِ اسان اچي توهان کي گهوٽ ڪنداسين."

"ضرور توهان کان سواءِ اسان جي مجال نہ آهي جو گهوٽ ٿي سگهون."

"اسان پنهنجو نگوڙ (پلو پڏاٽي) ڪو نہ ڇڏينداسين. پر ادا اسان ٺيڪ نہ ٿياسين ۽ مري وياسين تہ توهان پنهنجي ڪنوار کي منهنجي قبر تي ضرور وٺي اچجو. اسان جو نگوڙ (پلو پڏاٽي) اسان جي قبر تي رکي ڇڏجو. اسان جو روح خوش ٿي ويندو."

"اهڙيون ڳالهيون ڪندؤ تہ الله تو ڄاڻي تہ نہ اسان شادي ڪنداسين ۽ نہ ڪنوار آڻينداسين. سمجهئي."

"چاچا عباس (ع) ڪٿي آهي. وچڻ کان اڳ اسان سان ملڻ جي واندڪائي بہ ڪونہ هوندن. ادا انهن جي لاڏلي سڪينہ جو انهن سان گڏ وڃي رهي آهي. اسان هتي اڪيلا پيلي مرون. انهن کي ڪهڙي پرواهہ! بس سڪينہ انهن جي لاڏلي آهي، اسان ڪجهہ نہ آهيون. اهي آهن ڪٿي. الله! اسان انهن کي پري کان ئي ڏسي وٺون."

"اسان هتي هٿ ٻڌيون پنهنجي شهزاديءَ سان ملڻ جي انتظار ۾ ڪڏهن کان بيٺا آهيون." عباس (ع) اڳتي وڌيا. صغريٰ هڪدم پنهنجون ٻانهون کولي ڇڏيون. انهن ٻارڙيءَ کي ڀاڪر ۾ ڪٺي ورتو.

"توهان اسان کي ڇڏيون ٿا وڃو؟ ڏسي رهجو اسان مري وينداسين. پر تڏهن تہ توهان کي اچڻو ئي پوندو. اسان جي جنازي کي ڪلهو ڏيڻ تہ ايندا."

"پٽا! توهان ٺيڪ ٿي ويندا. اسان واعدو ڪريون ٿا تہ ڪوفي ۾ جيئن ئي امن ۽ سڪون ٿيو اسان دنيا جي سڀ کان تيز ڏاچي تي سوار ٿي توهان کي وٺڻ اينداسين. واعدو ڪريو تہ امان جو حڪم مڃيندا ۽ دوا پابنديءَ سان پيئندا. اسان اينداسين تہ اسان کي ٿلهيءَ متاريءَ صورت ۾ ملندا. بس تورن ڏينهن جي تہ ڳالهہ آهي."

"چاچا سائين! الله لڳ اسان کي بہ وٺي هلو."

"وري ساڳيو ضد. بيبي توهان کان سفر جون تڪليفون برداشت ٿي ڪو نہ سگهنديون. رستي ۾ ئي ساهہ نڪري ويندئي."

"توهان کان ڏار رهي جيئڻ کان سٺو آهي تہ توهان جي ٻانهن ۾ ئي ساهہ نڪري وڃي، اسان هتي مري وياسين تہ ڪو ئي ڪلهو ڏيڻ وارو بہ ڪو نہ هوندو. چاچا سائين، اسان ڏاڍو روئينداسين."

"بيبي! تون مرڻ کان پوءِ ڪيئن روئينديئن." سڪينہ معصوميت مان پڇيو.

"اسان جيئرو! هجون يا مئل، روئيندا ئي رهنداسين. اسان جو روح روئيندو رهندو. "مرن تنهنجا دشمن. سڪينہ هل. بيمار ڀيڻ کي پريشان نہ ڪر." "اسان ان کي ڀاڪر پائڻ کان سواءِ تہ هر گز ڪو نہ ويندا سين." سڪينہ منهن سجائيندي چيو.

صغريٰ مرڪڻ لڳي.

"هاءِ مني، تنهنجو ڳالهہ تي وڙهڻ گهڻو ياد ايندو. واعدو ڪر ادا اڪبر جي شاديءَ تي سمورو نگوڙ (پلو ٻڌائي) هڙپ ڪري نہ ڇڏيندئين. ضد ڪري اسان کي گهرائي ونجان."

"اسان واعدو ٿا ڪريون، جيڪڏهن توهان کان سواءِ وهان ٿيو تہ اسان ايترو روئينداسين، ايترو رئينداسين، جو گهوٽ گهبرائي، ڪنوار ڇڏي، تو کي وٺڻ لاءِ ڊڪندو ايندو." سڀ کلڻ لڳا.

"او منهنجي مينا! بس گهٽيون مٺيون ڳالهيون ڪيئي. هاڻي ڀيڻ کي ڀاڪر پاءِ ۽ اڳتي وڌ. اصغر کي الوداع چوڻ ڏينديئن يا نہ." بانو کلندي چيو ۽ ننڍڙي اصغر کي ڪٽي ويجهو آيون. ان جو پتڪڙو هٿ نراڙتي رکي چيائين:

"ڏس بيبي، اصغر تو کي سلام ٿو ڪر." اصغر ڀيڻ کي ڏنو ڪڏندي هٿ لوڏيائين.

صغريٰ پياري ڀاءُ کي پنهنجي بخار ۾ ٻرندڙ سيني سان لڳايو ۽ زور زور سان روئڻ لڳي.

"منهنجا ادڙا، منهنجا چنڊ، تنهنجي عمر وڏي ٿئي. امان جيجلڙي ان کي اسان وٽ ڇڏي وڃو. اسان هڪدم نيڪ ٿي ويندا سين.ان جو

گهڻو خيال رکندا سين. توهان کي ذرو بہ فڪر ڪرڻ جي ضرورت نہ پوندي. اسان هن کي پنهنجن هٿن سان وهنجاري، نئون پهراڻ پارائيندا سين، ٻڪري جو تازو تازو کير پياريندا سين، ان جي سهڻين اکين ۾ سرمو پارائيندا سين، ان جا ننڍڙا پتڪڙا پير اکين تي رکندا سين. بس امان اسان هن کي ڏسڻ سان چڱا ڀلا ٿي ويندا سين. سڀ بخار پڄي ويندو.“

”مني، ڪيئن ڇڏي وڃانس، اجا خير سان ڇهن مهينن جو بہ ڪو نہ ٿيو آهي. بوتل مان کير پيئڻ بہ ڪو نہ ٿو اچيس. توهان ڪيئن سنڀاليندا.“

”پياري امان! اسان سنڀالي وٺندا سين. سفر ۾ تہ اهو گل ڪومائجي رهندو. ڪيڏي مصيبت جي گرمي هوندي. جهڪ لڳندي واري اڏامي اچي ان جي ريشم جهڙن وارن ۾ پرجي ويندي. اهي گلابي ڳل تپي ويندا.“

”منهنجي ٻچڙي ضد نہ ڪر. ايترڙو ننڍڙو ٻارڙو ماءُ کانسواءِ ڪيئن رهندو.“ ٻڪيءَ ٻچڪر ڏيندي سمجهايس.

”ٻڪي امان! نيڪ ٿا چئو. مگر امان واعدو ڪريو تہ وساري نہ ڇڏيندؤ. اهو ٻن ٽئن مهينن ۾ وڏو ٿي ويندو تہ اسان کي سڃاڻندو بہ ڪو نہ. توهان ان کي روزانو ٻڌائيندا رهجو تہ هتي مديني ۾ ان جي هڪڙي بدنصيب ڀيڻ رات ڏينهن ان جي ياد ۾ ڳوڙها ڳاڙيندي آهي. هي بيماري غرق ٿئي. مون کي هن وقت ئي پڪڙڙو هوس تہ جيئن هتي اڪيلي پئي تڙپندي رهان. چڱو بابا سائين، اسان کي هڪڙو دفعو وري پيار ڪريو.“ حسين ؑ وري صغريٰ کي سيني سان لڳائي چميون ڏنيون، ۽ دلاسو ڏنائينس. ”توهان وڃو ٿا، اسان کي هتي ڇڏيون ٿا وڃو. اسان جو جسم هتي هوندو مگر روح توهان جي قدمن ۾ رهندو“

ڪجاوا دروازي وٽ آندا ويا. پردو ڏنائون. عباس ؑ وڏي آواز ۾ پڪاريو:

”ماڻهو پنهنجن گهرن جي ڇتين تي نہ چڙهن ۽ اوني بہ هيڏانهن نہ اچن، جو تہ بي پردگي ٿيندي، رسول الله جا پاڪ ٻچڙا ڪجاون ۾ سوار ٿي رهيا آهن.“

سڀ کان پهرين زينب سلام الله تعاليٰ عليها سوار ٿيون. حسين ﷺ هٿ وني پيڙ ڪي سهارو ڏنو. عباس ﷺ جهڪي جتيون سنڀاليون. علي اڪبر اڳتي وڌي ہٿي ھٿ گڏائي پيرن هيٺان سهارو ڏنو. پوءِ بانو بہ اصغر کي ڪڇ تي ڪٽي مڙس ۽ پٽن جو سهارو وٺي، آرام سان ڪجاوي ۾ ويهي وئي.

حسين ﷺ چئن طرف حسرت مان نهاريو. اهي وطن جون گهٽيون، اهي محلا، جن ۾ ٻارپڻو گذريو ۽ جواني ڍلي، اهي چڏٽا پئجي ويا هيا. خدا ڄاڻي وري انهن جو ديدار نصيب ٿيندو الاهي نہ ٿيندو. نانا سائينءَ جي روضي پاڪ تي سڄي رات دير تائين وينا رهيا هئا. قبر شريف سان مٿو لڳائي ڳالهيون ڪيون هيائون:

”نانا سائين! توهان جو حسين ﷺ دردر جون ٺوڪرون کائڻ لاءِ وطن ڇڏي رهيو آهي. توهان جو اڳ ۾ ٻڌايل فرمان سچ ثابت ٿيو. اسان کي ڪٿي بہ سڪون ڪو نہ ٿو ملي. ڪاش توهان جي قدمن ۾ دم ڏيڻ جي سعادت نصيب ٿي وڃي ها.“

پوءِ باک ڦٽڻ کان اڳ امڙ سائڻ کان موڪلايو هئائون.

”ننڍڙن ننڍڙن ٻچڙن جو ساٿ آهي. منزل جي ڪائي خبر ڪو نہ آهي، غيرن جي شهر ۾ ڇا وهندو واپرندو ڪائي خبر ڪونہ آهي. جيڪو ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي، ان جو بہ ڪجهہ ڪجهہ اندازو آهي. خانہ ڪعبہ جي احترام جو خيال نہ هجي ها تہ توهان جي قدمن کان ڪڏهن بہ جدا ڪو نہ ٿيان ها. جڏهن دل مايوس ٿيندي هئي تہ توهان جي ۽ نانا سائينءَ جي مزار شريف تي ڪجهہ سڪون ملي ويندو هيو. زماني کان ايتري مهرباني بہ ڪو نہ پڳي. بنا ڪنهن سهاري جي وڃي رهيو آهيان. الله مددگار آهي تہ رڻ پٽ بہ وطن ٿي پوندو. هي وطن تہ هاڻي غيرن جو شهر ٿي چڪو آهي.“ حسين ﷺ سيني دوستن کي الوداع چيو. آخري ڀيرو وطن جي زمين ۽ آسمان کي آلين اکين سان ڏٺائون ۽ قافلي کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنائون.

# قافلو

سفر چڱي نموني سان طئي ٿيندو ويو. آل رسول جو قافلو جنهن واٽ تان گذري ٿي ويو اتي بهار جهڙي هبڪار اچي ٿي وئي. رڻ پٽ جهومي ٿي اُٿيا. ساهي پٽڻ لاءِ جتي بہ ترسندا هيا. اتي عارضي ۽ ننڍڙو ڳوٺڙو آباد ٿي ويندو هيو. پرپاسي وارن ڳوٺن کان ماڻهو زيارت لاءِ انبوهہ ڪري ايندا هيا. دُڪان لڳي ويندا هيا. شراب خانا بند ٿي ويندا هيا.

عوام رت جا ڳوڙها پي رهيا هيا. بي قصور آل رسول جي بي حرمتي سيني کي ناگوار لڳي رهي هئي. حسين ﷺ کي وطن ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو ۽ ماڻهو بيوسي مان چپ هڻي ڏسندا رهيا.

هيو ڪجهہ تہ وس ۾ ڪو نہ هين، پر ماڻهو اناج، کير، پنير ۽ ڪارڪون، شربت ۽ جانور سوکڙيءَ طور وٺي ٿي آيا. حسين ﷺ خيمي مان نڪري ٿي آيا. وڏو مجمعو گڏ ٿي ٿي ويو. جيڪي غريب ۽ محتاج ماڻهو سندن قدم بوسي لاءِآيا ٿي، اهو سامان انهن ۾ ورهائي ٿي ڇڏيائون. ماڻهو التجا ڪندا هيا: "يا حسين! اسان کي لاوارث ڪري ڇڏي نہ وڃو. اسان غريبن جا گهر حاضر آهن. اهي جهومندڙ فصل، تازن ميون وارا وڻ، ڍنڍون ۽ آبشار الله تعاليٰ جون مڙئي نعمتون موجود آهن. هتي ئي ترسي پئو اسان توهان لاءِ پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ کان بہ ڪو نہ ڪيٻائينداسين. اسان جون عورتون علي ﷺ جي نياڻيءَ تي ساهہ صدقو ٿيون ڪن. اسان توهان جي خدمت جو موقعو حاصل ڪندي پاڻ کي خوش نصيب سمجهنداسين."

امام ﷺ جي اکين مبارڪن ۾ ڳوڙها پرجي ايندا هيا. انهن جو ٿورو مڃيندا هيا. انهن جي حق ۾ خير جي دعا گهرندا هيا ۽ سمجهائيندا هيا: "پائرو مان توهان جو ٿورائتو آهيان، پر هن وقت اهو

سفر ختم نٿو ڪري سگهجي. ڪوفي وارن دعوت ڏني آهي، مان انهن طرفان محبت مان ڏنل دعوت کان انڪار نٿو ڪري سگهان، ڇو تہ مون انهن جي دعوت قبول ڪري ورتي آهي. اهي ماڻهو منهنجو انتظار ڪري رهيا آهن. توهان وقت جي نزاڪت کي نٿا سمجهو. خليفو منهنجي باري ۾ بدگمان آهي. توهان وٽ ترسي پيس تہ ملڪ تي قبضو ڪرڻ جو الزام هڻندو تہ شايد مان هڪڙي نئين حڪومت قائم ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيو آهيان. هتي فوجون حملو ڪنديون. توهان امن پسند ماڻهو گهر کان بي گهر ٿي ويندا. هتان جو سڄو حسن ۽ بهارون ختم ٿي وينديون. منهنجي ڪري توهان بہ پنهنجو سڪون وڃائي ويهندا."

"ڪا ئي پرواهہ نہ آهي، اسان خليفي سان مقابلو ڪنداسين."

"انهي جو ئي تہ مون کي انديشو آهي. توهان مقابلو ڪرڻ کان ڪو نہ ڊڄندؤ ۽ خليفي کي رت وهائڻ جو بهانو ملي ويندو ان جو الزام مون تي لڳايو ويندو. تواريخ جا ورق حسين کي لالچي ڪوٺيندا. مان ۽ توهان ان جي اڻ ڪٿ لشڪر جو مقابلو ڪندي ختم ٿي ويندا سين. هو اهو ئي تہ گهري ٿو جيڪو مان ٿيڻ ڪو نہ ڏيندس. جيڪڏهن زندگيءَ وفا ڪئي ۽ جيئرا رهياسين تہ انهي محبت ۽ جان نثاريءَ جو مزو وٺڻ لاءِ هڪڙي ڏينهن ضرور توهان وٽ ايندا سين."

ماڻهن کي سمجهائي راضي ڪري، حسين ﷺ اڳتي روانو ٿي يندا هيا. جيڪڏهن سندن نيت ڪا ئي ٻي هجي ها تہ اهي وڏيءَ آسانيءَ سان انهن قبيلن کي گڏ ڪري، هڪڙو عظيم لشڪر تيار ڪري ٿي سگهيا ۽ اڪثريت انهن سان گڏ ٿي وڃي ها. مگر پاڻ خون خرابي کان بچڻ ٿي گهريائون. جيڪڏهن مسلمان پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا تہ تباهہ ٿي ويندا.

جيئن جيئن اڳتي وڌندا ويا، سفر جون تڪليفون وڌنديون ويون. غير آباد ۽ پٿريلو علائقو شروع ٿي ويو. ايڏي مصيبت جي گرمي هئي، جو ڏينهن ٿيڻ سان ئي باهہ وسڻ ٿي لڳي. پري پري تائين ساوڪ جو نالو نشان ڪو نہ هيو. سيني جا چهرا تپش ڪري سانورا ٿي ويا هيا. چشما سڪا پيا هيا. کوهہ سڪي ويا هيا. هنيانءَ پڇي رهيا هيا.

جتي ڪو ڪجين جو ننڍڙو باغيچو ملي ٿي وين ته سيني جي جسم ۾ ساهه پئجي ٿي ويو. ديوانن وانگر پاڻيءَ تي ڪري ٿي پيا. ڍالون، تلوارون ۽ زرهون ٽانڊڻ وانگر ٻريون ٿي. سيني کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ٿڌو ٿي ڪيائون. گهوڙن ۽ اٺن ۾ جان پئجي ويندي هئي، تازا توانا ٿي ساوڪ تي حسرت مان ڏسندا هيا. پوءِ وري ٽپندڙ واري جي دنيا ۾ اڳتي قدم وڌائيندا هيا. ٻار سفر جي تڪليف کان ٿڪجي روئڻ لڳندا هيا. ميلن تائين واري ئي واري ڏسي وحشت ٿيندي هئي.

هڪڙي ڏينهن هڪڙي هرڻي نظر آين، ان سان گڏ ٻه ٻچا هيا. ٽپا ڏيندي پڄي وئي. ٻار خوشي مان تاڙيون وڄائڻ لڳا. ڪجهه گهڙين لاءِ وندر ٿي وين. ڪيترا دفعا هرڻي ۽ ٻچا نظر آين، پوءِ خبر نه آهي ڪيڏانهن گم ٿي ويا. ٻار اداس ٿي ويا.

"اها هرڻي ڪوفي ۾ اسان جي پهچڻ جي خبر ٻڌائڻ وئي آهي." عون محمد کي چيو.

"بيشڪ، ۽ ڏاڍي تکي وئي آهي ته جيئن ماڻهو اسان جي استقبال جي تياري ڪري وٺن." ٻار اهو سوچي دل وندرائڻ لڳا.

مگر اڳتي هليا ته هرڻي وري ملين. هاڻي ان وٽ هڪڙو ٻچو هيو. اها ڏاڍي بيقرار ٿي لڳي. قافلي سان گڏوگڏ هلڻ لڳي. سيئي حيران ٿيا ته ٻچو ڪاڏي ويو. امام ﷺ جي خدمت ۾ اها ڳالهه عرض ڪيائون. انهن هڪدم قافلي کي ترسڻ جو حڪم ڏنو. هڪڙي چشمي جي ڪناري تي سامان لاٿائون. هرڻي اڃا به پريشان بيٺي هئي.

"ڇا معاملو آهي؟" سيني سوچيو.

"ائين ٿو لڳي ته هن جو ٻيو ٻچو ڪنهن ماڻهوءَ پڪڙي ورتو آهي. اها ان جي تلاش ۾ اسان سان گڏ ٿي وئي آهي." حسين ﷺ فرمايو.

"مگر اسان ته ان جي ٻچي کي هٿ به ڪو نه لاتو آهي." ٻارن چيو.

"اها ايترو نٿي سمجهي. بس انسان جي بوءِ سونگهي اسان سان گڏجي وئي آهي. توهان ترسو. علي اڪبر توهان اسان سان گڏ اچو ڏسون ته هرڻي ڇا ٿي گهري." مگر ٻارن ضد ڪيو ته اسان به گڏ هلنداسين.

حسين ﷺ هرڻي ڏانهن گهوڙو وڌايو ته اها منهن ڦيري هڪڙي پاسي هلڻ لڳي. اهي بيهي رهيا ته اها به بيهي انهن کي حسرت سان ڏسڻ لڳي.

”ان کي خبر آهي ته سندس ٻچو ڪنهن وٽ آهي، اسان کي ان ڏانهن وٺي وڃڻ ٿي گهري هلو ڏسون ته اها اسان کي ڪيڏانهن ٿي وٺي وڃي.“

”سفر ڏاڍو ڏکيو ٿي ويندو.“

”مگر هرڻي کي ائين ڇڏيندي ڏک ٿو ٿئي. ان جي مدد ڪرڻي ئي پوندي.“

”بابا سائين، ڪٿي ڪو خطرو نه هجي.“ علي اڪبر چيو. ”توهان سيئي هتي بيهو مان اڪيلو ٿو وڃان.“

”جانور دوکي باز ڪو نه ٿيندا آهن. اها صفت ته صرف حضرت انسان ۾ ئي پاتي ويندي آهي. هلو ڊڄڻ جي ڪائي ڳالهه ڪو نه آهي. جيڪڏهن ڪو ئي جهنگلي جانور ڪائي وڃي ها ته هن کي صبر اچي وڃي ها. هن جو ٻچو ضرور ڪنهن ماڻهوءَ جي قبضي ۾ آهي ۽ اجا زنده آهي.“

علم حيوانات تي ٻارن سان ڳالهيون ڪندا پئي ويا ته هڪڙي آبادي اچي وئي. سامهون هڪڙي گهر تي هرڻي بيهي رهي ۽ دروازي کي ڪر هڻڻ لڳي.

”والله، ڪمال آهي. اهي جانور ڪيترو سمجهدار ٿا ٿين. ان جو ٻچو ان ئي گهر ۾ هوندو.“ امام ﷺ اڳتي وڌي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. هڪڙي ماڻهوءَ دروازو کوليو.

”توهان ڪير آهيو؟“ ان ماڻهوءَ پڇيو.

”مان حسين ابن علي آهيان. ڪوفي وڃي رهيو آهيان. هي منهنجا ٻار آهن.“

”يا حسين! مون افواهي خبر ته ٻڌي هئي، مگر اهو معلوم ڪو نه هيو ته اها منهنجي خوش قسمتي ٿيندي جو توهان مون غريب جي گهر تشريف کڻي ايندا. يا حسين مون کي پنهنجي خدمت ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪرڻ ڏيو. جَوَن جي ماني کان سواءِ ڪجهه به حاضر ڪري ڪو نه ٿو سگهان. اتفاق سان اڄ هڪڙو هرڻيءَ جو ٻچو هٿ

اچي ويو آهي. مان ان کي ڪهي هاڻي تو گوشت پچايان. مون سوچيو هيو تہ ڪجھہ وڏو ٿي ويندو تہ ڪم ۾ آڻيندس, مگر اهو عجيب جانور آهي, جڏهن کان آندو اٿم ڪوشش ڪري ٿڪجي پيو آهيان, پر اهو داڻي پاڻيءَ کي وات ئي نٿو هڻي."

"توهان جي مهمان نوازي جي مهرباني. اسان سان وڏو قافلو ساڻ آهي, اهي اسان سيني جو انتظار ڪري رهيا هوندا."

"آقا! اها ڪهڙي بي واجبي آهي. حسين ابن علي منهنجي دروازي تي تشريف کڻي اچن ۽ مان انهن جي خدمت کان محروم رهان, ڪين خالي هٿين روانو ڪري ڇڏيان."

"اسان خالي هٿين ڪو نہ ويندا سين. توهان جيڪڏهن ڪو ئي هديو ڏيڻ ٿا گهرو تہ اهو هرڻي جو ٻچو اسان کي ڏئي ڇڏيو."

"هرڻي جو ٻچو تہ ڇا آقا منهنجي جان بہ حاضر آهي." اهو شخص ڊوڙندو ويو ۽ ٻچي کي کڻي آيو. ٻچو ٽپا ڏيندو وڃي پنهنجي ماءُ جو کير پيڻ لڳو. امام ﷺ جي اکڙين ۾ خوشي مان لڙڪ پرجي آيا. ٻار تاڙيون وڄائڻ لڳا.

"مهربان دوستا! توهان جو نالو ڇا آهي؟ اسان جي ڏکويل دل کي تو وڏي خوشي پهچائي آهي."

حسين ﷺ ان شخص جو ٿورو مڃيندي موڪلائي قافلي سان اچي مليا. اهو ڏسي ٻارن جي خوشيءَ جي حد ئي نہ رهي تہ هرڻي ڀڳي ڪونہ. پر قافلي سان گڏ هلندي رهي, جتي بہ ترسندا هيا ٻار ان سان کيڏندا هيا.

قافلو هلندو رهيو. رستي ۾ گهڻا ئي ماڻهو گڏجي ويا.

# ڪوفو

هوڏانهن ڪوفي ۾ حاڪم قلعي ۾ بند ٿي ويهي رهيو. ماڻهن تي اهو ظاهر ڪيائين تہ اهو انهن کان ڊڄي ٿو. ماڻهو اڃا بي خوف ٿي ويا ۽ وڏيءَ تيزي سان مسلم رضي الله عنه جي هٿ تي امام حسين عليه السلام جي بيعت ڪرڻ لڳا.

مخبرن اچي اطلاع ڪيو تہ حج کان بہ ڏينهن پهريائين حسين ابن علي عليه السلام اوچتو ڪوفي ڏانهن روانو ٿي ويو آهي ۽ قافلو رستي ۾ آهي.

هاڻي حاڪم پنهنجو اصلي روپ ڏيکاريو. شهر جي چپي چپي تي فوجي بيهاري ڇڏيائين. هڪدم اعلان ڪرايائين تہ جيڪو بہ مسلم بن عقيل رضي الله عنه سان ڪنهن بہ قسم جو واسطو رکندو يا پناهہ ڏيندو، اهو ملڪ جو دشمن ۽ غدار سمجهيو ويندو ۽ وڏي سخت سزا جو حقدار ٿيندو. ان سان گڏ ئي وٺ پڪڙ شروع ٿي وئي. شڪ وارن گهرن تي ڇاپا پوڻ لڳا. انهن جي گهرن کي باهہ ڏني وئي. ماڻهن کي سري عام قتل ڪيو ويو. بي خبر شهرين تي هڪدم اهڙي شدت سان قهر ٽٽو جو سيئي ڊڄي لڪي ويا. خاص خاص ماڻهن کي يا تہ جيل ۾ وڌو ويو يا قتل ڪري، انهن جي سرن کي عبرت حاصل ڪرڻ لاءِ مسجد تي ٽنگي ڇڏيائون. جيڪي خوف کان ڊنل ماڻهو بچيا انهن مان صاحب حيثيت ماڻهن کي سڏائي حڪم ڏنائون تہ توهان کي پنهنجن پنهنجن پاڙي وارن جي هلت چلت جو ذميوار ٿو ڪيو وڃي. جيڪڏهن ڪنهن بہ نافرماني ڪئي تہ توهان جوابدار هوندا. انهن غدارن سان گڏ توهان کي ۽ توهان جي ٻارن ٻچن کي بہ اذيتون ڏئي ماريو ويندو.

هڪدم هڪڙي اهڙي آفت اچي وئي، جو ماڻهو پنهنجا وڏا وڏا واعدا ۽ وفاداري جا قسم وساري ويٺا ۽ منهن لڪائي گم ٿي ويا. شهر جي وڏي ناڪابندي ڪيائون تہ جيئن ڪنهن بہ ڳالهہ جي خبر ٻاهر

وڃي نہ سگهي. امام ﷺ بي خبري ۾ اڳتي هلندو اچي. هڪدم انهن کي چئني طرفن کان وڪوڙي سڄي قافلي کي ختم ڪري ڇڏجي.

حسين ﷺ جو قافلو موت ڏانهن وڌندو رهيو. جڏهن حاجر نالي جاءِ تي پهتا تہ انهن ڪوفي وارن کي هڪڙو خط لکيو ۽ هڪڙي تيز رفتار قاصد کي روانو ڪيائون.

"هي خط حسين ابن علي جي طرفان، برادران اسلام جي نالي تي موڪلجي ٿو. الله تعاليٰ جي حمد و تعريف ۽ سلام کان پوءِ معلوم هجي تہ منهنجي پاءُ مسلم بن عقيل ﷺ جو خط مليو. توهان جي ہڏي ۽ عزم جي پختگيءَ جي خبر ہڏي خوشي ٿي. ڏٽي در دعا آهي تہ اهو توهان جي ارادن ۾ ڪاميابي عطا فرمائي. جڏهن توهان کي هي خط ملي تہ توهان پنهنجا سيئي انتظام مڪمل ڪري ڇڏيو. جلديءَ ۽ سمجهداريءَ سان پنهنجو نظام ٺيڪ ڪريو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ انشاء الله تعاليٰ مان توهان وٽ پهچي ويندس."

حسين ﷺ اهو خط قيس بن مسهر صيدادي رضي الله تعاليٰ عنہ جي حوالي ڪيو ۽ ان کي تڪڙو وڃڻ جي هدايت ڪيائون.

مگر دشمن پنهنجو ڄار وڏيءَ چالاڪيءَ سان پکيڙيو هيو. قادسيہ پهچڻ سان قاصد گرفتار ٿي ويو ۽ ڪوفي موڪلي ڇڏيائونس ۽ ڪوفي جي حاڪم ابن زياد ان کي هڪدم شهيد ڪرائي ڇڏيو.

امام عليہ السلام، حضرت عبدالله بن يقطر ﷺ کي، جيڪو سندن ٿڃ پياڪ پاءُ بہ هيو احتياطي طور مسلم بن عقيل ﷺ ڏانهن روانو ڪيو مگر اهو بہ منزل مقصود تي پهچڻ کان اڳ شهيد ٿي ويو.

حسين ﷺ جڏهن وطن کان روانا ٿيا هيا تہ قافلو ننڍڙو هيو. مگر رستي ۾ ماڻهو ملندا ويا ۽ گڏجندا ويا. اهي جيڪي پنهنجي ئي علائقي ۾ هيٺي حال ۾ هيا گڏجي پيا. گهڻا ئي اهڙن غرضمند ماڻهن جي هئي، جيڪي سمجهي رهيا هيا تہ حسين ﷺ ڪوفي وارن جي دعوت تي وڃي رهيا آهن ۽ اتي انهن جو وڏو شاندار استقبال ٿيندو. شاهي مرتبو ملندو. حسين ﷺ شهنشاهہ ٿي ويندا. انهن جي دربار ۾ عيش ڪرڻ جو موقعو ملندو.

امام ﷺ انهن کي سمجهايو تہ اهي سڀ خيالي ڳالهيون آهن. اهي شهنشاهيت جي لالچ ۾ ڪو نہ ٿا وڃن. انهن فرمايو:

"ان کان علاوه مون سان گڏ هزارن قسمن جا خطرا آهن."

ماڻهن سمجهيو تہ امام ﷺ انهن کي ٿاري رهيا آهن ۽ گڏ هلندا رهيا. قافلو آهستي آهستي وڌندو رهيو.

هوڏانهن ابن زياد هڪڙي ٻي اٽڪل ڪئي. اهو پاڻ لڪي شهر مان نڪري ويو ۽ قافلي جي صورت ۾ پنهنجي فوج کي گڏ ڪيائين.

امام ﷺ سفر ۾ ڪارو لباس پائيندا هيا. مسافر مٽي ۽ ڌوڙ کان بچڻ لاءِ منهن تي پٽڪي جو طرو ويڙهيندا هيا. ابن زياد ڪارو لباس پاتو. پنهنجن سپاهين کي حڪم ڏنائين تہ منهن تي طرو ويڙهين. پاڻ بہ پنهنجو منهن لڪايائين ۽ شهر ۾ اهڙي ڍونگ سان داخل ٿيو جو ماڻهن سمجهيو تہ حسين ابن علي ﷺ اچي ويا.

سڪل ڪکن تي پاڻي پئجي ويو. ماڻهو خوشيءَ مان نچڻ لڳا. ابن زياد تي لعنتون وجهڻ لڳا. جيڪي لڪيا ويٺا هئا اهي بہ دلير ٿي ويا.

ابن زياد خاموشيءَ سان اڳتي هلندو آيو. پنهنجن فوجين کي حڪم ڏنائين تہ غور سان ڏسو ۽ سڃاڻيندا وڃو. حسين ابن علي (عليه السلام) جا سيئي حمايتي ڪيڏ ڪيڏڻ لاءِ بيخوف نڪري پيا آهن. هڪڙي هڪڙي کي ڏيان ۾ رکو ڪير بہ بچي نہ وڃي. ماڻهو خوشيءَ مان ٽپا ڏيندا آيا, امام ﷺ جي سلامتي جا نعرا هڻندا گڏجي پيا.

جڏهن اهو قافلو مسجد شريف جي ويجهو پهتو تہ ابن زياد منهن تان طرو هٽائي ڇڏيو. ماڻهو ششدر ٿي ويا. هڪدم خوف مان ڀڄڻ لڳا. مگر فوجين هڪ هڪ کي ختم ڪري ڇڏيو. حسين ﷺ جا حمايتي يا تہ قتل ڪيا ويا يا جيل ۾ وڌا ويا. حسين ﷺ کي ڀليڪار ڪرڻ وارو ڪوفو قبرستان ٿي ويو. مسلم بن عقيل رضي الله عنه, حضرت هاني بن عروه رضي الله عنه وٽ روپوش ٿي ويو. جاسوس ان جي ڳولا ۾ لڳل هيا. گهڻن ماڻهن تي ظلم ڪيائون, پر ڪنهن بہ ان جي خبر ڪو نہ ٻڌاين. دراصل ڪنهن کي خبر ئي ڪو نہ هئي تہ مسلم رضي الله عنه ڪٿي لڪل آهن.

تڏهن هڪڙي اٽڪل کان ڪم ورتائون.

هڪڙو اوپرو ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن پڇندو پئي ڦريو:

"مسلم بن عقيل ڪٿي آهي؟ ان لاءِ پيغام کڻي آيو آهيان."

"ڪهڙو پيغام آهي؟" ماڻهن ڊڄندي ڊڄندي پڇا ڪيس.

"ان جي لاءِ سندس هڪڙي دوست ڏهہ هزار دينار موڪليا آهن ۽ ان چيو آهي تہ اها رقم سرڪاري آفيسرن ۾ رشوت طور ورهائڻ سان بچڻ جو ڪو رستو ملي سگهي ٿو."

اهو چئي ان پورا ڏهہ هزار دينار سامهون اڇلائي ڇڏيا. ماڻهن کي ان جي ايمانداريءَ تي يقين ٿي ويو. صرف واعدو نہ پر روڪ رقم کڻي آيو آهي، جيڪڏهن بي ايمان هجي ها تہ پاڻ ڪائي وڃي ها.

انهن مسلم رضي الله عنه کي ڳولڻ شروع ڪيو. ان جي پلائي لاءِ ان کي ڳولڻ ضروري هيو.

"تون رقم ڇڏي وڃ ۽ وڃي ان مهربان دوست جو شڪريو ادا ڪر ۽ ٻڌائيندس تہ انتظام ٿي ويندو."

"مان هينئر ئي وڃي ان جي خيريت جي خبر ٿو پهچايان ۽ آفيسرن سان بہ ڳجهہ ڳوهہ ۾ ڳالهايان ٿو تہ جيئن اهو جلد کان جلد هتان نڪري وڃي." اهو شخص هڪڙي پاسي ويو ۽ ٻئي پاسي کان فوج ڇاپو هنيو. ڏهہ هزار درهم قبضي ۾ ڪيائون ۽ ماڻهن کي گرفتار ڪري ويا. انهن کي اذيتون ڏنائون، مگر انهن کي واقعي معلوم ڪو نہ هيو تہ مسلم رضي الله عنه ڪٿي لڪل آهي.

مگر ڪنهن نموني سان مسلم بن عقيل رضي الله عنه کي خبر پئجي وئي ۽ شڪ ۾ جڏهن رات جو هاني بن عروه رضي الله عنه جي گهر تي ڇاپو لڳو تہ اهو اڳي ئي پٺئين دروازي کان نڪري ويو هو.

ان جا ٻئي ٻار قاضي شريح جي پناهہ ۾ لڪل هئا. ان سوچيو تہ نہ انهن جي ڪنهن کي خبر آهي ۽ نہ ٻارن سان ڪنهن کي دشمني ٿيندي انهن کي اتي حفاظت سان رهڻ ڏجي. ورنہ اهي بيخبريءَ ۾ موت جي کوهہ ڏانهن هلندا آيا تہ غضب ٿي ويندو.

رات جي اونداهيءَ ۾ مسلم بن عقيل رضي الله عنه لڪندو پڇندو گهٽيون مٽائيندو رهيو. ٽڪجي ساٿو ٿي پيو. اڃا تائين اهو محفوظ هيو نہ ان کي ڪنهن سڃاتو هيو ۽ نہ ڪنهن مٿس ڌيان ڏنو هو. ان ٻڌو ڪيترين

جاين تي ماڻهو ان جي باري ۾ ڳالهائي رهيا هيا. ان کي خبر پئجي وئي تہ ان جي جان انتهائي خطري ۾ آهي.

مگر ان کان وڌيڪ امام ﷺ ۽ ان جي قافلي وارن جون حياتيون خطري ۾ هيون. مسلم ﷺ کي پنهنجي جان جي پرواهہ ڪونہ هئي، اهو انهيءَ فڪر ۾ هيو تہ ڪنهن بہ طريقي سان ڪوفي مان نڪري امام ﷺ جي قافلي وٽ پهچي وڃي ۽ انهن کي خطري کان خبردار ڪري، ورنہ بي خبريءَ ۾ موت جي منهن ۾ هليا ايندا

اونداهيءَ ۾ ان کي ٻين گهرن کان پري الڳ هڪڙو گهر نظر آيو. حالت ايتري ڪمزور ٿي وئي هيس جو وک کڻڻ بہ مشڪل هئي، اڄ ۽ ٻک جي تڪليف برداشت کان ٻاهر هئي. انيتاليهن ڪلاڪن کان لاڳيتو پاڻي جو هڪڙو ڦڙو بہ نڙي ۾ ڪونہ وڌو هئائين. ڪنهن کان مدد گهرڻ جي همٿ ڪو نہ هئس. هر طرف موت وات ڦاڙيون پيو هيو. جيئن تہ اهو گهر شهر کان پر پرو هيو شايد ان ۾ رهڻ وارا ان کي نہ سڃاڻين. حالتن کان بہ بي خبر هجن ۽ ان کي ڪجهہ گهڙين لاءِ آرام ڪرڻ جي سهوليت ملي وڃي.

ڊڄندي ڊڄندي دروازو ڪڙڪايائين. هڪڙي پيڙهي عورت ٻاهر نڪتي ۽ پنهنجين ڪمزور اکين سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

”ڪير آهين؟“

”هڪڙو پريشان حال مسافر جيڪڏهن هڪڙي رات رهڻ جي اجازت ملي وڃي تہ وڏي مهرباني ٿيندي صبح ٿيڻ کان اڳ هليو ويندس.“

”ڏاڍو ٿڪل ٿو لڳين. ڪٿان آيو آهين؟ ڪيڏانهن وڃڻ جو ارادہ اٿئي؟ مان اکين کان معذور آهيان. ڪجهہ اورتي روشني ۾ اچ. تنهنجو چهرو تہ ڏسان.“

حضرت مسلم ﷺ خاموشيءَ سان اڳتي وڌيو. ڪراڙيءَ پيرن کان مٿي تائين ڏٺس.

”نوجوان، ڪنهن سٺي گهراڻي جي اکين جو تارو ٿو لڳين. تو کي ڏسي دل خود بخود توڏانهن ڪڇندي ٿي وڃي. ياد نٿو اچي توکي ڪٿي ڏٺو آهي. مان بہ ڇري ٿي وئي آهيان. تون تہ شايد ان وقت پيدا بہ ڪو نہ ٿيو هوندين، جڏهن مان اهڙي ويل بہ ڪو نہ هيس. شير خدا حضرت

علي ابن ابو طالب ﷺ هتان ڪان لانگهائو ٿيا هيا. مون بہ هڪڙو دفعو انهن کي ڏٺو هيو. تو کي ڏسي خبر نہ آهي ڇو اهي ياد اچي ويا."

"مان ان جي خاندان منجهان آهيان. اهي منهنجا چاچا هيا." مسلم بن عقيل ﷺ ڪنڌ جهڪائي چيو. ڪراڙي زائفان جي عقيدت ڏسي ان جي دل مان خوف نڪري ويو. "حسين ابن علي ﷺ جن منهنجا سؤٽ آهن."

"يا خدا! تون مسلم بن عقيل آهين؟ منهنجو نالو طوعہ آهي. رسول الله ﷺ جي آل جي عقيدتمند آهيان. منهنجا ياڳ ڀلا آهن جو توهان مون مسڪين جي گهر کي عزت ڏني. لعنتي تنهنجي جان جا دشمن ٿي پيا آهن. خدا انهن کي برباد ڪري. مون ڪراڙي جي حياتي ڪهڙي ڪم جي؟ مگر هتي ڪير بہ تنهنجو وار ونگو ڪري ڪو نہ سگهندو."

"مان هتي حسين ابن علي ﷺ جو نمائندو ٿي آيو هيس. حالتون خراب ٿي ويون. هاڻي سپاهي منهنجي ڳولا ۾ آهن."

"اندر اچي وڃ. انهن سپاهين جي منهن تي لعنت هجي."

ان ڪراڙيءَ هن کي هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ پاڻي ڏنو. پوءِ ڪاڏو ڪٽي اچي ان جي اڳيان رکيائين. سنو هنڌ وڇايائين.

"جيستائين دل گهرئي، رهي پئو. هتي ڪير بہ ڪو نہ ايندو آهي. منهنجو هڪڙو پوٽو آهي، ان کي بہ مون ڪراڙيءَ وٽ اچڻ لاءِ واندڪائي ڪو نہ آهي."

"بس مان ڪجهہ گهڙيون آرام ڪري هليو ويندس." مسلم هٿ منهن ڌوئي پاڻي پيتو ۽ ڪجهہ بہ نڙي مان هيٺ ڪو نہ لٿس بہ گراهہ کائي خدا جو شڪر ادا ڪيائين ۽ سمهي پيو.

قسمت جا چڪر ڏسو تہ جنهن پوٽي کي ڪڏهن بہ ڪراڙي وٽ اچڻ لاءِ واندڪائي ڪو نہ ملندي هئي، نڪاءَ اچي ڪيائين. ڪراڙيءَ کي ڪمري مان نڪرندو ڏسي پڇيائينس:

"ڪنهن جي لاءِ ماني ڪٽي وئي هئيئن."

"هڪڙو ٿڪل مسافر آهي. ويچاري بہ گراهہ کاڌا. اچ پٽ. تون اها ماني کاءُ."

"مان انهيءَ چپر گاهه کي هٿ بہ ڪو نہ لڳائيندو آهيان، مان ٻڪري جي گوشت جا ڪباب کائي آيو آهيان. تنهنجو مهمان ڪير آهي؟ ڪوئي چور لچو نہ هجي."

"چريا، وڏو عظيم انسان آهي، پر ويچارو مصيبت ۾ اچي ويو آهي. صرف هڪڙي رات ٽڪندو صبح جو هليو ويندو."

"وري اها ئي ٻڪ ٻڪ. مان پڇان ٿو ڪير آهي، نالو ڇا اٿس؟"

"پٽ! آهستڙي ڳالهاءِ. ٿڪو ٿڪو ستو پيو آهي. ننڊ ڦٽي ويندس."

"تون نٿي ٻڌائين تہ مان پاڻ وڃي ٿو پڇانس."

"نہ نہ. ٻڌايائين ٿي. پٽ، اسان جا ڀاڳ کلي ويا. اسان وٽ اڄ الله جي پيغمبر ﷺ جي خاندان جو هڪڙو ڀاتي مهمان آهي."

"ڪير؟"

"مسلم بن عقيل پٽ تو کي منهنجو قسم ڪنهن کي ٻڌائجانءِ نہ."

"مان ڇو ٻڌائيندس. منهنجي ان سان ڪهڙي دشمني آهي." پوٽي مڪاريءَ مان چيو.

جڏهن ڪراڙي ننڊ پئجي وئي تہ اهو آهستڙي اُٿيو ۽ اٿي شهر ڏانهن ڊڪندو ويو. ان وڃي سڄي ڳالهہ ابن زياد کي ٻُڌائي. ابن زياد اڍائي هزار سپاهي ساڻ ڪري حضرت مسلم رضي الله عنه کي گرفتار ڪرڻ لاءِ روانو ٿي ويو.

صبح جو ساجهر ئي جڏهن ٻيڏڙي وضوءَ لاءِ پاڻي کڻي ڪمري ۾ آئي تہ ڏٺائين تہ مسلم بن عقيل رضي الله عنه پريشاني ۾ پگهر ۾ شل لڳو وينو آهي.

"نينگرا ڪهڙي ڳالهہ آهي. ڇا ننڊ ڪو نہ آئي اٿئي؟"

"نہ امان، ڏاڍي سٺي ننڊ آئي، مگر صبح ٿيڻ مهل عجيب خواب ڏٺو اٿم. منهنجا چاچا علي بن ابو طالب عليه السلام جن بيٺا آهن ۽ مون کي چئي رهيا آهن: مسلم اٿ، ايڏي ننڊ سٺي ڪو نہ آهي." منهنجي اک کلي وئي. مون کي دير ٿي وئي آهي. مون کي پنهنجي جان جي پرواهہ ڪو نہ آهي. ڏک اهو آهي تہ حسين ابن علي عليه السلام بي خبريءَ ۾ هلندا پيا اچن، انهن کي اطلاع ڏيڻ ضروري آهي."

وضو ڪري نماز پڙهي رهيو هيو تہ گهوڙن جي ٽاپن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ڪراڙي ڏٺو تہ سندس پوٽو گم هيو. سڄي ڳالهہ سمجهي وئي ۽ مٿو پٽڻ لڳي.

"ان ۾ تنهنجو ڪوئي قصور ڪو نہ آهي." مسلم رضي الله عنه دلاسو ڏنس.

"منهنجي اولاد آل رسول سان دغا ڪئي. يا خدا، منهنجي ٻڍاپي کي داغ لڳي ويو. منهنجي سڄي عمر جي عبادت مٽيءَ ۾ ملي وئي."

"نہ، پوٽي جي گناهن جو جواب تو کان ڪو نہ ورتو ويندو."

هڪڙي ماڻهوءَ جي گرفتاري لاءِ اڍائي هزارن جو لشڪر صرف ڏيکارڻ لاءِ هيو تہ جيئن ڪوئي بہ حمايتي ڪنڌ ڪڍڻ جي همت ڪري نہ سگهي.

مسلم بن عقيل رضي الله عنه تلوار هلائڻ جو ماهر هيو. مصلي تان اٿي تيار ٿي ويو.

"مان اڪيلو آهيان، حسين عليه السلام جو نمائندو آهيان. توهان لاءِ مون کي قتل ڪرڻ ڪنهن بہ طريقي جائز ڪو نہ آهي."

"تہ پوءِ تلوار ڦٽي ڪر."

"منهنجي خاندان ۾ اڄ تائين ڪنهن بہ ٻئي جي آڏو تلوار ڦٽي ڪو نہ ڪئي آهي. اها منهنجي جان آهي. مان ان جي بي عزتي ڪو نہ ڪندس. توهان سڀئي موٽي وڃو ۽ مون کي وڃڻ ڏيو."

"تہ پوءِ مرڻ لاءِ تيار ٿي وڃ." ٻئي طرف کان تيرن جو مينهن وسڻ لڳو. مگر مسلم رضي الله عنه ڪمري ۾ محفوظ رهيو.

"گهر کي باهہ لڳايو!" سردار حڪم ڏنو.

"نہ، هي گهر هن ٻڍڙي جو آهي، جيڪا منهنجي محسنہ آهي." اهو چئي مسلم رضي الله عنه تلوار سنڀالي نڪري پيو.

ماڻهن کي ايڏي سخت مقابلي جي اميد ڪو نہ هئي. مسلم رضي الله عنه اوچتو انهن تي بجليءَ وانگر ڪڙڪي پيو ۽ قطارون چيريندو هليو ويو مگر ڪٿي هڪڙو ۽ ڪٿي سڄي فوج. مسلم رضي الله عنه زخمن کان چور ٿي ڪري پيو.

ان کان اڳ جو سپاهي ان تي وار ڪن، ويهہ پنجويهہ جوان انهن تي ڪڙڪي پيا. ڪاري ويس ۾ نقاب پاتل انهن جو سردار طوفان وانگر انهن جون صفون چيريندو ويو مگر جلد ئي سيني کي ختم

ڪري ڇڏيائون. سردار جڏهن گهوڙي تان ڪريو تہ ان جو توپلو ڪري پيو. ڏگها ڏگها ڪارا وار کلي ويا.

"ليلان!" مسلم ٿپو ڏئي ان کي سنڀاليو. "تو اهو ڇا ڪيو؟"

"مان خوش نصيب آهيان تہ تنهنجي ٻانهن ۾ مرندڪرندو. اها ئي منهنجي آخري خواهش هئي."

ليلان ان جي ٻانهن ۾ دم ڏنو. اهو ڪنڌ جهڪائي ويهي رهيو. سپاهي بہ ششدر ٿي ويا. پوءِ مسلم ﷛ تلوار سنڀالي ۽ ليلان جي قاتلن تي ٽٽي پيو.

چند گهڙين ۾ ان کي ختم ڪري ڇڏيائون. پوءِ ان جي لاش کي رسي سان ٻڌي سڄي شهر ۾ گهليندا رهيا تہ ڏسڻ وارا عبرت حاصل ڪن. هر نموني سان جسم جي بي حرمتي ڪئي وئي ۽ قلعي جي ڇت تان هيٺ ميدان ۾ ڦٽي ڪيائون. جتي ٿورو اڳ هاني بن عروه جو لاش ڦٽي ڪيو هئائون.

طوعہ ﷛ جي گهر کي باهہ ڏنائون. ان جو پوٽو ان ئي وقت انعام اڪرام وٺي پهتو ۽ پنهنجو شان ڏيکارڻ لڳو مگر سپاهين ڦرلٽ شروع ڪري ڏني هئي، ان کي ماري ڪٽي انعام و اڪرام کسي ورتائون ۽ ٻرندڙ گهر ۾ اڇلي ڇڏيائونس.

## ٻہ گل

مسلم بن عقيلؓ جي پٽن جڏهن ٻڌو تہ انهن جو پيءُ شهيد ٿي ويو ۽ ان جي لاش جي بي حرمتي ڪئي وئي تہ ٻئي ڏک ۽ خوف مان بيقرار ٿي هڪ ٻئي کي چنبڙي ويا.

"هاڻي ڇا ڪريون؟" ابراهيم وڏي ڀاءُ عون کان پڇيو.

"سڀ کان پهريائين تہ اسان کي قاضي شريح جو گهر ڇڏڻ گهرجي. ڇو تہ سپاهي هاڻي اسان جي ڳولا ۾ هوندا. اسان کي هتي ڳولي لڌائون تہ گهر وارن تي مصيبت اچي ويندي. اسان طرفان انهن کي مهمان نوازي جي اهڙي سزا نہ ڏيڻ گهرجي."

ٻئي قاضي وٽ ويا. اهو ويچارو خوف مان ڏڪي رهيو هو. ايتري همت ڪو نہ هيس جو معصوم ٻارن کي گهر مان ڪڍي ڇڏي ڇو ته ٻي صورت ۾ ان کي خبر هئي تہ انجام ڪهڙو ٿيندو. جڏهن ٻار رئس آيا تہ شرم مان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين.

"توهان بلڪل پريشان نہ ٿيو. اسان هتان هليا وينداسين. تو مان تي حرف بہ ڪو نہ ايندو." عون ٻڌايس.

"ٻارو! مان ڏاڍو شرمندو آهيان. پنهنجي لاءِ نہ پر پنهنجي معصوم ٻارن جي جان جو خوف آهي. توهان کي بہ بچائي ڪو نہ سگهندس. اهي ظالم خبر نہ آهي توهان جو ڪهڙو حشر ڪندا. توهان تيار ٿي وڃو مان لڪ ڇپ ۾ توهان کي پنهنجي پٽ سان گڏ روانو ڪندس. اهو توهان کي حفاظت سان وٺي ويندو. ٻڌو آهي ڪيترائي قافلا وڃڻ وارا آهن. اهي توهان کي مديني ۾ توهان جي چاچي وٽ پهچائي ڇڏيندا."

اهو چئي ان هڪدم پنهنجي وڏي پٽ کي سڏ ڪيو ۽ ان کي چيائين: "ٻارن کي قافلي جي اڳواڻ جي حوالي ڪري ڇڏجان. ٻڌائجانس تہ خير خيريت سان پهچي ويا تہ وڏا انعام اڪرام

ملندئي. اڄ ڪلهه دنيا بس پئسي جو منهن ٿي ڏسي. سمورو لحاظ ختم ٿي ويو آهي."

ان روئي روئي ٻارن کي دعائون ڪيون ۽ موڪلايو.

قاضيءَ جو پٽ عون ۽ ابراهيم کي ساڻ ڪري لڪندو ڇپندو مسافرخاني وٽ پهتو ته قافلو روانو ٿي چڪو هيو صرف مٽيءَ جو غبار نظر پئي آيو.

"ڏسو بس انهيءَ مٽي جي غبار ڏانهن هلندا وڃو. تڪڙو تڪڙو ويندا ته انهن کي پهچي ويندا. جيڪڏهن ڪنهن مون کي توهان سان گڏ ڏٺو ته توهان کي سچائي وٺندو ۽ سڄي محنت تي پاڻي ڦري ويندو. توهان جي زندگي به ويندي ۽ منهنجو خاندان به برباد ٿي ويندو."

"بس ادا! توهان جي ايتري مهرباني گهڻي آهي. توهان فڪر نه ڪريو. اسان خير سان قافلي کي پهچي ويندا سين." اهو چئي ٻنهي موڪلايو ۽ تڪڙا تڪڙا قافلي ڏانهن ڊوڙڻ لڳا.

ٻارن جي عمر نَوَ ۽ ڏهه سال هئي، ڇپندي ڇپندي ساهه ڦوڪجي وين، پر مٽي جي غبار کي پهچي ڪو نه سگهيا. قافلو خبر نه آهي ته ڪڏهوڪو لنگهي ويو هيو. صرف غبار رهجي ويو هيو. اهڙا غبار ته هوا ۾ گهڻا نظر اچي رهيا هيا. شايد ڪو ٻي قافلو ڪو نه لنگهيو هيو. ڪا آنڌاري گهلي هئي، جنهن جي ڪري چئني طرفن کان غبار ئي غبار هيو.

ٻار ٿڪجي ساهي پٽڻ لاءِ ويهي رهيا. ٻاک ڦٽڻ سان ئي ماڻهو جاڳي ويندا. ڊڄ کان ٻئي ٻوٽن ۾ لڪي ويا. پري کان آذان جو آواز اچي رهيو هيو. اتي ئي واريءَ تي تيمم ڪيائون ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ سجدو ڪرڻ لڳا.

ماڻهو اچڻ وڃڻ شروع ٿي ويا هئا. ڪجهه ماڻهو انهن جي بلڪل ويجهڙو لنگهيا. انهن ماڻهن جي ڳالهين مان خبر پين ته سندن ڳولا شروع ٿي وئي آهي. قاضي شريح کي جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو اٿن. ان جو پٽ آفيسرن کي رشوت ڏيندو ڦرندو ٿو رهي.

ٻارن جي سرن تي وڏا انعام مقرر ٿي ويا هيا. ماڻهو سڀئي ڪم ڇڏي انهن جي ڳولا ۾ گهمي رهيا.

اتي ئي ٻوٽن جي اوٽ ۾ ٻنهي کي ننڊ اچي وئي. اوچتو اک کلين ته ڏٺائون ته چئني طرفن کان سپاهين جي گهيري ۾ آهن.

انهن کي ابن زياد وٽ وني آيا. اهو ان وقت ڪنهن اهم صلاح مشوري ڪرڻ ۾ مصروف هيو. انهن کي جيل ۾ وجهي ڇڏيائون.

انهي جيل جو چوڪيدار وڏو ديندار ماڻهو هيو. گهڻو ڪراڙو به هيو. ان کي نه هلندڙ سياست جي هيرا ڦيرين جي خبر هئي، نه ڪا ئي همدردي ان جيل ۾ گهڻو ڪري چورن، ڌاڙيلن ۽ قاتلن کي رکيو ويندو هيو. سوچيائين ته انهن ٻارن ضرور ڪا شرارت ڪئي هوندي، ڪنهن مذاق ۾ ديڇارڻ لاءِ جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو اٿن. ڪلاڪ ٻن ۾ انهن کي ڇڏي ڏيندا.

"ڪيئن ٻارو! هاڻي ته شرارت ڪو نه ڪندؤ." ان ائين ئي ٻارن کي چيو.

"اسان ڪا به ئي شرارت ڪو نه ڪئي آهي." ٻارن وڏيءَ سنجيدگيءَ مان چيو.

"مون کي بيوقوف ٿا بنايو. ٻڌايو ڪهڙي بدمعاشي ڪئي هيوَ. ڇا حاڪم جي باغ مان ميوا چورايا هيوَ يا ان جي پکين کي ستايو هيوَ؟ توهان ضرور ان جي حوض جي صاف پاڻيءَ ۾ واري اڇلي هوندي، يا ان جي اصطنبل ۾ پٿر اڇلي، گهوڙن کي تاهه ڏنو هوندوَ."

"نه، اسان ڪجهه به ڪو نه ڪيو آهي."

"هون، ڪجهه به ڪو نه ڪيو آهي ته ڇا سپاهين جو دماغ خراب ٿي ويو آهي، جو ايڏن ننڍڙن ٻارن کي پڪڙيندا ٿا وتن."

"شايد توهان کي خبر ڪو نه آهي ته اسين ڪير آهيون."

"توهان ڪير آهيو؟ توهان ئي ٻڌايو."

"اسان مسلم بن عقيل رضي الله عنه جا پٽ آهيون."

"مسلم بن عقيل! الله ان تي رحمت ڪري، اهي امام حسين ابن علي عليه السلام جا نمائندا آهن. مان پاڻ هن جيل ۾ هڪڙو قيدي بڻجي ويو آهيان. ڪا به خبر ڪو نه آهي ته دنيا ۾ ڇا ٿي رهيو آهي. امام عليه السلام ڪڏهن ٿا تشريف ڪڻي اچن. مان انهن جي قدم بوسي لاءِ ته ضرور ويندس."

"ٻُڍڙو ويچارو خبر نہ آهي تہ ڪهڙيءَ دنيا ۾ تو رهي." عون ابراهيم کي چيو. "ويچاري کي ڪا بہ خبر ڪو نہ آهي."

تڏهن پوءِ ٻارن سچي ڳالهہ ٻڌايس. "ڪراڙي کي ڌوڪو ڏيڻ نہ کپي، ان سان ڪوڙ ڳالهائي جان ڇڏائڻ سٺي ڳالهہ ڪو نہ آهي."

ڪراڙو مڙس ٻڌڻ کان پوءِ روئڻ لڳو.

"يا خدا! دنيا ڪهڙي پاسي وڃي رهي آهي؟ اڃا اسلام جي پيغمبر ﷺ کي رحلت ڪئي پنجاهہ ورهيہ مس ٿيا آهن تہ ماڻهو انهن جي تعليم کي بگاڙڻ لڳا آهن."

"اسان جي ڪري تو تي مصيبت اچي ويندي"

"هاڻي، ان کان وڌي ڪهڙي مصيبت نازل ٿيندي. منهنجي اکين آڏو قيامت لڳي پئي آهي. ٻارو! منهنجو نہ ڪو ئي اڳيان آهي نہ پنيان. بس جيل جي دروازي تي وينو موت جو انتظار پيو ڪريان. موت اچي ويو تہ آزاد ٿي ويندس. توهان هليا وڃو ۽ خدا ڪري تہ توهان آرام سان امام ؑ جي خدمت ۾ پهچي وڃو. انهن کي منهنجا سلام عرض ڪجوءِ چئجو تہ مرڻ کان اڳ ديدار جي تمنا آهي. خدا قبول ڪري."

ٻار اتان آزاد ٿي وري هيڏي هوڏي ڊوڙڻ لڳا. موقعو ملي ٿي وين تہ پاڻي جا ٻہ ڍڪ نڙيءَ مان هيٺ لاٿائون ٿي. ڪٿان ڪچيون پڪيون ڪارڪون ملي ٿي وين تہ کائي ٿي ڇڏيائون. جيل وڃڻ وقت ڪنهن پيرن مان جوتا بہ لهرائي ورتا هين. تتل واريءَ ۽ پٿرن تي گهمندي ڦرندي پيرن ۾ ڦلون پئجي وين. ڪنڊن وارن ٻوٽن ۾ لڪڻ سان ڪپڙا بہ ليڙون ليڙون ٿي وين.

"ادا! بک لڳي رهي آهي." عون وڏي ڀاءُ کي چيو.

"ترس، هاڻي ڪجي جو ڇڳو ملندو تہ پيٽ ڀري کائجان."

"ڏوڏا پڪل ڪونہ آهن. ڏاڍي نڙي تا وڻن."

"تورن ڏينهن ۾ پچي مزيدار ٿي ويندا."

"ادا!"

جي!"

"امان ياد ٿي اچي."

وڏو ياءَ نڙيءَ ۾ اٽڪيل ڳوڙها پي ڳالهه نٽائي ويو. ٻنهي ڀائرن ۾ هڪڙي سال جو تہ فرق هيو.

"بابا بہ ياد اچي رهيو آهي."

وڏي وات تي هٿ رکيو ۽ ڪجهه بہ ڪو نہ چيائين.

"ادا! ڇا اسان کان ناراض آهيو؟"

"بلڪل نہ."

"پوءِ ڳالهايو ڇو نٿا." ابراهيم ڳوڙها لڪائڻ گهريا. پر ڪامياب نہ ٿيو. ٻئي هڪ ٻئي کي ڇنبڙي روئڻ لڳا. ننڍي کان رڙيون نڪري ويون تہ وڏي وات تي هٿ رکيس.

وري ٻئي لذيذ کاڌن جو ذڪر ڪرڻ لڳا.

"قاضي صاحب وٽ ڪباب ڏاڍا سٺا ٺهندا هيا."

"پر امان جيڪو حلوو ۽ چوري کارائيندي هئي، اهي بہ سٺا هوندا هيا."

"باداميون بہ تہ منيون هونديون هن."

"سفيد ماني ۽ پنير بہ سٺو ٿيندو آهي."

"ماکيءَ سان گڏ."

"ٻڪ سان پاڻي پيئڻ سان اڄ ئي نٽي لهي. پيالي ۾ پاڻي ڪيڏو مٺو هوندو آهي."

مزي مزي جون ڳالهيون ٿي ڪيائون تہ ڪل نڪري ٿي وين. ٻئي چپ ٿي ويندا هيا. ٻار تہ ڏاڍو سخت جان ٿيندا آهن. ڪيترو بہ لاڏ ڪوڏ سان پليا هجن، پر جڏهن مصيبت اچي ويندي آهي تہ وڏن کان بہ وڌيڪ برداشت جو مظاهرو ڪندا آهن.

ٿورو پري ويا تہ هڪڙو گهر نظر آين. ان ۾ روشنيون ٽمڪي رهيون هيون. لڳو لڳ سر سبز باغ بہ هيو. ٻئي لڪي لڪي جهاتيون پائڻ لڳا. ماڻهن جي کلڻ ڳالهائڻ جو آواز اچي رهيو هيو. هي انهيءَ ڳڻتيءَ ۾ هيا تہ ماڻهو سمهي پون تہ اهي اندر وڃن.

جڏهن اوندهہ ٿي وئي تہ ٻئي آهستڙي پيت تي چڙهي اندر ٽپي ويا ۽ هڪڙي وڻ تي چڙهي ويهي رهيا. اتان اندر اڱڻ جو ڪجهه حصو بہ نظر اچي رهيو هيو. ماڻهو فرش تي وينا هيا. سامهون سيڪيل ٻڪرا ۽ ڪڪڙ پيا هئا. شراب جو دور هلي رهيو هيو.

ويني ويني ٻار ساٿئا تي پيا. ننڊ جي اک لڳي وئي. وڏي ڀاءُ ان جي مٿي کي پنهنجي ڪلهي تي رکيو. پنهنجون اکيون بہ بند ڪري رهيون هيس، مگر ننڊ ڀاءُ ڪري نہ پوي. ان خيال کان اکيون مهٽي مهٽي ڪولي تي چڙهيائين.

ابراهيم هڪدم ڇرڪ ڀري روئڻ شروع ڪيو. عون پنهنجي قميص سان انجو وات گهٽوئي بند ڪيو پر آواز نڪري ئي ويس.

هڪڙي ٻانهي ڪجهہ ميوات کڻي وڃي رهي هئي. حيراني مان بيهي ٻڌڻ لڳي. ڪنهن جي سڏڪا ڀري روئڻ جو آواز اچي رهيو هيو. ميون جي پليٽ اندر پهچائي موٽي آئي ۽ پير پير تي ڏئي باغ ۾ سڏڪا ڀرڻ واري کي ڳولڻ لڳي.

اوچتو ان جي نظر جو وڻ تي پئي تہ حيران ٿي وئي. هيڏانهن اچي آهستڙي چيائين.

”توهان ڪير آهيو؟“

ٻئي اکيون ڦاڙي ان کي ڏسڻ لڳا.

”ڊڄو نہ. هيٺ لهي اچو. وڻ تان ڪري پيا تہ ڄنگهون ٻانهون ڀڄي پونديون.“

ٻئي هيٺ لٿا تہ انهن جي حالت ڏسي ٻانهي جي دل ڏڪي وئي. انهن کي پير پير تي ڏياريءَ هلندي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي وئي.

”توهان هتي خاموشيءَ سان ويهو مان ڪم ختم ڪري هاڻي ٿي اچان.“

اها ٻاهر دوازي کي ڪڙو ڏئي هلي وئي.

ٿوريءَ دير کان پوءِ اها نيڪ عورت کوڙ سارو کاڌو پاڻ سان کڻي آئي.

”ٻارو وٺو پيٽ ڀري کائو.“

اها انهن کي پنهنجن هٿن سان کارائڻ لڳي. سوچڻ لڳي تہ ڪنهن جا ٻار آهن. ڪهڙا بي پرواهہ ۽ بي رحم ماءُ پيءُ آهن. ههڙن پيارن ٻارڙن جا اهڙا حال ڪيا اٿن. جو فقيرن کان بہ وڌيڪ خراب حالت ٿي وئي اٿن. مگر ڪپڙا تہ تازو قاتل ٿا لڳن. پوءِ بہ پيرين پنڌ هلڻ جا عادي نٿا لڳن. ڦلوڪڙا پئجي ويا اٿن.

ٻار کائي رهيا هيا ۽ سوچي رهيا هيا.

"ڏاڍي نيڪ عورت آهي. جيڪڏهن اها حاڪم کي اطلاع ڪري اسان کي گرفتار بہ ڪرائي ڇڏي تہ اسان کي ڏک ڪو نہ ٿيندو."

اها عورت دل ئي دل ۾ سوچي رهي هئي.

" اي خدا! هي ڪهڙو انصاف آهي. انهن کي اولاد ٿو ڏين. جيڪي قدر ڪو نہ ٿا ڪن. مان ٻارن لاءِ سڪان ٿي، منهنجي جهولي خالي آهي."

ان طئي ڪيو تہ الله تعاليٰ ان کي اهي ٻار ڏنا آهن. بس هاڻي انهن کي نپائي، اها پنهنجي اڃايل ممتا کي سڪون پهچائيندي

ان انهن جا پير ڌوئاري ملم لڳائي، وارن ۾ ڦڻي ڏني. ٻنهي کي بستري تي سمهاري، ٻاهران ڪڙو ڏئي ڇڏيائين.

رات جو ان جو مڙس آيو. ڏاڍو گهبرايل هيو.

"ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" زال پڇا ڪيس.

"جيل مان بہ ٻار ڀڄي ويا آهن. سپاهي ڳوليندا ٿا پيا وتن. وڏو انعام مقرر ٿيو آهي، جيڪو انهن ٻارن کي پڪڙي ايندو ان جي قسمت جو ستارو چمڪي ويندو. مان بہ ڳولا ڪري رهيو هيس، ٿڪجي ساٽو ٿي پيو آهيان. خبر نہ آهي ڪم بخت ڪٿي گم ٿي ويا. زمين کائي وين يا آسمان ڳهي وين."

عورت جو مٿو ڦري ويو ششدر ٿي وئي.

"ڪنهن جا ٻار آهن؟"

"اسان کي مطلب سان ڪم. پتاڙ ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور. ڪنهن جا بہ ٻار هجن. اسان جو ڇا؟"

"ڪنهن امير جا هوندا، تڏهن ئي تہ انهن تي انعام مقرر ٿيو آهي. ويچارا ماءُ پيءُ بي قرار هوندا."

"تون نسوري بيوقوف آهين. اهي ٻئي مسلم بن عقيل جا ٻار آهن، جيڪو انهن کي پڪڙي ايندو بي حساب دولت ملندس."

"پيءُ کي تہ ختم ڪري ڇڏيائون. هاڻي پٽن جورت وهندو مگر انهن معصومن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟"

"اسان جو ڇا وڃي، اسان کي انعام سان مطلب."

"مون کي ملي وڃن تہ انهن کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏيان."

"انهن کي ڇا ڪندينءَ؟"

"انهن کي پٽ ڪري پاليندس."

"تون نسوري جٽ آهين. ڀلا عقل جي ڳالهه ڪيئن ٿي ڪري سگهين. انهن ٻارن جي سر تي موت بيٺو آهي. جن ٻارن کي حاڪم گهاٽي ۾ پيڙائيندو انهن کي ڪير پاليندو. مون کي ملي وڃن ته دل جا ڏک ئي لهي وڃن."

"تنهنجو هن دنيا ۾ ڪير آهي، جنهن لاءِ دولت ڪمائيندين. اهي ٻار وڏا ٿي ٻڍاپي جو سهارو ٿي ويندا. واعدو ڪر جي ٻار ملي ويا ته انهن کي نپائي پالي وڏو ڪنداسين."

"اهڙي ڳالهه نه ڪر. يتين کي ٻه ڪن ٿيندا آهن. ڪنهن ٻڌي ورتو ته مصيبت اچي ويندي."

"اسان غلامن جي جان جي هونئن به ڪا ئي قيمت ڪو نه آهي. سيني رسول الله ﷺ جو زمانو وساري ڇڏيو. هاڻي ته غلامن سان جانورن کان به وڌيڪ برو سلوڪ ٿو ٿئي."

"تڏهن ئي ته چوان ٿو ته اهو انعام ملي وڃي ته اسان مالڪ کي پنهنجي آزادي جي قيمت ادا ڪريون."

"اهڙيءَ آزاديءَ تي لعنت آهي، جيڪا معصومن جي خون سان خريدي وڃي."

"اهو تو کي اڄ ڇا ٿي ويو آهي. تو کي جان به پياري ڪو نه آهي، ابتي سبتي بڪواس ڪندي ٿي وڃين."

"ڪنهن جي لاءِ جيان، الله اولاد ئي ڪو نه ڏنو آهي."

"اڃا مار کائڻ ٿي گهرين ته پوءِ ٻي ڳالهه آهي ورنه خاموشيءَ سان سمهي پئه. مان صبح جو اٿي انهن ٻارن جي تلاش ۾ نڪري ويندس. انعام مليو ته تو کان وڌيڪ سهڻي عورت ملي ويندي. مان ئي آهيان، جيڪو تو جهڙي سنڍ عورت کي برداشت ٿو ڪريان."

"تو کي خبر آهي ته مان سنڍ ڪو نه آهيان، خرابي تو ۾ آهي. منهنجو پٽڙو جيئرو هجي ها ته انهن جي عمر جو هجي ها."

"ڪنهن جي عمر جو؟" مرد جا ڪن ايا ٿي ويا.

"انهن ٻارڙن جي عمر جو."

"تو کي ڪهڙي خبر ته انهن ٻارن جي عمر ڪيتري آهي؟"

”بس ائين ئي اندازي طور چئي ويس“عورت گهبرائجي وئي.

”تون مون کي چڪر ڏئي رهي آهين. ٻڌاءِ! اهي ٻار ڪٿي آهن؟“

”مون کي ڪهڙي خبر ڪٿي آهن. جيڪڏهن خبر به هجي ها ته تو جهڙي قاصائيءَ کي ڪو نه ٻڌايان هيان.“

”خير نه ٻڌاءِ.الله منهنجي مدد ڪندو.“

”الله تعاليٰ تنهنجي ڪڏهن به مدد ڪو نه ڪندو. شيطان کان مدد گهر!“

”اڙي ڪنهن جي به مدد ملي. پنهنجو ڪم ٿيڻ گهرجي.“ مرد ڪليو.

مرد سمجهي پيو عورت جاڳندي رهي. خوف مان ننڊ ڦٽي ويس. سمجهه ۾ نٿي آيس ته ڇا ڪري ٻارڙن کي ڪٿي لڪائي. سوچيائين ته صبح جو جڏهن اهو هليو ويندو ته ڪا ترڪيب ڪنديس. آخر ننڊ اچي ويس.

رات جو ابراهيم خبر نه آهي، ڪهڙو پوائتو خواب ڏٺو جو ننڊ ۾ بي اختيار زور زور سان روئڻ لڳو. وڏي ڀاءُ عون گهٽو ئي هٿ رکي ان جو وات بند ڪيو پرچاياائينس، پر سڏڪا بند ڪو نه ٿيس. انهيءَ وقت ان ظالم کي به شيطان جاڳائي ڇڏيو. عورت کي ستل ڏسي پير پير تي ڪٽندو وجي ڏٺائين ته پر واري ڪمري کي ڪڙو ڏنل آهي. اندران سڏڪن جو آواز پيو اچي. ڪڙو ڪوليائين ته ٻارن کي ڏسي وات ڦاٽي ويس.

”توهان ڪير آهيو؟“

”اسان ڪو نه ٻڌائينداسين. ورنه تون اسان کي ماري ڇڏيندين.“

”ڪو نه ماريندس.“

”قسم ڪڻ.“

ان هڪدم قسم کنيو. جڏهن ان کي خبر پئي ته هي اهي ئي ٻار آهن. جن جي لاءِ انعام مقرر ٿيل آهي ته دل ئي دل ۾ خوشي مان پرجي ويو. سوچيائين ته جيڪڏهن ٻارن گوڙ ڪيو ۽ عورت جاڳي پئي ته قيامت برپا ڪري ڇڏيندي مالڪ کي خبر پئي ته دولت جي لالچ ۾ اهو انهن کي ڪسي ڪيس ماري ڇڏيندو. هٿ مان انعام نڪري ويندو. ان ٻارن کي دلاسو ڏنو.

”مان سچو ڏينهن توهان کي ڳوليندو رهيس. ٻڌو! توهان مديني وڃڻ ٿا گهرو؟“

”جي، اسان کي چاچي وٽ پهچائي ڇڏ. گهڻو انعام و اڪرام ملندئي.“ ”تہ اٿو چپ چاپ مون سان گڏ هلو. قافلو توهان جي انتظار ۾ بيٺو آهي. جلدي ڪيو.“

”اسان ان نيڪ دل عورت جو ٿورو تہ مڃون، جنهن اسان کي پناهہ ڏني.“ ”وقت ڪونہ آهي ۽ شايد ان جي نيت ڦري وڃي ۽ توهان کي وڃڻ نہ ڏئي، توهان هلو نہ تہ قافلو روانو ٿي ويندو.“

اهو ماڻهو پير پيرن تي ڏيندو ٻارن جو هٿ وٺي نڪتو ۽ هڪڙي پاسي هلي پيو.

”ايترو تڪڙو نہ پج اسان جو ساهہ ٿو ڦوڪجي.“ ابراهيم سهڪڻ لڳو.

”بس جلدي ڪريو.“ ان ڇڙٻ ڏيندي چيو.

”تون اسان کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيو آهين؟“ تورو پنڌ اڳتي هلي ٻارڙن چيو.

”چپ ڪري هلو. بڪ بڪ نہ ڪريو. اهو گهٻرائي رهيو هو تہ جيڪڏهن ڪنهن رستي ۾ ڏسي ورتو تہ ٻار کسي ويندو. سڄي شهر جا ظالم انهن ٻارن جي تاڙ ۾ لڳل هيا.

”تون اسان کي درياءَ طرف ڇو ٿو وٺي وڃين، اوڏانهن تہ ڪو ئي قافلو ڪو نہ ويندو آهي.“

”چپ چاپ هليا اچو ورنہ پڇتائيندؤ.“ ان دڙڪو ڏيندي چيو ۽ انهن کي گهلڻ لڳو.

(ٻار ڏاڍو هوشيار ٿيندا آهن. قاصائيءَ جو هٿ لڳڻ سان ئي ٻڪري ڏڪڻ لڳندي آهي. جڏهن بي زبان موت کي پري کان سڃاڻي وٺندا آهن تہ اهي ٻارڙا ان جي ارادي کي ڪيئن سمجهي نہ وڃن ها. اهي ضد ڪرڻ لڳا.)

ان ماڻهوءَ وار ٻڪڙي ڇري ڏيکارين ۽ چيائين:

”چپ چاپ هلندا هلو نہ تہ اڦٽ ماري ڇڏيندوسانوَ.“

”تون ڪوڙو آهين.“ عون نفرت مان چيو.

”تو قسم ٽوڙي ڇڏيو.“ ابراهيم ملامت ڪيس.
مگر اهو نرڄائي مان کلڻ لڳو. انهن کي گهليندو ويو. جاءِ ويران هئي. ڪنهن به ٻارن جي دانهن ڪو نہ ٻڌي. ٻار سڀ ڪجهہ سمجهي روئڻ لڳا: ”تون اسان کي قتل ڪرڻ کان اڳ نماز تہ پڙهڻ ڏي“ عون خوشامد ڪيس. ”چڱو پڙهي وٺو مگر ڀڄڻ جي ڪوشش ڪيو تہ ...“ اهو هڪڙي طرف ويهي رهيو. ”اسان ڀڄنداسين ڪو نہ.“ ٻنهي واريءَ تي تيمم ڪيو پوءِ فجر جي نماز پڙهيائون. دير تائين دعا گهرندا رهيا.
اهو ماڻهو خنجر ڪڍي اڳتي وڌيو. هاڻي ٻنهي ڀائرن ۾ بحث ٿي رهيو هو. ٻئي چئي رهيا هئا. پهريائين مون کي قتل ڪر.“
”مان ننڍي ڀاءُ کي قتل ٿيندو ڏسي ڪو نہ سگهندس.“
”مگر مان ننڍو آهيان. انهيءَ ڪري منهنجي دل توهان کان وڌيڪ ڪمزور آهي. پهريائين مون کي قتل ٿيڻ ڏيو.“
”امان چوندي هئي وڏن جو چيو مڃڻ گهرجي.“
”اهو بہ تہ چوندي هئي تہ ننڍن جي دل ڏکائڻ نہ گهرجي.“
”توهان وري اها ڪهڙي اجائي بڪ بڪ ڪري رهيا آهيو. ڇا مون کي دنيا جو ٻيو ڪو ڪم ڪو نہ آهي، جو توهان جي ابتي سبتي بڪواس ٻڌندو رهان. منهنجو وقت ٿا وڃايو. هلو مان توهان ٻنهي کي هڪڙي ئي ڌڪ سان پورو ٿو ڪريان.“
اهو چئي ان وار ڪيو. ابراهيم کي ٿيلهو ڏئي عون پنهنجو ڪنڌ اڳتي ڪري ڇڏيو. هڪڙي ئي وار سان سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويو. ان ماڻهوءَ ٻوڙي وچي سر قبضي ۾ ڪيو. ابراهيم ڀاءُ جي لاش تي ڪري تڙپڻ لڳو. ٻيو وار ڪيائين ۽ ٻيو سر بہ ٿيلهي ۾ وڌائين. ماهر قاصائيءَ واريءَ هوشياريءَ سان جسمن کي هڪدم درياءَ ۾ اڇلي ڇڏيائين. جسمن ۾ اڃا ساهہ باقي هيو. ٻئي جسم ٻڏندا، ترندا، ايرندا، هڪ ٻئي جي ڀاڪر ۾ لهرن جي وچ ۾ اڳتي لڙهندا ويا.
جڏهن اهو ماڻهو انعام وٺڻ لاءِ ٻارن جا سِر کڻي ابن زياد جي دربار ۾ پهتو تہ انهن معصوم ٻارن جا رت ۾ ڀريل سر ڏسي، ان ظالم انسان جي دل بہ ڏکي وئي. خوف مان جسم ۾ ڏڪڻي وٺي ويس، اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳس.

”مون زندهہ پڪڙي اچڻ جو حڪم ڏنو هيو. ڪنڌ ڪپڻ جو نہ مان انهن کي قتل ڪو نہ ڪريان ها. انهن کي گرفتار ڪري حسين سان سودو ڪرڻ ٿي گھريو هاڻي اهي منهنجي ڪھڙي ڪم جا آهن.“

ابن زياد هڪڙي ماڻهوءَ کي گھرائي حڪم ڏنو:

”هن خنزير جي پٽ کي وٺي وڃ ۽ ان جاءِ تي، جتي هن ٻارن کي ڪٺو آهي، هن کي بہ قتل ڪري ڇڏ. هن جي جسم کي ٻوٽي ٻوٽي ڪري ڪانون ۽ سرٽين کي کارائي ڇڏ. خبردار هن پليت کي دفن نہ ڪجانءِ، ڇو تہ زمين بہ انهيءَ گند کي قبول ڪونہ ڪندي. ٻارن جا سر ڪٽي وڃ ۽ درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏجانءِ.“

اهو ماڻهو ان مردود کي گھليندو درياءَ جي ڪناري تي وٺي ويو. پهريائين ان جون اکيون ڪڍيائين، پوءِ ان جا هٿ پير وڍيائين ۽ جانورن جي کائڻ لاءِ ڦٽي ڪري ڇڏيائينس.

ٻنهي ٻارڙن جا جسم اڃا تائين ڪناري کان ٿورو پري هڪڙي ٽڪريءَ جي پرسان غوطہ کائي رهيا هئا. ان اهي ٻئي سر بہ آهستڙي ڇولين جي حوالي ڪري ڇڏيا. پاڻي جي ڇولين سرن کي جسمن وٽ پهچائي ڇڏيو. درياءَ ڪاوڙ مان وڪڙ کائي رهيو هو. ڇوليون ماتم ڪري رهيون هيون. ان شخص کي ائين لڳو تہ ٻار انسان جي ڪميڻپائيءَ تي ٺهڪ ڏئي کلي رهيا آهن.

ان جا وار ڪاندارجي ويا. ڏڪڻي ڪري ٿڙڪڻ لڳو. اهو شخص زندگي ڀر وري ڪڏهن بہ ڪو نہ مرڪيو.

## رستي ۾

امام حسين ابن علي ﷺ قافلي سان گڏ انهن ڳالهين کان بي خبر، آرام سان ڪوفي ڏانهن هلندا پئي ويا. قافلو هاڻي هزارن تائين پهچي ويو هو. ماڻهو رستي مان گڏبا پئي ويا، مگر امام حسين ﷺ فڪرمند هيا تہ ڪوفي مان وڌيڪ حال احوال ڇو نٿو اچي. قاصد تہ جواب کڻي اچي. قافلو آهستي آهستي هلي رهيو هو جڏهن تہ قاصد تيز رفتار سوارين تي ويا هئا. ايتري وقت ۾ تہ اهي وچي موٽي بہ سگهيا ٿي.

عبدالله بن سليم ۽ منظر بن مشمعل حج کان پوءِ نهايت تيز رفتاريءَ سان هلندا، امام حسين ﷺ جي قافلي سان اچي مليا هيا. ٻارن ۽ عورتن جي ڪري امام حسين ابن علي ﷺ ڏاڍي احتياط سان سفر ڪري رهيا هيا.

ڪوفو هاڻي ڪو گهڻو پري ڪونہ هيو تہ ان طرف کان هڪڙو مسافر ايندو ڏٺائون. سڀئي خوش ٿي ويا تہ پهريون قاصد استقبال جي خوشخبري کڻي اچي رهيو آهي، مگر قافلو ڏسي اوٺي پنهنجو رستو بدلائي ڇڏيو ۽ ٻئي طرف هلڻ لڳو. سڀئي حيران ٿي ويا.

عبدالله بن سليم ۽ منظر بن مشمعل گهڻو فڪرمند ٿي ويا. انهن قافلي کان جدا ٿي، ان ماڻهوءَ جو پيڇو ڪيو ۽ اڳ وڃي ان کي وڃي پهتا. ان کان پڇيائون تہ ڪوفي جون حالتون ڪيئن آهن. پهريان تہ اهو ڪنڌ جهڪائي خاموش بيٺو رهيو پوءِ چيائين:

”مسلم بن عقيل شهيد ٿي ويو. لاش جي بي حرمتي ڪري گهٽين ۾ گهليندا رهيا. هاني بن عروه جو بہ اهو ئي انجام ٿيو. مون پنهنجين اکين سان ڏٺو. حسين بن علي ﷺ جي قاصدن سان بہ اها ئي بدسلوڪي ڪئي وئي. منهنجي ڳوٺاڻن انهن سان دغا ڪئي. پهريائين انهن کي دعوت ڏنائون، مگر جڏهن حاڪم جي طرفان

سختي تي تہ گدڙن وانگر ڊڄي، منهن لڪائي، ٻرن ۾ لڪي ويا. مان حسين ﷺ کي ڪهڙو منهن ڏيکاريان؟“

ائين چئي اهو ٻنهي کان موڪلائي ويو.

ٻئي امام حسين ﷺ وٽ پهتا ۽ اڪيلائي ۾ عرض ڪرڻ جي خواهش ڏيکاريائون.

”هنن ماڻهن کان ڪو بہ حجاب ڪونہ آهي. جيڪو چوڻو آهي، انهن جي سامهون ٻڌايو.“

”توهان ان ماڻهوءَ کي ڏٺو جيڪو رستو بدلائي وڃي رهيو هو.“

”ها ڏٺو. اسان ان جي ئي باري ۾ سوچي رهيا آهيون.“

”اهو بني اسد جي قبيلي منجهان آهي. وڏي پروسي وارو ماڻهو آهي. ان ٻڌايو تہ حضرت مسلم بن عقيلؓ قتل ٿي ويو. ڪوفي جو رنگ بدلجي ويو آهي. قهر نازل ٿي رهيو آهي.“

امام حسين ﷺ ڪنڌ جهڪائي خاموش ويٺا رهيا. ڪوفي وارن طرفان دغا ڪرڻ جو گمان هين، پر ڪين اهڙي بي رحميءَ واري سلوڪ جي اميد ڪو نہ هئي. فرضي اميد ختم ٿيڻ کان وڌيڪ انهن کي پنهنجي پياري ڀاءُ، عزيز دوست ۽ وفادار ساٿيءَ جي شهادت جو گهڻو صدمو هو. وطن کان موڪلائڻ کان پوءِ اهو پهريون ڏک هيو جيڪو سندن دل تي لڳو.

”خدا جي واسطي ڪوفي نہ وڃو. خاص طور تي انهيءَ ڪري جو اسان سان عورتون ۽ ننڍا ننڍا ٻارڙا گڏ آهن. هتان ئي موٽي هلو ڇو تہ ڪوفي ۾ هاڻي پنهنجو ڪير بہ ڪو نہ آهي. اهي ماڻهو رڳو حمايت ڪرڻ کان هٿ ڪونہ ڪڻندا. پر اسان تي حملو ڪري ختم ڪرڻ کان بہ ڪونہ مڙندا.“

امام عليہ السلام پوءِ بہ خاموش ويٺا رهيا.

”ڪوفي وڃڻ سياڻپ واري ڳالهہ ڪونہ آهي.“

امام عليہ السلام ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ فرمايو:

”توهان نيڪ ٿا چئو.“ پوءِ مسلم بن عقيل جي وڏن پٽن کان پڇيائون: ”توهان جي ڪهڙي مرضي آهي؟“

”ڪير هلي يا نہ هلي، اسان ڪوفي ضرور وينداسين. اسان پنهنجي والد جي شهادت جو بدلو وٺي رهنداسين يا شهادت جو پيالو پيئنداسين- واپس ڪو نہ موٽنداسين.“ پٽن چيو.

”واپس وڃڻ جو تہ ڪو سوال ئي ڪونہ آهي. اسان جا سڀ رستا بند ٿي چڪا. مسلم ۽ ان جا معصوم پٽ نہ رهيا تہ هاڻي جيئڻ جو ڪهڙو مزو؟“

”مسلم بن عقيل جي ٻي ڳالهہ هئي. توهان ويندا تہ ٽٽل دلين کي سهارو ملندو. ماڻهو گڏ ٿي ويندا.“

همٿ افزائيءَ جون ڳالهيون ٻڌي امام حسين ؑ کي ڪو اطمينان يا خوشي ڪونہ ٿي. وڏيءَ نرميءَ سان فرمايائون:

”واپس موٽون تہ ڪيڏانهن، جيڪڏهن مديني ۾ امن هجي ها تہ اتان نڪرون ڇو ها؟ جتان هزارين خط آيا اتان جا دروازا بہ بند ٿي ويا. ڇا هاڻي مديني جون حالتون بدلجي ونديون ۽ اسان کي پناهہ ملي ويندي، بيو تہ اها بہ خبر ڪونہ آهي تہ مسلم ڪهڙين حالتن ۾ شهيد ٿيو. ٿي سگهي ٿو تہ جنگ ٿي هجي ۽ ڪوفي وارن ان جي مدد ڪئي هجي. وڏيءَ بهادريءَ ۽ دليريءَ سان اطاعت جو حق ادا ڪيو هجين. مگر سرڪاري فوجين جي مقابلي ۾ ڪاميابي ماڻي نہ سگهيا هجن. انهيءَ حالت ۾ اسان طرفان ڪوفي وارن کي ڇڏي ڏيڻ انتهائي خود غرضي ۽ غلط ٿيندو. اهي ماڻهو اسان جي ڪري تباهہ ۽ برباد ٿيا. اسان انهن کي ڇڏي پنهنجون حياتيون بچائي ڀڄي وڃون. انهن جيڪڏهن اسان جو ساٿ ڏنو آهي تہ اهو اسان جو فرض آهي تہ اسان انهن جي حمايت ڪرڻ لاءِ پهچون.“

”ليڪن ڪوفي وڃڻ موت جي منهن ۾ وڃڻ برابر آهي. اسان جي مرڻ سان انهن کي ڪوئي فائدو ڪو نہ پهچندو.“

”دوستو! توهان جيڪو ڪجهہ چئو ٿا. ان ۾ شڪ جي ڪائي گنجائش ڪونہ آهي. واقعي جان بچائڻ جو هڪڙو ئي رستو آهي تہ ڪوفي ڏانهن نہ وڃجي. مان توهان جي صلاح جو قدر ٿو ڪريان. مگر اها ڳالهہ واضح ڪرڻ ٿو گهران تہ مان ڪيڏانهن بہ وڃان. پر موت مون سان گڏگڏ هلندو رهندو. مان فتح ۽ ڪاميابيءَ جا خواب ڪو نہ ٿو ڏسان. مان

تخت ۽ تاج وٺڻ نہ پر پنهنجي موت ڏانهن وڃي رهيو آهيان، ان ڪري مان گهران ٿو تہ توهان سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر موٽي وڃو.“

امام حسين ﷺ جي تقرير جو اهو اثر ٿيو تہ گهڻا ماڻهو جيڪي وڏيون وڏيون اميدون لڳائي گڏ هلي رهيا هئا، ان ئي رات اونداهيءَ ۾ کسڪي ويا. قافلو جڏهن اڳتي روانو ٿيو تہ ڪجھ ٻيا رستي مان مڙي ويا. آخر ۾ بس آڱرين تي ڳڻڻ جيترا گڏ هيا، جيڪي مديني مان روانا ٿيا هئا، جيڪي امام حسين ﷺ سان گڏ جيئڻ ۽ مرڻ جي ارادي سان آيا هئا، بجاءِ ڏک ڪرڻ جي امام حسين ﷺ کي انهن ماڻهن جي ڇڏي وڃڻ تي وڏو اطمينان ٿيو. انهن گهريو ٿي تہ سڀئي کين ڇڏي پنهنجون حياتيون بچائين، ڇو تہ انهن جي منزل موت هيو. اهي قتل ٿيڻ واريءَ جاءِ ڏانهن وڃي رهيا هيا، ڇو تہ اهو ئي هڪڙو رستو ڪليل هيو.

# ملاقات

رات پنهنجي ڪاري چادر ويڙهي موڪلائي وئي، ڏينهن روشن ٿيو. امام حڪم ڏنو ته پاڻي گهڻو پريو پخالون، مشڪون ۽ سڀ ٿانوَ پاڻيءَ سان ڀري ڪٺو. چڱي نموني سان پاڻي ڀري قافلو روانو ٿي ويو. سال سٺ هجري پورو ٿيو ۽ 61 هجري شروع ٿيو. محرم جي پهرين تاريخ اچي وئي. ڏينهن ٻن پهرن تائين گذري ويو هو.

ساٿين مان ڪنهن نعره تڪبير جو آواز بلند ڪيو. امام حسين ﷺ سبب پڇيو ته ٻڌايو ويو ته کجين جا وڻ نظر پيا اچن. ان جو مطلب ته ڪوفو ويجهو اچي ويو آهي. سيئي غور سان ڏسڻ لڳا. عبدالله بن سليم چيو:

"مان ڪيترا دفعا هتان آيو ويو آهيان، اتي کجين جا وڻ ڪڏهن به ڏسڻ ۾ ڪونه آيا. ڪجهه ٻيو ئي ڪو معاملو آهي."

"ته پوءِ ڪنهن تيز نظر واري کي چئو ته ڪجهه اڳتي وڃي ڏسي." امام حسين ﷺ فرمايو. عبدالله بن سليم اڳتي ويو.

"مون کي ته گهوڙن جون ڪن پٽيون ٿيون ڏسڻ ۾ اچن، مونکي ته ڪو لشڪر ٿو معلوم ٿئي."

"نيڪ ٿا چئو ڪوئي لشڪر آهي، ڪهڙو خيال آهي؟"

"خيما هڻو ۽ جيترا به سپاهي آهن، تيار ٿي وڃن. يقينن دشمنن جي فوج آهي، هر حالت ۾ احتياط ضروري آهي."

تنهن ڪري خيما کوڙيا ويا ۽ سڀ هوشيار ٿي ويا.

فوج ويجهو آئي، معلوم ٿيو ته حر بن يزيد رياحي آهي. هڪ هزار لشڪر سان قادسيه کان اچي رهيو آهي، جيڪو پاڻي ساڻ کنيو هئائون اهو ختم ٿي ويو آهي. اچ کان لشڪر اڌ مئو ٿي رهيو آهي. اچ ڪري جانورن جو به حال برو آهي.

امام حسين ﷺ پنهنجن جوانن کي حڪم ڏنو تہ هڪدم اجايلن کي پاڻي پياريو. انسانن ۽ جانورن سيني کي ڍؤ ڪرايو. ڪو بہ اجايل، نہ رهي.

حڪم جي دير هئي ۽ آخري پساهہ ڪٽندڙ فوج کي پاڻي پيارڻ شروع ٿي ويا. ماڻهو هر قسم جا ٿانوَ ڪٽي اڳتي وڌيا. مشڪن جو منهن کولي چڙياڻون. انن تي لڏيل پخالون خالي ٿيڻ لڳيون. هڪ هزار سوارن کي پاڻي پيارڻ ڪا مذاق ڪو نہ هئي.

حر ۽ ان جا ساٿي حسين ﷺ جي پيش قدميءَ کي روڪڻ لاءِ آيا هئا. ٻڌو هئائون تہ هزارن جو لشڪر حسين ﷺ سان گڏ ڪوفي طرف وڌي رهيو آهي. آڳرين تي ڳڻڻ جيترن بہ سئو ماڻهن کي ڏسي دنگ رهجي ويا. وري حضرت حسين ﷺ جنهن دريا دليءَ سان اجايلن جي خدمت ڪئي هئي، ان جي خيال ڪان لشڪر وارن جون زبانون گونگيون ٿي ويون هيون ۽ ڪنڌ جهڪيل هين. هيڏانهن بہ سڀ خاموش هئا. ايتري ۾ ٻيپهريءَ جي نماز جو وقت ٿي ويو. حسين ﷺ حجاج بن مسروق کي آذان ڏيڻ جو حڪم ڪيو. آذان جي آواز تي صفون ٻڌجي ويون. حسين ﷺ بہ نماز جي لباس ۾ خيمي مان ٻاهر آيا. حمد ۽ ثنا کان پوءِ فرمايائون.

"اي ڪوفي وارؤ! خدا حاضر ناظر آهي. مان توهان ڏانهن ڪنهن غلط اِرادي سان ڪو نہ آيو آهيان، توهان جي دعوتي خط ملڻ سان ئي آيو آهيان."

"ڪهڙا دعوتي خط؟" حر ادب منجهان معلوم ڪرڻ گهريو.

"توهان مونکي گهرائڻ لاءِ خط لکيا. قاصد موڪليا تہ حسين توهان کي خدا جو واسطو آهي ڪوفي اچو اسان جو ڪوئي امام ڪونہ آهي. خدا جي واسطي اچي اسان جي رهنمائي ڪريو. اسان جي ڏکن جو درمان ڪيو."

"يا حسين ﷺ گستاخي معاف. اسان توهان کي اهڙو هڪڙو بہ خط ڪونہ لکيو آهي." حر چيو.

تڏهن امام خيمي مان خطن جا ٿبا گهرائي سامهون هاري ڇڏيا.

"اهي ڏسو مان توهان کي ڌوڪو ڏيڻ نٿو گهران. پنهنجين اکين سان اهي خط ڏسو."

"اسان مان ڪنهن به انهن مان ڪو خط ڪو نه لکيو آهي، نه وري اسان کي انهن خطن جي مضمونن جي باري ۾ ڪائي خبر آهي. يا ته ڪنهن توهان کي ڌوڪو ڏيڻ لاءِ اها حرڪت ڪئي آهي، يا اهو حڪومتي غدارن جو ڪم ٿو لڳي. توهان کي خبر ڪونه آهي ته انهن سيني جو علاج ڪري ڇڏيائون، جيڪي باقي بچيا هوندا، اهي روپوش ٿي ويا آهن."

"خير جيڪڏهن توهان چئو ٿا ته ڪوفي ۾ ڪوبه منهنجي انتظار ۾ ڪونه آهي، ته مان ڪنهن ٻئي پاسي هليو ويندس."

امام عليہ السلام جي انهيءَ ڳالهه تي اهي ماٺهو نظرون چورائڻ لڳا. امام عليہ السلام فرمايو.

"خير ٻيپهريءَ جي نماز ته پڙهون. حر تون پنهنجي لشڪر کي الڳ نماز پڙهائيندين."

"نه توهان نماز پڙهايو. اسان سڀ توهان جي امامت ۾ نماز پڙهنداسين."

حر جي لاءِ جيڪو خيمو کوڙيو هئائون، اهو ان ۾ وڃي آرام ڪرڻ لڳو. اتي ان جا ڪجهه ساٿي پهچي ويا ۽ ڳالهيون ٻولهيون ڪندا رهيا.

حر جي معنيٰ 'آزاد' آهي، مگر ان وقت اهو حسين ﷺ جي احسان جي قيد ۾ هيو ان جي زبان بند هئي ۽ ڪجهه ڳالهائي نٿي سگهيو. ان کان پوءِ جڏهن سيني ٽيپهريءَ جي نماز به ادا ڪئي ته حسين ﷺ فرمايو:

"جيڪڏهن ڪوفي وارن کي منهنجي ضرورت ڪونه آهي ته اهي مون وٽ پابند ڪونه آهن، ان ڪري مان ڪوفي بدران ڪنهن ٻئي پاسي ٿو وڃان."

اهو چئي پاڻ لڏو ڪڻڻ لاءِ تياري ڪرڻ جو حڪم ڏنائون.

هاڻي مجبور حر کي زبان کولڻي پئي.

"مونکي قادسيہ جي حاڪم ان لاءِ روانو ڪيو آهي ته مان توهان کي رستي ۾ روڪي، توهان کي ... ابن زياد جي سامهون حاضر ڪريان."

”حر مون کي نجف ڏانهن وڃڻ ڏي، ان ۾ تنهنجو ڪجهه به نٿو بگڙي“ حسين ﷺ پيار مان چيس.

”نجف وڃڻ لاءِ اجازت ڪو نه آهي.“

حسين ﷺ کي هڪدم جلال اچي ويو. چهرو ڳاڙهو ٿي وين. برداشت جي به هڪڙي حد ٿيندي آهي. پاڻ جيترو نرمي ڪري رهيا هئا، اهي ماٺهوا وترو ئي مٿي تي چڙهي رهيا هئا. وڏي ڪاوڙ مان چيائون:

”حر تو کي ايتري همت ڪونه آهي، جو اسان کي ڌمڪيون ڏين. اسان تي حڪم هلائين. جيڏانهن اسان جي دل چوندي اوڏانهن ويندا سين. جيڪڏهن همت اٿئي ته روڪي ڏس.“

اهو چئي حسين ﷺ گهوڙي کي اڳتي وڌايو. حر هڪدم پنهنجو گهوڙو سامهون آندو.

اهو ڏسي ابو الفضل عباس ﷺ ۽ علي اڪبر عليه السلام جو جوان رت جوش کائڻ لڳو. زين العابدين جي طبيعت ٺيڪ ڪونه هئي. مگر اهي به اٿي ويٺا ۽ قاسم به اڳتي وڌيا ۽ سيني تلوارون ڪڍي ورتيون.

”ترسو. مون کي اهو خون خرابو پسند ڪونه آهي، مان انهيءَ ڪري ته مدينو ڇڏي آيو آهيان.“

پوءِ حر کي چيائون: ”انهن نوجوانن جو رت گرم آهي، انهن کان وٿيرڪا رهو. جيڪڏهن منهنجي جان وٺڻ جي نيت سان آيا آهيو ته اها ئي ڳالهه آهي.“

”اسان کي ڪنهن جي به جان وٺڻ جو حڪم ڪونه آهي. توهان ڪوفي وڃي رهيا هئا. هلو اسان ڪا رڪاوٽ ڪو نه وجهنداسين، مگر اسان توهان سان گڏ هلنداسين.“

”نه هاڻي اسان ڪوفي ڪونه ويندا سين. اسان کي ڪوفي وارن لاءِ دل ۾ جيڪو مغالطو هيو، اهو دور ٿي ويو. واقعي اتي هاڻي ڪير به اسان جي انتظار ۾ ڪونه آهي.“

”اسان ڄاڻي واڻي موت جي منهن ۾ ڪو نه ويندا سين.“ سيني هڪ آواز ٿي چيو.

”ڪوفي کان سواءِ ٻئي ڪنهن به طرف وڃڻ جو حڪم ڪونه آهي. حضور توهان ڪيڏانهن تشريف کڻي ويندا؟ مديني ڏانهن به

واپس نٿا وڃي سگهو. جو رستي ۾ لشڪر وڏندا پيا اچن. توهان جنهن طرف به ويندا، توهان کي چنگل مان نڪرڻ جو موقعو ڪونه ملندو. هڪڙي ڳالهه عرض ڪيان؟"

"ضرور." امام حسين ؑ اجازت ڏنس.

"مون کي توهان سان گڏ رهڻ جو صرف انهيءَ حالت ۾ حڪم مليل آهي ته توهان ڪوفي ٿا وڃو يا مديني طرف واپس ٿا ٿيو. جيڪڏهن توهان ڪنهن اهڙي رستي سان وڃو جيڪو نه مديني ڏانهن ويندو هجي ۽ نه ڪوفي ڏانهن ته ان حالت جي لاءِ مونکي ڪو به حڪم مليل ڪونه آهي، ان ڪري مان خاموش رهندس. ائين ڪرڻ سان توهان به تڪليف کان بچي ويندا ۽ مون تي به الزام ڪونه لڳندو."

"تڪليف کان بچڻ ته هاڻي ممڪن ئي ڪونه آهي. اسان لاءِ ته چئني طرفن کان مصيبت ئي مصيبت آهي، ليڪن تون نيڪ ٿو چوين. اسان قادسيه ۽ عذيب جي رستي سان کاٻي پاسي هليا ويندا سين."

اهو چئي مختصر قافلي اوڏانهن جو ئي رخ ڪيو.

حر ڪا به مزاحمت ڪونه ڪئي. گڏوگڏ هلندو رهيو. رستي ۾ وڏي ڏک مان چيائين:

"ڏسو مان توهان کي خدا جو واسطو ٿو ڏيان، توهان پنهنجي ۽ پنهنجي اهل و عيال جي زندگيءَ تي رحم ڪريو. جيڪڏهن توهان لڙائي ڪئي ته يقينن قتل ٿي ويندا."

"ڇا تون مون کي موت کان ڊيڄارڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين؟ ڪجهه ته سوچ، ان کان وڌيڪ تون ڪري به ڇا ٿو سگهين، ته مون کي قتل ڪرين. حر! موت ته هر انسان تي هڪڙي ڏينهن اچڻو ئي آهي، همت سان موت سان مقابلو ڪرڻ ۾ ڪو ئي شرم ۽ لڄ ڪونه آهي. نيت ۾ سچائي هجي، پنهنجو ضمير اجازت ڏئي ته موت جي خوف کان قدم ڏڪڻ نه کپن."

حر ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ ڪو به جواب ڪونه ڏنائين.

قافلو رستي سان اڳتي وڌندو رهيو حر به گڏ هلندو رهيو. جڏهن نينوا جي سرزمين تي پهتا ته هڪڙو هٿياربند سوار ڪوفي جي طرف کان ايندي ڏٺائون.

سيئي بيهي ان جو انتظار ڪرڻ لڳا. اهو ويجهو آيو تہ ان حر ۽ ان جي آفيسرن کي سلام ڪيو. حسين ابن علي ﷺ ڏانهن ڪو بہ ڌيان ڪونہ ڏنائين. قاصد ابن زياد طرفان حر جي لاءِ هڪڙو پيغام آندو هيو. خط ۾ لکيل هيو:

"تو کي حڪم ٿو ڏجي تہ حسين کي اڳتي وڃڻ کان روڪي ڇڏ. ان جي قافلي کي هوشياريءَ سان اهڙيءَ جاءِ ڏانهن موڙ جتي داڻي پاڻيءَ جو نالو نشان بہ نہ هجي ۽ پناهہ لاءِ ڪوئي قلعو بہ نہ هجي. هي قاصد تو سان گڏ رهندو. اهو ڏسڻ لاءِ تہ تون اسان جي حڪم جي تعميل ۾ ڪا ڪوتاهي تہ ڪو نہ ٿو ڪرين."

خط مان معلوم پئي ٿيو تہ ابن زياد کي حر تي پورو ڀروسو ڪو نہ آهي. اهو هن جي نرم طبيعت ڪان ڊنو ٿي، يا شايد زماني جو دستور ٿي ويو هيو تہ ڪنهن تي بہ مڪمل ڀروسو نہ ڪيو وڃي. خريد ڪيل انسان شايد ڪنهن ٻئي جي هٿن ۾ وڏيڪ اگهہ تي وڪامي وڃي، يا ڪنهن ٻئي دماغي ڪمزوريءَ جو شڪار ٿي ڪا غلطي ڪري ويهي. آفيسرن کي هڪٻئي خلاف جاسوسي ڪرڻ تي مقرر ڪيو ويندو هيو.

حر حسين ﷺ جي عظمت جو قائل هوندي بہ دنيادار ماڻهو هيو. اهو پنهنجي مستقبل جي خيال کان ابن زياد جي مخالفت هرگز پسند نٿي ڪري سگهيو. هزارين مجبورين ۽ لاچارين جي باوجود ان لاءِ ابن زياد جي حڪم جي بجاآوري ڪرڻ لازمي هئي. ان جي دل گهريو ٿي تہ امام حسين ﷺ کي ڪربلا جي ميدان ڏانهن وڃڻ کان روڪي ڇڏي، ڇو تہ هيءَ اها ئي جاءِ هئي، جنهن طرف ابن زياد انهن کي وٺي وڃڻ ٿي گهريو. ان پنهنجي دل تي پٿر رکي اڳتي وڃڻ ڏنو. قاصد بہ پنهنجي راضپي جو اظهار ڪيو ۽ قافلو وڌندو رهيو.

کهڙي ڀيانڪ رات هئي. چئني طرفن کان انڌيرو پکڙيل هو هٿ نہ ڏسي گوڏن کي. ويران ۽ سنسان بيرحم ۽ بي مروت رڻ پٽ، غير آباد ٽڪريون، اجڙيل دڙا. نہ ڪوئي ماڻهو نہ ماڻهوءَ جو ٻچو نہ وري اها خبر تہ رستو ڪٿي آهي. جهنگلي جانورن جون ڪوڪون ٻڌي ٻار ڊڄي پئي ويا. مائرن جي جهولي ۾ منهن لڪائي سڏڪي رهيا هئا. مائرون سيتون پڙهي ٻارن تي دم ڪري رهيون هيون. گرمي هئي جو الله امن

ڏئي! مگر آلِ محمد همت نہ هاري ڪوهن ۾ پاڻيءَ جو نالو نشان ڪو نہ هو. گهڻو تڻو پاڻي حر جي لشڪر کي پياري ڇڏيو هئائون. جيڪڏهن پاڻي ڏيڻ بجاءِ حر جي اجايل سپاه تي حملو ڪن ها تہ منٽن ۾ صفايو ڪري ڇڏين ها. مگر الله جي رسول جي ڏوهٽي کي اهڙي ڳالهہ سوچيندي ئي نفرت ٿي آئي. صبح ساڻ سج پنهنجي باهہ وسائڻ لڳو. هوا بند هئي. پکهر ۾ ٻڏي رهيا هئا. گلن جهڙا چهرا تپش ۾ مرجهائجي ويا هئا. اڃ کان گهوڙن جون زبانون نڪري آيون هيون. جڏهن جانور بہ پنهنجي ٻرن ۾ چپ هٽي ويهي رهندا آهن. نبي جا پيارا ڏوهٽا رڻ جي مٽي اڏائي رهيا هئا. وارن ۾ مٽي جا مڻ پئجي ويا هين. ٻار سڏڪي سڏڪي پاڻي گهري رهيا هئا.

"اي سائين! ڇا منهنجي ٻارن کي اجو رکي مارڻ جو ارادو اٿوَ؟" بانو پنهنجي ڪجاوي مان پڪاري چئي رهي هئي."ڇهن مهينن جو ساسي، منهنجو کير پياڪ ٻچڙو بنا پاڻيءَ جي بيهوش ٿيندو پيو وڃي. نياڻين جا چپ سڪي نوٽ ٿي ويا آهن."

هوڏانهن سڪينہ بيقرار ٿي رهي هئي.

"پيارا چاچا سائين! ڪجاوي ۾ اسان جو ساهہ ٿو منجهي. تورو ڪجهہ تي ڪٽو. الله، مون کي ٿڌي هوا ۾ ڪڍو. بابا سائينءَ کي چئو خيما کوڙين. واهہ، توهان پاڻ تہ هوا کائي رهيا آهيو ۽ اسان کي اندر واڙي ڇڏيو اٿوَ!"

ٻارن جي آهہ و زاري ٻڌي حسين ﷺ جو هنيانءُ ڏري ٿي ويو. ڪجاوي اندر ٻوءِ بہ ڪجهہ ڇانوَ هئي. ٻاهر تہ سج ڄڻ سوا نيزي تي لهي آيو هو. بس اولاد جي قسمت ۾ پي طرفان ورثي ۾ ڏک ئي ڏک مليا آهن. الله جي پيغمبر دنيا کي سلامتيءَ جي واٽ ڏيکاري، اڄ سندن اولاد انهن جي امت جي هٿان سنسان رڻ پٽن ۾ ائين تڪليفون ڏسي رهيو هو.

حر جو لشڪر انهن کي انهيءَ دوزخي رستي تي آڻي تيزيءَ سان اڳتي وڌي ويو. هاڻي امام حسين ﷺ لاءِ ڪربلا ڏانهن وڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪوئي حيلو ڪو نہ هو. هاڻي اهي دشمن جي چنبي ۾ هئا.

امام عليہ السلام ڪربلا جي ميدان تي هڪڙي مٿاڇري نظر وڌي، خودبخود دل ۾ پرجي آين."بس، اسان جي منزل اچي وئي!" چپن ۾

مرڪندي چيائون. "هاڻي هتان نہ اڳتي وڃڻو آهي نہ پوئتي." مٽيءَ مان قبر جي خوشبو اچي رهي هئي. انهن مهارون ڇڪي ورتيون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها گهبرائيندي ڀاءُ ڏانهن نهاريو ۽ هيان ۾ ڇڪ پئجي ويس.

"ادا! هلندي هلندي مهار ڇو ڇڪي ورتئي؟ هي ڪهڙي جاءِ آهي؟ نہ ڪا آبادي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، نہ وري ڪو ڳوٺ. خدا جي واسطي هن جاءِ کان اڳتي هلو مونکي تہ وحشت ٿي رهي آهي. ٻلا هتي ڪيئن ترسنداسين."

"زينب! ڪو بہ پنهنجي منزل کان اڳتي وڃي نٿو سگهي!" امام حسين ﷺ فرمايو.

"مگر منهنجي تہ دل ڏڪي رهي آهي. ٻارن جا منهن بہ لٿل آهن. ادا، مونکي تہ انهيءَ نامراد زمين مان رت جي بوءِ ٿي اچي. ساوڪ ڏسي وحشت ٿي رهي آهي. گل اکين ۾ ڪنڊن وانگر ٿا چڀن."

"اهو توهان جو وهم آهي. زينب، هيءَ اها ئي جاءِ آهي، جيڪا اسان اڪثر پريشانيءَ واريءَ ننڊ ۾ خواب ۾ ڏٺي آهي. پنهنجي جاءِ لڳي رهي آهي. هوءَ ڏس سامهون ئي تہ نهر علقمہ آهي، ان جي ڪناري پرسان خيما کوڙيندا سين."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها درياءَ ڏانهن ڏسڻ سان ڏڪي وئي.

"يا خدا، هي درياءَ آهي يا رڃ؟ اهي پاڻيءَ جا بوڙيا آهن، يا انسانن جون کوپڙيون تري رهيون آهن. لهرون آهن يا تلوارون پاڻ ۾ ٽڪرائجي رهيون آهن. هنيانءُ ڏري منهن ۾ ٿو اچڻ لڳي."

"زينب! تون ڏاڍي ٿڪجي پئي آهين. آرام ڪنديئن تہ اها گهبراهٽ ختم ٿي ويندي."

امام ﷺ دلاسو ڏنس.

"ادا منهنجي دل کي ڇا ٿي رهيو آهي؟ خودبخود ٻڏندي ٿي وڃي. ڏس تہ اصغر ڪيئن سڏڪا ڀري روئي رهيو آهي. چوندا آهن تہ، ٻي زبانن کي غيب جي خبر پئجي ويندي آهي. سڪينہ بہ ٻڏل آهي."

"زينب! دل کي قابو ڪر."

"لھرن جو گوڙ ٻڌي دل سسندي ٿي وڃي. يا خدا، ھي ڪير ماتم ڪري رھيو آھي، ڪير روئي رھيو آھي. ڇا ڪوئي انھيءَ منحوس درياءَ ۾ ٻڏي ويو."

"توھان جو وھم توھان کي پلائي رھيو آھي."

"بنتِ علي! تون گھٻرائيندئينءَ تہ ڀين جي ھمٿ بہ جواب ڏئي ويندي. قسمت ۾ ڪربلا اچڻ لکيو ھو. ھاڻي ڪل خوشيءَ سان اسان سيئي اتي رھنداسين. جيڪڏھن حاڪم اجازت ڏني تہ بس اتي ئي گھر وسائينداسين. مان معلوم ٿو ڪريان تہ ھي زمين ڪنھن جي ملڪيت آھي."

"اي ڇوڪرا! ھيڏانھن اچو. پرپاسي ۾ ڏسو ڪو ڳوٺڙو آھي تہ اتي وڃي معلوم ڪيو تہ ھن زمين جو مالڪ ڪير آھي؟"

چند نوجوان حڪم جي تعميل لاءِ روانا ٿي ويا.

پوءِ حسين ﷺ علي اڪبر کي چيو:

"تنھنجي پڦي تہ ڏاڍي وھمي آھي. ھيءَ اھا ئي جاءِ تہ آھي، جتي بابا سائين ڪيترا ڀيرا خيما کوڙيا ھئا. ڏگھي سفر ان کي ٿڪائي ڇڏيو آھي. بابا، ھي تہ وڏي پاڪ زمين آھي. اسان ھتي رھنداسين. پنھنجن ڪارنامن سان ان کي اھڙو اعليٰ مقام بخشينداسين، جو ماڻھو پري پري کان ھتي علم ۽ فن سکڻ لاءِ ايندا. ماڻھو پنھنجن ڪمن ذريعي زمين کي مرتبو ڏيندو آھي. جيڪڏھن اسان وڏي حوصلي کان ڪم ورتو تہ ھيءَ زمين فرشتن جي سجدي گاھہ ٿي ويندي، اسلام ھن زمين تي ھڪ دفعو وري پوري شانَ ۽ مانَ سان زندھہ ٿي ويندو."

سيئي لھي ھيڏي ھوڏي گھمڻ ڦرڻ لڳا. نھر جي پاڻيءَ سيني ۾ ٻيھر ساھہ وجھي ڇڏيو. ٻر ۾ ٻھاريون ٿي ويون. ٻارن جي ٽھڪن سان فضا گونجڻ لڳي. لھرن وڏي امام حسينﷺ جا قدم چميا ۽ ٻقادار ٿي ويون. امام حسين ﷺ علي اڪبر جي ڪلھي تہ ھٿ رکي ڇڏيو. "علي اڪبر، ھيءَ جاءِ پسند اٿوَ؟" "لاجواب جاءِ آھي. نھر تہ ڄڻ سڌي بھشت مان اچي رھي آھي."

نوجوان علي اڪبر جي زبان مان پنھنجي تعريف ٻڌي ڄڻ سڄي واديءَ جو دماغ ستين آسمان تي پھچي ويو. وادي وڏي ناز ۽ انداز سان

ڪر ڪنيو ۽ زمين تي بهشت برين جون بهارون وڇائجي ويون. هوا ٻوڙي وجي نهر جي ڪن ۾ اها خوشخبري ٻڌائي، تہ تنهنجي چونڊ ڪئي وئي آهي.

"ديواني اُٿُ! تنهنجا نصيب جاڳي پيا آهن. امام حسينؑ تنهنجي پاڻي سان وضو ڪرڻ لاءِ اچي رهيا آهن.

ياڳ پري اُٿُ انهن جا قدم چم،

تہ تنهنجو شان آبِ ڪوثر جي برابر ٿي ويندو

تنهنجي عزت وڏي ويندي

حسين ؑ تنهنجي پاڻيءَ جي قسمت جاڳائڻ اچي رهيا آهن،

تنهنجي ڪناري تي ان جا قدم پوندا،

صدين تائين تنهنجي نالي جو ڏونڪو لڳندو رهندو،

۽ ياڳن وارا ماڻهو حسينؑ سان گڏ تنهنجو نالو بہ وٺندا رهندا."

ذرو ذرو ٻهڪي ويو. بيابان ۽ ويرانيون جنت جو نمونو ٿي ويا. رڻ پٽ چمڪي پيو پري پري تائين روشني پکڙجي وئي.

درياءَ بيقرار ٿي بوڙين جون قطارون امام حسين ؑ جي قدمن ۾ نڇاور ڪيون. لهرون ٽپا ڏئي قدم چمڻ لڳيون. زمين جي ٽڪري جو ياڳ کلي ويو. جتي بہ امامؑ جا قدم مبارڪ ٿي پيا، اتي گل ڦٽي نڪتا. گونچ کلڻ لڳا. ڪربلا جي مٽيءَ جي قسمت آسمان جي بلندين کي پار ڪري وئي.

حسينؑ اکيون بند ڪري ڇڏيون ۽ پريل ڳلي مان فرمايائون:

"ڪهڙي پرسڪون جاءِ آهي. هوائن ۾ خمار پريو پيو آهي. اکيون پاڻمرادو بند ٿينديون پيون وڃن."

"انهيءَ مٽيءَ ۾ ڏاڍي ڪشش آهي. خودبخود دل ڇڪبي ٿي وڃي."

هوڏانهن پار پاڻيءَ ۾ شور برپا ڪيون پيا هئا. ريگستانن ۾ ڪنهن تي پاڻي اڇلائڻ عين عنايت ۽ پيار جي نشاني سمجهي ويندي آهي، چو تہ پاڻي قدرت جو حَسِين ترين تحفو آهي.

"عباس ؑ! بس اتي ئي خيما کوڙيو مگر زينب سلام الله تعاليٰ عليها کان پڇا ڪيو تہ خيما ڪهڙي طرف کوڙيا وڃن. زنانا خيما

ڪناري کان ڪجھ پري هجن تہ وڌيڪ سٺو آهي. هتي ماڻهن جو هر وقت اچڻ وڃڻ ٿيندو رهندو. عورتن کي تڪليف ٿيندي“
عباس ﷺ پيءُ کان پڇيو تہ فرمايائين:
”مون کان ڇا ٿا پڇو جتي سيني جي مرضي هجي اتي خيما کوڙايو. ادا نيڪ ٿا چون، عورتن ۽ ٻارن جا خيما پاڻيءَ کان ڪجھ پري هجن تہ سٺو آهي، ورنہ ٻار هر وقت پاڻيءَ ۾ پيا هوندا. مگر ايترو بہ پري نہ لڳرائي ڇڏجو تہ پاڻي ڏسڻ ۾ ئي نہ اچي. درياءَ ڪيترو خوبصورت آهي، نظاري سان دل خوش ٿي وڃي ٿي، دماغ کي سڪون ملي ٿو پوءِ بہ منهنجي دل الاءِ ڇو گهبرائجندي ٿي وڃي.“
”ادا عباس! ٻارن کي چئو تہ پاڻي ۾ ڪيڏڻ بس ڪن. ٿڌ وٺندي ٿي وڃي.“ بانو چوڻ لڳي.
”ٻارن کي پاڻيءَ کان پري ڪرڻ منهنجي وس جي ڳالھ ڪو نہ آهي. فضا رضي الله تعاليٰ عنها کي چئو تہ پنهنجي لٺ ڪڍي تہ شايد مڙي وڃن.“
”ڇڏيون تہ پلي ٿوري دير اچا پاڻيءَ ۾ ڪيڏن. ايترن ڏينهن کان پوءِ پاڻي هٿ آيو اٿن. دل پرچي ويندن تہ پاڻ ئي نڪري ايندا؟“ زينب سلام الله تعاليٰ عليها منع ڪين.
حسين ابن علي ﷺ مرڪندي سوچيو:
انسان ٿورين نعمتن ۾ بہ ڪيئن ڪل خوشي زندگي گذاري ڇڏي ٿو. وطن کان پري گھر گھاٽ ڇڏي ائين لڳي رهيو هيو تہ هاڻي ڪٿي بہ آرام ۽ سڪون ملي ڪو نہ سگھندو. مگر ڏسو هن نهر تي پهچي سڀ تڪليفون وسري ويون، سڀ ڪجھ وڃائڻ جو ڏک ختم ٿي ويو. اسان کي قلعا ۽ محلات ڪونہ گھرجن. بس، سادا سودا ننڍڙا گھر ٺاهي نئون ڳوٺڙو وسائينداسين. باغ باغيچا لڳائينداسين. زندگي ۾ بهار اچي ويندي.
”مسجد جو رخ بلڪل درياءَ طرف هوندو.“
”مدرسي ۽ ڪُتب خاني جو بنياد سيني کان اڳ وجھڻ گھرجي.“ زين العابدين کي علم سان گھڻو چاھ هيو. بيمار هيا، مگر سندن ڪجاوي ۾ هر پاسي کان ڪتاب پيا هئا.

"سڀ ڪان ڀرپائين تہ رنڌڻي جو بندوبست ٿيڻ گهرجي." فضا رضي الله تعاليٰ عنها کي پنهنجي ڪُنيءَ مانيءَ جو فڪر لڳو پيو هو. سڀ ڪلڻ لڳا.

"عباس! تون ڏسجان هتي ڪيڏو تہ خوبصورت شهر ٿو تيار ٿِئي. انسان پنهنجن هٿن سان ويران جهنگلن ۽ ريگستانن کي گلزار ٺاهي سگهي ٿو. هاڻي اسان ٿورڙا آهيون. مگر جلد ئي ماڻهو هن پاسي توجهہ ڪرڻ لڳندا. محنت ڪرڻ وارن جي ڪوٺ ڪو نہ ٿيندي ۽ ڏسندي ڏسندي هتي هڪڙو پرامن ڳوٺ ٻڌجي ويندو."

خيما کوڙڻ شروع ڪيائون. ڪناتون کُلي ويون. گهوڙا نوڪرڻ لڳا. رسن جا ڊيرا ڪلندا ويا. سڀئي تڪليفون وساريہ هڪڙي نئين دنيا وسائڻ جا خواب لهڻ لڳا، مگر گهڙيءَ کن ۾ اهي خواب چڪنا چور ٿي ويا.

اوچتو اتر طرف کان ڌوڙ اڏاڻي ۽ پوريءَ واديءَ تي پکڙجي وئي. ماڻهو ڪم ڇڏي اوڏانهن ڏسڻ لڳا. پري کان هڪڙو فوجي ٽولو اڳتي وڌندو نظر آيو.

عباس ﷺ ساٿين کي پڪاريو:

"ساٿيو هوشيار! خبر نہ آهي تہ اهي سڄڻ ٿا اچن يا دشمن. هن علائقي ۾ ڪجهہ وحشي قبيلن ڦرلٽ جو ڌنڌو اختيار ڪيو آهي. ڌاڙيلن جو تعداد ڪجهہ گهٽبو ٿو لڳي."

هڪڙو ٻيو ٽولو نظر آيو. جهنگل ۾ ڪاراڻ وڌي وئي. جنگ جي طبل وڄڻ سان جهنگ جهر لڏي ويا. گهوڙن جي ٽاپن سان ڌرتيءَ جو سينو ڌڙڪڻ لڳو.

بجليءَ وانگر لشڪر جا ٽولا اڳتي وڌيا ۽ خيمن جي بلڪل سامهون گهاٽ تي قطارون ٻڌڻ شروع ڪيائون:

عباس ﷺ نوڪرن کي سڏ ڪيو.

"وڃي معلوم ڪيو تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي. اها ڪهڙي بدتميزي آهي. هتي اسان پنهنجا خيما کوڙي رهيا آهيون ۽ اهي بيوقوف مٿي اڏائيندا ڌهڪاءَ سان هلندا پيا اچن- جاهل ڪٿي جا. انهن کي چئو ڪجهہ پري ٿي خيما کوڙين."

ايتري ۾ فوج جو سردار اڳتي وڌيو ۽ چيائين:

"نهر جي ڪناري اسان جون فوجون ديرو ڄمائينديون. توهان ڪجهه پري وڃي خيما کوڙيو."

"ڇا نهر جو ڪنارو اڳتي ڪونہ آهي؟ توهان اڳتي وڃي ديرو ڄمايو. گهاٽ تہ گهڻو پري تائين ويڪرو ۽ کُليل آهي."

"اهو سمورو گهاٽ فوجي علائقي جي حدن ۾ آهي."

"ڇا مطلب؟ يعني هتان کان وٺي اوستائين!"

"جي ها!"

"توهان کي جيڪڏهن اهو تڪرو گهڻو ٿو وڻي تہ ڪا ڳالهہ ڪونہ آهي. اسان اڳتي وڌي ويندا سين. وري خيما پٽڻا پوندا." عباس ؑ کي ڪاوڙ تہ ڏاڍي لڳي، پر صبر ڪري ويو.

"اڳيان بہ سمورو فوجي علائقو آهي. توهان کي پوئتي هٽڻو پوندو گهڻو پوئتي. فوج لاءِ گهڻي ايراضي گهربي. ڏهہ هزار ڪوفي مان اچي رهيا آهن. ڪٿان بہ هزار، ڪٿان چار هزار، جاءِ ڪٿي پوندي؟ توهان سيئي پوئتي وڃي ديرو ڄمايو."

"مردود، تنهنجي اها مجال، اسان تي حڪم ٿو هلائين."ابو الفضل عباس ؑ کي ڪاوڙ اچي وئي. "تنهنجي ڪهڙي طاقت آهي. اسان تو کي هڪڙيءَ گهڙيءَ ۾ ڪک پن ڪري ڇڏينداسين. اسان تي رعب ٿو ڄمائين."

"مان پنهنجي طرفان روب ڪونہ ٿو ڄمايان. مون کي جيڪو حڪم مليو آهي، بس اهو ئي چئي ويٺس."

"اسان جي ڏندين پوندين تہ پڇتائيندين. تعداد کي نہ ڏسجان. اصل شيءِ جرئت ۽ شجاعت آهي. اسان جڏهن پنهنجون ٻانهون کنجيون تہ زمين ۽ آسمان هيٺ مٿي ٿي ويندا. اسان سان مهاڏو نہ اٽڪاءِ ورنہ سبق سکي ويندين. هاڻي ئي انهيءَ نهر جي پاسي ۾ رت جي هڪڙي ندي وهائي ڇڏينداسين. اسان جا خيما ان ئي جاءِ تي لڳندا، جيڪڏهن اسان سان مقابلو ڪندين تہ پاش پاش ٿي ويندين."

عباس ؑ جي ڪاوڙ ڏسڻ وٽان هئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ ڪو باهہ جو لاٽو ٿاٽي پيو آهي.

فوجين جو عجيب حال هو. نيزا ايا هيا، تلوارون نڪتل هيون، ڪمانن تي تير چڪيل هيا، پر شرم ۽ حياءَ ڪان ڪنڌ جهڪيل هين، اکيون هيٺ هين، دليون ڏڪ ڏڪ ڪري رهيون هين. پيغمبر ﷺ جي پيارن آڏو جسم ڏڪي رهيا هين، دليون ٻڏي رهيون هين ۽ پاڻ پنهنجي وجود تي لعنتون وجهي رهيا هيا. آلِ رسول جي سامهون تہ لک بہ خاڪ برابر هئا. ڍالن جي آڙ ۾ لڪندا پئي ويا.

آگرين تي ڳڻ جيترن ٿڪل ٽٽل ماڻهن جي ايتري دهشت هئي، جو پهلوانن ڪان پگهر وهي رهيا هيا.

عباس ؑ جو آواز ٻڌي ٻيا ماڻهو بہ هڪدم اچي ويا. سيني کي جوش اچي ويو. ابن مظاهر اڳتي وڌي ڪمان ۾ تير وڌو. ابو تمامہ ۽ ابن سعد بہ تلوارون چڪي ورتيون. قاسم ؑ کي جلال اچي ويو. علي اڪبر ؑ جي نراڙ تي گهنج پئجي ويا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها جا معصوم عون ۽ محمد بہ پنهنجون تلوارون ڪڍڻ لاءِ ڊوڙيا.

اهو لقاءُ ڏسي فوجين جو پتو پاڻي ٿي ويو. ايڏو وڏو لشڪر جيڪو منٽ منٽ اڳتي وڌي رهيو هيو. ڳڻ جيترن چند نوجوانن کان ڊڄي هيسجي ويو هيو.

ٻار هنگامي جو آواز ٻڌي روئڻ لڳا. سڪينہ ڊپ مان هڪدم ماءُ جي جهوليءَ ۾ منهن لڪائي چڙيو.

فضا رضي الله تعاليٰ عنها ڪجاوي مان جهاتي پائي پڪاريو.

"بيبيو، غضب ٿي ويو! ظالم نهر تي نيزا ايا ڪري رهيا آهن. عباس ابن علي ؑ کي ڪاوڙ اچي وئي آهي. الله خير ڪري ببر شينهن کي ڪنهن ڪاوڙ ڏياري چڙي آهي. غيض ۽ غضب ۾ پرجي اڳتي وڌي رهيا آهن."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها خيمي ڪوڙڻ جي انتظار ۾ اجا تائين ڪجاوي ۾ ويٺيون هيون. پريشان ٿي ويون. چيائين:

"ادا! خدا جي واسطي ڪجهہ ڪيو. اهڙو ڪهڙو انڌير آهي؟ ڪٿي خون خرابو نہ ٿي وڃي. خدا جي واسطي انهن ڇوڪرن کي منع ڪريو."

حسين ابن علي ؑ جلدي اُٿي پيا. پاءُ کي روڪيائون.

”عباس، ڀاءُ جي جان! اسان جو مسلڪ امن آهي. اسان هتي پناهه وٺڻ آيا آهيون، ڪنهن سان جهيڙو ڪرڻ جو مقصد ڪونهي آهي.“

”هنن لعنتين سان امن ۽ سلامتي جو رشتو؟“ عباس ﷺ ننهن ڪان چوٽيءَ تائين ڏڪي رهيا هيا.

”آقا، اسان حق تي آهيون!“

”مگر اسان کي خون وهائڻ جو ڪو حق ڪونهي آهي. اهي اسان جي نانا سائينءَ جا امتي آهن. انهن سان اگرائي ڪرڻ حرام آهي. عباس، اهي نادان آهن. انهن کي ڇڏي ڏي، تون شيرِ خدا جو پٽ آهين، جيڪو رحم ۽ ڪرم جو مجسمو هيو. تنهنجو ۽ انهن جو ڪهڙو مقابلو.“

”آقا، نهر ڪان پري خيما کوڙيندا سين ته اسان کي اجائي تڪليف ٿيندي.“

”اسان بي وطن آهيون، اسان جي لاءِ وادي ۽ جهنگل هڪڙي ئي ڳالهه آهي. خدا هر جاءِ تي موجود آهي. زور زبردستي ڪرڻ اسان جو وڙ نه آهي. رسولِ خداﷺ جي پاڪ روح جو صدقو عباس ﷺ ڇڏي ڏيو. والله، هن موقت تو کي ڪاوڙ ۾ ڏسي، بابا سائين جو جلال ياد اچي رهيو آهي.“ حسين ﷺ ڏک ۾ ٻريل ڳلي سان ڀاءُ کي سمجهائڻ لڳا. عباس ﷺ ڪنڌ جهڪايون، ڪاوڙ کي قابو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. چهري تي هڪڙو رنگ اچي رهيو ٿي، ٻيو لٿو ٿي. بني هاشم جو چنڊ ڪاوڙ ۽ ڏک جي ڀاڃن باوجود چمڪي رهيو هو.

”تنهنجي شرافت ۽ خانداني شان جي آڏو معاذ الله انهن نادانن جي ڪهڙي حيثيت آهي. تون گهرين ته شيهي جي ديوار کي ڍاهي ڇڏين. اهي تنهنجو مقابلو ڪرڻ جي قابل ڪونه آهن. شينهن ۽ لومڙيءَ جو ڪهڙو مقابلو؟ بس اسان جي خواهش اها آهي ته تون درياءَ جو ڪنارو ڇڏي ڏي، توکي بابا سائينءَ جو قسم، انهن بدبختن جي ڏاڍائيءَ تي پنهنجي دل هلڪي نه ڪر.“

عباس ﷺ کي بس امام حسين ﷺ جي منٺڙي زبان خاموش ڪرائي ڇڏيو. قسم ٻڌي عباس ﷺ ڏڪي ويو. ادب مان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين ۽ بي اختيار اکين مان لڙڪ وهڻ لڳس.

حسين ﷺ پنهنجي جان کان وڌيڪ پياري ڀاءُ کي هڪڙي ڀار وانگر پيار ڪندي سيني سان لڳائي ڇڏيو.

"عباس! اهڙي ڪهڙي ڪاوڙ؟ توکي پاڻ تي ضبط ڪونہ آهي؟ اي الله! تون ڪيترو تہ ڪنبي رهيو آهين ۽ اکين ۾ اهي لڙڪ! ڇا اسان کان ڪائي غلطي ٿي وئي؟ اسان جون ڳالهيون خراب لڳيون.؟"

"آقا! بلڪل نہ. توهان جو حڪم منهنجي لاءِ حڪم الاهي وانگر آهي." عباس ﷺ ڀاءُ جي قدمن تي ڪري پيو.

"ڏس تہ تو جنهن غريب کي ڇڙٻون ڏنيون آهن. ڪيئن ان جو ساهہ سڪي ويو آهي!" پوءِ امام حسين ﷺ ان گهبرايل سردار ڏانهن نهاريو ۽ وڏيءَ نرميءَ سان پڇيائون:

"ڇو ادا! ڪهڙي ڳالهہ آهي؟"

"يا حسين ابن علي توهان کان ڪائي ڳالهہ لڪل ڪونہ آهي. فوجي حڪم آهن. جيڪڏهن ذري برابر بہ فرق پيو تہ اسان جو دستو عذاب ۾ اچي ويندو. اسان کي حڪم مليل آهي تہ نهر تي هن ڪناري کان هن ڪناري تائين قبضو ڪريون ۽ پنهنجي فوج کانسواءِ ڪنهن کي بہ ويجهو اچڻ نہ ڏيون. سائين، اسان تہ حڪم جا غلام آهيون. توهان ٻڌايو ان ۾ اسان جو ڪهڙو قصور آهي؟"

"ويچارو نيڪ تہ چئي ٿو." انهن عباس ﷺ کي ٻانهن کان ورتو ۽ ڪجهہ ساٿين کي هڪڙي طرف وٺي وڃي فرمايو: "اهو مجبور آهي."

"مگر اها وڏي ناانصافي آهي." علي اڪبر ﷺ کي جوش اچي ويو. "جيڪڏهن اسان دٻجي وياسين تہ شيطان اچا بہ وڌيڪ شينهن ٿي ويندا. اسان سان ٻار ٻچا گڏ آهن. پاڻي کان پري ڏکيائي ٿي پوندي بابا سائين. هيءَ نهر جناب فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي بخشيش ڪري ڏني هئي، انهيءَ نهر تي اسان جو حق آهي."

"اسان جي حق جو هاڻي الله ئي حافظ آهي. باقي اها نهر سيني انسانن جي فائدي لاءِ آهي. پاڻي وافر مقدار ۾ ملي تہ پوءِ ڪهڙو حرج آهي. پاڻيءَ سان ئي تہ دنيا جو ڪاروبار هلي ٿو. اسان ان تي پنهنجو حق ڪيئن ٿا قائم ڪري سگهون." حسين ﷺ نرميءَ سان چيو.

”پر جيڪڏهن اسان انهن تي اوچتو حملو ڪريون تہ انهن جو آسانيءَ سان صفايو ڪري سگهون ٿا. ڪمڪ اچڻ کان اڳ اسان جو نهر تي قبضو ٿي ويندو. انهن آڳرين تي ڳڻڻ جيترن سپاهين جي اسان جي آڏو ڪهڙي حيثيت آهي.“

امام حسين ؑ ٿوري دير ڪنڌ جهڪايون ٻڌندا رهيا. سوچيندا رهيا. پوءِ فڪر ۽ غم ۾ ٻڏل اکين کي مٿي ڪنيائون ۽ پرپاسي ۾ ويٺل جوشيلن نوجوانن کي ڏٺائون. بردبار ساٿين جي ٻرندڙ چهرن کي ڏٺائون. پوءِ فرمايائون:

”منهنجو فيصلو آهي تہ نهر جو ڪنارو ڇڏي ڏجي ۽ فوجي حدن کي تسليم ڪندي خيما ڪوڙيا وڃن. ان کان سواءِ ڪوئي چارو ڪو نہ آهي. مان ايتري معمولي ڳالهہ تي جهڳڙو ڪرڻ نٿو گهران. منهنجا ٻچا، معزز دوستو! توهان ڏسي رهيا آهيو وک وک تي اسان جي صبر جو امتحان ورتو رهيا آهن. تنگ ڪيو وڃي ٿو ڇڙ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اسان جي رستي ۾ جار وڇايا پيا وڃن. پهريائين حر جي گستاخي، پوءِ هڪڙي معمولي سردار جي زيادتي، واقعي اهي ڳالهيون برداشت کان ٻاهر آهن. اسان جي نوجوانن جو رت ٽهڪي رهيو آهي، بزرگن جي صبر جو پيالو ڇلڪي رهيو آهي، اسان جا دشمن بس انهيءَ تاڙ ۾ آهن تہ اسان ڇڙ ۾ اچي بي اختيار انهن سان وڙهي پئون. پوءِ اسان جو قتل اسان طرفان زيادتي ۽ ناعاقبت انديشي ثابت ٿي وڃي. اهي اسان کي گهٽ عقل وارو ٿا سمجهن. مگر اسان انهن جي چالاڪين کي سمجهي ويا آهيون. اسان انهن جي نڳيءَ ۾ ڪونہ ايندا سين. قتل حسين، حسين جو قتل ئي ليکبو. ان کي ڪنهن بہ حادثي يا پل چڪ جي آڙ ۾ لڪائڻ ڪو نہ ڏنو ويندو. معزز دوستو، منهنجا پيارا عزيزو! منهنجي منزل موت آهي، يقيني موت!! هاڻي بہ وقت آهي، جي مون سان گڏ قتل ٿيڻ کان بچڻ ٿا گهرو تہ مون کي ڇڏي خدا جي واسطي ڪنهن بہ پاسي نڪري وڃو. اهي ماڻهو توهان جي وڃڻ سان خوش ٿيندا. ڪنهن بہ قسم جي منع ڪونہ ڪندا.“

”يا حسين! توهان سان گڏ آيل موت هزار سالن جي زندگي کان افضلُ هوندو. جيڪڏهن توهان اسان کي نيزا هڻي پڇائيندا تہ بہ

اسان توهان جي قدمن ۾ ساهہ ڏينداسين، مگر توهان کان جدا ڪو نہ ٿينداسين.“ دوستن ۽ ساٿين جوش مان چيو. عباس قدمن تي ڪري پيا.

”آقا، معاف ڪريو! مان بلڪل اٽپورو ماڻهو آهيان. منهنجي قوت برداشت جواب ڏئي ٿي وڃي ۽ مان آپي مان ٻاهر نڪري ٿو وڃان. مان توهان جي عظمت کي پهچي ڪو نہ ٿو سگهان، مگر مان اڄ توهان جي قدمن جو قسم کڻي ٿو چوان، تہ جيڪڏهن عباس جي جسم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويندو تہ بہ وات مان اُف نہ ڪيندو.“

”تون ئي نہ، پر مان پاڻ بہ اڪثر محسوس ڪندو آهيان تہ هاڻي منهنجي قوت برداشت جواب ڏئي ويندي، مگر مان پنهنجي نفس کي قابو ٿو ڪري وڃان. اها نفس ڪشي اسان جو ورثو آهي. بس منهنجا دلير ڀاءُ! ايترو ياد رکو تہ اسان اڳرائي ڪري حملو ڪڏهن بہ ڪو نہ ڪنداسين. تاريخ انهيءَ ڳالهہ جي شاهد رهندي تہ اسان امن ۽ سڪون کان منهن ڪونہ موڙيو.“

”توهان اسان جا امام آهيو، اسان جا بادشاهہ آهيو. خدا ڪري اسان انهيءَ امتحان تي پورا لهون.“ سيني چيو.

”۽ توهان جو هي مسڪين ۽ بيوس بادشاهہ انهيءَ وفاداريءَ جي انعام ۾ توهان کي ڇا ٿو ڏئي سگهي؟ موت کانسواءِ اسان جي جهولي ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ آهي.“

”توهان جي قدمن ۾ مري اسان لافاني ٿي ويندا سين، اهو ئي اسان جي وفاداريءَ جو سلو هوندو.“

”چاچا سائين! جيڪڏهن توهان مسڪين ۽ بيوس آهيو تہ شهنشاهہ سوال ڪرڻ لاءِ پنهنجا هٿ توهان جي آڏو ڇو ٿا ڪن.“ قاسم ﷺ هبڪندي پڇيو.

”قاسم تون نيڪ ٿو چئين. اسان دنيا جا امير ترين شهنشاهہ آهيون، جو الله تعاليٰ اسان کي تو جهڙا پٽ ۽ هڏ ڏوکي ڏنا آهن. اسان جي رياست جو ڪوئي نڪاٽو ڪو نہ آهي، هي بزرگ جيڪي نوجوانن کان وڌيڪ جوشيلا ۽ همٿ وارا آهن. اهي نوجوان جيڪي بزرگن کان وڌيڪ بردبار ۽ باشعور آهن، مون وٽ اهو سڀ ڪجهہ آهي،

جنهن جي هڪڙي فاتح کي ضرورت هوندي، انهيءَ ڪري شهنشاهہ منهنجي آڏو هٿ ڏگهيڙڻ تي مجبور آهن، ڇو تہ انهن جا ساٿي ڀاڙيتو آهن، منهنجي فوج کان کهڙو ماءُ جو لال کٽي ٿو سگهي.“

نهر کان چار پنج سؤ قدم هٽي هڪڙي مناسب جاءِ تي خيما کوڙيائون. نهر کان پري خيما لڳڻ ڪري ٻارن جون دليون اداس ٿي ويون. سڄي خوشي مٽيءَ ۾ ملي وئي، هڪڙو نئون مثالي شهر اڏڻ جا خواب پرزه پرزه ٿي ويا.

## پهريون قدم

اهي نوجوان جيڪي پرپاسي ڪنهن آبادي جي ڳولا ۾ ويا هيا موٽي آيا. بني سعد قبيلي جو هڪڙو معزز ماڻهو به انهن سان گڏ هيو. انهن ٻڌايو تہ اهي لڪندا ڇپندا موٽيا آهن. چئني طرفن کان فوجون ڪاهينديون پيون اچن. ڳوٺ وارا ڊنل آهن ۽ پنهنجن ڪٽنبن کي وٺي جبلن ۾ لڪڻ لاءِ پڄي رهيا آهن. شام طرفان سڀ کان وڏو خوفناڪ دستو بس پهچڻ وارو ئي آهي.

"الله جو شڪر." حسين ؑ فرمايو.

"ٻہ هزار سپاهي ڏکڻ طرف کان اچي رهيا آهن. انهن جي پٺيان ٽن هزارن جو ٽولو منزلون طئي ڪندو هلندو پيو اچي."

"سبحان الله!" حسين خوشيءَ سان چيو.

"ڇهہ هزار قادسيہ کان وڌندا پيا اچن ۽ حر جو ٽولو بہ گهمي ڦري هتي پهچڻ وارو آهي."

"جزاڪ الله!"

"يا حسين! گستاخي معاف! توهان کي خبر آهي تہ اهي فوجون ڇو گڏ ٿي رهيون آهن؟"

"چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو تہ اها سڀ صف بندي منهنجي خلاف ٿي رهي آهي."

"ايڏي وڏي تعداد ۾."

"جي! اها تہ منهنجي عزت افزائي آهي. منهنجو قتل ڪا راند ڪونہ آهي، پوري عرب قوم منهنجي هڪ آواز تي اٿي سگهي ٿي. شهنشاهہ کي اهو ئي خوف آهي، تڏهن تہ اهو ايڏو وڏو لشڪر گڏ ڪري رهيو آهي."

"۽ توهان پريشان ٿيڻ بجاءِ خدا جو شڪر بجا آڻي رهيا آهيو؟"

”جي! مان گهران ٿو تہ حسين جي قتل جا جيترا گهڻا شاهد هجن اوترو ئي سٺو آهي.“

”اسان آڳرين تي ڳڻڻ جيترن مجبور ۽ لاچار ماڻهن لاءِ تہ هڪڙو وڏو دستو ئي ڪافي ٿئي ها.“

”ٺيڪ ٿا چئو. حسين جي قتل لاءِ تہ هڪڙو دلير ماڻهو ئي ڪافي آهي، مگر رسول الله ﷺ جي ڏوهٽي کي قتل ڪرڻ لاءِ اهو هجوم بہ ٿورو آهي. ڏسو تہ سهي منهنجي هن ننڍڙي فوج جي دمشق جي شهنشاهہ جي دل تي ڪيڏي دهشت ويهي وئي آهي، جو ڇپي ڇپي ڪان لشڪر ڪاهيندا پيا اچن ۽ پوءِ بہ اطمينان ڪونہ اٿن.“

”دشمن جي ٿورائي تي تہ سيئي دعائون گهرندا آهن. ليڪن ان جي گهڻائيءَ تي خوشيءَ جو اظهار صرف توهان ئي ڪري سگهو ٿا.“ عبدالله بن سليم رضي الله عنه چيو.

”اهي منهنجي خلاف اچي رهيا آهن، اهي منهنجا دشمن ڪونہ آهن.“

”پوءِ ڪير آهن؟“

”ڪير بہ نہ. اڻ ڄاڻ آهن. انهن کي اها بہ خبر ڪونہ آهي تہ اهي ڪنهن جي خلاف چڙهائي ڪري رهيا آهن. سپهہ سالارن کي بہ خبر ڪونہ هوندي تہ ڪو انهن جو نشانو مان آهيان. عام سپاهي تہ ائين ئي گڏ هوندو آهي، جنهن طرف ڌڪجيس اوڏانهن هليو ويندو آهي. اهڙو بيوقوف سپاهي ڊجڻ جي شيءِ ڪونہ آهي، ان جو تہ پنهنجو وجود ئي قابل رحم آهي. رسول الله ﷺ جي مختصر فوج کي ياد ڪريو اها ڪيئن فتحياب ٿي، انهيءَ ڪري جو ان جا سپاهي باشعور هيا، پنهنجن اصولن تي يقين رکندا هيا، انهيءَ ڪري اهي سويارا ٿيا.“

”ڇا اسان بہ سويارا ٿينداسين؟“

”جيڪڏهن مونکي پنهنجي فتح تي يقين نہ هجي ها تہ انهن فوجين جي اچڻ سان ئي خوف مان ختم ٿي وڃان ها.“

ماڻهو اهو ٻڌي مطمئن ٿيڻ بجاءِ چڪرائجي ويا. ويجهن عزيزن کان سواءِ ڪير بہ ’فتح‘ جي حقيقي معنيٰ سمجهي ڪونہ سگهيو. شايد عين موقعي تي الله تعاليٰ غيب مان ڪائي مدد موڪلي. فرشتن جا لشڪر اچن تہ گهڙي کن ۾ دشمن جو صفايو ڪري ڇڏين. نوح عليه السلام

جي طوفان جهڙو ڪوئي عذاب نازل ٿئي ۽ صرف الله تعاليٰ جا پيارا صحيح سلامت بچي وڃن ۽ گناهگار ۽ فاسق ختم ٿي وڃن.

"اهو سڀ ڪونہ ٿيندو. منهنجي سچائي ۽ حق پرستي ئي منهنجي فوج آهي. يقين ئي منهنجو سڀ کان وڏو هٿيار آهي. توهان ماڻهن جي محبت ۽ وفاداري سڀ کان وڌيڪ مضبوط زره آهي. مان تہ بس اهو ٿو گهران تہ مون سان جيڪو ڪجھ ٿيڻو آهي، اهو گهٽي کان گهٽ انسان ڏسن ۽ سمجهن. حسين جي خون جا داغ يزيديت جي دامن تي ڏسن ۽ هن رت جي ڳاڙهاڻ کي ياد ڪن."

حبيب ابن مظاهر ﷜ جي اکين مان ڳوڙها وهڻ شروع ٿي ويا. "يا حسين! هي خوف يا ڏک ۽ ڪاوڙ جا ڳوڙها ڪونہ آهن. انتهائي خوشيءَ مان منهنجون اکيون پرجي آيون. والله. مون کي پنهنجي پلي پاڳ تي ناز آهي. هاڻي مون کي خبر پئي تہ توهان کان ڇو يزيد ايترو ڊنل آهي. معاذ الله! ڇا تہ عظيم الشان لڙائي ٿيندي. مان هاڻي ان لڙائي جي حقيقت کان واقف ٿي رهيو آهيان. حسين ؑ جا دشمن ذهني طور مفلوج ۽ ننگا آهن. انهن وٽ اسان جي قتل جو ڪوئي جواز ڪو نہ اهي. عرب قوم جون نظرون رسول الله ﷺ جي ڏوهٽي ۾ ڪتل آهن. وقت جو خليفو مٿو پٽي رهيو آهي، ڇتو ٿي رهيو آهي.

ڇو تہ حسين ابن علي ؑ ان جي بيعت کان انڪار ڪري، ان جي وقار کي ڌڪو ڏنو آهي. ان جي خلافت کي خطرو ٿي رهيو آهي. ماڻهو اڄ زبان سان ڪجھ چوڻ جي همٿ ڪونہ ٿا رکن، پر اهي بلڪل مفلوج بہ ڪونہ ٿي ويا آهن. پريشان ٿي رهيا آهن، پر اڄ نہ تہ سڀاڻي اهي پنهنجن خيالن کي هڪ جاءِ تي آڻي سگهن ٿا. اڄ ائين وڙهڻ جي همٿ نٿا رکن تہ حسين ؑ حق تي آهن، ليڪن سڀاڻي اهي ڇا سوچيندا. ان جي يزيد کي پڪ ڪونہ آهي. اسان جي تخيل جي پرواز کي اهو روڪڻ گهري ٿو. اسان جي ذهنن کي قيد ڪرڻ ٿو گهري، اسان ان لاءِ تيار ڪونہ آهيون ۽ اها ڳالهہ يزيد جي حق ۾ ڪونہ آهي."

## ٻيو قدم

زينب بنت علي ﷺ جڏهن ٻڌو تہ امام حسين ﷺ بني سعد قبيلي وارن کان ڪجهہ زمين خريد ڪئي آهي تہ ڏاڍو خوش ٿيون.

"اڄا تائين طبيعت پريشان هئي، هاڻي دل مطمئن ٿي وئي. اهو بيابان بہ وطن ٿو لڳي. انهن خيمن ۾ ڪيستائين پيا هونداسين. گهرن ناهڻ جو ڪو رٿيتو نڪري اچي. سجاد لاءِ تہ ڪُتب خاني سان گڏ گهر ٺهي ويندو. منهنجي اڪبر کي بہ ٿوري ايراضي ڏيو پاڻي جي ڪمي ڪونہ آهي، مان هاڻي کان ئي باغ جو بنياد رکنديس. گهر جي جاءِ پوءِ ٺهندي رهندي، ڀِريان باغ ئي تيار ٿي وڃي. اهي فوجون اڳتي وڃن تہ ايراضي خالي ٿئي. بس هڪدم بنياد پئجي وڃن. پٽرن ۾ ڪاٺين جي بہ ڪمي ڪونہ آهي. مون وطن کان ڪارڪون آنديون آهن، انهن جو ڪکڙيون پوکيون وينديون. وطن جو مزو اچي ويندو ... مگر ادا ڏسو، اڪبر لاءِ جيڪا ايراضي تجويز ڪريو اها نهر جي طرف هجي. مان گهران ٿي تہ جلدي ڪري خير سان ان کي ڪنوار پرڻائي اچان."

"اها زمين ورهائڻ لاءِ ڪونہ آهي، جنهن کي جيتري زمين جي ضرورت هوندي اوتري ملي ويندي. ڪير ٿو ڄاڻي تہ ڇا ٿيڻ وارو آهي. ائين تہ دنيا ۾ بس بہ گز زمين ئي ڪافي هوندي آهي."

زنيب سلام الله تعاليٰ عليها جي دل ڏڪي وئي. الله سائين، علي اڪبر کي وڏي ڄمار ڏئي. ان جي دشمنن کي بہ گز زمين نصيب ٿئي." مگر حسين ﷺ کي فڪرمند ڏسي خاموش ٿي ويون.

ٻارڙن ٿوري دير تہ نهر جي کسجي وڃڻ جو ڏک ڪيو پوءِ سڀ ڪجهہ وساري، خيمن جي آڏو نچڻ ٽپڻ ۾ مگن ٿي ويا. انهن جي دم سان جهنگل ۾ بهاري اچي وئي. ٻارن جا خوشيءَ مان ٺهڪ ٻڌي حسين ﷺ جي ٻڏندڙ دل کي سهارو ملي ويو. ماڻهن ڪيترو چيو تہ ٻارن ۾ عورتن

ڪي سفر ۾ نہ وٺي وڃ. مگر انهن ٻارن ڪان سواءِ دنيا ٻسي هئي! اهي ئي تہ هن جو سهارو هيا. نہ، ٻارن جي حياتي ڪي ڪو خطرو ڪونہ ٿيندو. انهن ڪي حسين ﷺ سان دشمني ٿي سگهي ٿي، ٻار تہ معصوم هوندا آهن. اسلام عورتن ۽ ٻارن ڪي وڏي عزت ڏني آهي، انهن تي حرف بہ ڪونہ ايندو.

هيڏانهن اهو سڌو سادو گهريلو ماحول هيو. هوڏانهن نهر تي قبضو ڪرڻ ڪان پوءِ بہ لشڪر مٿان لشڪر اچي رهيا هيا ۽ ڪوهن ۾ ڪليل جهنڊا لهرائي رهيا هيا. جيستائين بہ نظر وئي ٿي لشڪر پکڙيل هيو. سڄي رات ايندا رهيا. صبح ٿيڻ سان ميدان ڪچا ڪچ دشمن جي فوج سان ڀرجي ويو.

حسين ابن علي ﷺ جي اچڻ جي خوشيءَ ۾ جيڪا ندي خوشيءَ ۽ غرور مان ڀرجي آئي هئي، ڪجهہ مٿل دل وانگر لهڻ لڳي. لهرن سڏڪا ڀري دم ٽوڙي ڇڏيو ۽ بوڙيا مست پوتن وانگر ناچ ڪرڻ لڳا.

حسين ﷺ جي فوج جي ايڏي دهشت هئي، جو ايتريءَ وڏيءَ فوج جو ساهہ سڪي رهيو هو ۽ ڪمڪ طلب ٿي ڪيائون. شام ڪان ابن سعد (عمرو بن سعد) بہ پنهنجي تازي تواني فوج وٺي اچي پهتو. ان جي پاسي ۾ رومي ۽ شامي پهلوان هئا. جن جي دل ۾ نہ موت جو ڊپ ۽ نہ خدا جو خوف. بڇڙا مهانڊا، قتل پيشانيون ۽ ڪارا ۽ بدبخت منهن. نيزا ڪنيون، تلوارون ڇڪيون، ڊيهڙو ڪندا پئي آيا. انهن سان گڏ شام جا رئيس هيا. قيمتي لباس پهريل، عربي نسل جي مٿارن گهوڙن تي سوار ٿيل ۽ انهن سان گڏ غلامن ۽ نوڪرن جا هجوم هيا ۽ ٻانهين ٽوڙي نوڪرياڻين سان ڪجاوا ڀريل هيا.

جنگ جي طبل وڄڻ سان ڪربلا جو ميدان ڏڪي رهيو هيو. ڏونڪي جو ڏڪ آسمان جو جگر ڦاڙي رهيو هيو.

جيئن ئي ابن سعد گهوڙي تان لٿو تہ نوڪر چاڪر شاميانو کڻي ڊڪندا آيا. ان پهريائين تہ فوج تي غلط فهميءَ مان ڏٺو پوءِ پڇيائين:

"نهر تي تہ اسان جو قبضو آهي!"

"جي ها. اسان جي اچڻ ڪان اڳ ۾ ئي حسين جو قافلو هتي پهچي ويو هيو. خيما کوڙي ڇڏيا هئائون. اسان وڏيءَ مشڪل سان پوئتي

هٿاين. عباس تہ شينهن وانگر بگڙيو پيو. مرڻ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويو.“ خولي چيو.

”پوءِ تو موقعي مان فائدو ڇو نہ ورتو. قصو ختم ڪري اسان سک جي ننڊ سمهي پئون ها.“

”گرما گرميءَ مان ڪجهہ اميد تہ ٿي وئي هئي، ليڪن حسين سيني کي سمجهائي، راضي ڪري ٺڏو ڪيو ۽ معاملو اتي ئي ختم ٿي ويو.“

حسين ابن علي جو خيمو ڪٿي آهي؟“

”اهو سامهون جيڪو سونهري رنگ جو خيمو ڏسڻ ۾ اچي ٿو بس اهو ئي آهي.“

”ڏاڍي ڪڙ ٻڙ واري زمين آهي. وڏي تڪليف ۾ آهن. درياءَ کان بہ گهٽو پري آهن. هوا جي رخ ۾ بہ ڪونہ آهن. ڪالهہ رات ڏاڍي بيچينيءَ سان گذاريائون. ٻار ماندا ٿي روئيندا ۽ تڙپندا رهيا.“

امام جي فوج ڪيتري هوندي؟

”فوج ڪهڙي آهي، بس ڳڻڻ جيترا ماڻهو آهن. پهلوان ۽ نوجوان تہ بس آڱرين تي ڳڻڻ وٽو. گهڻا تہ عورتون ۽ ٻار آهن.“

”تہ ڇا اهو سڀ ڪجهہ غلط ٻڌو هيوسين تہ وڏي فوج آهي، وڏي گهمسان جي لڙائي ٿيڻ واري آهي.“

”ڪٿان جي فوج، ڇا جي لڙائي. رستي ۾ واقعي بيشمار ماڻهو گڏجي ويا هين، پر جيئن ئي حر جو لشڪر پهتو ۽ ماڻهن کي ڪوفي جي حقيقت کان واقفيت ٿي تہ حسين (ؑ) حڪومت لاءِ نہ پر موت جي منهن ۾ وڃي رهيا آهن تہ آهستي آهستي سيئي کسڪي ويا. رڳو پٽ، ڀائر، ڀائٽيا، ڀاڻيج ۽ ڪجهہ دوست رهجي ويا اٿن. اهي ڪهڙا ڪرتب ڏيکاريندا. لڙائي شروع ٿي تہ اسان جي گهوڙن جي سنبن ۾ ئي لتاڙجي ويندا.“

”اسان جي سموري فوج ڪيتري ٿيندي؟“

”اڻ ڪٿ. ڳڻڻ مشڪل آهي. سيئي سوار ڪوئي چئن ميلن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيا پيا آهن. هڪ هڪ جوان سگهارو پهلوان آهي، لڙائي جي ميدان جو تجربيڪار سپاهي. اسان جو ڪير مقابلو ڪري سگهندو. اسان جي فوج وڏي آهي! هڪ طرف سمنڊ جون خونخوار

موجون سوار آهن تہ ہئي طرف بي پناهہ پيادا. خنجرن ۽ ڀالن وارا ٽولا الڳ آهن. ڪيئي هزار تلوارن وارا ۽ ايترائي برڇين وارا جيالا هوندا."

اهي سيئي خدا جي رسول ﷺ جي بيوس ڏوهٽي جو خون وهائڻ جي تاڙ ۾ هيا. تير ۽ تلوارون چڪيون بيٺا هيا. اها فوج انهن ماڻهن تي دهشت ويهارڻ لاءِ گڏ ٿي رهي هئي، جن کان خطرو هين تہ اهي حسين ؑ جي حمايت ۾ اٿي پوندا.

حر پنهنجي گهوڙي تي ويٺي ويٺي اهو سڀ ڪجهہ ڏسي رهيو هو. دل اندر ئي اندر ۾ ان کي ملامت ڪري رهي هئي. اهو ڇا ٿي رهيو آهي؟

ابن سعد اطمينان سان ڪلندي نهر ڏانهن ڏٺو. ڀالن سان ميدان ڪارو لڳو پيو هو. خنجر چمڪي رهيا هيا. نيزن جي تہ ڄڻ پوک ڦٽي پئي هئي. نهايت غرور مان ڪلي چيائين:

"سڀاڻي تائين شام کان ٻي ڪمڪ بہ اچي ويندي، اميد آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ ڏسي حسين بيعت ڪرڻ لاءِ راضي ٿي ويندو. جنگ جي نوبت ئي ڪونہ ايندي."

"اندازي مان تہ ڪائي اميد نظر ڪونہ ٿي اچي تہ حسين پنهنجي هوڏ تان لهي ويندا. اجا اهو ئي غرور اٿس. بيعت لاءِ تيار نہ، پر موت کي ترجيح ڏين ٿا."

ابن سعد اندر ۾ وڪڙ کائڻ لڳو.

"هاڻي انهيءَ هوڏ جو ڪهڙو علاج. بس هاڻي انهيءَ کان سواءِ ڪو چارو نہ آهي تہ انهن کي اُڃيو رکي ماريو وڃي. پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڙو بہ نہ ڏنو وڃي، پوءِ اسان انهن جي همٿ ڏسنداسين. ڏسڻو آهي تہ بنا پاڻيءَ جي انهن جو ضد ڪيترو ٿو هلي."

فوج مٿان فوج هلندي پئي آئي، هنگامو وڌندو پئي ويو.

محرم جي چوٿين تاريخ کان پابندي لڳندي وئي، پر وڏيءَ چالاڪيءَ سان. نوڪر چاڪر پاڻيءَ لاءِ ويندا هيا تہ چوندا هئا: "ٿورو ترسو هن وقت گهاٽ تي وڏي رش آهي، فوج لاءِ پاڻي ڀريو ويو وڃي."

نوڪر ويٺي ويٺي ڪڪ ٿي پوندا هيا. وڏي مشڪل سان ڪي ڏند چڪ ڏئي ٿورو گهڻو ڪٺي ويندا هيا. باقي سڀ خالي هٿين موٽي ويندا هيا. جهيڙو جهٽو ڪري انهن جي پکالن کي ڦاڙي ڇڏيندا هيا.

وضوءِ غسل لاءِ پاڻيءَ جي قلت ٿي وئي. اجا پاڻي تي مڪمل پابندي ڪو نہ هئي.

پنجينءَ تاريخ تي عباس ﷺ پاڻ ڪجھ نوڪرن ۽ ساٿين کي وٺي ويا. ان کي ڏسي سپاهين تي هيبت طاري ٿي وئي. اتفاق سان ان وقت پهرو بہ گهٽ هيو. ڪا بہ مزاحمت ڪو نہ ٿي ۽ چڱو خاصو پاڻي اچي ويو مگر حسين ﷺ سمجهي ويا. هاڻي دشمن عربن جي پراڻي چال هلندو ۽ پاڻيءَ تي سخت پابندي لڳي ويندي. کين مسلمانن طرفان اهڙي ڪميٽائيپ جي اميد تہ ڪو نہ هئي، پر انديشو ضرور هيو. انهيءَ ڪري حڪم ڏنائون تہ پاڻي وڏي احتياط سان استعمال ڪريو. هڪڙو ڦڙو بہ اجايو نہ وڃايو.

مگر هڪڙو ريگستان تہ مٿان وري مصيبت جي گرمي. صرف پيئڻ ۽ وضو ڪرڻ لاءِ ئي ڪافي پاڻي گهربل هيو. غسل ڪرڻ جو تہ ڪو سوال ئي پيدا ڪو نہ ٿي ٿيو. عباس ﷺ جيڪو پاڻي کڻي آيا هيا. ان کان پوءِ پهريدارن تي وڏي سختي ٿي. پهرو اجا بہ وڌائي چڏيائون ۽ حڪم ڏئي چڏيائون تہ هاڻي پاڻي بلڪل نہ ڏنو وڃي. درياءَ جو بہ چڻ خون خشڪ ٿي رهيو هيو. گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ پوئتي هٽندو پئي ويو. فوجين جي خرمستين ڪري ڪنارو ايترو گندو ٿي ويو هيو جو اتان جو پاڻي هٿ لڳائڻ جي ئي قابل ڪو نہ رهيو هيو. پيئڻ جو پاڻي کڻڻ لاءِ وچ سير ۾ ويڃڻو ٿي پيو.

پنجين تاريخ وارو ٿورڙو پاڻي شام تائين هليو ۽ پوءِ ڇهين تاريخ جو سڄو ڏينهن بہ هليو. ستين تاريخ بہ ملي ويو مگر انين تاريخ صرف ڍڪ ڍڪ مليو. صرف ٻارن لاءِ بچيو. پاڻي جي قلت ڏاڍي گهٽي محسوس ٿيڻ لڳي.

عباس ﷺ ۽ ڪجھ ساٿين مرڻ مارڻ جو ارادو ڏيکاريو. مگر حسين ﷺ کين روڪيو.

"الله کان هو اهوئي تہ گهرن ٿا تہ اسان مجبور ٿي انهن سان وڙهي پئون، بس پوءِ انهن کي بهانو ملي ويندو. تاريخ ۾ صرف ايتري خبر پهچندي تہ حسين ﷺ پاڻيءَ لاءِ هنگامو ڪيو ۽ ڳالھ وڌي وئي. مان انهن کي اهو بهانو هرگز ڪو نہ ڏيندس."

مگر انهن تاريخ ڪان تہ ماڻهو پاڻي پاڻي پڪارڻ لڳا. اڄ جي سختي برداشت ڪان ٻاهر ٿيندي پئي وئي. گهوڙهن ڪانسواءِ ٻيو ڪو پاڻيءَ جو وسيلو ڪونہ رهيو.

دنيا انهيءَ ڳالهہ ڪان واقف آهي تہ ابو الفضل عباس ﷺ پنهنجي ڀاءُ حسين ﷺ جو ساڄو هٿ هيو. حسين ﷺ کي ان تي حد کان وڌيڪ ڀروسو هيو. ڀهريائين بہ ڪيترا دفعا ان کي طرح طرح جون لالچون ڏنيون ويون هيون، تہ اهو حسين ﷺ کي ڇڏي ڪوئي شاندار سرڪاري عهدو سنڀالي، مگر ان وڏي نفرت سان ان رشوت کي ٺڏي ڇڏيو.

ليڪن هاڻي معاملو ڪجهہ ٻيو هيو. عباس ﷺ ٻارن ٻچن وارو هيو. ان وقت خيمن ۾ پاڻي جي قلت هئي، جنهن ڪري سيني جو ساهہ نڪري رهيو هيو.

شمر ذي الجوشن، عباس ﷺ جي والده ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جو ويجهو مائٽ هيو. ان حساب سان اهو عباس ﷺ جو مامو ٿيندو هيو. ان نازڪ گهڙيءَ ۾ ان آخري اٽڪل جو حربو استعمال ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو. اهو ڪوفي مان عباس ﷺ ۽ ان جي ٽنهي ڀائرن جعفر، عبدالله ۽ عثمان رضوان الله تعاليٰ عنهم لاءِ معافي ناما گڏ کڻي آيو هيو تہ جيئن مناسب وقت تي انهن کي استعمال ڪري سگهجي.

شمر قاصد ذريعي عباس ﷺ کي هڪڙو خط موڪليو. ان ۾ لکيل هيو:

”تون چاچي لاءِ هرويرو پنهنجي پياري اهل و عيال جي جان خطري ۾ وجهي رهيو آهين. وجهہ وٺي، انهن کي ساڻ ڪري نڪري مون وٽ اچي وڃ. مان آرام سان توهان کي دمشق پهچائي ڇڏيندس، جتي دنيا جون نعمتون توهان جو انتظار ڪري رهيون آهن. تنهنجي ٽنهي ڀائرن جو بہ هڪدم انتظام ٿي ويندو. مون وٽ توهان سيني لاءِ معافي ناما موجود آهن. پنهنجي ٻڍڙي ماءُ جو خيال ڪريو ۽ هڪدم نڪري اچو. ڪائي گڙٻڙ ٿي تہ پرواهہ ڪونہ آهي. اسان سڀ ڪجهہ سنڀالي وٺنداسين.“

خط پڙهي عباس ﷺ ڪاوڙجي جوش مان ڪنبڻ لڳو. دل گهريس تہ ملعون قاصد تي ئي سڄي ڪاوڙ ڪڍي ڇڏي، مگر ضبط ڪري ويو. خط جا پرزا پرزا ڪري، ان جي منهن ۾ اڇلايائين ۽ چيائين:

"وچ، پنهنجي آقا کي ٻڌاءِ تہ عباس ابن علي توتي ۽ تنهنجي دولت تي ٿڪي بہ ڪونہ ٿو. اسان چارئي حسين ﷺ جا ڀائر نہ پر غلام آهيون. تنهنجي مهربانين کي ٺڏي، ان جي قدمن ۾ جان ڏيڻ پنهنجي خوشقسمتي سمجهنداسين."

حسين ﷺ کي خبر پئي تہ سڏ ڪري سمجهايائونس:

"عباس! ان توهان کي گهرايو آهي، توهان چارئي ڀائر وڃي ملي تہ ڏسو ان ۾ ڪوئي نقصان ڪو نہ آهي. شايد ڪا بهتريءَ جي صورت نڪري اچي. موقعي کي چو وڃائجي."

"آقا، اهو اسان کان ڪونہ ٿيندو. اسان توهان جو اهو حڪم مڃڻ کان لاچار آهيون."

"اهو حڪم نہ، پر منهنجي ذاتي راءِ آهي. منهنجي ضمير تي وڏو بوجهہ آهي. منهنجي ڪري توهان جي جان بہ خطري ۾ اچي وئي آهي."

"مان ان گستاخيءَ تي مجبور آهيان. توهان جي انهيءَ حڪم جي تعميل منهنجي وس ۾ نہ آهي."

"اسان جي ڪري هليو وڃ. پاڻ سان گڏ سڪينہ کي بہ وٺي وڃ. جيڪڏهن ٿي سگهي تہ عون ۽ محمد کي بہ وٺي وڃ. اهو موقعو هٿ ان نہ وڃاءِ!"

"اسان ڪنهن بہ حالت ۾ توهان جو ساٿ ڪونہ ڇڏينداسين. عون، محمد ۽ سڪينہ جون حياتيون بچائڻ جي لالچ بہ اسان کي ارادو مٽائڻ لاءِ تيار ڪري نہ سگهندي."

"چڱو ايترو تہ ڪري ٿا سگهو، هڪڙو دفعو وڃي ان سان ملي ڏسو. اهو جيڪو مون کي جواب ٿا ڏيو، اهو شمر کي ٻڌائي اچو. منهنجي تمنا آهي، ان کي نہ ٺڪرايو."

عباس ﷺ ڏکي ويو ۽ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين. چارئي ڀائر گهوڙن تي سوار ٿيا ۽ دشمن جي ٽولي ڏانهن هليا ويا.

شمر خوشيءَ مان ٽپو ڏئي اُٿيو. جيڪڏهن عباس کي پاڻ سان ملائي وياسين تہ باقي ماڻهن ۾ ڪيترو دم آهي. حسين بلڪل اڪيلو رهجي ويندو. جڏهن حسين جي انهن ڀائرن کي دربار مان انعام ۽ اڪرام ملندا تہ ماڻهن جي دلين ۾ حسين ۽ ان جي خاندان جي باري ۾ جيڪا عقيدت آهي، ان جي چمڪ دمڪ وسامي ويندي.

مگر جڏهن انهن چٽنئي کي معافي ناما ڏنا ويا ته ڦاڙي ڦٽي ڪيائون. شمر بلڪل دل ۾ ڪونه ڪيو. ڪلندي چيائين:

”توهان جي مرضي، توهان کي جڏهن به وٽي بغير معافي نامي جي منهنجي حفاظت ۾ هليا اچو. مان توهان جو آهيان.“

هوڏانهن شمر هڪڙي ٻي چالاڪي ڪئي. حسين ﷺ جي خيمي ۾ اها خبر مشهور ڪرايائين ته عباس دشمن جي فوج سان ملي ويو آهي. اهو ٻڌندي ئي ان جي گهرواري زارو قطار روئڻ لڳي. حسين ﷺ ان کي وچي سمجهايو:

”ڀاڄائي، پريشان نه ٿيو. عباس جو وار به ونگو ڪو نه ٿيندو. توهان سڀني جون حياتيون بچي وينديون.“ عباس ﷺ جي گهرواري اچا وڏيڪ روئڻ لڳي.

”توهان جو ڀاءُ ويو اهو چاٽي ۽ ان جو ضمير! پر انهيءَ ڪان پوءِ مان پاڻ کي بيوهه ۽ ٻارن کي يتيم سمجهنديس. حيف آهي، اهو منهنجي ڀاءُ جي قاتلن سان سمجهوتو ڪري وينو. جيڪڏهن ائين آهي ته الله مونکي ان جي شڪل به نه ڏيکاري.“

ننڍي ڀاڄائي، جيڪا حسين ﷺ جي ننهن وانگر عزت ڪندي هئي، ڪڏهن به سندن اڳيان اکيون کڻي ڳالهائڻ جي همٿ ڪونه ڪيائين، ان وقت جلال مان چهرو ڳاڙهو ٿي رهيو هيس ۽ وڏي آواز ۾ چئي رهي هئي:

”نه، مون کي اهڙو سهاڳ ڪو نه گهرجي. اهو توهان جو لاڏلو ڀاءُ آهي، انهيءَ ڪري ان جي غداريءَ لاءِ به ڪو نه ڪو بهانو ڳولي وٺندا. اهڙي حياتي تي لعنت آهي، جيڪا پيءُ برابر وڏي ڀاءُ جي خون جي بدلي ۾ خريدي وڃي.“ اها جوش ۾ ڳالهائي رهي هئي. حسين ﷺ سمجهائي رهيا هيس:

”توهان سڀني جي تڪليف روح کي بيقرار ڪري ٿي ڇڏي، اجازت نه. پر مان توهان کي حڪم ٿو ڪريان ته، خدا جي واسطي ننڍڙي ٻار تي رحم ڪر، جنهن جي حياتي بچي ٿي بچڻ ڏي.“

”گستاخي معاف، هڪڙو عرض ڪريان.“

”چئو چئو ڪنهن به شرط تي توهان جون حياتيون بچي وڃن.“

"توهان صرف ان جا نہ پر منهنجا بہ آقا آهيو جيڪڏهن مان سوال ڪريان تہ توهان ڪهڙي شرط تي يزيد جي هٿ تي بيعت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا تہ توهان جو جواب ڪهڙو هوندو."

امام ﷺ ماٺ ڪري ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

"تہ پوءِ توهان اسان کي فرض کان ڪوتاهي ڪرڻ جو حڪم ڪهڙيءَ دل سان ڏئي رهيا آهيو."

اها جوش مان ڳالهائيندي پئي وئي. ان کي خبر بہ ڪو نہ پئي تہ عباس خيمي جو پردو هٽائي اندر داخل ٿي ويو. امام ﷺ جون نظرون ڀاءُ جي نظرن سان مليو ۽ جهڪي ويون، مگر دل خوشيءَ مان ٽپا ڏيڻ لڳي.

"والله! هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ مون کي يقين ڪونہ آيو تہ عباس مون کي ڇڏي هليو ويو. مان تہ بس دل خوش ڪرڻ لاءِ ائين چئي رهيو هيس تہ ڪاش ائين ٿي وڃي. نہ نہ عباس تنهنجو وجود تہ پاڻيءَ کان بہ وڌيڪ اهم آهي."

"يقين تہ مونکي بہ ڪونہ آيو هو تہ شيرِ خدا جي پٽ جا پير ڏڪي ٿا سگهن. اها خبر نسورو ڪوڙ آهي. منهنجو سرتاج جيڪڏهن موٽي ڪونہ آيو آهي تہ پڪ گرفتار ٿي ويو هوندو."

"عباس کي گرفتار ڪرڻ وارو اڃا پيدا ئي ڪو نہ ٿيو آهي." ان جي گهرواريءَ کان ڇرڪ نڪري ويو. ڪنڌ ورائي ڏٺائين ۽ دل گهريس تہ ان جي ٻانهن ۾ گم ٿي وڃي، پر امام ﷺ جي موجودگي ڪري هٻڪي بيهي رهي.

"ايترن سالن کان گڏ آهيون، پر افسوس آهي تہ اسان جي زال اسان کي سڃاڻڻ ۾ غلطي ڪئي."

"نہ عباس، هن ويچاريءَ جو قصور ڪونہ آهي. اسان هن کي آزمائي رهيا هئاسين. دل جو بہ عجيب حال آهي. ڪاش توهان ڪنهن طريقي سان بچي وڃو پر توهان جي هلئي وڃڻ جي تصور سان همٿ جواب ڏيڻ لڳي ٿي. اهو انساني خصلت جو تضاد آهي."

امام ﷺ جي وڃڻ کان پوءِ عباس ﷺ گهر واريءَ کي ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيو. اسان کي خبر ڪونہ هئي تہ اسان جي دلربا ايڏي دلير آهي. تو

آقا کي ڏاڍو سهڻو جواب ڏنو. اسان جي دل ٽپڻ لڳي ... ڪيترا دفعا دل ۾ خيال آيو تہ توکي ڪنهن محفوظ هنڌ تي پهچائي ڇڏيان.“

”تنهنجي ٻانهن کان وڌيڪ محفوظ هنڌ ڪهڙو هوندو. پر مون کي اهو ڇا تي ويو هيو. مون ٿوريءَ گهڙيءَ لاءِ تنهنجي نيت تي شڪ ڪيو.“

”مگر انهيءَ شڪ کي اُڀارڻ جو سبب منهنجي آقا جي محبت هئي، جيڪا تنهنجي دل ۾ مون کان گهٽ ڪو نہ آهي.“

ٿوريءَ دير لاءِ ٻئي وساري ويٺا تہ اهو جنگ جو ميدان آهي، چئني طرفن کان دشمن نيزا ايا ڪيون بيٺا آهن. انهن جي دنيا بس اهائي رهجي وئي.

## آخري شمع

نائين تاريخ آلِ رسول تي اهڙو قهر ڪٽي آئي جو الامان! ٻارن ۾ هاڻي روئڻ جي سڪت ٻہ ڪو نہ رهي هئي. ڦاٽل اکين سان ڏنائون ٿي، سڪل چپن تي زبان ٿي ڦيريائون ۽ پوءِ غشي طاري ٿي ٿي وين. بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي ٿڃ سڪي وئي هئي. پينگهي ۾ ڇهن مهينن جو نازڪ ٻار معصوم اصغر اڃ کان بيحال هيو. عباس ؑ جو نورِ نظر تڙپي رهيو هو. سڪينہ سڏڪي سڏڪي ساهي پٽي خاموش ڇپ هنيو ويٺي هئي. خيمن کان ٻاهر تہ ٻاهہ وسي رهي هئي.

شام ٿيندي ئي ابن سعد جنگ جون تياريون شروع ڪري ڏنيون ۽ حسين ؑ تي حملو ڪيائين.

حسين ؑ ٽيپهريءَ نماز کان پوءِ خيمي جي در تي تلوار جي ٽيڪ تي گوڏن تي مٿو رکيون ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل هيا. ڪجهہ ٿڪاوٽ جي ڪري ننڊ جو غلبو هين، ڪجهہ اڃ ڪري ساٽائي طاري هين- اوچتو حملو ٿي ويو. ابن سعد ڪمان ۾ تير چڪي آلِ رسول جي خيمن ڏانهن اڇلايو ۽ رڙ ڪيائين:

”ياٿرو شاهد ٿجو پهريون تير مون ئي اڇلايو آهي.“ سيني ان جي بهادريءَ ۽ جوانمردي جو دل کولي داد ڏنو. گهوڙن جي سنبن سان ڪربلا جو ميدان ڏڪڻ لڳو. فوج جون رڙيون ٻڌي زينب سلام الله تعاليٰ عليها گهبرائجي وئي.

”ادا حملو ٿي ويو!“

امام ؑ ڇرڪ ڀري اکيون کوليون. ڀيڻ کي دلاسو ڏنائون.

”زينب صبر ڪر! هي هوش وڃائڻ جو وقت نہ آهي. هاڻي منهنجي اک لڳي وئي تہ خواب ۾ ڏٺم تہ نانا سائين بيٺا آهن. چئي رهيا آهن. ’حسين ڪڏهن ٿا اچو‘؟“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها منهن لڪائي روئڻ لڳي. ايتري ۾ عباس ﷺ بہ اچي ويو.

"آقا ڪهڙو حڪم آهي؟"

"توتي قربان وڃان، ٿورو وڃي انهن ماڻهن کي چئو تہ ائين اوچتو حملو ۽ اهو بہ ٻارن ۽ عورتن جي خيمن تي، اها عرب قوم جي ريت تہ نہ آهي. جنگ جي اعلان ڪرڻ جي بہ توهان کي توفيق ڪونہ ٿي. اوچتو حملو ڪيو اٿوَ."

عباس ﷺ ويهہ سوار ساڻ ڪيا ۽ دشمن جي طرف ويا. انهن کي ايندو ڏسي لشڪر هٽ روڪي ورتا. سمجهيائون تہ شايد صلح جو پيغام کڻي اچي رهيا آهن. ان لڙائيءَ ڪرڻ لاءِ ڪنهن جي دل تي چيو. سيئي مجبور لڳي رهيا هيا. پلا اها بہ ڪائي جنگ هئي. صلح جي بهاني سان جنگ روڪي ڇڏيائون.

"ڇا ٿا چاهيو؟" عباس ﷺ چيو.

"هاڻي هاڻي امير ابن زياد جو حڪم آيو آهي تہ حسين بن علي بن ابي طالب کان خليفي جي اطاعت جو مطالبو ڪيو وڃي. جيڪڏهن انڪار ڪري تہ وقت وڃائڻ ۽ دير ڪرڻ مان ڇا فائدو جلد کان جلد فيصلو ٿيڻ کپي."

"ٿورو صبر ڪريو. مان هاڻي ئي وڃي توهان جو پيغام امام ﷺ تائين پهچائي، انهن کان جواب وٺي ٿو اچان."

عباس ﷺ گهوڙو ڊوڙائيندي واپس موٽيو. جيڪي اصحابي گڏ ويا هيا، اهي اتي ئي ترسي پيا. ائين ئي ڳالهہ نڪري پئي. حبيب ابن مظاهر ﷺ فوجين جي هڪڙي وڏي ٽولي کي چوڻ لڳو:

"توهان اهو ڇا پيا ڪريو. پيغمبر خدا جي پياري ڏوهٽي کي قتل ڪرڻ جا منصوبا ٺاهي رهيا آهيو. خدا جي واسطي ڪجهہ تہ سوچيو ۽ سمجهو. حسين ﷺ الله جا نيڪ ٻانها آهن. اڻ ڳڻين خوبين جا مالڪ. عبادتگذار ۽ پرهيزگار آهن. انهن کي ڪهڙي ڏوهہ ۾ قتل ڪري رهيا آهيو؟"

"انهن بيعت کان انڪار ڪيو آهي!"

"بيعت کان انڪار ڏوهہ ڪونہ آهي. بيعت آزاد راءِ جو نالو آهي، جنهن جي دل گهري ڪري، نہ تہ انڪار ڪري ڇڏي. ڪيترائي دفعا

ائين ٿي ڇڪو آهي، ڪجهه ماڻهن بيعت ڪو نہ ڪئي، انهن سان ڪڏهن بہ جهيڙو ڪو نہ ڪيو ويو.“

”اسان کي ان جي خبر ڪو نہ آهي. اسان فوجي آهيون، سياستدان ڪونہ آهيون.“ انهن ڪجهہ سوچڻ کان پوءِ جواب ڏنو.

”خليفي کي اڪثريت جي بيعت حاصل آهي.“ عمرو بن سعد جواب ڏنو.

”جيڪڏهن اڪثريت خليفي سان گڏ آهي تہ پوءِ اهو هڪڙي حسين ﷺ جي بيعت تي ڇا جي لاءِ ضد ڪري رهيو آهي؟“

”توهان اهو سوال اسان کان ڇو ٿا ڪريو؟“

”انهيءَ ڪري جو جيڪي تلوارون حسين ﷺ جي خلاف اڀيون ٿي رهيون آهي، اهي توهان جي هٿن ۾ آهن. خدا کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندؤ؟“

عزره بن قيس ڪاوڙ مان چيو: ”حبيب توکي ڪڏهن بہ علي ﷺ ۽ آلِ علي سان ڪا ئي دلچسپي ڪو نہ رهي آهي، تون تہ عثماني جماعت سان تعلق رکين ٿو. تون ڇو حسين جي پٺيان پنهنجي جان جو دشمن ٿي پيو آهين. تون تہ شام وارن جو هم خيال هوندو هئين. انهيءَ عجيب ۽ غريب تبديلي جو سبب؟“

حبيب ابن مظاهر ﷺ ٿوري دير سوچيندو رهيو ۽ پوءِ چيائين:

”تون چئين ٿو تہ سوچيان ٿو. واقعي مون کي حسين ﷺ سان جيڪڏهن دشمني نہ تہ ڪڏهن ڪا خاص عقيدت بہ نہ رهي آهي، نہ مون ان کي اچڻ لاءِ خط لکيا، نہ ڪڏهن ان جي حمايت ۾ آواز بلند ڪرڻ جو خيال آيو.“

”پوءِ انهي پاسي ورائڻ جو سبب؟“

”رستي ۾ ملاقات ٿي وئي ۽ انهن کي ڏسڻ سان هڪدم رسول الله ﷺ جن ياد اچي ويا. اهي حضرت حسن ﷺ ۽ حضرت حسين ﷺ سان ڪيڏو تہ پيار ڪندا هئا ۽ جڏهن حسين ﷺ ٻڌايو تہ حالتون ڪيئن ان جي خلاف ٿي ويون آهن تہ منهنجي دل نہ مڃيو تہ ائين منهن لڪايون ويٺو رهان ۽ منهنجي آقا ﷺ جا ڏوهٽا ائين رڻ پٽن جي واري اڏائيندا وتن. پوءِ جڏهن حضرت حسين ﷺ

گڏ هلڻ لاءِ چيو تہ دل نہ رهي ۽ خوشي مان تيار ٿي ويس. بس ايتري ڳالهہ آهي.“

”مگر اسان تہ ٻڌو آهي تہ حسين بجاءِ فوج ڪشي ڪرڻ جي گڏ اچڻ وارن کي سمجهائي راضي ڪري موٽائي ٿا ڇڏين. اهي تو کي گڏ ڪٺي هلڻ جي دعوت ڪيئن ڏيندا! جڏهن تہ. توهان معاف ڪجو ايترا ضعيف بہ ٿي ويا آهيو ڪوئي خاص ڪارنامو بہ انجام ڏئي ڪو نہ سگهندا.“

”ها، تون اهو بہ نيڪ ٿو چوين، مگر ضرور ڪائي مصلحت هوندي، باقي رهي منهنجي ٻڍاپي جي ڳالهہ تہ جيڪڏهن حسين ﷺ جن مون کي نڪمو سمجهن ها تہ گڏ ٿيو وٺي اچن ها. انهيءَ ڪري ضرور ڪا خاص ڳالهہ آهي، جو انهن مون کي چونڊيو آهي. خير تون دلجاءِ ڪر، هن ٻڍاپي ۾ بہ تو جهڙن وات ڳاڙهن پهلوانن جون مٿيون منجهائي سگهان ٿو.“

”اڙي انهيءَ ڪراڙپ ۾ تہ تون ڪنڊ ۾ ويهي عبادت ڪر.“

”حسين ﷺ جهڙي انسان تي سر قربان ڪرڻ خود هڪڙي عظيم عبادت آهي. اهي اِنساني حق، جيڪي الله تعاليٰ انسان کي ڏنا آهن، جيڪڏهن ڪوئي شيطان صفت ماڻهو اسان کان کسڻ گهري ۽ اسان پيچ لڪائي ويهي رهون تہ اها اسان جي بزدلي ۽ هيٺي هجڻ جو ثبوت هوندو.“

اهي ڳالهيون ٿي رهيون هيون تہ عباس ﷺ اچي ويو.

”امام ﷺ فرمائين ٿا تہ هڪڙي رات جي مهلت ڏيو صبح جو توهان کي جيئڻ وٺي تيئن ڪجو توهان جي مرضي تي ڇڏيل آهي.“

شمر ذي الجوشن کي عمرو بن سعد تي جاسوسي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هو تہ جيڪڏهن ان جي رويي ۾ ذري برابر بہ نرمي نظر اچي تہ هڪدم ان جي خلاف حفاظتي قدم کنيو وڃي. ان کي شمر جي شڪل کان وحشت پئي لڳي. پنهنجي فرمانبرداري ڏيکارڻ لاءِ امام حسين ﷺ جي خلاف زيادهہ سختيءَ کان ڪم ٿي ورتائين تہ جيئن شمر مخبري نہ ڪري تہ هن جي دل ۾ رسول ﷺ جي آل پاڪ لاءِ همدردي آهي. ان کي پنهنجي مستقبل جو گهڻو فڪر هو. اهي

شهنشاهہ جيڪي نڳيءَ ۽ ڏوڪي سان، غدارن ۽ نمڪ حرامن جي مدد سان تاج ۽ تخت حاصل ڪندا آهن. انهن کي ڪڏهن بہ اهڙن ماڻهن تي ڀروسو ڪو نہ هوندو آهي. اهي سمجهندا آهن اهي حوالي موالي سڀ بيڪار آهن، صرف مڪر ۽ فريب سان ئي حڪومت حاصل ڪري سگهجي ٿي. انهن کي چئني طرفن کان مطلبي ۽ ڏوڪيباز ئي نظر ايندا آهن، جنهن تي ٿورو بہ شڪ ٿيندو اٿن، ان کي بنا دير قتل ڪرائي ڇڏيندا آهن، يا انهن کي هڪٻئي مٿان جاسوسي ڪرڻ ۽ هر وقت اٿڻ ويهڻ تي نظر رکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي.

ائين پاءُ پاءُ جو دشمن ٿي ويندو آهي. مخبريءَ سان عهدا ۽ مرتبا ملندا آهن. عمرو بن سعد تي شمر کي مقرر ڪيو ويو هو. خود شمر جي گردن تي ٻيا شيطان سوار هيا. اهو سلسلو مٿي تائين پهتل هو. انهيءَ ماحول ۾ حسين ابن علي ؑ جي وجود جي ڪا ئي ضرورت ڪو نہ هئي.

شمر جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو هر ڳالهہ ۾ ان جي راءِ وٺندو هو تہ جي ڪڏهن بہ لپيٽ ۾ اچي وڃي تہ پاڻ سان گڏ ان کي بہ گهلي وڃي. جڏهن امام حسين ؑ هڪڙي رات جي مهلت گهري تہ پڇيائين: "شمر تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"

"مهلت ڏيڻي پوندي، عرب قوم پناهہ گهرڻ واري کي پناهہ ڏيڻ کان ڪو نہ مڙندي آهي. هڪڙي رات جي مهلت کان انڪار ڪرڻ اسان جو دستور ڪونہ آهي. ڪافر بہ مهلت گهرن ها تہ ڏيڻي پوي ها. هي تہ خدا جي پيغمبر ﷺ جا ڏوهٽا آهن."

مطلب تہ هڪڙي رات جي مهلت ملي وئي ۽ چڙهائي ڪندڙ فوج سڪ جو ساهہ کڻي پوئتي هٽي وئي.

مگر سيئي ٻڌتر ۾ پئجي ويا. امام ؑ اها مهلت ڇو گهري؟ ڇا ڪٿان فوج اچڻ جي اميد لڳايون ويٺا آهن؟

حسين ابن علي ؑ جنهن پنهنجي خود داريءَ کي پري رکي، ظالمن کان هڪڙيءَ رات جي مهلت گهري، سا انهيءَ لاءِ نہ تہ انهن کي ڪٿان فوجي امداد جي اميد هئي، يا پنهنجي مختصر فوج کي ڪي جنگي هدايتون ڏيڻيون هيون، انهن تہ بس اها آخري رات پنهنجي

دوستن ۽ عزيزن جي صحبت ۾ گذارڻ گهري ٿي، پوءِ جنگي هنگامي ۾ وانڍڪائي ڪڏهن ملندي

جڏهن رات جي راڻي، ساداتن جي خاندان جي بيحاليءَ تي روئيندي، ماتم ڪندي، ڪارا پاچا پکيڙيندي آئي تہ چئني طرفن کان گوڙ ٿي ويو. "ڏسو اجايل حسين ﷺ جي شهادت جي رات اچي وئي." جناب امير ﷺ جو روح اجارو ۽ بيقرار ڪربلا جي ميدان ۾ پريشان ڦري رهيو هو. ماحول سوڳوار هيو. ان رات اسلام جي پيغمبر ﷺ جي خاندان ڪهڙيون ڪهڙيون تڪليفون ۽ ڏک ڏنا. الله دشمن کي بہ اهڙي اونداهي رات نہ ڏيکاري

رنج ۽ غم کان چنڊ جو چهرو لٿل هو ستارا مٿل ماڻهن جي بي نور اکين وانگر ٽمڪي رهيا هيا. حورون ۽ غلمان ماتم ڪري رهيا هيا. خدا اهڙي ڀيانڪ رات وري نہ آڻي.

آلِ رسول ﷺ جي خيمن تي ڏک ۽ خوف جا ڪڪر ڇانيل رهيا. فضا ۾ هلچل هئي، آنڌاري دل ڦاڙي ائين گهلي رهي هئي، جو هيان هيٺ مٿي ٿي ويا ٿي. ڏيئا وسامي ٿي ويا. چئني طرفن کان مٽي اڏامي رهي هئي. جهنگلي جانورن جي اونائين کان ٻنل ٻار مائرن جي جهولين ۾ لڪي ويا هيا. هر گهڙي ائين ٿي لڳو تہ هاڻي ڊپ مان انهن جو ساهہ نڪري ويندو. بيبيون خاموشيءَ ۾ ڳوڙها پيون، ٻارن کي سيني سان لڳائي دلاسا ڏئي رهيون هيون ۽ دعائون پڙهي پڙهي شوڪاري رهيون هيون.

سيني کان وڌيڪ حضرت زينب بن علي سلام الله تعاليٰ عليها پريشان هيون نما شام کان ئي سندن چهرو ڪومائجي ويو هو. اکين مان مسلسل رت جا ڳوڙها جاري هيا. ڏکويل جان تي هڪڙي بيقراري طاري هين. ڪڏهن ڦٿڪي اٿي ٿي وينيون، پوءِ تڪجي ليٽي ٿي پيون. جڏهن هنيانءَ ۾ وڌ پوندا هجن تہ سڪون ڪٿان اچي تو سگهي.

ان وقت سيئي دوست، همدرد، ياٽيجا، ياٽنيا ۽ پٽ، حسين ﷺ جي ويڪري خيمي ۾ گڏ هيا. جن کي اندر جاءِ ملي نہ سگهي اهي هيڏي هوڏي بيٺا يا وينا هيا. خيمي جي پردن کي سيني پاسن کان مٿي ڪٽي ڇڏيو هٽائون. امام ﷺ جي هڪڙي پاسي علي اڪبر هو ۽ ٻئي پاسي

حضرت قاسم بن حضرت حسن ﷺ هو. حضرت عباس ﷺ جا ننڍا ڀائر حضرت جعفرﷺ، حضرت عبداللهﷺ ۽ حضرت عثمانﷺ ويٺا هئا. انهن جي پاسي ۾ ٿي عون ۽ محمد ويٺا هيا. خود حضرت عباسﷺ سامهون ادب سان گوڏا کوڙي ويٺو هو.

سڀني هڪ آواز ٿي وري وري وفاداري ڪرڻ ۽ جان قربان ڪرڻ جا قسم کنيا. حضرت امام حسينﷺ ابن علي ﷺ گهڻي پيار مان پنهنجن عزيزن ۽ دوستن ڏانهن نهاريو. سندن ڪوماٽيل چهرو هڪدم نرم ۽ نازڪ گل وانگر ٽڙي پيو.

"تاريخ شاهد آهي تہ منهنجن دوستن جهڙا مخلص دوست ۽ منهنجن عزيزن جهڙا پيارا، ڪڏهن ائين هڪ جاءِ تي گڏ ڪو نہ ٿيا آهن. اڄ توهان کي پاڻ سان گڏ ڏسي مون کي پنهنجي قسمت تي ناز ٿي رهيو آهي. منهنجو ڪنڌ فخر مان مٿي آهي. مون وٽ اهي لفظ ڪونہ آهن، جن سان توهان جو ٿورو مڃي سگهان. توهان جي همدرديءَ ۽ محبت کان وڌيڪ منهنجي لاءِ دنيا ۾ ڪوئي لشڪر ڪونہ آهي، ڪو بہ هٿيار ڪونہ آهي."

پوءِ حسين ﷺ حڪم ڏنو تہ سڀئي بتيون وسائي ڇڏيو. اندر ٻاهر ٻاٽ اوندهہ ٿي وئي. صرف امام ﷺ جي آواز هڪ نوراني آبشار وانگر خاموشي کي روشن ٿي ڪيو:

"هن وقت توهان مونکي جيڪو ڪجهہ ڏئي رهيا آهيو ان جو ڪوئي بدلو ڪونہ آهي، خدا ئي منهنجو قرض لاهي سگهي ٿو. هيئنئر تائين تہ مون کي ڪجهہ خيالي اميد هئي تہ حالتون وڌيڪ خراب ڪونہ ٿينديون. وطن ڇڏڻ کان پوءِ مونکي دنيا ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو ويندو مان سڪون سان ڪنهن غير معروف ڪنڊ ۾ هڪڙي پرامن شهري واري زندگي گذاري سگهندس، پر هاڻي اها اميد بہ ختم ٿي وئي. بس هاڻي مان توهان کي مون سان ڪيل واعدن ۽ اقرارن کان آجو ڪريان ٿو. توهان کي اطاعت جي بار کڻڻ کان آزاد ڪريان ٿو ۽ خوشيءَ سان اجازت ڏيان ٿو تہ توهان کي جتي بہ پناهہ ملي، هليا وڃو. رات جو وقت آهي، اوندهہ لڳي پئي آهي، ان کي غنيمت سمجهو. پنهنجون پنهنجون سواريون تيار ڪريو ۽ صبح ٿيڻ کان اڳ نڪري

وڃو. توهان مان هر هڪ ماڻهو منهنجن عزيزن مان هڪڙي هڪڙي کي ساڻ وٺي وڃي ۽ مختلف شهرن ڏانهن هليا وڃو. اهي ماڻهو صرف منهنجيءَ خون جا پياسا آهن. جڏهن مون کي ڏسندا تہ توهان جو پيڇو ڪونہ ڪندا. عزيزو! مون بتيون وسائي ڇڏيون آهن. هن اوندهہ ۾ ڪير بہ ڪنهن کي ڏسي ڪونہ سگهندو. مروت جو احساس قدم روڪي نہ سگهندو."

خيمي ۾ ماٺ ڇانئجي رهي، نہ ڪا چرپر ٿي ۽ نہ ڪنهن پاسو ڦيرايو. صرف حسين ؑ جي دل ڌڙڪي رهي هئي. ساهہ کڻڻ جو سلسلو بہ رڪجي ويو هو. امام ؑ اکيون بند ڪري ڇڏيون. ڏڪندڙ هٿن سان هڪڙي بتي ٻاريائون.

ان آخري شمع جي روشني ۾، جيڪا امام ؑ پنهنجن هٿن سان آخري ڀيرو روشن ڪئي، پاڻ ڏٺائون تہ سڀئي اڳي وانگر ائين پنهنجين پنهنجين جاين تي موجود آهن. ڪوئي پنهنجي جاءِ تان چريو بہ ڪونہ آهي.

خيمي ۾ سانت ڇانيل هئي. جذبات جي ڪري زبانون بند لڳيون پيون هيون. پوءِ عباس ؑ عزيزن جي پاران نمائندگي ڪندي چيو:

"خدا نہ ڪري جو اسان توهان کان پوءِ زندهہ رهون."

پوءِ مسلم بن عوسجہ چيو:

"يا حسين ؑ، خدا جو قسم ائين هرگز ڪونہ ٿيندو. توهان جا دشمن منهنجا دشمن آهن. جيستائين منهنجي ڳوٺريءَ ۾ تير آهن، هٿ ۾ نيزو ۽ تلوار آهي، مان انهن بدبختن سان وڙهندو رهندس. جيڪڏهن منهنجن هٿيارن ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو تہ انهن تي پٿر وسائيندس. جيڪڏهن مون کي ستر دفعا قتل ڪيو وڃي، وري زندهہ ڪري منهنجي جسم کي پڙڪندڙ باهہ ۾ اڇلايو وڃي ۽ سڙي وڃڻ کان پوءِ منهنجي خاڪ کي جهنگل ۽ بيابانن ۾ اڇلايو وڃي، تڏهن بہ مان توهان جي دشمنن سان وڙهندو رهندس. مان هرگز توهان جو ساٿ ڪونہ ڇڏيندس. اسان مان ڪنهن کي بہ پنهنجي جان توهان کان وڌيڪ پياري ڪونہ آهي. هن جنگ کان پڇڻ، پنهنجي ضمير کان پڇڻ آهي. اسان کي مجبور نہ ڪريو. اسان توهان جو اهو حڪم ڪڏهن بہ ڪونہ مڃينداسين ۽ اهو احساس تہ اسان پنهنجي عزيز ترين دوست ۽ آقا جي

نافرماني ڪري رهيا آهيون، اسان جو سينو چيري رهيو آهي. خدا جي واسطي اسان تان اها پابندي هٽائي ڇڏيو.“

امام ﷺ جي اکڙين مان بي اختيار لڙڪ وهڻ لڳا. اهي خاموشيءَ سان ان شمع کي ڏسندا رهيا، جنهن کي پاڻ دنيا ۾ آخري ڀيرو روشن ڪيو هئائون. آهستي آهستي ان جي روشني ايرندڙ سج وانگر وڌندي وئي.

”منهنجا پيارؤ! اها هاڻي منهنجي لڙائي ڪو نه آهي، پر اسان سڀني جي لڙائي آهي. اسان جو جيڪو به انجام ٿيو، گڏوگڏ ٿيندو. اڄ اسان ڏار ڏار جسم ڪو نه آهيون، هڪڙو مضبوط ارادو آهيون، پختو يقين آهيون، هن شمع وانگر روشني جو ڀنڊار آهيون. آخري فتح اسان جي ٿيندي“ پوءِ پاڻ واري واري سان سڀني کي ڀاڪر پاتائون ۽ فرمايائون:

”اڄ تہ پنهنجن يارڙن سان بہ ڪجهہ ڳالهيون ڪيون“

۽ شمع ٽمڪندي رهي!

# آخري رات

زنانن خيمن مان رنج ۽ غم ۾ ٻڏل آھُنِ ۽ سڏڪن جي صدا ٻڌي، حسين ﷺ جن بيقرار ٿي ويا. "پڦي امان جي روئڻ جو آواز آھي!" علي اڪبر وڏي ضبط مان چيو: "ھونءَ تہ ڪيترن ڏينھن کان پريشان آھن، پر اڄ سندن حالت ويتر ابتر ٿي رھي آھي. ڏاڍو پريشان ۽ بيقرار آھن. گھڙي کن لاءِ اک لڳي وين تہ خبر نہ آھي ڪھڙو خواب ڏٺائون. ڇرڪ ڀري روئڻ لڳيون. ننگي سر، پيرين اگھاڙي بي خبر ھلنديون رھن ٿيون. مون عرض ڪيو ’ڦُڦي امان ڪھڙي ڳالھہ آھي؟‘ تہ منھنجي ڪلھي تي مٿو رکي روئڻ لڳي. چوڻ لڳي: ’منھنجا ٻچا دعا ڪر تہ الله مون کي ڀاءُ جو غم سھڻ کان اڳ گھرائي وٺي. ڪوئي منھنجي حياتي وٺي پر منھنجي ڀاءُ جي وڏي عمر عطا ٿئي.‘ ھوڏانھن امڙ جو بہ عجيب حال آھي. ھڪ گھڙيءَ لاءِ بہ ڳوڙھن جي قطار ڪو نہ ٿي بيھن. بابا ٿورو توھان ان وٽ وڃي ڪيس سمجھايو. توھان کي ڏسي سندس ھمٿ وڌي ويندي"

امام ﷺ بنا دير زنانن خيمن ڏانھن ويا.

اُيَ ڪري ڀيڻ جو مرجھايل چھرو ڏسي، حسين ﷺ جي دل ڀرجي آئي. ھيءَ اھا ئي تہ پنجن ورھين واري ٻارڙي آھي، جيڪا امڙ جي وفات تي ھيسجي ڀائرن کي چنبڙي پئي ھئي.

ڀاءُ کي ڏٺائين تہ زينب سلام الله تعاليٰ عليھا جون سڀ تڪليفون ختم ٿي ويون. ڊوڙي وڃي ڀاءُ جي قدمن ۾ جھڪڻ لڳي. ڀاءُ مٿي ڪري سيني سان لڳايس.

"اي علي ﷺ جي نياڻي! توھان اھا ڪھڙي صورت ٺاھي آھي. ننگو سر، وکريل وار، چھري تي مٽيءَ جا تھہ. ھاڻي کان ئي اسان جو ماتم ڪرڻ لڳي آھين؟ اڃا تہ اسان جيئرا آھيون. روئڻ جو وقت اڃي

تہ دل ڪولي روئجان. هاڻي ئي اهو حال اٿوَ تہ جڏهن اسان جي ڳلي تي خنجر وهندو تہ ڪهڙي حالت ٿيندوَ.“

”ادا, منهنجا تہ هوشُ حواس بہ گم ٿي وڃن ٿا, سيني ۾ ساهہ منجهي ٿو دل تي موت جهڙي اذيت طاري آهي, موت ڪونہ ٿو اچي.“

”دل ننڍڙي نہ ڪريو. اجا تہ صبح ٿيڻ ۾ دير آهي. زينب, الله تي ڀروسو ڪر. آيل موت ڪونہ ٽرندو آهي, پر پوءِ بہ شايد غيب جي پردي مان ڪا مدد ملي وڃي. هاڻي ڪان ئي تو ڪي ڇو يقين ٿي ويو تہ تنهنجو ڀاءُ ماريو ويندو.“

”ادا توهان جي آئي مونکي لڳي. الله توهان کي آفتن کان بچائي. ڪاش, توهان جي حصي جون سڀ آفتون مان پنهنجي سر ڪٽي مري وڃان. الله هنن اڪين سان ٻارن جي يتيمي ۽ بانوءَ جو بيوه ٿيڻ نہ ڏيکاري.“

جيڪڏهن تون بيچين ٿي ويندينءَ تہ منهنجا ٻار هٿن مان ئي نڪري ويندا. ماءُ ڪان وڌيڪ توهان سان هريل آهن. توهان همٿ هاري ويهنديون تہ انهن ٻارن جو ساهہ نڪري ويندو.“

”دل کي گهڻو ئي آٿت ڏيان ٿي, پر مڃي ڪونہ ٿي. طرح طرح جا وسوسا ستائين ٿا. انديشا سامهون اچن ٿا. توهان جي دشمن تي قهر نازل ٿئي. جڏهن توهان ڪان جدا ٿيڻ جو خيال اچي ٿو تہ پريل گهر ويران ٿيندو لڳي ٿو. هر وقت سر مٿان موت جو سرٻاٽ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. لڳي ٿو تہ ڪوئي رسو ڪنيو منهنجون ٻانهون ٻڌڻ لاءِ پيو اچي. ڪوئي بي حيا منهنجي مٿي تان چادر ڪسيون وڃي ٿو. ڪڏهن جي گهڙي کن لاءِ اک لڳي ٿي وڃي تہ نانا سائين حيران ۽ پريشان نظر اچن ٿا, امان سائڻ ننگي سر روئندي سڏڪندي نظر اچي ٿي. مون کي چئي ٿي: 'واهہ ڌي واهہ, ڪهڙي مزي سان ستي پئي آهين. هوڏانهن منهنجي لال جي سر تي موت لامارا ڏئي رهيو آهي. بس, هڪڙي رات جو مهمان آهي, ڇا انهيءَ کي ڀاءُ جي محبت چوندا آهن; ڪيترن ڏينهن کان لاڳيتو بابا سائين خواب ۾ اچن ٿا. سندن پهراڻ رت ۾ ٻڏل ۽ پيشاني موت جي ڳگهر سان شل ٿيل آهي. مون کي چئي رهيا آهن: زينب اٿي جاڳ! تنهنجي مقدر ۾ ننڊ لکيل ڪونہ آهي. جڏهن حسين کي ننڊ

اچي وڃي، تون پوءِ بہ نہ سمهجان. تڏهن منهنجي اک ڪلپ وڃي ٿي . هاڻي تہ اڪيون چنيڻ ڪان بہ ڊپ ٿئي ٿو."

پاءُ پيڻ ۾ اهي ڳالهيون ٿي رهيون هيون تہ سڪينہ بابا کي پڪاريندي اچي وئي.

"بابا سائين، توهان ڪيڏانهن هليا ٿا وڃو. توهان اسان کي پاڻ سان گڏ سمهاريو بہ ڪو نہ ٿا. توهان ڪانسواءِ اسان کي ننڊ نٿي اچي. سڄي دنيا سمهي ٿي، پر توهان جي سڪينہ جاڳي ٿي، ايستائين جو صبح جو تارو تمڪڻ ٿو لڳي. الله! پيارا بابا سائين پنهنجي پياري سڪينہ کي ننڊ ڪرايو. خبر نہ آهي اسان جي ننڊ ڪيڏانهن اڏامي وئي آهي. اسان جي اکين ۾ واري ڇُپي ٿي باقي ننڊ نٿي اچي. بس پڦي امان سان ڳالهيون ڪري ورتو هاڻي اسان کي ٿوريءَ دير لاءِ ڪچ تي ڪٺو."

امام ﷺ ڏڪندڙ ۽ ڌڄندڙ ٻچڙيءَ کي ڪٺي سيني سان لڳايو.

"منهنجي گڏڙي ، تون ڪيڏيون مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪرين ٿي. تنهنجي چپڙن مان ماکي جا ڦڙا ٽمن ٿا. منهنجا جگر ننڊ ڇو نٿي اچئي؟"

"هاڻي توهان جي پاڪر ۾ اچي رهي آهي."

"مگر جانِ پدر اها عادت سٺي نہ آهي. ڪڏهن پنهنجي ماءُ وٽ بہ وڃي سمهندي ڪر."

"امان کي واندڪائي ڪٿي، اها تہ سڄي سڄي رات اصغر کي ڪٺي هيڏي هوڏي ڦرندي رهندي آهي. اهو تہ روئيندو ئي رهي ٿو." حسين ﷺ جي سيني تي ڄڻ ڇپ ڪري، پر پاڻ ضبط ڪندي چيائون: "تہ پوءِ اڪيلو سمهڻ جي عادت وجهہ."

"نہ، اسان تہ توهان سان سمهنداسين."

"پلا جي اسان ڪڏهن نہ هونداسين تہ تو کي سيني تي ڪيئن سمهاريندا سين."

"ڇا توهان اسان کي ڇڏي هليا ويندا؟"

"جيڪڏهن وڃڻو پئجي ويو، تون تہ سمجهدار آهين. ورهين جو ساٿ گهڙيءَ کن ۾ ختم ٿي ويندو آهي. قافلا لڏيجي، ڪنڌڙي ويندا آهن.

اسان جڏهن پنهنجي امڙ سائڻ کان وڇڙيا هئاسين ته اسان به گهڻو ننڍا هئاسين. اسان ان سان چنبڙي سمهندا هئاسين. ورنه ننڊ ئي ڪو نه ايندي هئي. جڏهن اهي ويون ته نه روئڻ سان ڪم هليو نه رڙيون ڪرڻ سان. انهن کي وڃڻو هو ۽ هليون ويون. ڪنهن جا به ماءُ پيءُ سدائين زنده ڪونه رهندا آهن."

"ڪنهن جا ٻار به ته مري ويندا آهن. بس اسان به مري ويندا سين."

امام ﷺ جن ماٺ ٿي ويا.

"توهان اسان کي ننڊ نه ڪرائيندؤ ته اسان ائين ئي جاڳي جاڳي مري ويندا سين."

اهو چوندي سڪينه بابا سائين جي ٻاڪر ۾ ننڊ پئجي وئي. حسين ﷺ ٻچڙيءَ کي کڻي بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي خيمي ۾ ويا.

هلندي هلندي بانوؓ هڪدم بيهي رهي. جيڪڏهن امامﷺ ٽڪڙو وجي سهارو نه ڏئيس ها ته ٻار سميت واريءَ تي ڪري پئي ها. ٻار کي پينگهي ۾ سمهاريائين ۽ سڪينه کي کڻڻ لڳي.

"هاڻي مون کي ڏيو. توهان ٿڪجي پوندا."

"نه اهڙي ٿڪاوٽ وري ڪڏهن نصيب ٿيندي. بانو يقين ڪر اولاد کي ڪڇ تي کڻڻ سان دنيا جا سڀ ٿڪ لهي ويندا آهن."

"منهنجي چوڻ سان ته ڪونه ٿي سمهي. اهو توهان جي ٻاڪر جو ڪمال آهي. جو ان کي ننڊ اچي ٿي وڃي."

"اجا ڪچيءَ ننڊ ۾ آهي." حسين ﷺ ٻچڙيءَ کي گوڏن تي سمهاري ويهي رهيا. اصغر وري بيقرار ٿيڻ لڳو. امڙ وري کڻي ورتس. حسين ﷺ ٻچڙيءَ کي سمهاري ڇڏيو ۽ پٽڙي کي بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي هٿن مان کڻي ورتائين. ڪيترو ڪمزور ٿي ويو هو. هڪڙو گل هو. جنهن جي تازگي ڪومائجندي پئي وڃي. حسين ﷺ جا هٿ ڏڪڻ لڳا. بابي جي ٻاڪر ۾ ايندي ئي ٻارڙي ڪنجهڻ شروع ڪيو. بانو سندن ڪلهي تي مٿو رکي ڏڳها ڏڳها ساهه کڻڻ لڳي.

"بانو! هنن ٻن ننڍن ٻارن کي وٺي ڪيڏانهن نڪري وڃ. عون ۽ فضا کي به پاڻ سان گڏ وٺي وڃ."

"توهان به هلو." بانو معصوميت مان چيو.

”مان ڪيئن ٿو هلي سگهان. اها سڄي فوجي چڙهائي هڪ منهنجي جان لاءِ ئي تہ آهي.“

”۽ توهان جا ٻار؟ ڇا انهن کي زندهہ ڇڏي ڏيندا. خاص طور تي يتاڻو اولاد. اهو بہ تہ سوچيو تہ جڏهن اصغر وڏو ٿيندو تہ ڇا سوچيندو. امان بابي کي موت جي منهن ۾ ڇڏي هلي وئي. تڏهن مان ان کي ڪهڙو جواب ڏينديس. ان کان علاوه، جي توهان شيرِ خدا جا پٽ آهيو تہ مان بہ ان جي ئي نئهن آهيان. توهان جي واٽ منهنجي واٽ آهي. توهان مون کي ڪنهن بہ قيمت تي بي همت نہ ڏسندا.“

ٻچڙو ننڊ پئجي ويو تہ حسين ؑ ان کي سڪينہ جي پرسان سمهاري ڇڏيو.

”دنيا ۾ ايندي ئي منهنجا ٻار ويران ٿي ويا. سڪينہ پنجن سالن جي آهي.“

”مگر ڪيئن ڪراڙين عورتن جهڙيون ڳالهيون ٿي ڪري، مان تہ لاجواب ٿي ويندي آهيان. مون چيومانس، منهنجي راڻي نہ روءِ، تہ چيائين: مان ڇاڻي واڻي ٿوروئي ٿي روئان، لڙڪ پاڻمرادو وهي ٿا هلن. بابا سائين چو نٿا اچن ۽ لڙڪ چو ٿا اچن. اسان کي اهي ڳوڙها سٺا نٿا لڳن. اڪيون ٻوٽ تڏهن بہ بند ڪونہ ٿا ٿين! بابا سائين کي ڏسي دڄي ٿا وڃن، مگر بابا سائين ڪونہ ٿا اچن. اسان کي خبر آهي تہ چو نٿا اچن.“

مون چيو، ”چو نٿا اچن؟“

تہ چيائين: ”اڄ جي ڪري اسان جي دانهن کان انهن کي پريشاني ٿي ٿئي، انهيءَ ڪري اهي ڪو نہ ٿا اچن ۽ اسان روئون ٿا. تہ توهان کي خراب ٿو لڳي تہ ٺيڪ آهي اسان هاڻي آهستڙي آهستڙي روئيندا سين.“

”ان جون ڳالهيون ٻڌي دل ڏڪي ٿي وڃي. اهڙا هوشيار ٻار گهڻو جيئرو ڪو نہ رهندا آهن.“ بانو رضي الله تعاليٰ عنها چيو.

جڏهن امام ؑ پنهنجي خيمي ۾ واپس آيا تہ ان جي دل جو بار اڃان بہ وڌي ويو.

قاسم بن حسن ؑ ابوالفضل عباس ؑ کان ڪجهہ پڇي رهيا هيا. امام ؑ کي ڏسڻ سان هڪدم خاموش ٿي ويا.

امام ﷺ سيني سان واري واري سان ڳالهائيندا رهيا. گذريل عاليشان زماني جون سنيون سنيون ڳالهيون. اهي وڻندڙ ڳالهيون جڏهن نانا سائين زنده هيا.

قاسم ﷺ اڄا بہ بيچيني مان هر هر چاچي ڏانهن سواليہ نگاهن سان ڏسي رهيا هيا. ڪجهہ پڇڻ تي گهريائون، پر همت ڪري نہ ٿي سگهيا.

"ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ قاسم ڇو بي چين لڳي رهيا آهن؟ امام ﷺ جن عباس ﷺ کي آهستڙي چيو.

"توهان کان ڪا ڳالهہ معلوم ڪرڻ ٿو گهري، پر دل نٿو ٻڌي"

"شرمائڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" امام ﷺ کي پنهنجو ڀائٽيو گهڻو پيارو هو. ڀائٽيو بہ هو ۽ نياٽو بہ. پنهنجي ڀاءُ جي وصيت مطابق پنهنجي پياري ڌي فاطمہ الڪبريٰ سان ان جو نڪاح ڪيو هيائون. اهو بہ ڪين پنهنجي والد سڳوري جي جاءِ تي سمجهندو هو ۽ ڪڏهن بہ حجاب ڪونہ ڪيائين. ان کي اشاري سان سڏي پڇيائونس:

"ڪجهہ پڇڻ ٿا گهرو. هورا کورا ۾ آهيو. پر زبان نٿي وريوَ. ڇا چاچي سان ناراض آهيو جو ايڏي اوپرائپ ٿا ڏيکاريو."

"ڪيترن ڏينهن کان هڪڙي ڳالهہ پڇڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان، پر ..." قاسم ﷺ وري خاموش ٿي ويا.

"تہ پڇو ڇو نٿا؟"

"جواب کان ڊپ ٿو ٿئي."

"ڊپ ٿو ٿئي تہ پوءِ سوال ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪونہ آهي."

قاسم ﷺ وري ٻڏ تر ۾ پئجي ويا. علي اڪبر ۽ عباس ﷺ جي چهرن تي هلڪي مرڪ ڏسي امام ﷺ جن سمجهي ويا. اهي ٻئي وڏا هن ٻار سان مذاق ڪري رهيا آهن. مرڪندي چيائون:

"توهان هنن ٻنهي جي ڳالهين ۾ نہ اچو بغير هٻڪ جي پڇو ٿي سگهي ٿو وري موقعو نہ ملي."

"ڇا اڄ وارن مجاهدن ۾ منهنجو بہ نالو آهي. چاچا عباس چون ٿا تہ مان ننڍو آهيان. مون تي جهاد ڪرڻ ضروري نہ آهي."

”عباس اهو تہ سچ ٿو چوي تہ توهان ننڍا آهيو مگر جهاد ڪرڻ جو حق آهي يا نہ ان جي باري ۾ فيصلو ڪونہ ٿيو آهي. اهو مسئلو غور طلب آهي.“

”تہ پوءِ فيصلو ڪڏهن ٿيندو؟“ قاسم ؑ بي چين ٿي ويا.

”پهريائين اهو تہ ٻڌايو تہ موت جي باري ۾ توهان جو ڪهڙو خيال آهي.

”موت ٿڪجي ساٽو ٿيل مسافر جي ننڊ کان وڌيڪ سڪون ڏيندڙ ۽ ماکيءَ کان وڌيڪ مٺو آهي. شرط اهو آهي تہ اهو حق جي حمايت ۾ جهاد ڪندي نصيب ٿئي.“

”تہ بس فيصلو ٿي ويو توهان ننڍا ڪونہ آهيو توهان کي جهاد ڪرڻ جو حق آهي.“

ستين تاريخ کان اڃايل قاسم بن حسن ؑ جي جوان چهري تي خوشيءَ جون بهارون ڪلي پيون. نهايت فخر مان حضرت عباس ؑ ۽ علي اڪبر ؑ ڏانهن ڏٺائين، پوءِ کلڻ لڳو.

”ان کان علاوه هي ڪو عام جهاد ڪونہ آهي، ٻن فوجن جو مقابلو ڪونہ آهي، هڪڙي وڏي ظالم فوج آگرين تي ڳڻڻ جيترن امن پسند ماڻهن کي چئني طرفن کان وڪوڙي قتل ڪرڻ جو سانباهو ڪيو آهي، انهيءَ ڪري جهاد جي سڀني شرطن جي پابندي ختم ٿي وئي. اڄ اسان جي هن بي سرو سامان فوج جو ٻچو ٻچو سپاهي آهي. توهان تان يا عون ۽ محمد تان بلڪ ڇهن مهينن جي علي اصغر تان بہ پابندي ختم ٿي وئي آهي، توهان مان هر هڪ پنهنجي مورچي تي سپاهي آهي.“

قاسم ؑ خوشيءَ مان ٻهڪي پيا، ڄڻ ان کي موت جو پروانو نہ پر پرستان جي ولايتن جي بادشاهي ملي وئي هجي.

## هڪڙو ڦڙو

رات جو سوڳوار گريبان چاڪ ٿيو
ڏک ۽ پريشاني کان ماندو ٿيل صبح ظاهر ٿيو
چنڊ جو سونهري مکڙو ڦِڪو ٿي ويو
سج جو گولو نور جي ڪرڻن جي ڦڙي ڦڙي سان پرجڻ لڳو
ستارن جي ٽڪل ٽٽل فوج آسمان مان گم ٿيڻ لڳي،
مٽيءَ جا ذرڙا سون لٽائڻ لڳا.

دنيا کي روشن ڪرڻ واري سج جيئن ئي منهن ڪڍيو تہ ستارن جي سفيدي ۽ ماڪ ڦڙا آسماني خلائن ۾ پگهرجي ويا. ڦڙڪندڙ شمع پروانن تي حسرت سان پريل نظر وڌي ۽ وسامي وئي.

امام ﷺ جي خيمن ۾ سانت هئي. شرنائن جا مٺا تڪليف ۾ ٻڌل هيا ۽ نقارا بي ستا هيا. خدا جي پيغمبر ﷺ جي بيڪس ڏوهٽي جي قتل جي خوف کان ڪائنات ڏکي رهي هئي.

ٻا ٽي آسمان جي چيلهہ چِٻي ٿي وئي هئي. مٽي ماتم ڪري رهي هئي، فرات جي ڇولين جو جگر ڏک جي شدت کان ڏريل هو.

حسين ابن علي ﷺ پنهنجن ساٿين کي گڏ ڪيو ۽ فرمايو:

”دوستو ڏسو صبح ٿي ويو. الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا جو وقت آهي، اٿو فجر جي نماز ادا ڪريون.“

اهو ٻڌي سيئي بسترن مان اُٿيا. سنا ڪپڙا پاتائون. وارن ۾ ڦٽي ڏئي پٽڪا ٻڌائون. ڪلهن تي رنگين چادرون وڌائون ۽ چيلهہ ۾ ريشمي پٽا ٻڌائون. جسمن کي عطر ۽ مشڪ سان سينگاريائون. چهرا پاڪائي جي نور سان منور هيا ۽ اجايل چپڙن تي الله تعاليٰ جو نالو هو. ائين پئي لڳو ڄڻ قتل گاهہ ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪونہ آهي، پر ڪنهن جشن ۾ شرڪت ڪرڻ جي تياري آهي.

سيئي خوش ۽ ٻهڪندي خيمن مان نڪتا. رات جي ٻوسٽ ۽ مونجهه جو چهرن تي نالو نشان بہ نہ هو. امامؑ جي پڪار ٻڌي سيئي هڪدم چاق ۽ چوبند ٿي ويا. نااميدي جا ڪڪر ختم ٿي ويا. گلن جي خوشبو سان فضا مهڪي پئي. صبح صادق جي وڻندڙ ۽ ٿڌين هوائن سان اڃ جي شدت ۾ گهٽتائي اچي وئي. جهرڪيون چين چين ڪرڻ لڳيون. سيني حسرت مان نهر ڏانهن ڏٺو مگر دليون مايوس ڪونہ ٿيون. فرات جون لهرون بيقراريءَ مان ڦٿڪي رهيون هيون. سج جو پهريون ڪرڻو اڪيون چورائيندي ۽ شرمائيندي چمڪيو. رڻ پٽ جي دامن تي ماڪ ڦڙا تمڪڻ لڳا. هوا آهستڙي گهلي رهي هئي تہ جيئن گلن جا چهرا مٽيءَ جي دز ۾ پرجي نہ وڃن. دلين ۾ اميدون جاڳي پيون، فضا ۾ هڪڙواڻ جاتل حسن پکڙجي ويو دليون پاٽمرادو ٻهڪي ويون.

پنن تي ماڪ ڦڙا ٻڙن وانگر لڏي رهيا هئا.

مگر حسينؑ ۽ ان جا ساٿي پاڻي جي هڪڙي ڦڙي لاءِ سِڪي رهيا هيا. سڀ ڪجهہ وساري سيني وڏي جوش سان الله تعاليٰ جي حضور ۾ سر جهڪائي ڇڏيو. حسين ابن عليؑ خطبي ۾ فرمايو:

"ها، منهنجا عزيزو، منهنجا بهادر جان نثارو. آزمائش جو ڏينهن اچي ويو. اڄ جنگ ۽ ويڙهہ جو ڏينهن آهي، پنهنجي خالق سان ملاقات جو ڏينهن آهي. هي صبح پلارو آهي، جو اسان حق جي خاطر جهاد ڪري رهيا آهيون. الله تعاليٰ جو شڪر آهي تہ اسان مڪر ۽ فريب جي آڏو هٿيار ڦٽي ڪونہ ڪيا آهن. اهو مرتبو خوش نصيبن کي ئي ملندو آهي. اسان خدا جا چونڊيل ٻانها آهيون. جو ان اسان کي هڪڙي خاص مقصد لاءِ چونڊيو آهي. اسان سچائي جا امانتدار آهيون. اچو تہ اسان سيئي گڏجي پنهنجي خالق جو شڪريو ادا ڪريون ۽ دعا ڪريون تہ اهو اسان جي هيءَ معمولي قرباني قبول فرمائي. هي صبح بہ پلارو آهي ۽ اچوڪي شام بہ پلاري ٿيندي هتان روانگي ٿيندي تہ منزل عرش برين هوندو. اسان جي اها اڃ دنيا تہ اُجهائي نہ سگهي، پر انشاءَ الله تعاليٰ اسان آسماني چشمن مان ڍؤ ڪنداسين. بس هاڻي اسان جي تہ اها ئي تمنا آهي تہ اسان جا قدم نہ ڏکن ۽ اسان عزت ۽ مان سان پنهنجي منزل تي ڪامياب ٿي پهچون. موت اڄ بہ اچڻو آهي

۽ سپاهي به! تہ پوءِ دوستو ڇو نہ ان کي پوري وقار سان پليڪار چئون.
اسان کي خبر آهي تہ دشمن جي فوج تمام گهڻي آهي، نون هٿيارن سان
هٿياربند آهي، تازا توانا گهوڙا اٿن. ڏاڍ ۽ ظلم جي ان سمنڊ جي مقابلي
۾ اسان فقط هڪڙي بوند آهيون. مگر خدا جو قسم! هن بوند اڄ طوفان
بڻجڻ جو پڪو پهہ ڪيو آهي."

مجمعي ۾ خوشيءَ جي هڪڙي لهر ڊوڙي وئي، همت ٻيڻي ٿي وين.
سيئي هڪٻئي سان ڀاڪر پائي کلڻ ۽ ڳالهائڻ لڳا. امام ﷺ علي
اڪبر ﷺ کي اذان ڏيڻ لاءِ چيو. تڪبير جي آواز سان جهنگل ۽ رڻ
پٽ گونجي اُٿيا. ذرو ذرو وجد ۾ اچي ويو. بانو رضي الله تعاليٰ عنها پٽ
جو آواز ٻڌي خيمي جي دروازي تي اچي وئي. زينب سلام الله تعاليٰ
عليها پري کان ئي ڀائٽي تي قربان ٿيڻ لڳي. دشمن جون دليون اڻ ڄاتل
خوف کان ڪنبڻ لڳيون ۽ پگهر وهي هلين.

هوڏانهن دشمن جي فوج ۾ حسين ﷺ جي قتل جون تياريون ٿي
رهيون هيون. ابن زياد ۽ شمر چئني طرفن کان قطارن کي سڌو ڪري
رهيا هيا. ٻرڇيون چمڪي رهيون هيون. نيزا اڀا ٿي رهيا هيا. گهاٽ
تي اڄا تائين ميلو لڳو پيو هو. سپاهي پاڻ ۾ ڏاڙ نڪاءَ هٽي رهيا هيا.
هڪٻئي تي پاڻي اڇلي رهيا هيا. پخالي مشڪون ڀري ڇٽڪار
ڪري رهيا هيا. گهڙي ڪن ۾ سج مٿي چڙهي آيو تہ باهہ وسڻ لڳندي،
جانور بہ پاڻي مان نڪرڻ لاءِ تيار ڪو نہ هيا. مگر گهاٽ تي هٿياربند
فوج جو پهرو ٻيڻو ڪيو ويو هو. هڪڙي لوهي ديوار هئي، جيڪا امام
حسين ﷺ جي عزيزن ۽ درياهہ جي وچ ۾ بيٺي هئي. درياءَ بيوس قيدين
وانگر ڪنارن سان مٿو پٽي رهيو هو. پاڻي بند ٿئي ٽيون ڏينهن هو.
سيني جون نڙيون اڄ ڪري سُڪي رهيون هيون، چئني طرفن کان
ساوڪ لهرائي رهي هئي، مگر فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو
چمن سڪي رهيو هو. علقمہ نهر جو چاندي جي ورقن جهڙو پاڻي لوهي
ديوار جي پٺيان ڇوليون هڻي رهيو هو مگر رسول الله ﷺ جي آل پاڪ
پاڻيءَ ڦڙي لاءِ ترسي رهي هئي.

مگر پوءِ بہ ڪنهن جي پيشانيءَ تي ٿڪاوٽ ڪو نہ هئي، ڪنهن
جي دل ۾ ڪو بہ وسوسو ڪو نہ هو. دشمن جي لشڪر ۾ هڪدم جنگ

جو طبل وڄڻ لڳو. امام ﷺ جا خيما گج گوڙ ڪن لڏڻ لڳا. ٻار ڇپ هڻي روئڻ لڳا. امام ﷺ دوستن کي تياري ڪرڻ جو حڪم ڏنو، تيزيءَ سان خيمن طرف ويا.

عورتون خوف مان بي حال ٿي رهيون هيون. ٻار سڏڪا ڀري رهيا هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ مصلي تي ويٺي ٻاڏائيندي دعائون گهري رهي هئي:

"يا الله، منهنجي ڀاءُ جو خير، ان کي تنهنجي امان ۾ ڏنم. منهنجي ڀاڄائي جو سهاڳ نه اجڙي، جهولي سائي رهي. منهنجا مالڪ. هنن معصومن تي رحم ڪر! تنهنجي رسول جو اولاد آهن. ٻک کان هيڻا ۽ اڄ ڪري ساڻا ٿي رهيا آهن. اي پروردگار اسان کان ڪهڙي خطا ٿي، جو دنيا جي هر مصيبت اسان تي ئي نازل ٿي رهي آهي. پيارا نانا! امان سائڻ ۽ بابا سائين کان پوءِ حسن کي به اسان کان کسي ورتئي، هاڻي اسان بي ڪسن جو سهارو اڪيلو حسين ئي ته رهيو آهي. اڄ ان ڏانهن به خير نظر نٿو اچي."

امام حسين ﷺ پيڻ وٽ وڃي مصلي تي ئي ويهي رهيا.

"اي عليءَ جي نياڻي! خدا جو شڪر ادا ڪرڻ بجاءِ تون شڪايت ڪري رهي آهين. اڄ توکي ڇا ٿي ويو آهي. الله تعاليٰ اسان کي هيءَ ڪشادي دنيا ڏني، جنهن جي نعمتن جو ڪو ئي ڳاڻاٽو ڪونه آهي، مگر انسانن آڳرين تي ڳڻپ شروع ڪري ڏني، پهرا لڳائي ڇڏيا، تالا هڻي ڇڏيائون ۽ زندگيءَ کي زهريلو ڪري ڇڏيائون."

"مگر ڇو ادا، ڇا ڪوئي رستو ڪونه آهي. ذرا ٻارڙن جا چهرا نه ڏسو دل تي ڇريون ٿيون هلن. مون کان هاڻي ڏٺو ڪونه ٿو ٿئي. خدا جي واسطي ڪجهه ڪريو."

"مان هاڻي وڃي انهن بدبختن کي سمجهائيندس."

"نه نه خدا جو واسطو توهان نه وڃجو. نامراد توهان کي جيئرو ڪونه ڇڏيندا. پنهنجي طاقت جي غرور ۾ انڌا ٿي ويا آهن." زينب سلام الله تعاليٰ عليها گهبرائجي ويون.

"بهرحال، اهو منهنجو فرض آهي ته مان پنهنجي طرفان ڪا گهٽتائي نه ڪريان. چڱو ڀلا اٿو ۽ ٻانو کي ته سڏ ڪري اچو. اسان جون

ڏيئرون ڪٽي آهن؟ ڇا جنگ جي ميدان ۾ وڃڻ لاءِ توهان اسان کي تيار ڪو نہ ڪندؤ. زينب وچو اسان جي ناني سائينءَ جو جبو مبارڪ ڪٽي اچو. اڄ اسان اهو ئي پائي قتل گاهہ ڏانهن ويندا سين ۽ بابا سائينءَ جي تلوار بہ. اهي ٻئي اڄ اسان کي گهڻو ياد اچي رهيا آهن. انهن جي لباس ۽ هٿيار سان اسان کي انهن جي ويجهڙائي محسوس ٿيندي، اسان جي همٿ وڌي ويندي. اسان جا عَلم بہ ڪٽي اچو ڇو تہ اسان جي فوج جو علم بردار بہ سيني جي راءِ سان چونڊيو ويندو."

سيني گڏجي امام حسين ﷺ کي زرهہ پارائي. امام ﷺ، حضرت علي بن ابو طالب ﷺ جي ذوالفقار کي چمي ڏئي چيلهہ سان ٻڌو. سيد زاديون اپي پيرين بيٺيون زارو قطار روئي رهيون هيون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها بہ علم جهليون خاموش ڳوڙها وهائي رهيون هيون. عون ۽ محمد ماءُ وٽ آيا ۽ پڇيائون:

"امڙ، علم برداريءَ جي سعادت ڪنهن کي نصيب ٿيندي؟ اسان بہ تہ ماما سائينءَ جي جان نثارن مان آهيون، پر انهن کي ڪجهہ عرض ڪندي ڊپ ٿو ٿئي."

"خاموش، امام ﷺ مالڪ ۽ مختيار آهن. اهي جنهن کي گهرندا اها عزت بخشيندا. مان هڪ لفظ بہ ڪو نہ چونديس."

"اسان شيرِ خدا جا ڏوهٽا آهيون. علم برداري جو حق اسان کي ٿو پهچي."

ٻئي پنهنجي ضد تي ڄميا رهيا.

"بس گهڻو وڏي چڙهي ڳالهيون نہ ڪريو. هڪڙا توهان ئي شيرِ خدا جا ڏوهٽا ڪو نہ آهيو. مان تہ جيڏانهن بہ نظر ڪٽي نهاريان ٿي تہ علي ﷺ جي جگر جا ٽڪڙا ئي نظر اچن ٿا، ۽ اها بہ خبر آهي تہ بابا سائين کي جيڪو علم برداري جو شرف مليو هو اهو ان جي جوانمرديءَ ۽ بهادريءَ جو هڪڙو معمولي اعتراف هو. ڪيڏو نازڪ وقت هو. اسلامي فوجون روم ۽ شام جي هيبت ناڪ لشڪر آڏو پٺتي هٽي رهيون هيون، تڏهن منهنجي بابا سائينءَ تلوار جا اهي جوهر ڏيکاريا، جو قيامت تائين انهن جو نالو ياد رهندو. نانا سائينءَ انهن کي علم عطا ڪيو ۽ انهن انهيءَ جو شان مٿانهون ڪري ڏيکاريو. دشمن

جون وايون بتال ڪري چڏيائين ۽ دشمن پٺي ڏئي ڀڳو. توهان هينئر تائين ڪهڙو تير هنيو آهي؟ ڪهڙا مورچا فتح ڪيا اٿوَ جو علم برادريءَ جا خواب ڏسڻ لڳا آهيو. هوش جون ڳالهيون ڪريو!"

"اسان جا ڏاڏا سائين بہ علم بردار هيا."

"جعفر طيار ﷺ اهو شرف پنهنجي تلوار جي زور سان حاصل ڪيو هو. ڏاڏي جي ڪارنامن جو سهارو نہ وٺو اڄ موقعو آهي تہ توهان بہ ڪجهہ جوهر ڏيکاريو. پنهنجي طاقت مڃرايو تہ جيئن ماڻهو پنهنجو پاڻ چوڻ لڳن تہ ها توهان علي بن ابو طالب ﷺ جا ڏوهٽا آهيو جعفر طيار ﷺ جا پوٽا آهيو. پنهنجي منهن ميان مٺو نہ ٿيو."

ٻارن جا منهن لهي ويا ۽ شرم مان نظرون جهڪي وين.

"ڪجهہ خبر اٿوَ هن وقت منهنجي دل تي ڇا وهي رهيو آهي. منهنجو حسين ٽن ڏينهن جو اڃارو انهن ظالمن جي مقابلي تي وڃي رهيو آهي، ان جي جان خطري ۾ پيل آهي، منهنجي دل ٻڏندي ٿي وڃي. حشر جي ڏينهن امان کي ڪهڙو جواب ڏينديس، پر خير. توهان کي منهنجو ڪهڙو فڪر ٿيندو. توهان کي تہ پنهنجي منصب جي لڳي پئي آهي."

ٻارن جي اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا. امام حسين ﷺ اچي ٻنهي جي ڪلهن تي هٿ رکيا ۽ فرمايائون:

"زينب تون منهنجي سپاهين جي دل ٽوڙي رهي آهين. اهي تہ شيرن جا شير آهن. تون ڏسجان اهي جنگ جي ميدان ۾ اهڙا جوهر ڏيکاريندا جو دنيا کي ڏندين آڱريون اچي ويندي‎ون. آخرڪار تو جهڙي امڙ جا لال آهن. جيڪڏهن اڪثريت جي اها راءِ آهي تہ انهن کي علم ڏنو وڃي تہ مون کي انڪار ڪونہ آهي."

"اهي گرانٽ قد وارا ڇوڪرا علم ڪيئن کڻي سگهندا. منهنجي خيال ۾ علم جو وقار عباس بن علي ﷺ ئي قائم رکي سگهندو. اهو ئي ان جو اهل آهي." زينب سلام الله تعاليٰ عليها فرمايو.

"اسان سڀني جي بہ اها ئي راءِ آهي." سڀني وڏي آواز سان چيو. "عباس ابن علي ﷺ سامهون اچو." امام ﷺ مرڪيا.

عباس ﷺ ٻانهن سان پيشانيءَ تان پڳهر اُگهيو ۽ جهڪي قدم بوسي ڪئي.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڀاءُ جي پيشاني کي چميو ۽ عَلم ان جي حوالي ڪيو.

"ادا، هن عَلم جي وقار کي قائم رکجان."

سيئي عباس ﷺ کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. ان جي گهرواري هڪڙيءَ ڪنڌ ۾ ٻار کي ڪڇ تي ڪنيو. پنهنجي خوبصورت مڙس کي تيڏي اک سان ڏسي رهي هئي. فخر مان ان جو ڪنڌ مٿي تي ويو. لڙڪ وهڻ لڳس ۽ زينب سلام الله تعاليٰ جي آڏو ادب سان چوڻ لڳي:

"ان مهربانيءَ جو شڪريو ڪهڙي زبان سان ادا ڪريان."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڀاڄائيءَ کي ڀاڪر ۾ ڀري سيني سان لڳائي ڇڏيو.

"الله تنهنجي سهاڳ کي سلامت رکي."

"مان ته توهان جي ٻانهي آهيان. الله تعاليٰ اسان جي امام ﷺ کي جيئرو جاڳندو رکي، بانو جو سهاڳ قائم رهي، ٻارڙا جيئندا رهن. ماءُ پيءُ جي ڇانوَ ۾ وڏڙا ٿين."

"ماٺهڙ چا جو گوڙ آهي." سڪينه اوچتو ميڙ کي چيريندي هلي آئي. ڪنهن ان کي ٻڌايو ته چاچي عباس ﷺ کي علم برداري عطا ٿي آهي.

"الله! اسان جا پيارا چاچا ڪٿي آهن. ذرا اسان کي انهن سان ڀاڪر ته پائڻ ڏيو."

سڀ خوش ٿي رهيا هيا، پر عون ۽ محمد هڪڙي پاسي مايوس لڳا بيٺا هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها انهن کي روئڻهارڪو ڏسي سمجهي ويون ته علم نه ملڻ جو ڏک اٿن. بي اختيار ٻارن تي پيار مان ڪهل اچي وين. اشاري سان سڏ ڪيائون.

"اِئين منهن ڇو لٽل اٿوَ؟"

ٻئي نظرون جهڪايون بيٺا رهيا.

"خبر اٿوَ ته توهان جي انهيءَ رويي جي ڪري منهنجي دل تي ڇا ٿو گذري، توهان کي منهنجو ٿورو به خيال نه آهي؟ توهان منهنجي ذهن

سالن جي محنت جو ڦل آهيو منهنجي زندگي جا سهارا آهيو. جيڪڏهن توهان ڪا به اڻوڻندڙ حرڪت ڪئي ته منهنجي دل ٽٽي پوندي. توهان کي منهنجي ٿڃ جو قسم، جيڪڏهن هن وقت توهان ڪائي بيوقوفي ڪئي، ته مان سمجهنديس ته منهنجي ڏهن سالن جي محنت تي پاڻي ڦري ويو. ڪنهن ڏسي ورتو ته ماٺهو ڇا چوندا، مان منهن ڏيکارڻ جي قابل نه رهنديس.“

ٻئي روئندي ماءُ سان چنبڙي پيا. سندن قدمن تي جهڪي پيا.

”هاڻي اهڙي غلطي ڪڏهن به ڪو نه ٿيندي. الله لڳ معاف ڪريو. اسان ته ماما سائين عباس ﷺ جا غلام آهيون. اسان هاڻي ئي ان جي قدمن تي ٿا ڪري پئون. نه پياري امان، توهان جو قسم، اسان کي علم نه ملڻ جو ڪوئي ڏک نه آهي، اسان کي ته پنهنجي بيوقوفيءَ تي شرم ٿو اچي. اسان اهڙيون ٻاراڻيون ڳالهيون ڪندا ويا سين. هاڻي سيئي دل ئي دل ۾ اسان تي ٺٺوليون ڪندا هوندا، انهيءَ ڪري اسان جا ڪنڌ جهڪيل آهن.“

”توهان جي عمر وڏي ٿئي، دنيا ۾ ڪاميابيون نصيب ٿين. وڃو مبارڪ ڏيو. ۽ ها، منهن مشابهت نه پر سچيءَ دل سان.“

جڏهن عون ۽ محمد مبارڪ ڏيڻ ويا ته عباس ﷺ عون کي چيو.

”ٿوري دير اسان جو هي علم ته سنڀاليو ته جيئن مان پنهنجا ڪپڙا چڱيءَ طرح ٺاهي وٺان.“

عون جو منهن لهي ويو.

”نه، سوڻ خراب ٿيندو...“

”توهان ٻئي گڏجي جهليو ... سوڻ خراب ڪونه ٿيندو.“ انهن ٻنهي کي علم پڪڙايو.

ٻنهي جون دليون ڌڙڪي رهيون هيون. چهرن تان هڪڙو رنگ لٿو ته ٻيو آيو ٿي. عباس ﷺ وڏي اطمينان سان ڪپڙا ٺيڪ ڪري رهيا هئا. علي اڪبر ﷺ ۽ قاسم ﷺ به ويجهو اچي ويا. شايد انهيءَ خيال کان ته جي علم لڏڻ لڳي ته ان کي سنڀالي وٺن، مگر عباس ﷺ انهن کي اشاري سان منع ڪئي.

”علم تڏهن ڪرندو آهي جڏهن علم بردار ڪرندو آهي. عمر جو قيد نہ آهي، اهو تہ جذبي جي گهرائي تي آڌاريل هوندو آهي. عون، محمد! امام ﷺ جا لفظ ياد اٿو: هن جهاد ۾ ننڍو وڏو هر ماڻهو سپاهي آهي ۽ ان کي پنهنجو مورچو سنڀالڻو آهي. مون کي يقين آهي تہ جيڪڏهن وقت آيو تہ توهان اڪيلا ڪٽي نہ، پر هٿي گڏجي هن علم جي وقار کي قائم رکندا.“

پار چئني طرفن ڪان علم کي وڪوڙيون بيٺا هئا. ڪوئي چمي ڏئي رهيو هو ڪوئي اکين تي لڳائي رهيو هو. سائو جهنڊو هوا ۾ لهرائي رهيو هو اکين کي عجيب ٺڏاڻ ملي رهي هئي.

”هن علم کي ڏسان ٿي تہ منهنجي اڄ گهٽجي ٿي وڃي.“ سڪينہ سڪل چپڙن تي زبان ڦيرائيندي چيو.

هوڏانهن امام حسين ﷺ جي ننڍڙي فوج علم ۽ علم بردار جي انتظار ۾ بيقرار هئي. سيني کي خبر هئي تہ حسين ابن علي ﷺ کي پنهنجي ڀيڻ سان تمام گهڻو پيار آهي، اهي فاطمہ ثاني آهن. خير برڪت هر ڪم ۾ پاڻ انهن سان صلاح مشورو ضرور ڪندا آهن. علم برداري جي لاءِ بہ ان عباس ابن علي ﷺ جو نالو تجويز ڪيو هو.

ايتري ۾ عباس ﷺ علم سنڀاليون، آهستڙي آهستڙي قدم کڻندا ٻاهر اچي ويا. ماڻهو ڏسندي ئي دنگ رهجي ويا. ائين لڳي رهيو هو خود شيرِ خدا حضرت علي ابن ابو طالب ﷺ علم کنيو هلندا پيا اچن. چهري تي انتهائي جلال، اکين ۾ ڳاڙهيون تندون رت ۾ ٻڏل تلوارن وانگر تاٽيل هيون. ايڏا حسين ۽ جميل هئا، جو جڏهن ٻاهر گهٽي ۾ نڪرندا هئا تہ واٽهڙو دنگ رهجي بيهجي ويندا هئا. ايڏا قدآور هئا جو عربي گهوڙي تي سوار ٿيندا هيا تہ آسانيءَ سان پير زمين تي لڳائي سگهندا هيا. روزانو صبح جو انهن جو منهن پوڻ سٺو سوڻ سمجهو ويندو هو. ماڻهو انهن کي رحمت جو پيغامبر چوندا هيا.

چئني طرفن خوشيءَ جي لهر ڇائنجي وئي. پهريائين علم بردار علم کنيون نڪتا، پوءِ خيمي جو پردو هٽيو ۽ امام حسين ﷺ پنهنجا قدم مبارڪ ٻاهر رکيا.

ننڍڙي مجمعي تي سناٽو ڇانئجي ويو. وڏي عرصي کان پوءِ امام ﷺ کي سپاهيءَ جي لباس ۾ ڏٺائون. ستونجاهہ سالن جي عمر ۾ ڪوئي عرب ڪراڙو ڪو نہ ٿيندو آهي. امام ﷺ تہ اهڙي پارسائيءَ ۽ اصول واري زندگي گذاري هئي، جو پنهنجي عمر کان گهٽ ننڍا لڳندا هئا. جسم مضبوط ۽ وڏي ڊول وارو ۽ چال ۾ اعتماد ۽ يقين هين.

سيئي ادب مان بيهي ويا تہ ابن مظاهر ﷺ چيو:

"خدا جو شڪر آهي تہ آزمائش جو وقت اچي ويو. ها، دوستو! سر قربان ڪرڻ جي تمنا دل ۾ دٻجي مري نہ وڃي. اڄ جنگ جو مزو آهي، دل جا گهڻا ارمان پورا ٿيندا. ڏسجي تہ سر قربان ڪرڻ ۾ ڪير اڳ ٿو ڪٽي. ڪنهن ڪنهن جي لاش کي هن علم پاڪ جو ڇانو نصيب ٿئي ٿو." انهن علم جي جهنڊي جي ڪنڌ کي اکين تي لڳائي چميو. علم برداري جو عهدو ملڻ تي سيني دل سان عباس ابن علي ﷺ کي گهڻيون مبارڪون ڏنيون، سيني هڪ زبان ٿي چيو:

"عباس ﷺ جهڙي سهڻي جوان کان وڌيڪ ڪير انهيءَ عزت جو حقدار آهي. علي ﷺ جو هونهار پٽ، حسين ﷺ جو ساٿو هٿ، وڏڙن جو احترام ڪرڻ ۾ سڀ کان اڳتي، جوانن جو ساٿي ۽ همراز ٻارڙن تي ساهہ صدقو ڪرڻ وارو اهڙي ڪهڙي صفت آهي، جيڪا الله جي هن پياري ۾ نہ آهي. باقار ۽ وفادار هڏ ڏوکي ۽ دل جو سخي، جنهن کي دليري ورثي ۾ ملي آهي ۽ سچائي جنهن جي خوبي آهي. دنيا ۾ ابوالفضل عباس ﷺ جهڙو سخي ۽ نرم طبيعت وارو سورمو مشڪل سان ملندو. ان جي دوستيءَ نعمت آهي ۽ ڪاوڙ کان خدا جي پناهہ."

سائو جهنڊو هڪڙي ڊگهي وڻ وانگر لڏي رهيو هو. ان جي ڇانو ۾ علي ﷺ جو لال فخر مان سر تاڻيو بيٺو هو. ڇهري جي نور کان سج جون اکيون ٻہ چنجهيون ٿي رهيون هيون. جهنڊي جو هڪڙو هڪڙو گهنج ڪوثر جي لهرن جي ياد تازي ڪرائي رهيو هو. معصوم سڪينہ وڏي اهم راز جي ڳالهہ ڪئي:

"علم کي ڏسي اڄ ختم ٿي وڃي ٿي."

الله الله! ڪهڙي عجيب ۽ غريب فوج هئي. ڳڻڻ جيترا ڪجهہ ماڻهو پر هڪڙو هڪڙو پنهنجي جاءِ تي بي مثال، دشمن جي

هزارن تي قابو پائڻ وارو. هڪڙو هڪڙو هاشمي جوان پنهنجو مثال پاڻ هو. هڪڙي طرف علي اڪبر جهڙو سهڻو جوان هو جنهن کي سيئي پيغمبر ﷺ جو هم شڪل چوندا هئا. ڇهري تي نوجوانيءَ باوجود رعب ۽ دبدبو هو. قاسم ؑ جو تہ شان ئي نرالو هو ڪجهہ ٻارپڻو هيس، ڪجهہ جواني اچڻ جي رونق. جنگي پوشاڪ جو بار جڻ عجيب ٻي تڪو لڳي رهيو هو. شيرِ خدا جي ڏوهٽن عون ۽ محمد کي انهيءَ ننڍي معصوم عمر ۾ هٿياربند ڏسي جگر نپوڙجي ٿي ويو. اها عمر نينگ ٽپا ڏيڻ جي هوندي آهي يا جنگ ۽ ويڙهہ ڪرڻ جي. رانديڪن سان کيڏڻ وارن هٿڙن ۾ ظالم زماني تلوار پڪڙائي ڇڏي هئي. ننڍڙا پتڪڙا ٻار دليريءَ ۽ شجاعت جو نمونو لڳي رهيا هئا. ڪلهن تي ننڍڙيون تلوارون ڪنيو ائين هوشيار ٿيا بيٺا هيا، جو سندن آڏو زماني جو رستم بہ اچي ويو تہ هڪ دفعو تہ ڇرڪي وڃي وڏي جوش ۽ جذبي سان ٻانهون ڪنجيون بي تاب ٿي رهيا هيا. جڻ لڙائي نہ هجي پر ڪا ٻارن جي راند هجي. اڄ جي سختيءَ ڪري ڇپ سڪل هين، مگر ڇپن تي زبان گهمائڻ جا بہ روادار نہ هئا.

جنگ جو طلب وري وڄڻ لڳو ۽ بيابان جي زمين لڏي وئي. جهنگل ڏڪي ويو. ڍالون سامهون ٿي ويون ۽ تلوارن جا ڦر چمڪڻ لڳا. سيئي سر سان ڪفن ٻڌي موت جي پليڪار چوڻ لاءِ تيار ٿي ويا. هڪدم حسين ؑ جي فوج مان نعرو بلند ٿيو:

يا حيدرا!

دشمن جي فوج ۾ شور مچي ويو. اهو نعرو وڏين وڏين فوجن کي پٺي ڏئي ڀڄڻ تي مجبور ڪري چڪو هو. نيزا بلند ٿيا ۽ ڪمانن ۾ تير چڪجڻ لڳا.

"اسان جي طرفان ڪير بہ اڳرائي نہ ڪندو. مان صاحبِ قرآن جو فرزند آهيان، مان ڪڏهن بہ دشمن تي پهريائين حملو ڪونہ ڪندس. قتل ۽ غارت منهنجو شيوو نہ آهي، صرف پنهجن ساٿين جي جان ۽ عزت جي حفاظت ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيو آهيان."

پوءِ وڏي آواز سان دشمن جي فوج کي مخاطب ٿي فرمايائون:

”جيڪڏهن مناسب سمجهو تہ ٿوري دير لاءِ دهلن جي شور کي بند ڪريو. مان توهان کي ڪجهہ چوڻ گهران ٿو. غور سان ٻڌي وٺو.“

اهو ٻڌندي ئي هل هنگامو ڪندڙ فوج تي راڪاس گهمي ويو. جنگ جا طبل ماٺ ٿي ويا. توتارڙي جو آواز دٻجي ويو ۽ دف بہ ماٺ ٿي ويا. دهل ڪيئن وڄائن ها، انهن ماڻهن جا تہ حواس ئي خطا ٿي ويا هيا. وڏي زور شور سان حملو ڪري آيا هيا، مگر رسولِ الله ﷺ جي ڏوهٽي جي رعب ۽ جلال دلين ۾ دهشت ويهاري ڇڏي هين.

جڏهن گوڙ گهٽ ٿيو تہ رڻ پٽ ۽ بيابان ۾ امام حسين ؑ جو آواز گونجڻ لڳو:

”خبر اٿوَ اها فوجي چڙهائي توهان ڪنهن جي خلاف ڪئي آهي؟ مان حسين (ؑ) خدا جي ان پيغمبر ﷺ جو ڏوهٽو آهيان، جنهن توهان کي سڌو رستو ڏيکاريو. انسان بڻايو ۽ توهان کي مسلمان، يعني امن ۽ سلامتيءَ جو امانتدار بڻايو. مان ان شيرِ خدا جو پٽ آهيان، جنهن جي ٻانهن جي طاقت سان اسلام عروج تي پهتو. بس، پوءِ منهنجو اهو ئي ڏوهہ ٿيو نہ تہ مان اسلام جي بانيءَ جو ڏوهٽو ۽ عرب قوم جي عظيم فاتح جو پٽ آهيان. مان توهان کان پڇان ٿو تہ مون ڪنهن کي ڪهڙو نقصان پهچايو آهي. ڇا ڪنهن جي ملڪيت ڦٻائي اٿم. ڪنهن جو قتل ڪيو اٿم؟“

”نہ“ فوج مان بي اختيار آواز بلند ٿيا.

”تہ پوءِ ڪهڙي ڏوهہ جي سزا ۾ توهان مون تي هلان ڪري آيا آهيو. ڇا سادات کي قتل ڪرڻ سان توهان کي ثواب ٿيندو؟“

”نہ“ فوجين جي نڙين مان اها ئي صدا بلند ٿي.

”ڇا پنهنجي نبيءَ جي خاندان جو آخري ڏيئو وسائي توهان جي نفرت جي باهہ وسامي ويندي“

”نہ!“

”تہ پوءِ ڇو آڱرين تي ڳڻڻ جيترن مظلومن تي ايڏي وڏي فوج وٺي حملو ڪيو اٿوَ. ڇا اها ئي عرب قوم جي بهادريءَ ۽ جوانمرديءَ جي تقاضا آهي؟“

شمر جي فوج ۾ پريشاني اچي وئي. ابن زياد گهبرائجي ويو.
"حسين ابن علي (ؑ) اسان جي فوج کي برغلائي رهيو آهي. انهن جي يقين ۽ ايمان کي للڪاري، انهن کي منجهائڻ تو گهري، انهن سپاهين کي چئو ته اهي اٿين ڪتن وانگر بنا سوچڻ سمجهڻ جي نه ڀئونڪن."

سردارن هڪدم پنهنجن دستن جي منهن زور سپاهين جا وات بند ڪري ڇڏيا. هڪڙو خاص دستو جيڪو چوئنڊيل پيل پاون سپاهين تي مشتمل هو لشڪر تي چهبڪ وانگر استعمال ڪيو ويو. امام ؑ جيڪو ڪجهه چئي رهيا هيا، اهو گهڻن سپاهين جي سمجهه ۾ ڪو نه ٿي آيو.

سپاهيءَ ۾ هوندن به ڪيترو عقل هوندو آهي. وري فوج ڪنهن عظيم مقصد کي واضح ڪرڻ کان پوءِ تيار ڪو نه ڪئي وئي هئي. گهڻن کي ته اها به خبر ڪو نه هئي ته اهي ڪنهن جي خلاف چڙهائي ڪري رهيا آهن. گهڻن کي ته امام حسين ؑ جي باري ۾ پوري ڄاڻ ئي ڪو نه هئي. امير معاويه پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي آلِ رسول جي باري ۾ ذڪر ڪرڻ کي اجايو ۽ وڏو ڏوهه قرار ڏئي ڇڏيو هو سيئي ان کي ئي خدا جي پيغمبر ﷺ جو حقيقي وارث ۽ مسلمانن جو خليفو مڃيندا هئا. ڪجهه اهڙا به هيا، جن کي صرف اها خبر هئي ته پيغمبر ﷺ جا ڪجهه رشتيدار جيئرا آهن، مگر اهي ڪير آهن، ڪٿي آهن، بلڪل معلوم ڪو نه هين.

ڪجهه اهڙا به هيا، جن کي اها خبر هئي ته انهن جا هڪڙا ڏوهتا امام حسين ابن علي ؑ مديني ۾ رهندا آهن. انهن کي ان سان پرپٽ عقيدت هئي، ڪڏهن به ڏٺو ڪو نه هئائون ۽ خواب خيال ۾ به اهو ڪو نه سوچيو هئائون ته وقت جو خليفو امير المومنين جيڪو خدا جي رحمت هوندو آهي، خدا جي پيغمبر ﷺ سان دشمني ڪري ٿو سگهي.

تمام ٿورا ماڻهو اهڙا هيا، جيڪي حالتن کان چڱيءَ نموني واقف هيا مگر يا ته حر وانگر ڪنهن ڀولي (مغالطي) ۾ هيا ۽ حاڪم جو حڪم مڃي ڊيوٽيءَ تي آيا هيا، مگر يقين هين ته لڙائي جهڳڙي تائين معاملو ڪو نه وڌندو. ڪوئي رستو نڪري ايندو. ٺاهه ٿي ويندو. حسين ؑ قائل ٿي ويندا. ڪجهه يزيد جي طرفان مروت ۽ لحاظ ٿيندو.

اها نہ نہ انهن ٿي ماڻهن جي واتان نڪري رهي هئي، مگر ان کي اڳواٽ روڪڻ ضروري هيو. انهيءَ ڪري امام ﷺ جي ڳالهہ کي ڪاٽي، ابن سعد چيو:

"اي حسين، اي ابن علي توهان اسان کي بيوقوف نہ سمجهو اسان انهن ڳالهين ۾ اچڻ وارا ڪونہ آهيون. توهان وقت جي خليفي جي خلاف بغاوت ڪري رهيا آهيو. توهان بيعت ڪريو ڳالهہ ختم ٿي ويندي"

"جيئن تون چئيين ٿو جيڪڏهن بيوقوف ڪونہ آهين تہ پنهنجي عقلمندي جو ثبوت ڏي ۽ چٽي نموني سان چئہ تہ ڳالهہ ختم ڪو نہ ٿيندي، جيستائين مان زنده آهيان ڳالهہ هلندي رهندي"

"توهان سان قسم کڻي اسان واعدو ٿا ڪريون تہ جيڪڏهن توهان بيعت ڪريو تہ اسان توهان کي وڏيءَ عزت سان ڪوفي جي حاڪم وٽ وٺي ويندا سين. اسان کي اهو ئي حڪم مليل آهي. توهان کي مارڻ جو اسان کي ڪوئي حڪم ڪونہ مليو آهي."

"يا تہ تون ڪوڙو آهين يا تون پنهنجي آقا سان نمڪ حرامي ڪري رهيو آهين، ڇو تہ جيڪڏهن اسان کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڪونہ آهي، تہ پوءِ اسان جو پاڻي ڇو بند ڪيو اٿو. رهي عزت سان ڪوفي وٺي وڃڻ جي ڳالهہ تہ اها بہ تو کي خبر هوندي تہ پوءِ ڪوفي مان عزت سان اسان کي يزيد جي دربار ۾ موڪليندا."

"ها پر توهان جو وار بہ ونگو ڪونہ ٿيندو. جيڪڏهن توهان پاڻ کي صلح صفائيءَ سان اسان جي حوالي ڪندا تہ توهان جي جان کي ڪوئي خطرو ڪونہ آهي."

"مان خدا کان سواءِ پاڻ کي ڪنهن جي بہ حوالي ڪونہ ڪندس. مان ڪوڙ تي سچ کي ترجيح ڏيان ٿو ۽ ضمير فروشيءَ کان موت کي بهتر سمجهان ٿو. مان توهان جي بادشاهہ کي انهي قابل ڪو نہ ٿو سمجهان تہ ان جي هٿ تي بيعت ڪريان. رسول الله ﷺ جي امت کي هڪڙي اهڙي انسان جي رحم ڪرم تي ڪڏهن بہ ڇڏي نٿو سگهان. معصوم ۽ بيگناهہ ماڻهن جي خون سان رنگيل هٿن تي بيعت ڪري پنهنجي يقين ۽ شعور جو گلو دٻائي نٿو سگهان."

”حسين! اها دورانديشي نہ آهي، جيڪڏهن توهان بيعت ڪريو تہ پنهنجي اهل و عيال جي جان بچائي سگھو ٿا.“

”۽ مون کان توهان جو شهنشاهہ خوش ٿي مون کي مالا مال ڪري ڇڏيندو. دولت ۽ جاگير سان نوازيندو ۽ منهنجي آل و اولاد اڄ ۾ مرڻ بجاءِ عيش ۽ عشرت جي زندگي گذاريندا.“

”ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي، اسان جو آقا سخي ۽ وڏي دل وارو آهي.“

”مگر مون کي اهو جو اهڙيون نعمتون ڏيڻ جو واعدو ڪري ٿو تہ ان جي بدلي ۾ مون کان اهو ڇا وٺندو؟“

”ڪجھہ بہ نہ. دوستي ۽ توهان جي خوشنودي“

”ڇا انهيءَ جواب کان پوءِ بہ تنهنجي اها دعوا آهي تہ تون بيوقوف نہ آهين. منهنجي دوستيءَ ۽ خوشنوديءَ لاءِ اهو منهنجي قتل جو سانباهو ڪري رهيو آهي. ڪيڏي کل جوڳي ڳالھہ آهي. اهو ڇو نٿو چوين تہ ان کي منهنجي بيعت جي انهيءَ لاءِ ضرورت آهي تہ اهو لٽيرو ۽ مڪار آهي، ڏوڪيباز ۽ ڪوڙو آهي، اسلام جي هر اصول کي پيرن ۾ لتاڙي، عيش ڪرڻ لاءِ انسانن جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو اٿس. ان کي اها بہ خبر آهي تہ ان تلوار ۽ لشڪر جي زور تي ماڻهن جا وات بند ڪري ڇڏيا آهن. زبردستي سان انهن جا ڪنڌ پنهنجن پيرن ۾ جهڪائي ڇڏيا آهن. مگر عرب قوم جي جيڪڏهن خودداري جاڳي پئي ۽ انهن کي پوريءَ طرح احساس ٿيو تہ انهن جا حق کسيا ويا آهن تہ اهي ان جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيندا. ان کي ڊپ آهي تہ مون کي ڏسي انهن ۾ اهو جذبو پيدا ٿي ويندو. ڇو تہ مان رسول الله ﷺ جو ڏوهٽو آهيان ۽ ان جي بادشاهيءَ کي مان اسلام جي توهين سمجهان ٿو. ڪجھہ ماڻهو آهن جيڪي منهنجا هم خيال آهن، منهنجي اصولن جو قدر ڪن ٿا. اهي اڄ نپوڙجي ويا آهن، مٽي ۾ ملايا ويا آهن. سياڻي اها مٽ جيتري مٽي طوفان بڻجي وڃي تہ تنهنجي آقا جو تخت ۽ تاج خطري ۾ پئجي سگھن ٿا. اهو معمولي ڦڙو سياڻي طوفاني ٻوڏ ٿي سگھي ٿو جيڪو ان جي هٿ ٺوڪيل نظام کي لوڙهي ڇڏيندو. اهو نظام جيڪو صرف چند طاقتور خوشامندڙين جي مطلب پرستيءَ تي پلجي رهيو آهي. توهان جو شهنشاهہ عرب قوم ۽ مسلمانن کان ڊنل ۽

هراسيل آهي. منهنجي بيعت ان جو ثبوت ٿيندي تہ ان جا ڪارناما شريعت محمديءَ جي عين مطابق آهن. انهن تي قابض ٿيڻ لاءِ ان کي منهنجي مدد جي ضرورت آهي. انهيءَ لاءِ اهو منهنجي دوستي ۽ خوشنودي حاصل ڪرڻ گهري ٿو پوءِ جن ماڻهن جي دلين ۾ شڪ آهن، اهي دور ٿي ويندا ۽ اهي سچي دل سان ان کي پنهنجو خليفو مڃيندا. اڪيون بند ڪري بيعت ڪندا ۽ ان ڏوهہ جي اصل ذميواري منهنجي کاتي ۾ پوندي. اهي مون کي بہ انهيءَ ڪم ۾ حصيدار سمجهندا. مان هر ڳالهہ کان پاسو ڪري ڪنڌائتو ٿي ويو آهيان. مان پنهنجي وطن ۾ بي وطن آهيان. پنهنجي گريبان ۾ ٿوري جهاتي پائي ڏسو توهان پنهنجي آقا جو نمڪ کائيندڙ آهيو ان جو حڪم توهان جو دين ۽ ايمان آهي، توهان ان جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ، ان جو هر ابتو سبتو حڪم مڃڻ لاءِ تيار آهيو. ايستائين جو توهان کي منهنجو ۽ منهنجن ٻچن جو خون ڪرڻ کان بہ عار نہ آهي. توهان پنهنجي مرضي جا مالڪ آهيو تہ مون کي بہ ايتري اجازت ڏيو تہ حشر جي ڏينهن پنهنجي مالڪ کي منهن ڏيکارڻ جي قابل رهي سگهان. مان توهان جي نبي ﷺ جو ڏوهٽو ۽ مسلمان آهيان. مون کي ايمان وڪڻڻ لاءِ مجبور ڪري گناهگار نہ بڻجو.“

دشمن جي فوج کي قائل ٿيندو ڏسي، سپهہ سالار ۽ اهم عهديدار ڏڪي ويا. زور زور سان دانهون ڪرڻ لڳا:

”اي عرب جا پهلوانو حسين جادوگر آهي، لفظن جو ڄار پکيڙي توهان کي ڦاسائي رهيو آهي. ان جون ڳالهيون نہ ٻڌو، پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيو. اهو توهان کي برغلائي رهيو آهي. وقت جو خليفو جنهن جي سر مٿان الله تعاليٰ جي برڪتن جو ڇانو آهي، اهو ئي توهان جو گهڻ گهرو ۽ رهنما آهي. هي توهان کي ان خلاف ڀڙڪائي رهيو آهي. ان جي ڳالهين ۾ ايندؤ تہ دين ۽دنيا کان نڪري ويندؤ. اسان جو خليفو رحمدل ۽ سخي آهي، پر جيڪڏهن ان جي نافرماني ڪندؤ تہ ان کان وڌيڪ جابر ۽ ظالم دنيا جي تختي تي ڪونہ آهي. ان جي حڪم کان انحرافي جو ڪهڙو انجام ٿيندو. توهان جو گهر ٻار اهل ۽ عيال تباهہ ۽ برباد ڪيا ويندا. توهان جي گهرن کي باهہ لڳائي ويندي، ٻار غلام

ٻڌائي وڪرو ڪيا ويندا. توهان جون معصوم ڪنواريون نياڻيون ڪوڙهين سان پرڻايون وينديون."

"اهو ڪوڙ ۽ بهتان آهي. مونکي ملڪ حاصل ڪرڻ جي ڪائي لالچ ڪونہ آهي. توهان جي بادشاهہ جي تخت ۽ تاج ڪي ٺڏيان ٿو. اڄ مان جيڪڏهن گهران تہ منهنجي آواز تي لکين سپاهي لبيڪ چوڻ لاءِ تيار آهن. جيڪڏهن مان فاتح بڻجڻ گهران تہ منهنجي جهنڊي هيٺ عظيم الشان فوج گڏ ٿي سگهي ٿي. منهنجي هڪڙي سڏ تي لکين تلوارون مياڻن مان نڪري سگهن ٿيون. عرب قوم ئي نہ، پر ٻاهرين ملڪن مان بہ مون کي بيشمار مدد ملي سگهي ٿي. مان اها جنگ سالن تائين جاري رکي سگهان ٿو پر مان ائين ڪرڻ نٿو گهران. منهنجي مصلحت توهان کي ڪل واري لڳندي هوندي پر مون الله جي رسول ﷺ جي جهولي ۾ پرورش پاتي آهي، ماءُ جي ٿڃ مان سچائي ملي اٿم. دلير ۽ بهادر پيءُ جي گوڏن تي ويهي زندگي جا اصول سکيا اٿم. مان ضمير فروشي نٿو ڪري سگهان. مطلب پرستي منهنجي ضمير ۾ ڪونہ آهي. ڏسو ڪجهہ غور ڪري ڏسو تہ منهنجي جسم تي هي پهراڻ ڪنهن جو آهي؟ هن پڳ کي سڃاڻو ٿا، هن بدنصيب جسم تي زرهہ ۽ ڍال ڪنهن جي آهي؟ هي گهوڙو جنهن تي مان سوار ٿيل آهيان. اها ڍال، اهو خود. اها ذوالفقار هي اهو ورثو آهي، جيڪو الله تعاليٰ مون کي بخشيو آهي. ڇا مان پنهنجي نانا سائين رسول الله ﷺ جي امت جو رت وهائڻ برداشت ڪري سگهان ٿو؟ مون اهڙين مڙني تجويزن کي جيڪي منهنجي آڏو پيش ڪيون ويون، سختيءَ سان رد ڪري ڇڏيو. مان اسلام ۾ قوت وجهڻ نٿو گهران. جو ڀاءُ ڀاءُ جو رت وهائي. مان تہ امن ۽ سڪون جي تلاش ۾ پنهنجن عزيزن ۽ دوستن سان گڏ وطن کي خدا حافظ چئي نڪتو آهيان تہ جيئن دنيا جي ڪنهن گمنام ڪنڊ ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۽ ذڪر ۾ زندگي گذاري سگهان. مان احسان جتائڻ وارن مان ڪونہ آهيان. پر توهان حر کان پڇي ڏسو مان گهران ها تہ ان جو ۽ ان جي اڄايل فوج جو گهڙيءَ پل ۾ صفايو ڪري ڇڏيان ها. پر جڏهن مون ڏٺو تہ اڄ ڪري انسانن ۽ جانورن جون زبانون نڪري آيون آهن تہ مان انهن جي اها بيحالي ڏسي ڪونہ سگهيس. ورثي ۾ مليل

شجاعت ۽ نرم دلي اڳيان اچي وئي، پر هڪڙو اهو ڏينهن هو ۽ هڪڙو اڄوڪو ڏينهن. ٻين کي پاڻي پيارڻ وارا اڄ پاڻ ٽن ڏينهن کان اڃارا آهن. جيڪڏهن اسان ان ڏينهن حر کي پاڻي نہ ڏيون ها تہ توهان جي ناڪابنديءَ باوجود اڄ اسان وٽ گهٽ ۾ گهٽ ٻارن لاءِ تہ پاڻي ضرور هجي ها ۽ اسان جون ننڍيون ائين اڄ ڪان پاهہ نہ هجن ها.“ امام ﷺ جو آواز ٻڌي ويو. گهٽي جهيڻي آواز ۾ فرمايائون: ”مان ڪنهن مان ڪهڙي اميد ڪريان، سيني اکيون ڦيرائي ڇڏيون آهن. ڪوئي بہ پاڻي جي هڪڙي ڦڙي ڏيڻ جو روادار ڪونہ آهي. هر نبيءَ جي اولاد جو ان جي امت تي حق هوندو آهي پر مان ان حق جو واسطو ڪو نہ ٿو ڏيان، انسانيت جو واسطو ٿو ڏيان. ٻارن جي اڄ مان ڏسي نٿو سگهجان. انهن ۾ گهڻا معصوم ۽ جيتامڙا آهن. بس لُڪيءَ ۾ ساهہ اٿن. سامهون درياهہ ڇوليون هڻي رهيو آهي ۽ منهنجا ٻچڙا ڦڙي ڦڙي لاءِ سڪي رهيا آهن. توهان جا جانور غلاضت سان پاڻيءَ کي خراب ڪري رهيا آهن. غلام اسان جي سامهون ميدان تي ڇٽڪار ڪري رهيا آهن. منهنجن پيارن جي ننڍين ۾ ڪنڊا چڀي رهيا آهن. سجاد بيمار آهي. دوا تہ ڇا زبان آلي ڪرڻ لاءِ پاڻي جو ڦڙو ڪونہ آهي. علي اصغر کي کير ڪونہ ٿو ملي. ڪائي ڳالهہ ڪونہ آهي، مگر ننڍيءَ مان هيٺ لاهڻ لاءِ هڪ لپ بہ پاڻي ڪونہ آهي. جڏهن انهن ٻارڙن جا اڏ مٺا چهرا ڏسان ٿو تہ مون کي ڏڪڻي وٺي ٿي وڃي. اي مسلمانو! خدارا ان ظلم ۽ ڏاڍ کان مڙي وڃو. آلِ رسول جي خون سان هٿ نہ رڱيو.“

امام حسين ابن علي ﷺ جي تقرير ٻڌي پهريائين تہ سڄي لشڪر تي سڪتو طاري ٿي ويو پوءِ سيئي دانهون ڪوڪون ڪري روئڻ لڳا. بيقرار ٿي صفون اڳتي وڌي ويون. ٻي گهڙي حفاظتي دستو انهن ۽ امام ﷺ جي وچ ۾ لوهي ديوار وانگر بيهي ويو.

”يا حسين!“

لشڪر جي زبان مان نعرا بلند ٿيڻ لڳا ۽ عمرو بن سعد پاڻ پنهنجي فوج کي گجرن ۽ مورين وانگر ڪهڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو.

امام ﷺ پنهنجو گهوڙو ڦيرائي پنهنجن خيمن ڏانهن موٽي ويا. گهڻي دير تائين قتل ۽ خون ڪرڻ کان پوءِ صفن کي ٻيهر ترتيب

ڏنائون. خبر نہ آهي تہ ڪيترا لاش واريءَ جي دڙن جي اوٽ ۾ پوري ڇڏيائون. عمرو بن سعد وري وري حر ڏانهن ڏسي رهيو هو. حر انهيءَ ڪيل دوران پٿر جي بت وانگر پنهنجي گهوڙي تي چيلهہ سڌي ڪيون ويٺو هو. ان جون اکيون ڪنهن اڻ ڄاتل محور تي ڄميون پيون هيون ۽ بي اختيار ڳوڙها وهي رهيا هيس. چپ ڏڪي رهيا هيس.

”يا خدا، يا خدا“ حر چپن ۾ پٽڪي رهيو هو. ”حسين ابن علي ﷺ هڪ هڪ لفظ سچ چيو. جيڪو شڪ ڪري اهو ڪافر ۽ مردود آهي. حسين ﷺ خدائي رحمت جو جلوو آهن. ان جا دوست ۽ ساٿي جتي آهن، دين ۽ دنيا جون نعمتون انهن جي قدمن ۾ آهن. سخاوت ۽ دريا دلي انهن جو ورثو آهي. افسوس! جن جي در تان ڪڏهن بہ سوالي خالي موٽيو اهي اڄ اسان دوزخين جي آڏو هٿ تنگي رهيا آهن. صرف پاڻيءَ جي لپ لاءِ، تہ جيئن مرڻ ڪنديءَ تي پهتل ٻارڙن جي جان بچي پوي. اي مسلمان قوم تنهنجو ڪهڙو انجام ٿيڻ وارو آهي؟“

اهو ٻڌي عمرو بن سعد پريشان ٿي ويو.

”تون امام جي حمايت ڪري رهيو آهين. اها کلي غداري آهي. پنهنجي آقا جي تعريف ڪرڻ بدران حسين جا گڻ ڳائي رهيو آهين. منهنجا مخبر چون ٿا تہ ڪيترن ڏينهن کان تنهنجو طور طريقو بدليل آهي. تنهنجي ڳالهين مان کُلي نمڪ حرامي جي بوءِ اچي رهي آهي. محمد (ﷺ) جو ڏوهٽو جيڪو پاڻ مجبور ۽ آهي هٿين خالي تو کي ڪهڙو تاج ۽ تخت بخشيندو. ان تو کي ڪهڙا سبز باغ ڏيکاريا آهن. هون، اهو محتاج ڪهڙي سخاوت ڪندو. شايد تون بهشت جي لالچ ۾ اڻين ڊاوان ڊول ٿي رهيو آهين. حسين ابن علي سان اها عقيدت سٺي ڪونہ آهي. گهڻو پڇتائيندين.“

”هاڻي ان کان وڌيڪ ڇا پڇتائيندس. مان ئي انهن کي گهمائي ڦيرائي هتي وٺي آيو آهيان.“ حر ٻڏل دل سان چيو.

”حر، مون کي تو سان همدردي آهي، تون هڪڙو بهادر سپاهي ۽ پهرين نمبر جو سردار آهين، ٻارن ٻچن وارو ماڻهو آهين، تنهنجو مستقبل روشن آهي. دربار ۾ تنهنجي انهيءَ هوشياريءَ تي واهہ واهہ ٿي رهي آهي. تو وڏي اٽڪل سان حسين جو پاڻي ختم ڪرائي ڇڏيو ورنہ

شايد اها لڙائي اڃا گهڻا ڏينهن گهلڻي پوي ها. تنهنجي مهرباني ۽ عقلمنديءَ جي ڪري اڄ حسين جي همت ٽٽي پئي آهي. ٿوري گهڙي گذرندي تہ اهو هٿيار ڦٽي ڪرڻ تي مجبور ٿي بيعت ڪري ڇڏيندو. ٿورو سوچ تہ اسان کي ڪهڙي ڪاميابي ۽ شهرت نصيب ٿيندي، اسان ان نر شينهن کي قابو ڪيو آهي،جنهن جي دهشت کان اسان جو آقا بدحواس ٿي رهيو آهي. عربن ۾ اسان جو نالو سج وانگر چمڪندو. انعام ۽ اڪرام بي حساب حاصل ٿيندو. بس حسين آڻ مڃڻ وارو ئي آهي. هڪڙيءَ گهڙيءَ جي ڪسر آهي. بس مزا ئي مزا!"

"حسين ؑ قيامت تائين آڻ ڪونہ مڃيندا. اهي ڪڏهن بہ بيعت ڪونہ ڪندا." حر رڪائيءَ مان چيو.

"تہ پوءِ پنهنجي جان تان هٿ ڌوئيندو. ڪجهہ بہ ٿئي قصو ختم ٿي ويندو. مان بہ سوچيان ٿو تہ جيڪڏهن حسين بيعت ڪري ورتي تہ بہ ان کي يزيد جي دربار ۾ تہ حاضر ٿيڻو ئي پوندو. وڏي ديگهہ ٿيندي، ڪٿي رستي ۾ هنگاما شروع ٿي ويا تہ پوءِ؟ مصيبت اها آهي تہ بيعت جي صورت ۾ بہ وڏيون مصيبتون نازل ٿينديون. ان جا حمايتي ۽ مخالف ٽولا تباهين لاءِ تيار ٿي ويندا."

"امام ؑ بيعت ڪونہ ڪندا. تون دلجاءِ ڪر." حر وڏي يقين سان چيو.

"رستي ۾ پاڻي پياري حسين تنهنجو ايمان خريد ڪري ڇڏيو. گهمي ڦري تون ان جي تعريف ڪرڻ تي اچي ٿو پهچين. ڪيتري شرم جي ڳالهہ آهي. ڪلمر ڪلا دشمن جي طرفداري ڪندو ٿو وڃين. لڙائي ۾ تہ نبي هجي يا رسول، اسان لحاظ ڪرڻ جا قائل ڪونہ آهيون. بس اسان کي تہ حاڪم جي حڪم سان واسطو آهي."

"توتي لعنت هجي. خدا جو قسم تون قتل ڪرڻ جي لائق آهين. ڇا تو کي هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ اهو خيال ڪونہ ٿو اچي تہ حسين ؑ ڪير آهن، رسول الله ﷺ جا لاڏلا ڏوهٽا آهن، جنهن تي اسان درود پڙهندا آهيون، اسان جنهن جو نالو خدا جي نالي سان گڏ وٺندا آهيون. اڄ اهي هن مصيبت ۾ ڦاٿل آهن. منهنجو هنيانءُ ڪنبجي ويو. اڄ ان جي خوف ڏياريندڙ تقرير ٻڌي منهنجا وار ڪاندارجي ويا."

عمرو بن سعد جو رنگ ڦڪو ٿي ويو. بيزاري مان چيائين:
”ڪهڙيون ڊچڻ واريون ڳالهيون ٿو ڪرين. تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي. حر ڇو تنهنجي شامت آئي آهي، ڇا واقعي ذليل و خوار ٿيڻ جو ارادو اٿئي؟“
”حسين ﷺ جهڙي الله جي مقرب ٻانهي جو جڏهن اهڙو حال ٿي سگهي ٿو ته منهنجي ڪهڙي حيثيت آهي. خدا جو قسم، عمرو تون وڏو بيهودو آهين. هتي انساني جانين تي مصيبت پئي اچي ۽ تون انعام ۽ اڪرام جي چڪر ۾ لڳو پيو آهين.“ حر ڪاوڙ مان چيو.
”حر پنهنجي جان جي پٺيان هٿ ڌوئي پيو آهين. تو کي خبر آهي ته اسان سڀني جي پٺيان جاسوس لڳا پيا آهن، تنهنجي حرڪتن جي خبر جڏهن مون کي ملي وئي ته ظاهر آهي ته دربار تائين به پهچي ويندي، پوءِ سوچ ته تنهنجو ڪهڙو انجام ٿيندو؟“
”تو کي ڇو منهنجو ايترو فڪر ٿو ٿئي، نه مان تنهنجو پيٽوو آهيان ۽ نه نياڻو تنهن ۾ تنهنجو ڇا.“
”بس بس، مٿي تي چڙهندو ٿو وڃين. بيوقوف ڪنهن جاءِ جا، منهنجا ڪارندا تنهنجي زبان مان نڪتل هڪڙي هڪڙي لفظ کي لکندا ويا آهن. هي مهم ختم ٿيڻ ڏي ته دربار ۾ تنهنجو معاملو ڪنيو ويندو. تو هيئنئر تائين خليفي جون مهربانيون ڏٺيون آهن، ان جو غضب به چکي ڏسجان.“
”اهي ڌمڪيون ان کي ڏيءِ جيڪو دنيا جي تڪليفن کان ڊڄندو هجي. پنهنجن ڪارندن کي چئي ڇڏ جيڪو وٽين اهو منهنجي خلاف لکي ڇڏين.“ اهو چئي حر گهوڙي کي گهمايو ۽ هڪڙي پاسي وڃڻ لڳو. عمرو بن سعد ڪجهه سپاهين کي پٺيان لڳايس. ”خبردار نظر کان غائب نه ٿئي. ان جا ارادا سٺا ڪونه آهن. هن جي نيت ۾ فتور معلوم ٿئي ٿو. سخت نگرانيءَ جي ضرورت آهي.“
امام حسين ﷺ مايوس ٿي واپس خيمي ۾ پهتا.
”مون پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو.“ انهن ساٿين کي چيو.
”منهنجي دل چئي ٿي ته مان به انجام کان ٻليل انهن بيوقوفن سان هڪڙو ڀيرو ڳالهائي ڏسان.“ زهير ابن قين چيو.

"ضرور" امام ﷺ مرڪندي چيو. "اهو بہ لڙائي جو هڪڙو طريقو آهي. فرق ايترو آهي تہ تلوارن جا نہ پر لفظن جا وار ٿيندا آهن."

زهير ابن قين ﷺ ننهن ڪان چوٽي تائين فولاد ۾ لڪل گهوڙي تي سوار ٿي صف مان ٻاهر نڪتو ۽ وڏي واڪي چيائين:

"اي ڪوفي وارو! خدا جي عذاب کان ڊڄو. اڃا تہ اسان ۽ توهان مسلمان آهيون. هڪڙي ئي نبيءَ جي امت آهيون. جيستائين اسان ۽ توهان جي وچ ۾ تلوار اُڀي نٿي ٿئي اهو رشتو قائم آهي. انهيءَ ڪري مون کي حق ٿو پهچي تہ توهان کي نصيحت ڪريان. يقينن جڏهن اسان جي وچ ۾ تلوار هلڻ لڳندي ۽ رت وهندو تہ ان وقت اسلامي ڀائيچارو ختم ٿي ويندو. پوءِ اسان هڪڙي امت ۽ توهان ٻي امت ٿي ويندؤ. خدا اڄ حسين ابن علي ﷺ کي اسان جي وچ ۾ اهڙي مجبور ۽ لاچار حالت ۾ اچي بيهاريو آهي. اهو هاڻي اهو ڏسڻ ٿو گهري تہ اهڙي وقت ۾ اسان ان جي موڪليل پيغمبر ﷺ جي ڏوهٽي سان ڪهڙو سلوڪ ڪريون ٿا. اهو وڏي امتحان جو وقت آهي. يزيد ۽ عبيد الله بن زياد (ابن زياد) کي توهان بہ چڱيءَ طرح سڃاڻو ٿا. مان بہ سڃاڻان ٿو. انهن اسان جي عالمن ۽ قرآن شريف جي حافظن کي، جنهن بي رحميءَ سان قتل ڪيو اهو بہ اسان ڏٺو آهي ۽ برداشت ڪيو آهي. اي مسلمانو ڪيستائين ائين خاموشيءَ سان ڏسندا رهندؤ. نہ عرب جا پهلوانو توهان ايترا بي حس ۽ بي حيا ڪونہ آهيو. توهان جو رت ٿڪجي رهيو آهي. عمر بن سعد جي وجود تي لعنت وجهو. هن قتل کان مڙي وڃو ۽ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي وڃو."

حڪومت جا خوشامدي ۽ ڇيلا زهير بن قين ﷺ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا ۽ ابن سعد جي تعريف ۾ بند ٻڌڻ لڳا. مگر ڪيترين ئي زبانون ماٺ هيون. حسين ﷺ جا "برغلايل" قابو ۾ اچي ويا هئا. هاڻي زهير بن قين انهن جي ايمان کي جهنجهوڙي رهيو هو.

"خدا تنهنجي زبان کي تالو هڻي." شمر هڪڙو تير هنيو ۽ ڪاوڙ ۾ چيو.

"زهير بن قين ﷺ نہ تير جي پرواهہ ڪئي ۽ نہ ان جو جواب ڏنو. شمر کي چيائين:

"اي شمر، ڇو گناهگار ٿو ٿئين. هاڻي بہ وقت آهي توبهہ ڪر ۽ پنهنجي ارادي کان مڙي وڃ."

"بس ٿوريءَ دير ۾ تنهنجي اها زبان هميشہ لاءِ بند ٿيڻ واري آهي. شمر چيو.

"تون مونکي موت کان ڊيڄارين ٿو. خدا جو قسم حسين ﷵ سان گڏ مرڻ تہ توهان ماڻهن سان گڏ جيئڻ کان وڌيڪ سٺو ۽ وڻندڙ هوندو. اي دنيا جا پوڄاري، جيڪڏهن تو الله جي پيغمبر ﷺ جي ٻچڙن جو رت وهايو ۽ ان جي عزيزن ۽ دوستن کي قتل ڪيو تہ تنهنجو ڇوٽڪارو هرگز ڪونہ ٿيندو."

امام حسين ﷵ ڏٺو تہ زهير ابن قين ؓ جي نصيحت جو ڪوئي فائدو ڪونهي. اڄ دشمن جو سپاهي اڪيلو ۽ منجهيل خوف مان ڏڪي رهيو آهي. ان ۾ غيرت ڪرڻ جي همٿ ڪونہ آهي. انهن ڪنهن کي فرمايو:

"زهير بن قين کي چئو تہ موٽي اچي. ان پنهنجو حق ادا ڪري ڇڏيو. اسان جو دشمن اڄ ٻوڙو بہ آهي ۽ گونگو بہ. ان تي ڪوئي اثر ڪونہ ٿيندو."

زهير بن قين ؓ ڪنڌ جهڪايون موٽي آيو.

"يا حسين! ڇا واقعي اهو لشڪر مسلمانن جو آهي، تہ پوءِ انهن جون اکيون ڪاڏي ويون."

"انهن تي جهالت ۽ بي علمي جي ڌوڙ ڄمي وئي آهي. هڪڙو ڏيئو ايترين دلين تي سالن کان چڙهيل ڪٽ کي صاف نٿو ڪري سگهي."

حر هڪڙو دفعو ٻيهر عمر بن سعد کي چيو:

"تہ ڇا واقعي ئي لڙائي ٿيندي"

"لڙائي ٿيندي ۽ ضرور ٿيندي اهڙي لڙائي، جنهن کي دنيا ياد رکندي"

"ايترا مطالبا جيڪي حسين ابن علي ڪيا آهن، ڇا انهن مان هڪڙو بہ قابلِ قبول ڪونہ آهي."

"خدا جو قسم جيڪڏهن معاملو منهنجي هٿ ۾ هجي ها تہ مان ضرور قبول ڪريان ها. اسان جي خليفي کي وهم ٿي ويو آهي. امام (ﷵ) کان ان کي ڪهڙو خطرو ٿي سگهي ٿو. تون ئي ٻڌاءِ مان ڇا ڪريان. توهان جو حاڪم ابن زياد مڃي ئي نٿو."

ان کان پوءِ حر کي معلوم ٿي ويو تہ ڪجهہ بہ چوڻ ۽ ٻڌڻ بيڪار آهي. پري ٿي هڪڙي الڳ جاءِ تي وڃي بيٺو. قره بن قيس، جيڪو حر جي قبيلي مان هو مگر حر جي مٿان جاسوسيءَ لاءِ مقرر ٿيل هو، ويجهو آيو تہ جيئن حر تي چڱيءَ طرح نظر رکي.

”تو پنهنجي گهوڙي کي پاڻي ڪونہ پياريو آهي؟“ حر ان کان پڇيو.

”نہ“

”تہ پوءِ پيارينديئس ڪونہ؟“

ابن قيس سمجهي ويو تہ حر ان کي ٽاري رهيو آهي. شايد لڙائي ۾ حصو وٺڻ جو ارادو ڪو نہ اٿس. ڊڄي ٿو تہ مان مخبري ڪندس. حر لڙائيءَ ۾ حصو وٺڻ نٿو گهري تہ ڪهڙو فرق ٿو پوي. ان چيو. ”چڱو مان وڃان ٿو پاڻي پياري ٿو اچانس.“

ابن قيس کان جان ڇڏائي، حر وڏيءَ هوشياريءَ سان گهوڙي کي امام ﷺ جي خيمي ڏانهن وڌائڻ شروع ڪيو.

ايتري ۾ مهاجر بن اوس، جيڪو حر جي قبيلي مان هو، ويجهو آيو ۽ چيائين:

”ڇا حملي جي تياري ٿي رهي آهي؟“

حر ڪو بہ جواب ڪونہ ڏنو مگر ننهن کان چوٽيءَ تائين ڏڪڻ لڳو. ”حر تنهنجي اها ڪهڙي حالت ٿي رهي آهي. تون تہ ڪوفي جو سڀني کان بهادر سپاهي آهين. مگر هن وقت تنهنجو چهرو ڦڪو ٿي ويو آهي ۽ پگهر ۾ شل آهين. آخر ڪهڙي ڳالهہ آهي!“

”منهنجي سامهون هڪڙي پاسي جنت آهي ۽ ٻئي پاسي دوزخ.“ حر گهٽيل آواز سان چيو.

”ڇا فيصلي ڪرڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي. تعجب آهي، تون بہ ڪهڙو مسلمان آهين.“

”ٺيڪ ٿو چئين. فيصلي ڪرڻ ۾ مون گهڻي ٽال مٽول ڪئي، خدا مون کي معاف ڪري“ ائين چئي گهوڙي کي اڙي هنيائين ۽ گهوڙو ڪمان مان نڪتل تير وانگر گم ٿي ويو. ان کان اڳ جو ماڻهو پاڻ سنڀالي ڪو قدم کڻن ها. حر انهن جي نشاني کان پري پهچي ويو هو!

دشمن جي لشڪر ۾ شور مچي ويو.

”هو ڏسو امام حسين ابن علي جو طرفدار سندن خدمت ۾ وڃي رهيو آهي.“

عمر سعد جو رنگ ڦڪو ٿي ويو. چهري تي مايوسي ڇانئجي ويس.

حر جهڙو تابعدار دغا ڪري ويو. ٻن چئن جڻن کي حڪم ڪيائين:

”هڪدم ان غدار جو پيڇو ڪيو ۽ زندهہ يا مرده جيئن بہ قابو ۾ اچي، اسان جي آڏو پيش ڪيو.“ مگر حر جو گهوڙو بجلي هيو جيڪو جادوءَ وانگر اک ڇنڀ ۾ گم ٿي ويو.

حر کي حسين ؑ جي خيمي ڏانهن ايندو ڏسي سپاهي هوشيار ٿي ويا. نيزا سنڀالي ورتائون. ڪمانون ڇڪي ورتائون ۽ تلوارون اڀيون ٿي ويون. مگر حر کي پنهنجي طرف ايندو ڏسي اجايل امام ؑ جي ڪومائل چهري مبارڪ تي رونق اچي وئي. مرڪي عباس ؑ کي فرمايائون:

”هو ڏس، حسين جو دوست اچي رهيو آهي. سيني کي چيئي ڇڏ تہ ڪير بہ نہ روڪيس. تون وڃي ان جو استقبال ڪر جو ماٿهوءَ کي سجاڻڻ وارو اچي رهيو آهي. منهنجا پيارا ڀاءُ جلدي استقبال جي لاءِ وڃ جو اسان جو گهڻو پيارو دوست اسان ڏانهن اچي رهيو آهي.“

پري کان ئي حر نعرو هنيو:

”اي رسول الله ﷺ جي جگر جا ٽڪرا زندهہ باد رهو. مان گناهگار معافي جي قابل تہ ڪونہ آهيان پر توهان جي سخاوت ۽ دريا دليءَ جي اميد تي آيو آهيان. معاف ڪري منهنجي دنيا ۽ دين سنواريو. منهنجا آقا ڪيترن ڏينهن کان ٻڏتر ۾ هيس. منهنجا دل ۽ دماغ قابو ۾ ڪونہ هئا. ڪائي واٽ نظر نٿي آئي، بس هن ڪانسواءِ ڪو بہ دروازو کليل نظر ڪونہ آيو تہ توهان جي قدمن ۾ پناهہ وٺان. هي گناهگار ٻانهو پنهنجي وجود تي شرمسار آهي. ٻنهي جهانن جا سردار منهنجي حالت تي رحم فرمايو. مون کي انهيءَ ڪشمڪش کان ڇوٽڪارو ڏياريو. ڪيترن ڏينهن کان منهنجو ضمير مونکي ملامت ڪري رهيو آهي. پاڻ کان نفرت ٿي ٿئي، توهان ئي مون کي انهيءَ روحاني عذاب کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهو ٿا. شيرِ خدا جي صدقي هڪڙي ڀليل ڀٽڪيل کي سڌو رستو ڏيکاريو.“

امام حسين ﷺ جي اکڙين مان بي اختيار ڳوڙها وهڻ لڳا. مرڪندي ٻئي ٻانهون ياڪر لاءِ کولي ڇڏيائون ۽ تکڙا تکڙا حر ڏانهن اڳتي وڌيا. حر ڊوڙي اچي قدم چمڻ لڳو. امام ﷺ ان کي مٿي ڪري سيني سان لڳائي ڇڏيو.

”مون معاف ڪري ڇڏيو. منهنجي خدا به معاف ڪيو. مهنجا دوست، تنهنجي ساٿ ڏيڻ تي مون کي فخر آهي. تون ضمير وارو انصاف پسند ۽ ڏاهو آهين. تو حق جي آواز کي ٻڌو ۽ سڃاتو. تنهنجو اڪيلو وجود هزار دشمنن تي ڪافي آهي. اها منهنجي نه پر ان سچائي جي سوڀ آهي، جيڪا منهنجو دين ۽ ايمان آهي، ۽ تون منهنجو ساٿي آهين.“

امام ﷺ وڏي شان مان سان حر ﷺ کي پنهنجي خيمي ۾ وٺي آيا. ساڄي ڪاٻي قاسم بن حسن ﷺ ۽ علي اڪبر ﷺ هيا. عباس ﷺ جي هٿ ۾ جهنڊو هو. الله جو پيارو ٻانهو پنهنجي خوشنصيبيءَ تي ناز ڪندي امام ﷺ جي پير ۾ هلي رهيو هو. سڀ گناهه، سڀ غلطيون معاف، ڄڻ هاڻي ماءُ جي پيٽ مان نئون ڄائو آهي.

”هاڻي سندرو کولي ڇڏي“ عباس ﷺ محبت سان چيس.

”۽ ٿوريءَ دير لاءِ آرام ڪري وٺ.“ امام ﷺ شفقت مان ڪلهي تي هٿ رکيس.

”آقا! مون خدا جو نالو وٺي سندرو ٻڌو آهي. هاڻي هي ته ان وقت کلندو جڏهن مان پنهنجو قسم پورو ڪندس. مون کي شمر ذي الجوشن ۽ عمر بن سعد سان نبرڻو آهي. انهن کي جهنم داخل ڪرڻ جو ارمان دل ۾ ڪٺي آيو آهيان. مون تي انهن کي وڏي ڪاوڙ آهي. منهنجي احتجاج انهن جي يقين جا بنياد اکيڙي ڇڏيا آهن. هو ڏسو بدبختن تير اڇلائڻ شروع ڪري ڇڏيا. ان کان اڳ جو ڪوئي ٻار حياتي تان هٿ ڌوئي ويهي، مونکي قدم بوسي کان پوءِ جان قربان ڪرڻ جو موقعو ڏيو.“

امام ﷺ اداس ٿي ويا. پريل ڳلي سان فرمايائون.

”دوست، مان تنهنجي انهيءَ محبت کي مرڻ کان پوءِ به وساري ڪونه سگهندس. چڙهيل سج کي ته هرڪو سلام ڪندو آهي، پر تو

هن بيوسي ۽ لاچاري جي وقت ﻣﻨﻬﻨﺠﻮ ساٿ ڏيڻ منظور ڪيو. ﭘﻼ مان تنهنجي انهيءَ عظيم قرباني جو بدلو ڪيئن ڏئي سگهندس. افسوس تو خاطر تواضع ڪرڻ جو بہ موقعو ڪونہ ڏنو. توڙي جو سواءِ محبت جو اظهار ڪرڻ جي اسان جي غريب خاني ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ آهي. اسان پاڻ ٽن ڏينهن کان پيٽ خالي آهيون. هن غريب الوطني ۾ تنهنجي خاطر تواضع بہ ڪهڙي ڪريون؟“

حر ﷺ ادب مان ڪنڌ جهڪائي چيو:

”توهان جي محبت جي هڪ جهلڪ منهنجي بخشش جو پروانو آهي، توهان منهنجي جيڪا عزت افزائي ڪئي آهي، اها ئي منهنجي سچي زندگي جو سرمايو آهي. ان ڪانسواءِ اڄ تائين جيڪو ڪجهہ بہ ڪمايو متيءَ برابر آهي.“

حر ﷺ جي اچڻ سان عورتن ۽ ٻارن جي خيمن ۾ اميد جي هڪڙي لهر ڊوڙي وئي. ڄڻ علقمہ نهر جي هڪڙي وڏي ڇولي سموري اڃ کي وهائي ڪٽي وئي.

واري واري سان حر ﷺ سان ياڪر پائي مليا. خوشي مان حر ﷺ جي اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا. ان جي گهرواري دشمن جي لشڪر ۾ هئي. خدا کي خبر دشمن ان تي ڪهڙيون مصيبتون آڻيندا. خير، جڏهن هڪڙو دفعو پيڙي سير ۾ لاٿي آهي تہ هاڻي ڇولين کان ڪهڙو ڊپ.

اهو ئي حر، جيڪو پنهنجي فوج مان چورن وانگر بچندو پچندو آيو هو، دشمن جي لشڪر ڏانهن عجيب شانَ سان وڌي رهيو هو. اهي اکيون جيڪي هتي اچڻ کان اڳ حيا ۽ شرم جي احساس کان جُهڪيل هيون، هاڻي ايمان جي نور سان چمڪي رهيون هيون. چهري تي جلال طاري هيس، ڪلهي تي ڪمان، هٿ ۾ اگهاڙي تلوار، پاسي کان نيزو، شينهن وانگر ڪنڌ مٿي ڪنيل ڄڻ هڪدم يقين سان گڏ سندس وجود ئي بدلجي ويو آهي.

لشڪر ان کي ڇپ هڻي عجيب نگاهن سان ڏٺو. هي عمر بن سعد جو ساڳيو فرمانبردار ڪونہ هيو. حڪومت جي آلہ ڪار هجڻ جي بجاءِ اهو سچي معنيٰ ۾ حر يعني آزاد هيو. اهو هاڻي آلِ رسول جو

طرفدار ۽ سچ جو جهنڊو ڪڻندڙ هيو. امام حسين ابن علي ﷺ جو عزيز دوست. اهو ڪنهن جي بہ حق تلفي ڪرڻ ڪونہ وٺي رهيو هو. اهو مظلومن، بيوس معصومن ۽ امن پسند ماڻهن جي طرفان ظلم ۽ ڏاڍ خلاف ٽڪر کائڻ وٺي رهيو هو.

ان نئين حر کي انهن پهريائين ڪڏهن ڪونہ ڏٺو هو. ان ڪري انهن تي دهشت طاري هئي. ان جي تلوار جي وار جي خوف کان گاهہ جي سلن وانگر ڏڪي ويا هيا. هڪڙو معمولي عاجز انسان هڪڙو گجندڙ ۽ ڏوڪيندڙ طوفان بڻجي ويو هو. حر ﷺ ڏٺو تہ فوجي شرمندا بہ آهن تہ خوف ۾ بہ ورتل. ان وڏي آواز ۾ انهن کي للڪاريو:

”بيوقوفن وانگر منهنجو منهن ڇا تڪي رهيا آهيو؟ خبر ڪونہ اٿوَ تہ مان ٻيهر پيدا ٿيو آهيان. مان اهو حر ڪونہ آهيان، جيڪو ٿوري دير پهريائين گندگيءَ ۾ غوطا کائي رهيو هو. هن وقت مان امام ابن علي ﷺ جوهڪڙو ادنيٰ جان نثار آهيان، مگر توهان جي مقابلي ۾ افضل ۽ بلند مرتبي وارو آهيان. منهنجي ڇهري جو جلال ڏسي رهيا آهيو. مان هينئر ئي پنهنجي امام جا قدم مبارڪ چمي آيو آهيان. جڏهن انهن مٽي ڪري مونکي پنهنجي سيني مبارڪ سان لڳايو تہ مون ۾ اها طاقت اچي وئي، جنهن جو توهان تصور بہ نٿا ڪري سگهو. ڇوتہ توهان بيوقوف، اڻ ڄاڻ، بس مٽيءَ جا بت آهيو. توهان نبوت جي ڏيئي کي وسائڻ گهرو ٿا. دنيا کي دين ۽ ايمان جي روشني کان محروم ڪرڻ تي سندرو ٻڌيون بيٺا آهيو. ڇا توهان جي دماغن ۾ ايترو سوچڻ جي بہ طاقت ڪونہ آهي تہ امام ﷺ جي خون سان داغدار دامن کڻي خدا جي حضور توهان ڪهڙي منهن سان ويندؤ.“

حر جي آواز اڌ مئل دلين جو باقي ساهہ بہ ڪڍي ڇڏيو. حوصلا اڳا بہ وڏيڪ خطا ٿي وين. دوزخ جي عذاب جو خوف دلين ۾ ڏڪائڻ لڳو. هٿن ۾ تلوارون ڪنبڻ لڳيون ۽ عَلم جهڪي ويا. جڻ هڪڙي ڪنوڻ ڪري ۽ سڄي فوج کي ساڙي وئي.

عمر بن سعد حيران ۽ پريشان هيڏي هوڏي گهمي رهيو هو. پنهنجي فوج کي للڪاري رهيو هو پر جڻ سيئي ٻوڙا ٿي ويا هيا ۽ مري ويا هيا.

”بزدلو هوش ۾ اچو اهو غدار توهان کي بيوقوف بڻائي رهيو آهي، ان جي چڪر ۾ نہ اچو. خدا جون نعمتون اسان جي خليفي وٽ آهن. توهان ان اڪيلي کان ڊڃي رهيا آهيو. خبردار جيڪڏهن ڪنهن بہ قدم پوئتي هٽايا.“

مگر ڏڪندڙ ڪنبندڙ سپاهي حر جي زوردار حملي جي سامهون سڪل پتن وانگر ڪري رهيا هيا. مقابلي جي جرئت مري چڪي هين. امام ﷺ سان گڏ حر ﷺ جي بهادريءَ کي داد ڏئي رهيا هيا. ان جي همت افزائي ڪري رهيا هيا.

عمرو بن سعد ڪاوڙ مان پاڳلن وانگر رڙيون ڪري رهيو هو. آخرڪار ان پنهنجي خاص دستي کي حڪم ڏنو تہ هڪدم حر کي چئني طرفن کان وڪوڙي نيوڙي ڇڏين. حر ﷺ کي قاتل ڏسي امام ﷺ جا ساٿي بيچين ٿي ويا.

”آقا! مون کي اجازت آهي تہ مان حر جي مدد لاءِ وڃان.“

عباس ﷺ جي زبان مان اجا لفظ پوري طرح ادا بہ ڪونہ ٿيا هيا تہ حر ﷺ گهوڙي تان هيٺ ڪريو. امام ﷺ ڪجھ ساٿين کي اشارو ڪيو ۽ پاڻ بہ گهوڙي کي وڌائي حر ﷺ جي ويجهو پهتا. انهن کي ايندو ڏسي سپ جهڙ وانگر تڙي پکڙي ويا.

فوج ۾ حر ﷺ جا ڪيترائي ساٿي ۽ دوست هيا. انهن ماڻهن جي باغي ٿيڻ جي خوف کان خاص دستي انهن ڏانهن ڌيان ڏنو. ڪجھ سرڪش جوانن کي ختم ڪري ڇڏيائون ۽ لشڪر پوئتي هٽي ويو.

امام ﷺ حر ﷺ کي مٽي ۾ ليٽڙيل ڏٺو. ابن مظاهر ﷺ هڪدم سهارو ڏئي دم توڙيندڙ جانباز کي مٽي کنيو ۽ بي اختيار ڳوڙها وهائڻ لڳو.

”دوست! تون تہ امام ﷺ جي عزيزن ۽ ٻارڙن جي ساٿين کان بہ گوءِ کٽي وئين. تون اسان سيني کان اڳ ڪڍي وئين. خوش نصيب آهين تہ امام ﷺ جي ساٿ ڏيڻ ڪري جان ڏيڻ وارن مان پهريون نمبر تو حاصل ڪيو.“ ابن مظاهر ﷺ بي اختيار روئڻ لڳو.

امام ﷺ حر ﷺ جو سِرُ پنهنجي سيني سان لڳائي، ان جي رت ڀريل پيشاني کي چمي ڏني. پنهنجي جبي مبارڪ جي پلاند سان رت

۽ پگهر اُگهيائون. حر ﷛ مرڪندي ڪجهه گهڙين لاءِ اکيون کوليون. گهري نظر سان امام ؑ کي ڏنائين.

"والله! منهنجا پلا پاڳ جو امام ؑ جي سيني مبارڪ تي منهنجو مٿو رکيل آهي ۽ انهن جا لڙڪ مبارڪ منهن جي ڇهري تي ڪري رهيا آهن. اي خدا، تون شاهد تجان، مون اونداهيءَ کان منهن موڙيو ۽ تنهنجي نور ڏانهن قدم وڌايو. هڪڙو ناچيز ذرو اڄ آفتاب بڻجي ويو. اي آقا، ڪجهه ويڙهيو مون کي ننڊ لڳي رهي آهي. ننڊ تي اچي." ۽ مرڪندي امام ؑ جي هٿن مبارڪن ۾ دم ڏنائين.

حر ﷛ جو نوجوان پٽ به فوج ۾ ان سان گڏوگڏ هو. پيءُ جي غداري کان پوءِ نظرون ان جو پيڇو ڪري رهيون هيون. حر ﷛ جو مصعب نالي هڪڙو ڀاءُ به فوج ۾ چڱي عهدي تي هو. ان حر ﷛ جي حرڪت کي بيوقوفي ۽ پاڳل پڻو سمجهيو هيو. پٽ به پيءُ جي حمايت ۾ هڪڙو لفظ به ڪو نه چيو. زمانو ئي اهڙو هيو جو سيئي ويجها رشتا ٽٽي ويا هيا. بس هڪڙو مصلحت ۽ مفاد جو رشتو باقي بچيو هو. جيڪو خوب وڌي وڻ ٿي رهيو هو. پائرن بنا خوف جي پنهنجي پاءُ جي سر جو سودو ٿي ڪيو ۽ منهن ۾ گهنج به ڪونه ٿي آين. مگر حر ﷛ جي ضمير ۾ انسانيت جا جزا اڃا بچيل هيا، جن کي امام حسين ؑ جي خلوص اڃا وڌيڪ هٿي ڏني هئي.

پٽ جڏهن حر ﷛ کي ڪرندو ڏٺو ته رت جهو ڪاڏو ۽ بيقرار ٿي ويو. بغير سوچڻ سمجهڻ جي گهوڙي کي اڙي هنيائين ۽ اک ڇنڀ ۾ گولي ٿي ويو. ڪجهه سپاهين مزاحمت ڪرڻ گهري، پر اهو سوچي ڪو نه روڪيائون ته شايد پيءُ جو لاش کڻڻ وڃي رهيو آهي. امام حسين ؑ جي ساٿين جڏهن ان کي پنهنجي طرف ايندو ڏٺو ته حملو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. پٽ گهوڙي تان ٽپو ڏئي لٿو ۽ پيءُ جي لاش تي ڪري پيو.

دشمن جي فوج مان حر ﷛ جو ڀاءُ به اهو سڀ ڪجهه ڏسي رهيو هو. مگر ان مياڻ مان تلوار ڇڪي ڪڍي ۽ گهوڙو وڌائي نڪتو. ماڻهن سمجهيو اهو ڀائٽي کي سمجهائي وٺي اچڻ لاءِ وڃي رهيو آهي. انهيءَ ڪري جو سيني کي خبر هئي ته اهو ڀائٽيو به اٽس ته نياٽو به. ٽورائي

ڏينهن ٿيا هيا جو ان جي ڏيءُ جي حر ﷺ جي پٽ سان شادي ڪئي وئي هئي.

مصعب جڏهن ويجهو پهتو ته ان تي سڪتو طاري ٿي ويو. حر ﷺ جو پٽ ۽ مصعب جو لاڏلو نياڻو امام ﷺ جي قدمن ڪي چنبڙيو جنگ جي اجازت گهري رهيو هو.

"اهو پٽ حلالي ڪونه آهي، جيڪو پنهنجي پيءُ جي قاتلن جو ساٿ ڏئي. اي آقا، منهنجو رت ٿهڪي رهيو آهي، مونکي اجازت ڏيو."

"تنهنجي پيءُ جي احسان جي بار کان ڪڏهن به آجو ڪو نه ٿي سگهندس. پٽ، هاڻي تو کي جنگ ڪرڻ جي ضرورت ڪونه آهي."

"خدا جي واسطي مون کي پنهنجي بابا وٽ پهچڻ کان محروم نه ڪريو."

"اي نوجوان وچ! تنهنجي اها ئي مرضي آهي ته مان ڪيئن تو روڪي سگهان. الله تنهنجو نگهبان آهي."

حر ﷺ جو پٽ تڪڙ ۾ تلوار ڇڪي موٽيو ته پنهنجي چاچي کي ڏسي هڪدم بيهي ويو. ٻنهي طرفن جا ماڻهو اهو ڊرامو ڏسي رهيا هيا. چاچي ۽ ڀائٽي جون تلوارون مياڻن مان نڪتل هيون.

مصعب گهوڙي تان لٿو. ٻئي ٿوري دير تائين هڪ ٻئي کي تڪيندا رهيا. پوءِ مصعب جون نظرون جهڪي ويون. تلوار واپس مياڻ ۾ وجهي ڇد ائين. پوءِ اڳتي وڌي امام حسين ﷺ جي قدمن تي جهڪي ويو. پنهنجي رحوم پاءُ جي پيشاني کي چميائين.

"زندگي ۾ اسان جو ساٿ رهيو ته هاڻي موت کي ڪهڙي طاقت آهي جو اسان کي جدا ڪري سگهي. يا امام مون وٽ ته معافي گهرڻ جو به وقت ڪونه آهي. منهنجا اعمال منهنجي آخرت جا ضامن ٿيندا. بس مون کي جنگ ڪرڻ جي اجازت ڏيو ته اهو ئي منهنجي لاءِ وڏو معافي نامو ٿيندو. مان ئي نه اها جيڪا دشمن جي فوج نظر اچي ٿي، انهن جا جسم به مفلوج آهن، مگر هزارين دليون هاڻي به توهان جي قدمن تي جهڪيل آهن."

جذبات جي شدت ڪري امام ﷺ جو ڳلو ڳورو ٿي ويو. ابن مظاهر کي مرڪندي چيائون:

"تو اهي معجزا ڏٺا. اسان جو ساٿ ڏيڻ وارا ڪٿان ڪٿان اچي رهيا آهن."

چاچو ۽ ڀائٽيو آخري دفعو ڀاڪرين مليا. گهوڙن تي سوار ٿيا ۽ اک ڇنڀ ۾ طوفان بڻجي دشمن جي فوج ۾ ڪاهي پيا. پري هجڻ ڪري فوج کي خبر ڪو نہ هئي تہ امام حسين ؑ ۽ مصعب ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٿيون. جڏهن چاچي ڀائٽي کي گڏ ايندو ڏٺائون تہ ڪوئي شڪ بہ ڪو نہ ٿين، پر جڏهن مصعب ويجهو پهچي وڏي آواز سان للڪاريو:

"منهنجي ڀاءُ جا قاتلو ڪجهہ گهڙيون اڳ مان بہ توهان وانگر انڌو، گونگو ۽ ٻوڙو هيس. خدا مون تي رحم ڪري مون کي سڃاڻپ جي اک عطا ڪئي ۽ مان هاڻي ٻڌي سگهان ٿو ۽ ڳالهائي بہ سگهان ٿو. هي اڄوڪو ڏينهن قيامت کان گهٽ ڪونہ آهي. جڏهن ڀاءُ ڀاءُ کي گهوڙن جي سنبن هيٺان چيپاٽي رهيو آهي. اڄ انسان اصول، شعور ۽ مذهب، سڀني کان انڌو ٿي، طاقت جي بکين جانورن جي هٿن ۾ وڪامي ويو آهي، پر ڪن ڪولي ٻڌو امام حسين ابن علي ؑ ۽ ان جي خاندان ڏانهن دشمنيءَ واري نظر سان ڏسڻ کان اڳ توهان کي اسان سان مقابلو ڪرڻو پوندو. جيڪڏهن همٿ اٿوَ تہ سامهون اچو."

مصعب ۽ ان جو ڀائٽيو وڏيءَ دليريءَ سان وڙهيا ۽ شهيد ٿي ويا.

علي اڪبر ؑ جنگ جي اجازت وٺڻ لاءِ ضد ڪرڻ لڳا، پر سڀني ساٿين وڏي جوش سان چيو.

"امام سائين، اسان جا سِر توهان جي سِرن مٿان صدقو. اسان جو خون توهان جي جان تان صدقي ۽ اسان جا روح توهان جي روحن مٿان صدقي. خدا جو قسم، جيستائين اسان جي بدن ۾ ساهہ آهي. ڪير بہ توهان تائين پهچي نٿو سگهي."

ان کان پوءِ وڏيءَ دليريءَ سان لڙائي ڪري، سڀئي اصحاب شهيد ٿي ويا. جون ابوذر گهڻو ضعيف ٿي ويو هو، پر هر هر منٿون ڪري رهيو هو.

جون ابوذر هن ٻڍاپي ۾ توهان تي جهاد واجب ڪونہ آهي. تون لڪندو بچندو ڪيڏانهن نڪري وڃ، منهنجي اها ئي خواهش آهي."

امام ؑ فرمايو.

”يا حسين، مون سک جا ڏينهن تہ توهان سان گڏ گذاريا. هاڻي انهي نازڪ موقعي تي مون کي پنهنجي ساٿ کان محروم ڪري رهيا آهيو؟“

جون ابوذر کي ڏکڻي ونئي وئي. اهو نسل جو حبشي هو لهٰذا چوڻ لڳو:

”ڇا منهنجو ڪارو رنگ ۽ حسب نسب انهيءَ قابل ڪو نہ آهي تہ مان شهيد ٿي بهشت ۾ وڃي سگهان. ڇا هڪڙو غلام جهاد ڪري نٿو سگهي؟“

امام ﷺ وڏي پاٻوهہ مان فرمايو:

”بهشت ۾ رنگ ۽ نسل نہ پر اعمالن جو پڇاڻو ٿيندو ۽ تو سان گڏ گذاريل ايتري حياتي کان پوءِ مان دعويٰ سان چئي سگهان ٿو تہ بهشت ۾ وڏو مرتبو حاصل ڪندين. تو جهڙو خدا ترس، متقي ۽ پرهيز گار ڪوئي مشڪل هوندو. جيڪڏهن فيصلو ڪري ئي ڇڏيو اٿئي تہ تو کي ڪونہ روڪيندس.“

جون ابوذر ٻڍاپي واري عمر جي باوجود تلوار ۽ نيزي سان اهي جوهر ڏيکاريا. جو دشمن جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيائين. جڏهن زخمن کان ساڻو ٿي گهوڙي تان ڪريو تہ امام ﷺ تڪڙو وڏي ان کي سهارو ڏنو ۽ ان جو دم پرواز ڪري ويو.

عباس ابن علي ﷺ جا ٽئي ڀائر جعفر، عثمان ۽ محمد جيڪي وڏي شوق مان هر هر اجازت گهري رهيا هيا. وڏيءَ دليريءَ سان دشمن جي اڻ ڳڻين سپاهين کي ختم ڪري شهيد ٿي ويا. انهن جي وڏي ڀاءُ عباس ﷺ انهن کي پنهنجن هٿن سان هٿيار پهرائي جنگ جي ميدان ۾ موڪليو.

حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي وفات کان پوءِ علي ابن ابو طالب ﷺ جڏهن ٻي شادي ڪرڻ جو اِرادو ڪيو تہ انهن پنهنجي ڀاءُ عقيل ﷺ سان اها خواهش ظاهر ڪئي تہ ڪنهن اهڙي نيڪ ۽ عقلمند عورت جو نالو ٻڌاءِ، جيڪا بهادر ۽ لائق ٻارن جي ماءُ ٿي سگهي. ان ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جو نالو تجويز ڪيو. اها خرام بن خالد جي نياڻي هئي. ان جو قبيلو شجاعت ۽ دليريءَ ۾

پنهنجو مٽ پاڻ هو. ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جي تربيت وڏي اعليٰ پيماني تي ٿي هئي. علمي ۽ اخلاقي اوصاف بہ بلند مقام هيس. ان جو نالو فاطمہ وحيديہ هو. جيئن تہ چئن بهادر ۽ جرئتمند پٽن جي ماءُ هئي، تنهن ڪري ماڻهو ان کي ام البنين يعني ”پٽن جي ماءُ“ چوندا هيا.

انهن مان وڏا ابن الفضل عباس ﷺ هيا، جيڪي امام حسين ﷺ جا پرستار پيارا ڀاءُ ۽ شاگرد هيا. امام حسين ﷺ کان ان کي جيڪو پيار مليو اهو ئي ان پنهنجي ننڍين ڀائرن جعفر، عثمان ۽ محمد کي ڏنو. انهن کي پٽن وانگر پانيائين. انهن جي اعليٰ پيماني تي تربيت ڪئي هئائين. اهي انهن ٽيهن نوجوانن مان هيا، جيڪي عباس ﷺ جي رهنمائي ۾ امام حسين ﷺ جا باڊي گارڊ هئا. اهي جتي بہ ويندا هئا، هي پاڇي وانگر انهن سان گڏ رهندا هيا.

عاشوري جي ڏينهن جڏهن امام ﷺ جا ڪيترائي عزيز ۽ ساٿي شهيد ٿي ويا تہ عباس ﷺ پنهنجن ڀائرن کي سڏي چيو:

”منهنجي خواهش آهي تہ توهان مون کان اڳ ۾ جنگ جي ميدان ۾ وڃي آقا مٿان سر قربان ڪريو.“

ٽئي ڀائر امام ﷺ جي قدم بوسي ڪري ميدان ۾ آيا. علي ﷺ جي پٽن پنهنجي والد سڳوري جي نالي پاڪ جو نعرو هنيو ۽ اهو ثابت ڪري ڇڏيو تہ انهن شجاعت ورثي ۾ حاصل ڪئي آهي.

امام حسين ﷺ عباس ﷺ جي مدد سان پنهنجن پيارن ڀائرن جا لاش کنيا ۽ ٻين شهيدن سان گڏ خيمي ۾ رکي ڇڏيا.

پنهنجا پراوا سيئي جڏهن آقا تي سر قربان ڪري چڪا تہ ابو الفضل عباس، علي اڪبر ۽ قاسم بن حسن ﷺ ۾ بحث ٿيڻ لڳو تہ هاڻي جنگ جي ميدان ۾ سڀني کان اڳ ۾ وڃڻ جو ڪير حقدار آهي. ان مهل زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ حيران ۽ پريشان سوچي رهيون هيون ۽ چئي رهيون هيون: ”يا الله هنن عون ۽ محمد کي ڇا ٿي ويو. اهي پٽ مون کي ڀاءُ جي آڏو شرمندو ڪرائيندا. سيئي وڃن ٿا ۽ اهي مزي سان بيٺا تماشو ڏسي رهيا آهن. اهڙو موقعو وري ڪٿي نصيب ٿيندو. دنيا اهو چوندي تہ بزدل هيا. عين وقت تي ويڙهہ

ڪان ڏڄي ويا ۽ جان بچائي ڇپ هٽي وينا. مگر امام حسين ﷺ ان کي سمجهايو. بانو رضي الله تعاليٰ عنها چيو:

"ادي، انهن جي اڃا عمر ئي ڪيتري آهي. نه ڪڏهن گهر کان ٻاهر نڪتا ۽ نه وري ڪڏهن ڪا لڙائي ڏٺائون. ٻار مڙس ماڻهو آهن. انهن جو ڏڄڻ سان ڪهڙو واسطو."

"امان جيجل، اسان ڪيتري دير کان ماما سائين کي منٿون ڪري رهيا آهيون، اهي اجازت ئي ڪو نه ٿا ڏين." ٻار روئڻهارڪا ٿي ويا. "ٻڌايو اسان ڇا ڪريون؟"

"اهي بهانا ناهڻ جون ڳالهيون آهن ته مامو اجازت ڪونه ٿو ڏئي. بهادر ڪڏهن به جهلڻ سان جهلبا آهن. هيو ڪجهه ڪونه آهي بس مرڻ کان ڏڄي رهيا آهيو. بهادرن جي اولاد جو اهو طور طريقو ڪونه هوندو آهي. صبح کان لاش مٿان لاش اچي رهيو آهي. اهي بينا هِن هُن جو منهن تڪي رهيا آهن."

"ٻارڙا نيڪ ٿا چون. امام انهن کي ڪهڙي دل سان جنگ ۾ وڃڻ جي اجازت ڏين. انهن تي جهاد واجب ڪونه آهي." بانو رضي الله تعاليٰ عنها سمجهايو.

"منڙي مامي، اها ڳالهه ڪونه آهي." ٻارن لڙڪ اُگهي چيو "اسان پنهنجن ڪنن سان ٻڌو ماما سائين ادا قاسم کي فرمائي رهيا هيا ته هي جنگ مختلف آهي. هن ۾ جهاد لاءِ عمر جو قيد ڪونه آهي. علي اصغر تائين سڀ مورچي جا سپاهي آهن، پوءِ اسان کي اجازت ڇو نٿا ڏين."

بانو ڏڄي نيل ۽ سڏڪا ڀريندڙ علي اصغر کي سيني سان لڳائي ڇڏيو.

"ته پوءِ ڪاوڙ نه اچي ته توهان ڇاڻي واٽي اجازت ڪو نه ٿا وٺو. يا الله مون ڪهڙيون ڪهڙيون دعائون گهريون. يا پروردگار، منهنجا لال انهيءَ امتحان تي پورو لهن. بس اها ئي منهنجي تمنا آهي. خير ادا توهان جي دل جيڪو چوي اهو ڪريو. اڄ کان پوءِ نه توهان منهنجا پٽ، نه مان توهان جي ماءُ!"

ان وقت گوڙ ٿي ويو. دشمن حملو ڪري ڏنو ۽ تير وسڻ لڳا. عون ۽ محمد پنهنجو ٻارپڻو پلجي ويا. مائرن ۽ ڀيڻن جي خيمن ڏانهن فوج کي ايندو ڏسي انهن جو رت ٽهڪي پيو. تڙپي امام ﷺ جي قدمن تي ڪري پيا.

"ماما سائين! خدا جي واسطي اسان کي اجازت ڏيو. اسان کان هاڻي اها ذلت برداشت ڪونہ ٿي ٿئي. سيئي مٽ مائٽ ۽ دوست شهيد ٿي ويا. اسان فقيرن وانگر منهن تنگيو بيٺا آهيون. امان سائنڻ کي بہ اسان جي شڪل ڪونہ ٿي وڻي. انهن جي خيمي ڏانهن ويندي شرم ٿو اچي، اها چئي ٿي تہ اسان بزدل آهيون. موت کان ڊڄون ٿا، اسان شيرِخدا جا ڏوهٽا ۽ جعفر طيار جا پوٽا آهيون، موت اسان جي آڏو ڪهڙي حيثيت ٿو رکي."

امام ﷺ لڙڪن ڀريل اکڙين سان ٻنهي کي هڪڙي نظر ڏٺو ۽ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. پوءِ فرمايائون:

"توهان کي ڪهڙي دل سان مرڻ جي اجازت ڏيان. توهان گهڻو ننڍڙا آهيو. مون کان اهو ظلم ڪونہ ٿيندو. توهان منهنجي ڏکن جي ماريل ڀيڻ جي اکين جا تارا آهيو. ان جي زندگي جو سهارو آهيو. توهان کي قتل گاهہ ۾ ڪيئن موڪلي ڇڏيان."

"ماما سائين! نہ اسان جي امڙ وڏي بهادر آهي. عورت آهي پر مردن کان گهڻو همٿ واري آهي. رات جو ٿي چئي رهي هئي، اهو نہ سمجهجو تہ مان توهان تي ساهہ صدقو ٿي وڃان تہ توهان جو هر ڏوهہ اکيون بند ڪري معاف ڪري ڇڏينديس. ڀاءُ کان وڌيڪ مون کي اولاد بہ پيارو ڪونہ آهي. توهان سر قربان ڪرڻ ۾ ڪائي ڪوتاهي ڪئي تہ توهان کي ٿڃ ڪونہ بخشينديس. ماما سائين! امان جي دل ڏکائي اسان جيئڻ نٿا گهرون."

دل نہ چاهيندي بہ امام ﷺ ٻارن کي اجازت ڏئي ڇڏي:

"منهنجا پيارا وڃو. توهان سيئي وڃي رهيا آهيو ڪوئي اسان جي لاش کي کڻڻ وارو بہ ڪونہ بچندو. خير الله توهان جو نگهبان، وڃو چو تہ ان ڪانسواءِ ٻي ڪا واهہ بہ ڪونہ آهي، اسان سيني کي واري واري سان وڃڻو آهي."

ٻار خوشيءَ مان بيقرار ٿي ماءُ ڏانهن ڀڄندا ويا.

فضا رضي الله تعاليٰ عنها اهي لفظ ٻڌا تہ ٽاہڙجندي ڀڄندي وئي.

"اي بيبيو! ٻارن کي قتل گاهہ ۾ وڃڻ جي اجازت ملي وئي، هاءِ ڀينرو! منهنجي زينب جي ڪمائي لٽجڻ واري آهي."

مگر فضا رضي الله تعاليٰ جو جهيڻو آواز زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ جي ڪنن تائين ڪونہ پهتو.

”مان ڪنهن سان ڪهڙي شڪايت ڪريان. منهنجي تقدير جو لکيو آهي. خدا جو غضب. ڏاريا تہ قربان ٿي ويا. پر هي مامي جا لاڏلا منهن لڪايون وينا آهن. آخر حر اسان جو ڇا ٿيندو هو؟ ان جي پيءُ ۽ پٽ سان ڪهڙو رشتو هو؟ ڏاريا تہ هيا. پر رتبو پنهنجن کان بہ وڌيڪ حاصل ڪيائون.“

ٻار ان کي ڪاوڙ ۾ منهن ڦيرايل ڏسي ششدر ٿي ويا. اکڙين مان بي اختيار خوشيءَ جا ڳوڙها وهي رهيا هين. ماءُ ڏٺو تہ ويتر ڪاوڙ ۾ اچي وئي.

”هاڻي روئو ڇو ٿا. ڇا مان مري وئي آهيان. اڙي ادا. دل جو سودو آهي، هتي ڪا زبردستي ٿوروئي آهي. جڏهن منهنجو پيءُ شهيد ٿي ويندو. تڏهن هي پنهنجين تلوارن جا جوهر ڏيکاريندا. شايد هنن جو وارو تڏهن ايندو. جڏهن سڀ ختم ٿي ويندا. انهيءَ منهن سان پنهنجو ڀاڻ کي علي ﷺ جو ڏوهٽو چوِن ٿا. هون. ڪهڙيون مهمون فتح ڪيون اٿن. ڪهڙا ڪارناما ڏيکاريا اٿن. جو بس ”پدرم سلطان بود“ ائين ميسڻا لڳا ڇو منهنجي سر تي بيٺا آهيو منهنجين نظرن کان گم ٿي وڃو. توهان مون کي منهن ڏيکارڻ جي قابل ڪونہ ڇڏيو آهي.“

ايتري ۾ خود امام ﷺ خيمي ۾ داخل ٿيا تہ جيئن ڪنهن بهاني سان ڀيڻ کي چوي تہ ٻار قتل گاهہ ۾ نہ وڃن. ان کي سمجهائين ۽ مڃائين. جڏهن ڏٺائون تہ اها تہ مورڳو ٻارن کي ست سريون پئي ٻڌائي ۽ اهي ڪنڌ جهڪايون ماٺ ۾ روئي رهيا آهن. پنهنجي صفائي ۾ هڪڙو لفظ بہ ڪونہ ٿا ڪچن. هڪدم ڀيڻ جي پرسان آيا ۽ ان کي ٽوڪيائون:

”ادي، توبهہ ڪر. اهڙا ٻار نصيبن وارن کي ملندا آهن. ويچارن کي هرويرو ڇڙٻون ڏئي رهي آهين. هي سچ چئي رهيا هيا. هنن تہ هر هر ضد ٿي ڪيو. مون ئي انهن کي روڪيو هو. تون انهن جي ماءُ آهين. مرضي ڪاوڙ ڪرين يا پيار. مگر خدا جي واسطي بي انصافي تہ نہ ڪر. اهي توکان وڃڻ جي اجازت وٺڻ آيا آهن. آخري پيرو تنهنجا قدم چمي موڪلائڻ آيا آهن. هن وقت اڻ ڄاڻائي ۾ انهن جي دل ڏکوئيندينءَ تہ سڄي عمر پڇتائيندينءَ.“

"مون کي تہ انهي ڳالهہ تي ڪاوڙ آهي تہ انهن ايتري ٽال مٽول ڇو ڪئي؟ جيئن هاڻي ضد ڪري اجازت وٺي آيا. ان ڪان پهريان بہ وٺي ٿي سگهيا. مون کي توهان ڪان بہ شڪايت آهي، ڇا انهن کي ڏاريو ٿا سمجهو جو هينئر تائين انهن کي فرض ڪان روڪي رکيوَ."

"انهن کي ظالمن جي فوج ڏانهن موڪليندي منهنجي دل رت روئي رهي آهي. توهان جي ۽ انهن جي ضد اسان کي مجبور ڪري وڌو ورنہ اسان ڪڏهن بہ اجازت ڪو نہ ڏيون ها. چڱو هاڻي انهن کي الوداع ڪريو."

ماءُ دل کولي ٻچڙن کي ڏٺو. ڀاڪر لاءِ ٻئي ٻانهون کولي ڇڏيائين. ڄڻ اهي دنيا جو اڻ مئيو خزانو کٽي آيا هجن. ٻار ڊُڪڙي ڀائي ماءُ جي ڀاڪر ۾ گم ٿي ويا.

"منهنجا شهزادو! توهان کي مبارڪ هجي. ڏسو منهنجي ٿڃ جي لڄ رکجو. جوان مردن وانگر تلوار جا جوهر ڏيکارجو. ائين نہ ٿئي جو ماڻهو چون تہ زينب جا پٽ دشمن کي پٺي ڏئي ڀڳا." زينب سلام الله تعاليٰ عليها ٻارن کي تڪڙو تڪڙو نوان ڪپڙا پارائي سندن وار ٺاهي رهي هئي. پيٽڙون اچي ويون. ڪائي هٿيار ٺيڪ ڪرڻ لڳي، ڪائي دستار ٺيڪ ڪرڻ لڳي، ڪنهن جوتن جون ڪهيون ٻڌيون.

"ادا، هڪڙي کي بہ جيئرو نہ ڇڏجو نهر جو گهاٽ کولي ڇڏجو پوءِ اسان ڍؤ ڪري پاڻي پيئنداسين. اجايل سڪينہ کي هر طرف پاڻي ئي پاڻي نظر ايندو هو.

"ها، توهان صرف بہ ۽ اهي هزارين آهن. پر اهي بزدل توهان جي جتين جي دز برابر بہ نہ آهن. ڪبريٰ بنت حسين ﷺ چيو.

"اهي فاسق ۽ ضمير فروش آهن. توهان حق جا علم بردار آهيو." بانو رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو.

"اهو سمجهي ڇڏيو تہ هي حق ۽ باطل جي لڙائي آهي، حق کي سدائين سوڀ ٿيندي آهي. توهان جي شهادت ئي توهان جي سوڀ آهي. توهان نہ رهندا مگر توهان جو نالو هميشہ دنيا وارن جي زبان تي زندهہ رهندو. حق کي مڃڻ وارا توهان تي درود موڪليندا." ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها دعائون ڏيندي، انهن جون پيشانيون چميون.

”ذلت جي هزار سالن جي زندگي کان عزت جو موت گهڻو اُتم آهي. منهنجا ٻچڙا مون کي خبر آهي تہ توهان ٽن ڏينهن جا اڃارا آهيو مگر خبردار پل ۾ بہ درياهہ جي طرف نہ نهارجو. غش کائي ڪري پئو تہ بہ پاڻي کان پري رهجو جيستائين امام ؑ اڃارو آهي. سڪينہ جي نڙي اڃ ڪري سڪل آهي، ننڍڙو اصغر سڏڪي رهيو آهي. اسان نيٺ پاڻي مڪروهہ آهي. انهن جون نڙيون سڪل رهن تہ اسان پاڻي ڇتا پيئي سگهون.“ ماءُ کين سمجهايو.

”امان توهان بلڪل ڳڻتي نہ ڪريو اسان پنهنجين اکين کي بہ پاڻي ڪونہ ڏيکاريندا سين. جيڪڏهن اسان جا قدم ٿورو بہ ڏکن تہ بيشڪ اسان جي لاش تي ڳوڙهو بہ نہ وهائجان. بس هاڻي تہ اسان کي الوداع ڪريو. ڪٿي دشمن ميدان خالي ڏسي شينهن نہ ٿي وڃن.“

زينب مجسم ماءُ ٿي ٻنهي کي سيني سان لڳايو هزارن سالن جي وڏي عمر جون دعائون ڏنائين، منهن چميائين ۽ ٻارن کي الوداع ڪيائين. انهن جي وڃڻ سان ٿي خالي هٿ دعا جي لاءِ مٿي ڪيائين:

”اي پروردگار منهنجي حقير قرباني قبول ڪر.“

عون ۽ محمد ٻئي هڪ جيڏا هيا. ٻئي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جا پٽ ڪونہ هئا، انهن مان هڪڙو ان جي ساهيڙيءَ جو پٽ هو ان جي ڄمڻ وقت ماءُ بيمار ٿي پئي ۽ ٿيڃ سڪي ويس تہ مڙس جي ٻنهي ٻارن کي زينب سلام الله تعاليٰ عليها ئي ٿيڃ پياري ۽ پالي وڏو ڪيو. اها ٻنهي جو فرق وساري ويٺي هئي. اهو بہ ياد ڪو نہ هيس تہ ڪهڙو ان جو پيٽ ڄائو آهي ۽ ڪهڙو ان جي ساهيڙي جو ٻچو آهي، نہ وري ٻارن کي خبر هئي. انهن ڪڏهن بہ فرق محسوس ڪونہ ڪيو انهيءَ ڳالهہ جو اهو ثبوت آهي تہ ان ڀاءُ تان قربان ڪرڻ وقت ٻنهي ۾ ڪوئي فرق محسوس ڪونہ ڪيو. ان جي ماءُ کان اجازت وٺڻ جي بہ ضرورت محسوس ڪونہ ڪيائين، پنهنجو سمجهيائين ۽ خدا جي واٽ ۾ قربان ڪري ڇڏيائين. ٻئي ننڍڙا سپاهي وڏي شان سان فخر مان خيمي منجهان نڪتا تہ عباس، علي اڪبر ۽ قاسم ؑ انهن کي هٿن تي کڻي گهوڙن تي سوار ڪيو. امام ؑ ٻنهي گهوڙن جا لغام پڪڙي اڳتي روانا ڪيا. ٻنهي کي پيار ڪيائين. ٻارن کي وڃڻ جي ڏاڍي گهڻي تڪڙ

لڳي پئي هئي. ڏچي رهيا هيا تہ ڪٿي بزرگ پنهنجو خيال نہ بدلائين، ۽ انهن کي روڪي نہ وجهن. اک ڇنڀ ۾ بہ چمڪندڙ ستارا مٽي جي ڪڪرن ۾ گم ٿي ويا.

امام ﷺ پنهنجا لاڙڪ ٻانهن سان اگهيا ۽ ڏٺو تہ بدنصيب ڀيڻ خيمي جو پردو اوٽ ڪري گم سم نظرن سان مٽيءَ جي ڪڪرن ۾ پنهنجا لال تلاش ڪري رهي هئي.

ٻارن کي ڇا آهي. اهي تہ وڏن وڏن طوفانن کي راند سمجهي ويهندا آهن. عون ۽ محمد جهڙا معصوم اکيون ٻارڙي ڪان ئي قتل و غارت کي ڏسي ڏسي ٻڌيون ٿي ويون هيون. ٿوري ٿوري ٻهاني سان وچ چوراهن تي معصوم ٻارن جا قتل ٿيندا رهندا هيا. سپاهي ٻي ڏوهي ماڻهن جي پٺين تي ڪوڙا وسائيندا هيا، سر وڏي مسجد جي ٿنڀن تي رکي ڇڏيندا هيا. ٻار ڏسندا رهندا هئا.

انهن کي گهٽو ڪيڏڻ ٽپڻ ۽ گهٽين ۾ گهمڻ ڦرڻ جي اجازت ڪونہ هئي. ٻارڙي ڪان ئي انهن کي سمجهايو ويو هو تہ اهي عام ٻارن کان مختلف آهن. انهن جو گهڻو وقت لکڻ پڙهڻ ۽ لڙائي جي فن جي مهارت حاصل ڪرڻ ۾ گذرندو هو. ابوالفضل عباس ﷺ انهن ننڍڙن سپاهين جا سردار هيا. ڪين روزانو مشق ڪرائي ويندي هئي. ڪيترا دفعا حڪومت ان تي پابندي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ امام (ﷺ) خفيہ فوج تيار ڪرائي رهيا آهن. حڪومت سان مقابلي لاءِ سپاهي تيار ڪري رهيا آهن. مگر ڪنهن ثبوت جي موجود نہ هجڻ ڪري پيچا ڳاڇا بند ٿي وئي.

مگر دشمن جي فوج تي امام ﷺ جي سپاهين جي دهشت ويٺل هئي. عجيب عجيب ڳالهيون ٻڌيون هئائون تہ امام(ﷺ) جي سپاهين کي تلوار هلائڻ جا انوکا گر سيکاريا ويا آهن. جيڪي عام ماڻهن جي ڄاڻ ۾ بہ ڪونہ آهن.

مگر جڏهن عون ۽ محمد دليري سان گهوڙا ڊوڙائيندا ميدان ۾ آيا تہ اهي انهن کي وات ڦاڙي ڏسندا رهجي ويا. بيشڪ اهي غدارن سان جنگ ڪرڻ لاءِ آيا هيا، پر ڪير بہ ٻارن کي ڪهڻ لاءِ ڪونہ آيو هو. پهلوان پهلوانن سان وڙهندا آهن. عجيب مقابلو هو هڪڙي پاسي

خونخوار وڏا پهلوان ننهن ڪان چوٽي تائين لوهيون زرهون پهريل، هٿيارن سان سٽيل ۽ ٻئي پاسي ٻه ننڍڙا معصوم ٻار! جيڪي تن ڏينهن جا اڃارا هيا. پر پنهنجن چپن تي زبان گهمائڻ ڪي به پنهنجي گهٽتائي تي سمجهيائون. انهن کي ذبح ڪرڻو هو انهن جو خون وهائڻو هو جو اهو ئي حاڪم جو حڪم ۽ وقت جي تقاضا هئي.

شرم ۽ پشيمانيءَ مان انهن پهلوانن جا ڪنڌ جهڪي ويا. پنهنجي طاقتور ۽ صحتمند وجود تي شرم اچڻ لڳن. انهن تي هٿ کڻڻ ۾ هبڪ محسوس ٿيڻ لڳي. اهي نون ۽ ڏهن سالن جا ٻار جن جا ڪير وارا ڏند پچي اچا نيڪ طرح سان نڪتا به ڪونه آهن. گلن جهڙا چهرا، روشن پيشانيون. انهن جي اچڻ سان جنگ جو سڄو ميدان ٻهڪي ويو.

"هي ڪهڙي مذاق آهي. ٻارو وڃو ڪاٺي چيبٽ يا زخم اچي ويو ته توهان جي ماءُ متو پڪڙي روئيندي" هڪڙي بدتميز پهلوان چيو ۽ کلڻ لڳو.

"اي گستاخ. زبان سنڀالي ڳالهاءِ، خبر اٿئي ته اسان جي ماءُ ڪير آهي؟ شيرِ خدا جي بهادر نياڻي زينب (سلام الله تعاليٰ عليها) اسان جي ماءُ آهي، مان عون آهيان."

"مان محمد آهيان."

"اسان علي ابن ابي طالب ﷺ جا ڏوهٽا ۽ جعفر طيار ﷺ جا پوٽا آهيون. اسان جي عمر تي نه وڃ. اسان جي تلوارن جو وهڪرو ڏس."

"اسان حق جي لاءِ زنده رهياسين ۽ اڄ حق جي لاءِ جان قربان ڪرڻ جو دل ۾ ارمان کڻي آيا آهيون. مگر دل ۾ پهريائين هن دنيا کي توهان جي پليت وجود کان پاڪ ڪرڻ جو عزم کڻي آيا آهيون."

ٻه وجون چمڪيون. انڌاري ۾ ٻه شعلا ڀڙڪو ڏئي اڳتي وڌيا ۽ دشمن جي لشڪر جا حواس گم ٿي ويا.

ٻار وار مٿان وار ڪري رهيا هيا. انهن پهريائين ته هنن ٻارن کي اهميت ڏيڻ ۾ پنهنجي صلاحيتن جي توهين سمجهي، ٻارن سان مقابلو ڪري ڪير پاڻ تي ماٺهو ڪلائي. پوءِ انهن جي رتبي جو خيال ڪري تلوارون هيٺ ڪري ڇڏيائون. پر جڏهن ٻارن واقعي تلوارن جا جوهر

ڏيڪارڻ شروع ڪيا تہ روڪڻ لاءِ ڊالون ڪڻي اڳيان ڪيائون. بي رحم هجڻ جي باوجود بہ ٻارن تي هٿ کڻڻ ۾ تڪليف ٿي رهي هين.

سنجيل گهوڙن، توريل تڪيل تلوارن جي حملن، ٿوريءَ ئي دير ۾ ٻارن بچاءُ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏين.

ٻارن جي بهادريءَ ۽ لڙائيءَ ڪرڻ جي فن کي ڏسي دشمنن جي وات مان بہ واهہ واهہ نڪري وئي. ابن سعد جي پيشاني تي گهنج پئجي ويا.

”ختم ڪريو اهو تماشو.“ ان پيڪي ڏئي چيو ”۽ ٻارن کي گرفتار ڪريو.“ مگر ٻارن کي گرفتار ڪرڻ ٽانڊن کي مٺ ۾ جهلڻ ڪان بہ وڌيڪ مشڪل ثابت ٿيو. ڏسندي ئي ڏسندي اهي صفن کي چيريندا اندر آيا ۽ پوءِ قيامت برپا ڪري ڇڏيائون. ڦيرو ڏئي سلامتيءَ سان موٽي ويا. گهڙي کن لاءِ جدا ٿي ٿيا. هڪٻئي جو نالو وٺي سڏيائون ٿي، پوءِ گهوڙا پاڻمرادو هڪٻئي جي ويجهو موٽي آيا. ٻارن هڪٻئي جو هٿ پڪڙي دل کي تسلي ٿي ڏني، هڪٻئي جي حملي تي خوشيءَ جو اظهار ٿي ڪيائون.

هاڻي پنهنجي زخمي ٿيڻ جو وقت اچي وين. گهاو لڳي رهيا هيا. رت وهي رهيو هو مگر حوصلو بلند هين. ارادا جوان هين.

امام ؑ جي خيمي مان ماڻهو لڙڪن پريل اکين سان ٻنهي کي ڏسي رهيا هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي هٿن مان خيمي جو پردو ڇڏائجي ٿي ويو. ان تڙپي وري ٻنهي هٿن سان پڪڙي ٿي ورتو. اکڙيون خشڪ هيون. دل رت روئي رهي هئي. هر اهو وار جيڪو ٻارن جي جسم تي لڳي رهيو هو ان جي چوٽ ماءُ جي هيان تي لڳي رهي هئي.

”خبردار پاڻيءَ طرف نہ ڏسجان، امان جون نظرون اسان طرف ئي آهن.“ عون محمد کي چيو ٿي.

”ڏاڍي اڃ لڳي آهي، جيڪڏهن پاڻي ملي وڃي ها تہ واقعي اسان انهن کي مزو چکائي ڇڏيون ها. مگر اسان درياهہ جي طرف هرگز ڪونہ ڏسنداسين، پر چا علي اصغر لاءِ هڪڙو ٻڪ پاڻي کڻڻ ۾ گناهہ آهي؟“

محمد جواب ڏنو: ”درياهہ ڪو گهٽجي تہ ڪونہ ويندو.“

ابوالفضل عباس ؑ بيقرار هيا. هر هر چئي رهيا هيا:

"آقا اجازت هجي تہ مان وڃي ٻنهي کي سمجهائي راضي ڪري وٺي اچان."

"نہ مان ٿو وڃان. منهنجا شاگرد آهن. منهنجو چورڻ ڪونہ موٽائيندا." علي اڪبر چئي رهيو هو. "ٻارن جي همت جواب ڏئي رهي آهي."

"قاسم تون بہ گڏ وڃين. توهان ٽئي وڃو ۽ ٻارن کي وٺي اچو. اسان انهن جا زخم ڏسي نٿا سگهون." امام ﷺ ٽڏو ساهہ کڻي حڪم ڏنو.

"جيڪڏهن ڪنهن منهنجي ٻارن کي انهن جي قسمت کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مان مٿي اگهاڙي خيمي مان نڪري پونديس." زينب سلام الله تعاليٰ عليها رت ڀريل اکين سان چئني طرفن ڏي نهاريو. "اهي پاڻهي اچي ويندا. انهيءَ شان سان جنهن شان سان شهسوار ايندا آهن. منهنجا پٽ بہ جانبازن وانگر جنگ جي ميدان مان موٽندا، ماٽتن جي ڪلهن تي."

"غضب خدا جو اهي ٻار ڀڦي اسان جو سهارو آهن. واري تي ڪري ساهہ ڏين. مون کان اهو برداشت ڪونہ ٿيندو." علي اڪبر ﷺ گهوڙو گهمايو.

"چو زبان مان خراب وائي ٿو ڪڍين. ڇا تون منهنجو پٽ ڪونہ آهين. خدا نہ ڪري جو مان لاوارث هجان. الله منهنجي پاءَ کي وڏي ڄمار ڏئي، ان جي آڏو منهنجن پٽن جي ڪهڙي حيثيت آهي. اهڙا هزار پٽ هجن تہ حسين تي قربان ڪري ڇڏيان. هرو ڀرو جو ضد ڪري، منهنجي دل نہ ڏکايو. عباس مون کي خبر آهي، عون ۽ محمد تو کي پنهنجي اولاد کان گهٽ پيارا ڪونہ آهن، مگر اڄوڪو ڏينهن پيارن کي قربان ڪرڻ جو آهي، منهنجي طرفان نہ سهي، پنهنجي طرفان قرباني سمجهہ. قرباني موٽائي ڪونہ ورتي ويندي آهي. بس اها ئي دعا آهي تہ اها قبول ٿي وڃي."

ٻار زخمن کان چور ٿي زمين تي ڪرڻ لڳا. اڳتي وڌي هڪٻئي تي ٿيندڙ وار سهڻ لڳا. هاڻي ڪنهن ۾ بہ برداشت ڪرڻ جي طاقت نہ رهي هئي. امام ﷺ هڪدم گهوڙي کي اڙي هنئي. عباس، علي اڪبر ۽ قاسم ﷺ بہ پيڇو ڪيو. انهن کي ايندو ڏسي ظالم هجوم ڪنڌڙي پڪڙي ويو.

ٻارن جو دم نڪري رهيو هو. امام ﷺ ٻنهي کي ڪٽي سيني سان لڳايو ۽ انهن جي رت ۾ پرجي ويا. ٻارن مامي سائينءَ جي ڳچي ۾ ٻاڪر وڌو ۽ سندن ساهه نڪري ويو.

امام ﷺ پاڻ ۽ پٽ جي مدد سان ٻارڙن کي ڪٽي واپس آيو. زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ ٻانهون کولي ڇڏيون. جڻ زندگي جو عظيم تر انعام ملي رهيو هجي. ٻارن کي گوڏن تي سمهاري رت ۽ مٽي سان ڀريل مکڙن کي رئي سان صاف ڪيائين. منهن سان منهن ملائي چيائين:

"والله اهڙي بہ ڪهڙي غفلت جي ننڊ. ماما سائين بيٺا آهن ۽ توهان کي ڪنهن ڳالهہ جي پرواهہ ئي ڪو نہ آهي. منهنجا پيارو توهان پنهنجي پيءُ جو حق بہ ادا ڪري ڇڏيو."

سيني ٻيبين ڏک ۾ پنهنجا وار کولي ڇڏيا. ڪنڌ جهڪائي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي چوڌاري ويهي رهيون.

"ڇو ڇا ٿيو؟ ڇا خدانخواستہ منهنجو ڪوئي گذاري ويو؟ توهان جي ارمان جو سبب؟ نہ. ٻيبيو نہ. منهنجا لال فوت ڪونہ ٿيا آهن. اڄ انهن کي جاوداني حياتي نصيب ٿي آهي. ائين ڀلا سياٽي ڪنهن بيماريءَ ڪري فوت ٿين ها. ڪالرا جو بک ٿي وڃن ها. مگر هي رتبو حاصل ڪري ڪونہ سگهن ها. جيڪو حسين ابن علي ﷺ تان قربان ٿي ڪري نصيب ٿيو اٿن. مون کي مبارڪون ڏيو جو مان وڏي ڀاڳ واري ماءُ آهيان. ڏنوَ ڪونہ تہ منهنجا لال شينهن مڙس آهن. هڪڙو دفعو دشمنن کي بہ باور ڪرائي ڇڏيائون تہ حسين ﷺ جي فوج ۾ ڪهڙا ڪهڙا همت وارا سپاهي آهن."

"زينب. زينب. هاٽي تہ جيئڻ کان وهشت ٿي رهي آهي. انهن معصومن جي رت ۾ مٽي کان پيرن تائين پرجي ويو آهيان. خدا واسطي هاٽي مون کي وڃڻ ڏيو. مون کي يقين آهي تہ مون کان پوءِ انهن لعنتي فوجين جي ڪاوڙ ختم ٿي ويندي جيڪي چند سر باقي آهن اهي بچي وڃن اها ئي غنيمت آهي."

مگر هوڏانهن عباس ۽ علي اڪبر ﷺ ۾ ٻيهر بحث ٿي رهيو هو.

"اسان پنهي مان هڪڙي کي اجازت ڏيو." ٻئي ضد ڪري رهيا هيا ۽ امام ﷺ ڪنهن فيصلي ڪرڻ کان لاچار ٻنهي جو منهن ڏسي رهيا هيا.

عون ۽ محمد جي شهادت سان زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي ڏهن سالن جي ڪمائي لٽجي وئي، ان جي جهولي رت سان ڀرجي وئي ته قاسم جي امڙ جو غيرت مان ڪنڌ جهڪي ويو. صبح کان ميدان مان لاش مٿان لاش اچي رهيو هو ته اها سيني کان اکيون لڪائي هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺي هئي. هاڻي برداشت جي قوت جواب ڏئي وئي. ويٺي ويٺي سوچڻ لڳي:

يا خدا. زينب جي قرباني قبول ٿي ۽ مان پنهنجي لال کي لڪايون ويٺي آهيان. پيڻ کان وڌيڪ ته ڀاءُ تي حق هوندو آهي. قاسم کي ته سيني کان اڳ وڃڻ کپندو هو. قيامت جي ڏينهن فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس. زينب سلام الله تعاليٰ عليها سان ٻه اکيون ملائيندي شرم مان پاڻي پاڻي ٿي وڃان ٿي. سيئي ويا ... بس امام ﷺ جي جان کان اڳ علي اڪبر ۽ عباس ﷺ جو وارو آهي. ڇا اهي ٻه هليا ويندا، تڏهن منهنجي لال جو وارو ايندو. نه، اهي ٻئي ته سڄي ڪٽنب جا سهارا آهن، امام ﷺ جا هٿ ۽ بازو آهن. عباس ته علم بردار آهن. ڇا اسان جو نشان هيٺ ڪرندو تڏهن قاسم کي هوش ايندو. گهبرائي اٿي. پيار مان پٽ کي سڏي معلوم ڪيائين.

"چو منهنجا چنڊ. هاڻي ڇا جو انتظار آهي. چاچي پنهنجو فرض پورو ڪري ڇڏيو. توکي پنهنجو نياڻو ٻڌائڻ جو شرف بخشيائين جو اهائي تنهنجي پيءُ جي وصيت هئي. هاڻي تو کي پنهنجو فرض ادا ڪرڻو پوندو. منهنجا چنڊ منهنجي عزت تنهنجي هٿ ۾ آهي."

"امان مان ته صبح کان ضد ڪري رهيو آهيان، منٿون ڪري رهيو آهيان، مگر چاچا سائين اجازت ڪونه ٿا ڏين. پر هاڻي اسان فيصلو ڪري ڇڏيو آهي . ڀلي ان کي گستاخي سمجهيو وڃي، پر اسان پنهنجي اُستاد ۽ علم بردار عباس بن علي ﷺ کي پاڻ کان اڳ ۾ هرگز وڃڻ ڪونه ڏينداسين."

قاسم ابن حسن ﷺ وڏي جوش مان چيو.

”ڇڱو تون وڃ، جهٽ پٽ ۾ ڪنوار ڪان موڪلائي اچ. مان امام ﷺ وٽ وڃي تنهنجي سفارش تي ڪريان. اڄ تائين انهن ڪڏهن به منهنجي ڳالهه ڪونه ٽاري آهي.“

قاسم ڪنڌ جهڪايون. پنهنجي هڪڙي رات اڳ پرڻيل معصوم ڪنوار سان آخري ملاقات ڪرڻ لاءِ ان جي خيمي ۾ ويو. اڪيون ڪولڻ سان ئي هڪبئي کي پنهنجو سمجهيو هئائون. انهن کي بزرگن جي فيصلي جي خبر هئي ته جوان ٿي اهي هڪبئي جا ٿي ويندا. هڪڙي ئي گهر ۾ گڏ کيڏندا ۽ گڏ تعليم حاصل ڪندا رهيا. هونئن به آلِ رسول پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ هيا. سڄو خاندان هڪبئي سان ٻڌل هو قاسم ﷺ ۽ فاطمه ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي وچ ۾ اهو ٻنڌڻ اڃا به وڌيڪ مضبوط ٿي ويو هو. پاءُ جي وصيت پوري ڪرڻ لاءِ امام ﷺ فاطمه ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها سان قاسم ابن حسن ﷺ جو نڪاح ڪري ڇڏيو هو. عجيب وقت هو ۽ اها عجيب ۽ غريب شادي هئي.

قاسم ابن حسن ﷺ خيمي ۾ داخل ٿيو ته گڏ کيڏندي وڏي ٿيل هڪڙي رات اڳ پرڻيل ڪنوار کان، مرڻ لاءِ اجازت گهرڻ جي خيال کان، ننهن کان چوٽي تائين ڏڪڻ لڳو بس ايستائين ساٿ هيو وقت انهن کي هڪبئي کان ڌار ڪري رهيو هو. آخري دفعو ان کي ڪجهه چوڻو هيس. ڪجهه ٻڌڻو هيس. اکين ۾ لڙڪ هيا. دل ۾ درد هيو ۽ زبان گونگي هئي. قاسم ﷺ کي ڏسي ڪنوار ٻنهي هٿن سان چهرو لڪايو ۽ چادر ڇڪي مٿي تي رکي. قاسم ﷺ جي دل وڏي زور سان ڌڙڪي رهي هئي. اهو گم سم بيٺو ان جي مينديءَ لڳل ننڍڙن ننڍڙن هٿڙن ۽ پيرن کي ڏسي رهيو هو ٿن ڏينهن جي اڃ ڪري چپڙا خشڪ هيا. زبان ڪنڊا ٿي وئي هئي، مشڪل سان چيائين:

”اسان کي شادي راس ڪونه آئي. تون ئي ٻڌاءِ اسان ڇا ڪريون. ڇا چاچا سائين کي اهڙي وقت ۾ ڇڏي، منهن لڪائي پٺي ويجون. اهي قتل ٿي وڃن. خون ۾ وهنجي وڃن ۽ اسان زنده رهون. ڪجهه زبان سان ته چئو اتي وڃي رهيو آهيان، جتان ڪير به موٽي ڪو نه ايندو آهي، هڪڙو دفعو پنهنجو چهرو دل ڀري ڏسڻ ڏي، پوءِ موقعو ڪٿي ملندو.“

حسين ﷺ جي نياڻيءَ اکين تي هٿ رکي ڇڏيا ۽ سڏڪا ڀرڻ لڳي.

"والله، ملڪ عدم جي مسافر ڪان شرمائي رهيا آهيو. اهو نسورو ظلم آهي. اسان وٽ ايترو وقت به ته ڪونه آهي، جو توهان کي ميڙائي وٺون. موت جي پڪار ڪنن ۾ پڙاڏو ڪري رهي آهي. توهان کي ڇڏي وڃڻ لاءِ دل بلڪل راضي نٿي ٿئي، پر قسمت ۾ جدائي لکيل آهي."

پوءِ به ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي زبان مان هڪ لفظ به ڪو نه نڪتو. بس دل گهٻرائڻ لڳس. هنيانءَ تي ڇريون وهڻ لڳس ۽ ڇهري تي بيوهه پٽو ڇائنجي ويس.

"ڪجهه ڳالهايو نه. اسان جا ڪن توهان جي آواز ٻڌڻ لاءِ سِڪي رهيا آهن."

ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها ڇهري تان هٿ هٽايا. ڏڄندي ڏڄندي اکڙيون مٿي کنيائين، ڪجهه چوڻ گهريائين، پر زبان مان آواز ڪونه نڪتو. اکڙيون وري جهڪي ويس.

"ته پوءِ جڏهن قتل گاهه مان اسان جو لاش ايندو، تڏهن به ائين شرمايون وينا رهندا، ڏک به ڪونه ڪندا، روئيندا به ڪونه."

قوتِ برداشت جواب ڏئي وئي. معصوم ڪنوار هنيانءَ ڦاٽي روئڻ لڳي. لڙڪن ڀريل اکين سان ٽڪ ٻڌي نهاريائين. جيئرو ڦاٽي اکين ۾ اچي ويو.

"سچي عمر نباهڻ جو واعدو ڪاڏي ويو؟ سڀ وسري ويا؟ ڇا انهيءَ لاءِ هٿ ورتو هوَ ته وچ سير ۾ ڇڏي هليا ويندا. اسان اکيون کلڻ سان صرف توهان کي ڏٺو ۽ پوءِ ڪير به اکين ۾ ويهي ڪونه سگهيو."

"اسان به توهان کي ئي پنهنجو سڀ ڪجهه سمجهيو."

"وچو ته ٿا، پر اسان کي به ته جيئڻ جو ڍنگ ٻڌائيندا وڃو."

"ڪبرا بنت حسين (ﷺ) توهان بهادر پيءُ جون بهادر نياڻيون آهيو. اسان کي ڪل خوشيءَ سان الوداع ڪيو. خدا واسطي لڙڪ نه وهايو. توهان کي حاصل ڪري زندگي ڪيتري پياري لڳي رهي هئي، توهان کي وڃائڻ جي خيال سان دل جو خون ٿي رهيو آهي. بس ڪائي واهه ڪونه آهي، اسان جي خوشيءَ تي موت کي ساڙ ٿي پيو. اسان جو گڏجڻ منظور نه هيو. اي چاچي جي لاڏلي! والله، مرڻ لاءِ دل ڪونه ٿي

چئي. بس اها ئي تمنا آهي تہ سچي عمر ائين ئي ويٺو توهان جي صورت ڏسندو رهان. مگر تمام جلد اهي اکيون ٻوٽجي وينديون. هي دنيا گم ٿي ويندي. بهشت برين ۾ بہ توهان جي جدائي جو ڏک ستائيندو. اهو مديني وارو گهر. اهي مڪي جون گهٽيون. توهان جو ڳالهہ ڳالهہ تي کلڻ. اهي شوخيون. شرارتون ۽ پوءِ هڪدم سنجيدو ٿي فنا ۽ ثبات جي فلسفي ۾ گم ٿي وڃڻ..."

"ڪاش مان توهان جي مٿي جي موڙ وارن سڪل گلن وانگر خوشنصيب هجان ها. جيڪي توهان سان گڏ جنگ جي ميدان ۾ وڃي رهيا آهن. توهان هوڏانهن وينداءِ هتي اسان جو ساهہ نڪري ويندو."

"نہ. نہ. توهان نہ رهيون تہ اسان جي لاش تي ماتم ڪير ڪندو. اسان جو سوڳ ڪير ملهائيندو. جڏهن تصور ۾ توهان کي پنهنجي غم ۾ وڪريل وارن ۽ لڙڪن پريل اکڙين سان ڏسان ٿو تہ موت جو خوف ختم ٿي وڃي ٿو. چڱو قاسم جي جان هڪڙو دفعو مسڪرايو تہ توهان جي مرڪ اسان لاءِ هن اونداهين راهن ۾ لاٽ جو ڪم ڏيندي."

"اي صاحبزادا. ڪنوار جي ڳالهين اهڙي دل موهي وڌي جو پنهنجي فرض کي بہ وساري ويٺين." قاسم جي امڙ پڪاريو.

امڙ جو آواز ٻڌي قاسم ﷺ ڇرڪ پريو. وڏين ميڙن منٿن سان روئندي سڏڪندي ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي پنهنجي سيني کان جدا ڪيائين ۽ مڙي ڏسڻ کانسواءِ تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪري ويو. ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها دامن پڪڙيندي رهجي وئي.

خيمي ۾ ماتم برپا ٿي ويو. بيبيون مٿو پٽڻ لڳيون.

"هاءِ هاءِ انسانو هي ڪهڙو انڌير آهي. هڪڙي رات اڳ پرڻيل ڪنوار جو سهاڳ لٽجي رهيو آهي. معصوم ٻچڙي جي دنيا ويران ٿي رهي آهي."

"خدارا زبان تي خراب وائي نہ آڻيو منهنجي لاڏلي جي ڇڄ سنبري رهي آهي." قاسم جي امڙ لڙڪ اگهي ڇڙيا ۽ فرمايو.

قاسم ﷺ جڏهن ٻاهر نڪتا تہ ڏٺائون تہ امام ﷺ غمگين بيٺا آهن. قاسم ﷺ ڊچي ويا. ڪاٿي عورتن جو روڄ راڙو ٻڌي امام ﷺ ارادو

نہ بدلائي ڇڏين ۽ هن کي وڃڻ کان روڪي ڇڏين. بيقرار ٿي انهن جي قدمن تي ڪري پيا.

"چاچا سائين، توهان کي بابا سائين جو قسم! هن وقت مونکي نہ روڪجو. خدا واسطي اجازت ڏيو."

"ادا، بيوهہ ڀاڄائي جو بہ توهان تي ڪجهہ حق آهي. اجازت ڏيوس." قاسم جي امڙ چيو.

"حسين، قاسم کي توهان جي پناهہ ۾ ڏنم. هن کي سرخرو ٿيڻ جو موقعو ڏجو. ڇو تہ اهو ان جو حق اهي." پري کان شهيد پيءُ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيس.

امام ﷺ ڀائٽي کي سيني سان لڳايو.

"جيڪا رب جي رضا. منهنجا ٻچڙا وڃ. تنهنجي جدائي جو داغ بہ سهڻو پئجي ويو. ڪهڙو فرق ٿو پوي، تون اڳ ۾ وڃ. اسان بہ تنهنجي پويان اچي رهيا آهيون. بس گهڙي کن جي دير آهي. اهو بہ نصيب ۾ لکيل هو تہ اسان پنهنجي لاڏليءَ نياڻيءَ جو سهاڳ پنهنجي هٿن سان اجاڙيون. قسمت جي لکيل کي ڪير ٿو ٽاري سگهي."

پوءِ پنهنجن هٿن مبارڪن سان دستار ٻڌي ٻنهي طرن کي ان جي سيني تي لٽڪايائون، گريبان ڪفن وانگر ڦاڙيائون، چيلهہ سان تلوار ٻڌائون، پوءِ ڪجهہ سوچي آهستي چيائون:

"قاسم، جيڪڏهن ڪبري کي وٺي پوئين پاسي کان نڪري وڃين تہ هن گوڙ ۾ ڪنهن کي بہ خبر ڪو نہ پوندي، جڏهن توهان بني سعد قبيلي وارن تائين پهچي ويا تہ ڪوئي بہ خطرو ڪونہ رهندو. توهان ٻئي بچي ويندا."

"مگر پنهنجي ضمير جي ملامت کان بچي ڪيڏانهن وڃي سگهندس. جيڪڏهن توهان کي منهنجي جان ايتري ئي پياري هئي تہ مون کي دمشق جي دربار ۾ پلجڻ لاءِ ڇڏيو ها، مون کي پنهنجي پاڪ جهولي ۾ ڇو نپايوَ؟ مان توهان جو حڪم نٿو مڃي سگهان."

"شهزادا، غلط نہ سمجهہ. اهو واضح ڪرڻ منهنجو فرض آهي تہ مون سڀ پابنديون ختم ڪري ڇڏيون. منهنجي طرفان تون آزاد آهين، جتي وڃڻ چاهين وڃي سگهين ٿو."

”مان توهان جي غلاميءَ جي مقابلي ۾ هر آزاديءَ کي ٺڪرايان ٿو.“

معصوم ٻانٽي جي ڇهري تي جلال جي ڳاڙهاڻ ڏسي امام ؑ کي شهيد ڀاءُ ياد اچي ويا.

”منهنجي ڀڄڙي خوشنصيب آهي، جنهن کي قاسم جهڙو ور مليو. توڙي جو اهو ٻنڌڻ ٿوري وقت وارو ٿيو.“ جوش ۽ جذبات مان امام ؑ جي نڙي ويهي وئي.

قاسم ابن حسن ؑ گهوڙي کي اڙي هنئي. هڪڙي وڄ چمڪي ۽ ظالمن جي لشڪر تي نازل ٿي وئي.

نوجوان قاسم کي ڏسي هڪڙو دفعو ته ظالمن جون پتر دليون به ميڻ ٿي ويون. ٻارپڻو وڃي رهيو هو ۽ نوجواني اچي رهي هئي. هڪڙي رات اڳ پرڻيل ڪنوار جي تصور جو خمار اکين ۾ هيرن وانگر جوت جڳائي رهيو هو. اڃا هٿن جي مينديءَ به ڪونه لٿي هئي، موڙوارا سڪل گل اڃا تائين زلفن ۾ وچڙيل هيا. ٻانهن ۾ ڪنهن جي ٿڙڪندڙ جسم جو احساس ٿي رهيو هو. نئين نويلي ڪنوار کي سڏڪندو روئيندو ڇڏي، موت جي راتيءَ سان ٻاڪرين پوڻ جو ويلو هو. سنهڙي سيپڪڙي جسم تي زره عجيب بي تڪي لڳي رهي هئي، ڄڻ ڪو ڇوڪرو ڪل ٻوڳ ۾ روپ ڌاري آيو هجي. حياتي جي مزن کي ڇڏي، ايڏي پيار سان انسان موت جي راند کيڏڻ لاءِ ڇو مجبور ٿي ويندا آهن؟ ملڪ گيريءَ جي هوس نئين نئين انداز ۾ امن ۽ سلامتي جو قتل ڪندي آهي.

جڏهن قاسم ابن حسن ؑ خوشيءَ مان رجز پڙهڻ شروع ڪيو ته ٻڌڻ وارن جي ڪنن ۾ پگهاريل شيهو لهڻ لڳو. ٻڌڻ جي صلاحيت پرزا پرزا ٿي وين ۽ جنگي جوانن جون تلوارون ٻاٽمرادو جُهڪي ويون. ڪنهن ۾ به روڪڻ جي طاقت نه رهي. سهڻي جوان جو منهن زور گهوڙو آنڌاري ۽ طوفان جي رفتار سان ڊوڪيندو، وڄون ڪيرائيندو، قيامت برپا ڪندو، ششدر لشڪر منجهان لنگهي ويو. تلوار مان شعلا وسڻ لڳا ۽ صفن جون صفون ڪُهي ڇڙ وڇڙ ڪري ڇڏيائين.

فرات جو پاڻي رت هاڻو ٿي ويو.

ابن سعد خوف مان ڏڪندي ارزق شامي کي پڪاريو:

"اي شام جي ڌرتيءَ جا جوڌا، ڇا ٿو ڏسين. لشڪر بدحواس ٿي رهيو آهي. قدم اڳتي وڌاءِ. هي طوفان نه ٻڙڇي ۽ ڀالن سان ٿو رڪجي ۽ نه ڦندن ۾ ٿو ڦاسي. پهلوان اڳتي وڌ ۽ انهيءَ ڇوڪري کي ٻڙڇي هڻي قصو ختم ڪر. تو کي انهيءَ شرير ڇوڪري جي منڍي ڪپڻ تي دل گهريو انعام ملندو. شايد توکي خبر هوندي ته قاسم جو وجود وڏيءَ اهميت جو حامل آهي. اهو حسن(ﷺ) جو پٽ ۽ حسين (ﷺ) جو نياڻو آهي، اهو اسان جي آقا جو اهم ترين دشمن آهي. ان جي دل ۾ اسان جي خلاف ٻن طرفن کان باهه ٻري رهي آهي، هڪڙو ته پنهنجي پيءُ جي شهادت جي ڪاوڙ ٻيو پنهنجي چاچي ۽ سهري جي حمايت جو جوش. ان جي سر جو حقدار مان تو کي ئي سمجهان ٿو ڇو ته تون فوج جو سيني کان پلو ويڙهو آهين."

ارزق شامي وڏو پهلوان هو. تلوار جي هڪڙي جنبش سان صفون لوڏي ڇڏيندو هو ان جو نالو ٻڌي هٿن مان تلوارون ڪري پونديون هيون ۽ وڏن وڏن ناليوارن بهادرن جو پتو پاڻي ٿي ويندو هو. جنگ لاءِ ان جو نعرو ٻڌي پهاڙ ڦاٽي پوندا هيا، پڪي مري مري پٽن سان گڏ ڪرڻ لڳندا هيا ۽ درياهه پنهنجي پئي ڇڏي پوئتي هٽي ويندو هو.

ان لاءِ مشهور هو ته جيڪڏهن لوهه کي مٺ ۾ رکي پڪوڙي ته ان مان پاڻي ٽپڪڻ لڳندو هو جيڪڏهن زمين تي زور سان لت هڻي ته ان جي ڦاٽڻ سان لاوو ايرڻ لڳندو. اهو زين ۾ هٿ وجهي سوار کي گهوڙي سان گڏ مٿي کڻي ڦيرائي ڦيرائي اهڙي زور سان هيٺ اڇليندو هو جو ڪفن دفن ڪرڻ جي به گنجائش ڪونه رهندي هئي. سوار گهوڙي سان گڏ ڪيترا هٿ هيٺ زمين ۾ اندر دٻجي ويندو هو. ڪلهوڪي پيدا ٿيل حسن ﷺ جهڙن ڇوڪرن کي ته اهو ڦوڪ سان اڏائي ٿي سگهيو مگر ابن سعد جو حڪم ٻڌي بگڙي ويو.

"اي امير، تون ڀنگ ته ڪونه پي آيو آهين. مان ان جي ڏاڏي علي ابن ابو طالب (ﷺ) سان مقابلو ڪري چڪو آهيان. ان جي هٿان شڪست کائي به سربلند مڃيو ويس، جو ان جي سامهون ته پهاڙ به سرمو ٿي ويندا هيا. مان چونڊيل مشهور ۽ معروف پهلوانن کي ڌوڙ ڪري چڪو آهيان، ان وات ڳاڙهي ڇوڪري سان مقابلو ڪرڻ

منهنجي فوجي مهارت جي توهين آهي. دنيا مون تي ڪلنديءَ مان جيڪو رستم پهلوان تي بہ فلڪ ڪونہ آڻيندو آهيان. منهنجي تلوار جي ڏار جو تاب ڏسڻ سان ئي مخالف انڌا ٿي ويندا آهن. مان پاڳل ٿي ويو آهيان جو ان گرانٽ جيڏڙي ڇوڪري سان وڙهان. منهنجا چارئي پٽ نهايت دلير، جنگي جوان ۽ شينهن مڙس آهن. انهن مان ڪنهن هڪڙي کي موڪل. منٽن ۾ ختم ڪري ڇڏيندس.“

ارزق شاميءَ جا چارئي پٽ ڇوڙ لاءِ تہ پيغمبرِ خدا جي امت مان هيا، مگر عملن ۾ شيطان جا چيلا هيا. انهن کي ڏسي يزيد جي چيلي جنگ جو حڪم ڏنو. انهن مان جيڪو سڀني کان گهٽ ڪمزور هيو سو بہ جهڙي تهڙي هاٿيءَ کان گهٽ ڪو نہ هو. ان کي اشارو ڪري چيائين، ”وڃ ۽ اک ڇنڀ ۾ انهيءَ ڇوڪري جي منڊي وڍي اسان جي آڏو حاضر ڪر. حسن (ﷺ) جو پٽ آهي ۽ حسين (ﷺ) جو نياڻو آهي، لڳي ٿو ان کي پنهنجي مڱڻي تي گهڻو غرور آهي. جڏهن معصوم ڏيءَ پنهنجي گهوٽ جي لاش تي مٿو پٽيندي تہ حسين (ﷺ) کي اسان سان مقابلو ڪرڻ جو مزو اچي ويندو. وڃ، ۽ ان کي بي ڏڙڪ ڪهي ڇڏ. انعام ۽ اڪرام سان مالامال ٿي ويندين. امير المومنين تو کي پنهنجي هٿن سان خلعت پارائيندو عزت سان مان مٿانهون ڪندئي. جڏهن ان جو سر ڪٽي شهنشاهہ جي خدمت ۾ پيش ڪندين تہ اهڙو بي حساب عزت ۽ رتبو حاصل ڪندين. جو پيڙهي در پيڙهي ۽ اولاد در اولاد سرخرو ٿي ويندين. منهنجا شير، اڳتي وڌ جو زندگيءَ ۾ اهڙا موقعا وري وري ڪونہ ايندا آهن. فوج ۾ هزارين انهي سونهري موقعي لاءِ دين ۽ ايمان وڃائڻ لاءِ تيار آهن. مگر تون ارزق شاميءَ جو فرزند ارجمند آهين. اسان انهيءَ عزت جو اهل تو کي ئي سمجهون ٿا. پهلوان انهيءَ ڪري فائدو حاصل ڪر.“

حق جي جذبي ۽ دولت جي هوس جو مقابلو هو. قاسم بن حسن ﷺ جي هٿ ۾ قدرت الاهي جي مدد شامل هئي. ايمان ۽ يقين جي جوش سان سينو تاڻجي ويو هو. هڪ ٻئي پٺيان چارئي پٽ مقابلي لاءِ آيا ۽ مٽيءَ ۾ ملي ويا.

چئن جوان ۽ پهلوان پٽن جي موت ارزق شامي کي پاڳل ڪري ڇڏيو. اهو ڪاوڙ ۽ نفرت ۾ باهہ وانگر ڀڙڪي ويو. اکين ۾ ٽانڊا پرجي آيس. وات مان تندور وانگر شعلا نڪرڻ لڳس. ڪپڙا ڦاڙي ديو وانگر دانهون ڪندو، صفن کي چيريندو جيڪو سامهون آيس ان کي ماريندو هڪڙي پهاڙ وانگر نڪتو. ڪلهي تي ڏيڍ مڻ جي ڪمان، ننهن کان چوٽي تائين لوهي زرهہ ۾ بند. گجندو ڏوڪيندو نازل ٿيو. ائين پئي لڳو ڄڻ ڪنهن طوفاني ديوَ کي لوهي ڄار ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي. امام ﷺ جو انهيءَ مصيبت کي قاسم ﷺ ڏانهن وڌندي ڏٺو تہ سموريون اميدون دم ٽوڙي ويون. وڏيءَ حسرت مان عباس ﷺ کي فرمايائون:

"بس ادا قصو ختم، لڙائي ختم ٿي وئي. حسن ﷺ جو يتيم ٻچو هاڻي شهيد ٿيڻ وارو آهي. موت جو پوت ان ڏانهن وڌي رهيو آهي. منهنجي ٻچڙيءَ جو سهاڳ بس ڪجهہ گهڙين جو مهمان آهي. پوءِ قبلي ڏانهن منهن ڪري دعا لاءِ هٿ مٿي ڪنيائون: "اي زمين ۽ زمان جا خالق، پاڪ ذات وارا رب، تون جيڪو دنيا جو رکوالو آهين، منهنجي قاسم کي ارزق شامي، جي شر کان بچاءِ، رحيم ۽ ڪريم آهين، ان کي بچاءِ جو منهنجي شهيد ڀاءُ جو ٻچڙو آهي. معصوم ڪنوار جي اميدن جو سهارو آهي. پروردگار رحم ڪر، مان توکان حسن لاءِ ابدي حياتي ڪونہ ٿو گهران. بس ڪين انهيءَ بگهڙ جي هٿان موت نہ ڏي"

هيڏانهن امام ﷺ جي دل مان نڪتل دعائون خدا جي بارگاهہ ۾ پهتيون، بدبخت ارزق شامي هوڏانهن قاسم ﷺ ڏانهن وڌيو ۽ گجگوڙ ڪندي چيو:

"اي اسڪولي ڇوڪرا! هوشيار ٿي، مان ديون جي اولاد کي بہ چپٽيءَ سان مهٽي سرمو بڻائي چڪو آهيان. منهنجي هڪڙي ڦهري نظر سان لشڪر جا لشڪر رستي جي ڌوڙ ٿي ويندا آهن، مان اهو قهر آهيان جنهن کان ڪير بہ بچي نٿو سگهي."

قاسم ﷺ ڪلندي للڪاريو:

"اجائي لباڙ نہ هڻ! الله ڊاڙ هڻندڙن کي پسند ڪونہ ڪندو آهي. غرور ۽ تڪبر جو ڪنڌ هميشہ هيٺ هوندو آهي. مان ننڍيءَ عمر جو سهي، مگر منهنجو يقين ۽ ايمان تو جهڙي فاسق ۽ گمراهہ کان گهٽو

مٿانهون آهي، مان ان امام ﷺ جو پرستار آهيان، جيڪو حق جي لاءِ سر سان ڪفن ٻڌي آيو آهي. وڏو وات ڦاڙي ڪن نہ ڪاءُ. ڪجهہ مڙسي اٿئي تہ هٿ ڏيکار اسان بہ تہ ڏسون تہ تون ڪهڙي راند جو کيڏاري آهين. ڪير وڏو آهي ۽ ڪير ننڍو اها هاڻي ئي خبر پئجي ويندي“

ارزق شاميءَ ڪاوڙ مان پيڪي ڏئي حملو ڪيو. قاسم ﷺ گهوڙي کي بس هڪڙو قدم چوريو گهوگهٽ سر ڪندو پاسي کان نڪري ويو.

قاسم علي السلام وري ٺهڪ ڏنو.

”تنهنجي ڏولهہ تنهنجي لاءِ مسئلو ٿي ڪري. ڏس تہ تنهنجي بار جي ڪري تنهنجي گهوڙي جي چيلهہ جهڪندي ٿي وڃي. ڪجهہ سنڀالينس، ڪٿي تو سان گڏ گهوڙو ويهي نہ وڃي. ان غريب مٿان ڪيترن لاشن جيترو وزن آهي. هڪڙو تہ تنهنجو پنهنجو بار مٿان وري زرهہ ۽ هٿيارن جو وزن ۽ سيني کان وڌيڪ تنهنجي سر تي جو موت سوار آهي، ان جو وزن. توبهہ توبهہ، تون بس بار ئي بار آهين.“

پهرين ئي مقابلي ۾ نوجوان قاسم جي هوشياري ۽ ارزق شامي جي ٿلهي بيڊولائپ جو فرق ظاهر ٿي ويو. تلوار هٿ مان ڪري پري وڃي پئي. ان چڙ مان نيزو بلند ڪيو. قاسم جي بہ مُنهين تلوار جي هڪڙي ئي وار سان هڪ مان ٻہ ٿي ويو.

هاڻي ارزق ڪمان سنڀالي ۽ تيش ۾ اچي تير چڪڻ لڳو. قاسم بن حسن ﷺ جي تيرن کان بہ تيز نظر جو تاب سهي نہ سگهيو. حواس خطا ٿي ويس، هٿ ڏڪي ويس ۽ تير ڪري پيس. قاسم ﷺ ان کي چيڙائڻ لاءِ وري ٺهڪ ڏنو.

”اڙي بيوقوف تون تہ صرف گوشت جو وزني ٽڪرو آهين. ڪمبخت ورزش لاءِ اٿ ويهہ ڪندو ڪر تہ جيئن اها چربي ڳري“

غيض ۽ غضب مان ارزق شاميءَ جون اکيون ٻاهر نڪري آيون. قاسم ﷺ جي چيڙائڻ ڪري تنگ اچي ويو. ان جي پنهنجي فوج جا سپاهي بہ چپن ۾ مرڪي رهيا هيا. اهي ان پليت کي هڪڙي ننڍڙي عمر واري ڇوڪري جي هٿان خوار ٿيندو ڏسي دل ئي دل ۾ خوش ٿي رهيا هيا. ڪميٽو بس ائين ئي ٻين تي رعب ڪندو هو. پنهنجي ڏولهہ

جو رعب ڄمائيندو هو اڄ پول پڌرا ٿي رهيا هيس تہ سيني کي مزو اچي رهيو هو.

امام حسين ﷺ جي خيمن مان ننڍا وڏا جهاتيون پائي اهو تماشو ڏسي رهيا هيا. ڪيڏو ڪرتب باز آهي، رڇ کي ٽڪٽڪي جو ناچ نچائي رهيو آهي. ابو الفضل عباس ﷺ بہ گهوڙو وڌائي اڳتي اچي ويا ۽ وڏي مزي سان انهيءَ دلچسپ ۽ کل ڏياريندڙ لڙائيءَ جو مزو وٺڻ لڳا. زبان مان هر هر نڪري ٿي ويس:

"سبحان الله. واهہ منهنجي جان قاسم مرحبا. ها اهو ئي موقعو آهي. شاباس، ساڄي پاسي کان."

قاسم ﷺ تلوار لهرائي ۽ ارزق جو ساڄو ڪن ڦهڪو ڪري ڪريو. هر پاسي کان ٺهڪ اچڻ لڳا. پريشاني جي باوجود ابن سعد پنهنجي کل روڪي نہ سگهيو. ان کي يقين هو تہ بس گهڙي کن ۾ ارزق ڇوڪري کي ڪِول وانگر مهٽي ڇڏيندو. هڪڙو ڪن ڪپجي ويو تہ ڪهڙي خرابي آهي، پهلوان جو ڪو حسن ڪو نہ گهٽجي ويندو.

راند ئي تہ آهي بس هن پهلوان جو دماغ ٺيڪ ٿي ويندو. خدا ڄاڻي پنهنجو پاڻ کي ڇا ٿو سمجهي.

ارزق چنگهي رهيو هو. پنهنجن ئي فوجين جا ٺهڪ ٻڌي ڪاوڙ مان اجا بہ وڌيڪ ابتا سبتا وار ڪرڻ لڳو. گهوڙو ان جي بار کان ڪٻڙو ٿيندو پئي ويو. ڪيترا ڀيرا ائين لڳو تہ هاڻي اجهو ڪريو ئي ڪريو. ڪڏهن هڪڙو هٿيار ٿي ڪنيائين، ان کي بيڪار سمجهي ٻيو ٿي ڇڪي ورتائين، مگر جڏهن ٻيو ڪن بہ ڪٽجي ڪري پيو تہ کل بہ ڦڪي پئجي وئي. ڪجهہ هنيلن ٺهڪن ڪانسواءِ هر ڪو وات بند ٿي ويو. ابو الفضل عباس آواز ڏنو: "تن ڏينهن جو بکيو ۽ اجارو آهين. بس کيل ختم ڪر."

"اوستاد جيڪو حڪم." قاسم جي تلوار چمڪاٽ ڪيو ۽ توريل تڪيل هڪڙي ئي وار سان هڪڙي پيل پاوي جا ٻہ ٽڪرا ٿي ويا.

"مبارڪ هجيوَ" امام ﷺ جي خيمي مان صدا بلند ٿي. خوشي مان عباس ﷺ کان ڳوڙها وهي پيا.

"چاچا سائين، توهان جي دعا آهي. توهان جهڙا اوستاد هجن تہ توهان جا اهڙا شاگرد ڪامياب ڪيئن نہ ٿيندا. جڏهن پنيءَ تي پنهنجي امام ﷺ جو هٿ هجي تہ سوپ لازمي قدم چمندي آهي. چاچا سائين، ڏاڍي اڃ آهي، ڪاش ہہ ڍڪ پاڻي ملي وڃي. پوءِ ڏسو تہ اهي لکين ماڻهو مٽي ٿي وڃن."

ارزق جهڙي پهلوان کي ڪرندو ڏسي، يزيد جي فوج تي راڪاس گهمي ويو. مذاق ٿي مذاق ۾ ڳالهہ ڪٿان ڪان ڪٿي پهچي وئي. سيني جا هوش گم ٿي ويا. ڇرڪي بيوقوفن وانگر هڪٻئي جو منهن ڏسڻ لڳا. ابن سعد غيض ۽ غضب مان ٽاندن وانگر ٻرندي گاريون ڏيڻ شروع ڪيون:

"نمڪ حرامو بزدلو ڪهڙو بيٺا منهن ڏسو. اهو ڇوڪرو ٻاهہ جي چٽنگ آهي. هڪڙو هڪڙو ٿي انهيءَ جو مقابلو ڪندا تہ توهان سيئي گجر موريءَ وانگر ڪپجي ويندا. سيئي گڏجي حملو ڪريو. هڪدم يلغار ڪريو."

"مگر اهو تہ عربن جي جنگي اصولن جي خلاف آهي، اڪيلي تي وار ڪرڻ انتهائي بزدلي آهي." سپاهيءَ چيو.

"ڇا توهان کي پنهنجي بزدليءَ ۾ اڃا ڪو شڪ آهي. ڇا اهو ثابت ڪو نہ ٿي ويو آهي تہ توهان ڇسا ۽ ڊڄڻا آهيو. بس جنگي اصول رکو پنهنجي کيسي ۾ ۽ جيڪڏهن پنهنجي سر جو خير گهرو ٿا تہ هڪدم گڏجي حملو ڪريو. فڪر ڇو ٿا ڪريو. سيني جو ڌيان هن تماشي ڏانهن آهي. هوڏانهن ڏسو. اسان جي ٻرڇي بردار ٽولي امام جي خيمن تي پٺيان کان حملو ڪري ڏنو. بس گهڙي ڪن ۾ قصو ختم ٿي ويندو."

اهو چئي ابن سعد تلوار سان خيمن ڏانهن اشارو ڪيو. خيمن تي پٺيان کان حملو! زنانن خيمن تي. جيئن ئي قاسم ﷺ انهي ڏوڪي ۾ اچي پني ڦيرائي تہ ابن سعد جي خاص دستي ان تي حملو ڪيو.

ابوالفضل عباس ﷺ قاسم ﷺ جي فتح ۽ ارزق جي پوئتي هٽڻ ۽ قتل جي خوشخبري ٻڌائڻ امام ﷺ جي خيمي ڏانهن وڃي رهيو هو. گوڙ ٻڌي موٽيو مگر ڪم تمام ٿي چڪو هو. قاسم بن حسن ﷺ جي

سواريءَ جي پٺي خالي هئي. ڪجهه بہ نظر نٿي آيو. مٿي ۾ ڌوڙ سان آسمان ڪارو ٿي رهيو هو هزارين تلوارون چمڪي ساڳي ئي نشاني تي ڪري رهيون هيون، رت ۾ ٻڏي اُيبون ٿي رهيون هيون. امام ﷺ پريشان ٿي ميدان ۾ نڪري آيا. انهن کي خالي هٿين پنهنجي طرف ايندو ڏسي حيرت ۾ ورتل سپاهي پٺي ڏئي ڀڳا. هڪدم سيئي وري پٺتي هليا ويا. آدم خور ڳجهن وانگر پري وڃي مڙي مڙي ڏسڻ لڳا.

ڌوڙ ويهي وئي تہ امام ﷺ ڏٺو، قاسم ﷺ گهوڙن جي سنبن سان چڪنا چور ٿي، واريءَ ۾ پورجي ويو آهي. سڪرات جي حالت ۾ ڪرڙيون هڻي رهيا آهن. سڪل چپڙن تي ڪنڌا ٿيل زبان لٽڪي پئي آهي. جهڪي ان جي منهن سان منهن ملائي ٻارن وانگر روئڻ لڳا. بيحال ٿيل ٻار آخري هڏڪي پري ۾ هميشہ لاءِ سمهي رهيو. قاسم ﷺ جو لباس ليڙون ليڙون ٿيل هيو جسم ۾ ڇهري تي گهوڙن جي نعلن جا گهرا نشان هيا.

جڏهن امام ﷺ لاش کڻي خيمي طرف آيا تہ فضا رضي الله تعاليٰ عنها چرين وانگر دانهون ڪرڻ لڳي:

"اي بيبيو! ڪنهن کي پردو ڪرڻو هجي تہ اها پري ٿي وڃي. گهوٽ خير سان سيج کي سجائڻ لاءِ اچي رهيو آهي. اي ڇوڪريون، ڪنوار کي وٺي اچو. ڪهڙيون لاپرواهہ پيٺون آهن. گهوٽ ياءُ جي مٿان پلوَ وجهو. اي ڪنوار جي امڙ، اي بيبي ڪٿي ويٺي آهين. ڏاج ڪٿي اڇ." ٻڌڙي فضا رضي الله تعاليٰ عنها ڳالهائيندي ڳالهائيندي هڪدم ماٺ ٿي وئي. قاتل اکين سان رت ۾ ٻڏل لاش کي ڏنائين ۽ امام ﷺ جي قدمن ۾ ڪري بيهوش ٿي وئي.

امام ﷺ قاسم جي لاش کي ياجائي جي سامهون رکيو پوءِ پيٺ کي چيائون:

"وڃ زينب. بدنصيب ڏيئڙي کي وٺي اچ. چئجان هن وقت اسان کان ڪهڙو شرم؟ گهوٽ جو آخري ديدار تہ ڪري وٺ."

ايتري ۾ سڪينہ دانهن ڪئي: "بابا سائين، ڪبري پيڻ تہ الله کي پياري ٿي وئي. ان جو دم نڪري ويو."

قاسم ﷺ جي امڙ اونداهين اکين سان پٽ جي لاش کي تڪي رهي هئي. تن ڏينهن جي اوجاڳي، بک ۽ اڃ، چئني طرفن کان واڪو ڪندڙ موت حواسن تي وڄ ڪيرائي ڇڏي. عجيب عجيب ڳالهيون ڪرڻ لڳي.

"قاسم، منهنجا شهزادا اٿ. تنهنجي چاچي امان ڇا سوچيندي منهنجا لال اُٿُ. ڪنوار جي پنيءَ تي هٿ رکي درود شريف پڙهه. قربان وڃانءِ اهڙي بيهوشي جي ننڊ به سٺي ڪونه آهي. پٽ پاسو ته بدلاءِ چنڊ، مون ڏانهن ته ڏس. الله ڪنوار جو به خيال ڪو نه اٿئي."

ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جو گهوٽ جو لاش ڏٺو ته اندر مان دل ڏاريندڙ آهه نڪتس ۽ قدمن ۾ سر جهڪائي چيائين:

"شهنشاهه خطا معاف ڪريو. انهيءَ ڪم بخت شرم کي باهه لڳي، موڪلائڻ وقت لفظ به زبان مان ڪونه نڪتو. الله مگر ايتري سخت سزا، بس ايترو چئو بدنصيب ڪبريٰ وڃ، تو کي معاف ڪري ڇڏيو."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها دل کي قابو ڪيو. ڇوڪري کي سيني سان لڳائي اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

"واهه شهزادا، ڇا قبر ۾ سمهڻ لاءِ گهوٽ ٿيا هيا. قاسم وڏي بي واجبي ڪئي اٿئي. منهنجي ننڍڙي ڪنوار ڇوڪري کي روئيندو ڇڏي پاڻ هليو وئين."

امام ﷺ ڏک ۾ پيڙا کان بيحال ٿيل نياڻيءَ جي مٿي تي هٿ رکيو. اها سندن قدمن تي ڪري پئي.

"بابا، مان ڪيڏي بدنصيب آهيان."

"نه پٽ، تون خوشقسمت آهين. قاسم جهڙا مڙس نصيبن وارن کي ئي ملندا آهن. يلا سوچ جيڪڏهن تنهنجو مڙس ظالمن جي فوج جو هڪڙو فرد هجي ها ته ڇا تون پنهنجي سهاڳ تي فخر ڪرين ها."

"نه بابا، اهڙي وڏي خراب دعا نه ڏيو مگر قاسم کي ڪاري لباس کان نفرت هئي، ان کي ڳاڙهو رنگ پسند هو. مان ڪارا ڪپڙا ڪيئن پائيندس. نه نه، اهي چوڙيون نه ڀڃو قاسم انهن کي چمي ڏني هئي. هاءِ ابن حسن! تو کان اهڙي بيوفائي جي اميد ڪونه هئي.

اي موت مون تنهنجو ڇا بگاڙيو هو جو.

تون منهنجي زندگي جون سڀ بهارون ڪسي ورتيون.
مون تہ ڪڏهن ڪِول ڪي بہ ڪونہ ماريو آهي،
پوءِ ڇو مان جيئري مري ويس!

قاسم ابن حسن ﷺ جي موت امام ﷺ کي جيئري ماري ڇڏيو. پاءُ پٽ کي ان جي پناهہ ۾ ڏني، اهو سوچيو هوندو تہ ان جي زندگي سنورجي ويندي. امام ﷺ ان کي اولاد وانگر پاليو. سٺي تعليم ڏنائين، لڙائي جو فن سيکاريائين، پوءِ پياري ڏي بہ ان سان پرڻايائين.

آخر ۾ موت بہ انهن جي ڪري آيس!

دل تي ڏکن جا پهاڙ هيا. ڪنڌ جهڪايون پنهنجي خيمي ۾ ويٺا هيا. ڪيترا خيما ويران ٿي ويا. ڪربلا جو ميدان پيارن جي لاشن سان ڀرجي ويو. بس هڪڙو عباس رهجي ويو آهي ۽ هڪڙو پٽ علي اڪبر. ٻيو پٽ بہ تقريبن موت جي بستري تي آهي، جنهن کي لڙائي ڪونہ ڪاڏو ان کي مرض نپوڙي ڇڏيو. سادات جو خاندان ڦرجي ويو.

اڄ ۽ ٻک جي ڪري بدن ۾ ڏڪڻي هين. مرجهايل چهرا. سڪل چپ، سيني ۾ دم گهٽجي رهيو هو. درد کان دل ٻڏي رهي هئي. وارن تي مٽين مٺي، هٿن تي پيارن جو خون. ڇا خود اهو ڪو موت کان گهٽ آهي. دوستن ۽ عزيزن جا رت ۾ ٻڏل لاش کڻندي کڻندي ڪلها ٿڪجي ويا هيا. گهڙي گهڙي هر فرد سان گڏ مرڻو ٿي پيو.

هيڏانهن عباس ﷺ افسوس مان هٿ ملي رهيو هو. هوڏانهن علي اڪبر جي دل ۽ جگر خاڪ ٿي رهيا هيا. زندگي عذاب ٿي وئي هئي، ڪلهن تي سر بار لڳي رهيو هو. عباس ﷺ گهريو ٿي تہ ڀهريائين اهو امام ﷺ تان قربان ٿئي، مگر علي اڪبر ضد ڪري رهيو هو تہ نہ امام ﷺ کي عباس ﷺ پٽن کان بہ وڌيڪ پيارا آهن. ٻيو تہ اهي علم بردار آهن. علم جو جهڪي وڃڻ شڪست جي نشاني آهي. امام ﷺ جي جان ۾ جيستائين ساهہ آهي، اهي هارائي نٿا سگهن، علم جُهڪي نٿو سگهي.

عباس ﷺ چئي رهيا:

”نہ علي اڪبر. سجاد جي حياتيءَ جو ڪهڙو ڀروسو علي اصغر بہ انهيءَ اڄ جي شدت کي ڪيستائين برداشت ڪري سگهندو. ڏئي

وٺي تون ئي هڪڙو آهين. تو کي جيئڻو پوندو. ورنہ منهنجي آقا جو نسل ختم ٿي ويندو. تنهنجو غم ان کي جيئري ئي ماري وجهندو.“

”هن دنيا ۾ هاڻي اسان جي نسل جو ڪوئي ٺڪاڻو ڪونہ آهي. مان انهيءَ معاملي ۾ وڏو خودغرض آهيان. خدا ڪري مان انهن جو غم نہ ڏسان. بابا پنهنجي هٿن سان مونکي قبر جي حوالي ڪن. اهائي منهنجي آرزو آهي.“

”سبحان الله! ڪهڙي تہ سٺي دعا ڪري رهيا آهيو. ڇا اڃا ڪا ڪسر باقي بچي آهي. توهان جي موت جو داغ بہ سهڻو پوندو؟ اسان جي خيال ۾ تہ توهان هاڻي اسان کي وڃڻ ڏيو. توهان جهڙا جوان وڃن ۽ اسان توهان جو ڏک سهڻ لاءِ جيئندا رهون. هاڻي هن ڪراڙي وجود ۾ برداشت جي طاقت ڪو نہ رهي آهي، اسان کي وڃڻ ڏيو. اسان هاڻي گهڻو ٿڪجي پيا آهيون. هاڻي اسان کان زندگي جو بار کنيو نٿو وڃي.“

”اهو تہ هرگز ڪونہ ٿيندو. اسان جي هوندي توهان جو وار بہ ونگو نٿو ٿي سگهي.“

ٻنهي هڪ زبان ٿي چيو. ايڏي پريشانيءَ جي باوجود امام ؑ مسڪرائڻ لڳا.

”توهان سمجهو ٿا تہ توهان ٻئي شهيد ٿي ويندا، پوءِ بہ اسان زنده رهنداسين. توهان ٻئي اسان جي جان آهيو. توهان کان پوءِ اسان کي زنده انسانن ۾ شمار ڪرڻ ظلم ٿيندو. توهان ٻنهي جو موت اسان جو موت هوندو.“

”آقا، معاف ڪجو. مان نافرمانيءَ تي مجبور ٿي پوندس. عباس زنده هجي ۽ حسين ڏانهن ڪير ميري نظر سان ڏسڻ جي جرئت ڪري. آقا جلدي ڪريو. اسان مان هڪڙي کي اجازت ڏيو. دشمن جون فوجون بيچين ٿي رهيون آهن. ڪٿي بي حيائي تي نہ لهي اچن ۽ اسان کي غافل ڏسي زنانن خيمن تي حملو ڪري ڏين.“

”پيارا، مگر سوال اهو آهي تہ مان توهان ٻنهي مان ڪنهن کي اجازت ڏيان؟ فيصلو ڏاڍو ڏکيو آهي. عباس تون شيرِ خدا جي امانت آهين. جمڻ سان ئي توکي انهن منهنجي جهوليءَ ۾ ڏئي ڇڏيو هو ۽ فرمايو هو حسين وٺ، هي تنهنجو آهي.“

"جي آقا! دنيا ۾ جڏهن مون پهريون دفعو اک کولي تہ توهان جو ئي چهرو انور نظر آيو توهان جي جهولي ۾ ويهي بزرگن جا ڪارناما ٻڌا. توهان جي آڱر پڪڙي دنيا ڏٺي، توهان پڙهايو لکايو ۽ لڙائيءَ جي فن سکڻ ۾ مدد ڪئي. مون سدائين توهان کي پنهنجو والي، وارث بلڪ آقا مڃيو."

"عباس، مونکي خبر آهي تہ جيڪڏهن تون منهنجي چوڪيداري نہ ڪرين ها تہ مون کي ڪڏهوڪو ختم ڪيو وڃي ها. اها منحوس لڙائي مون تنهنجي آسري تي وڙهي آهي ۽ ان کان علاوه توکان پوءِ هن علم جي نشان کي ڪير برقرار رکندو؟ عورتن ۽ ٻارن کي بہ بس تنهنجو ئي آسرو آهي."

اوچتو عورتن ۽ ٻارن جي خيمن مان روڄ راڙي جون دانهون بلند ٿيڻ لڳيون، عباس ﷺ تڪڙو ٻاهر ويا. هڪدم پوئين پيرين موٽيا. ان جو ساهہ ڦوڪيل هو اکيون لڙڪن سان ڀريل هيون.

"آقا! مان جنگ جي ميدان ۾ وڃڻ لاءِ اڳ ڪٽڻ نٿو گهران، مگر مون کان هاڻي ٻارن جي اڃ ڏٺي نٿي وڃي. ڪجهہ بہ ٿئي سڀ کان پهريائين پاڻي آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي."

"مگر ادا، درياهہ تائين پهچڻ لاءِ رت جي درياهہ کي پار ڪرڻو پوندو."

"آقا! سمجهان ٿو مگر ان کان سواءِ ڪو چارو بہ تہ ڪو نہ آهي. خدا واسطي مون کي وڃڻ جي اجازت ڏيو. ٻارن جو روئڻ ۽ سڏڪڻ مون کي پاڳل ٿو ڪيو ڇڏي، مان لڙائي جي ارادي سان ڪو نہ ٿو وڃان، ٻارن لاءِ پاڻي ڪٽي اچڻ لاءِ وڃڻ ٿو گهران. شايد انهن کي رحم اچي وڃي ۽ مان پاڻي آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃان."

"ادا، اهو توهان جو وهم آهي، ٻہرن کان ٻير گهرڻ جي تمنا ٿا ڪريو. ٻارن جي حالت تہ مون کان بہ نٿي ڏٺي وڃي. اهي سون چاندي ڪونہ ٿا گهرن، قارون جو خزانو نٿا گهرن، بس نڙي آلي ڪرڻ لاءِ لپ کن پاڻي جي گهرج اٿن. مان ڪهڙو امام آهيان جو انهن جي ايتري ضرورت بہ پوري ڪرڻ جي طاقت ڪونہ آهي، مگر عباس، ڪهڙو نہ سنو ٿئي تہ هاڻي اسان وڃون، قصو ختم ٿئي. اسان جي خون سان انهن جي اڃ ختم ٿي ويندي، تون ۽ علي اڪبر باقي بچيل خاندان کي وٺي ڪاٿي پري هجرت ڪري وڃجو."

"بابا سائين، اسان جو قسم نہ ٽوڙايو. چاچا کي نہ تہ مون کي پاڻي کڻي اچڻ جي اجازت ڏيو."

علي اڪبر پيرَ پڪڙي ورتا.

"مان ان کان اڳ بہ پاڻي آڻي چڪو آهيان. مان واعدو ٿو ڪريان تہ پاڻيءَ جي لاءِ لڙائي ڪو نہ ڪندس، انهن جي سامهون هٿ ٻڌي خيرات گهرندس. علي اڪبر تون خيمن جي پهريداري کان بہ غافل نہ رهجان. لعنتين کي خبر آهي تہ ظلم ۽ ستم جي لاءِ رستو صاف ٿي چڪو آهي. آقا، انهيءَ بحث ۾ قيمتي وقت برباد ٿي رهيو آهي. خدا جي واسطي مون کي اجازت ڏيو."

"ادا ويجهو توهان کي الله جي حوالي ڪيو. پاڻي آڻڻ جو تہ بهانو آهي. توهان ويجهو ٿا ۽ اسان روڪي نٿا سگهون. يا الله، مجبوريءَ جي بہ ڪا حد ٿيندي آهي."

جيئن ئي خيمن ۾ اها خبر پهتي تہ ابوالفضل عباس کي اجازت ملي وئي آهي ۽ اهي پاڻي جو بندوبست ڪرڻ لاءِ وڃي رهيا آهن تہ اڌ مئل جسمن ۾ ساهہ پئجي ويو. ڪيترو وڻندڙ لفظ آهي 'پاڻي.' غش ٿيل ٻار بہ چرڪ پري اٿيا. مئل جسمن ۾ صرف پاڻي جي نالي سان ئي ساهہ پئجي ويو. ٻار لوٽا، گلاس، گهگهيون کڻي چئني طرفن کان عباس ﷺ کي وڪوڙي ويا.

"چاچا سائين، هاڻي تہ آواز بہ ڪونہ ٿو نڪري، زبان ايڏي خشڪ ٿي وئي آهي جو تارون بہ چلجي رهيو آهي." ننڍڙي سڪينہ ان جي گوڏن ۾ منهن رکيو.

عباس ﷺ جي زندگي جي ساٿياڻيءَ جو ان جي وڃڻ جي خبر ٻڌي تہ ننهن کان چوٽيءَ تائين ڏڪي وئي. فضا رضي الله تعاليٰ عنها کي ڪن ۾ چيائين:

"چا ملڻ کان سواءِ هليو ويندو؟ الله! وڃي چئوس تہ توهان جو پٽ توهان کي ياد ٿو ڪري، منهن ڏيکاري وڃو. هڪڙو پيرو پيار سان سيني سان تہ لڳايو."

هوڏانهن ٻار آهہ زاري ڪري رهيا هئا:

"پيارا چاچا سائين، خدا جي واسطي اڄ لاهيو اصغر اڄ ڪري ايترو تہ بيحال ٿي ويو آهي جو هاڻي روئي بہ نٿو سگهي. هاڻي تہ اڄ ڪري هنيانءَ ٿو ڦاٿي."

"منهنجا ٻچڙا، بس ٿوري دير وڌيڪ صبر ڪريو پوءِ ڍؤ ڪري پاڻي پئجو توهان جي دل وندرائڻ لاءِ ڪونہ ٿو چوان. توهان جي سر جو قسم اسان پاڻي وٺي ئي موٽنداسين."

هوڏانهن زال پريشانيءَ ۾ بيٺي ڪنبٽي مان ڏڪي رهي هئي. شرم وچان مڙس ڏانهن نظر کڻي ڏسڻ جي بہ همت ڪو نہ هيس. وڇڻ واري کي روڪي بہ نٿي سگهي. عباس ﷺ آيا ۽ چيائون:

"اهي وار ڇو کولي ڇڏيا اٿئي؟ تون روئي رهي آهين؟ هاڻي کان ئي اسان جو سوڳ ملهائڻ لڳي آهين؟ والله، اڃا اسان جيئرا آهيون. تو کي ڏسي ٻارڙو بہ هيسجي ويو آهي. ڇو انهيءَ ٻڪايل ۽ اڃايل کي تڙپائين ٿي. تون هڪڙي بهادر سپاهي جي زال آهين. دل وڏي ڪر. ڳوڙها تہ اگهي ڇڏ. ڇا انهيءَ روئڻهارڪيءَ صورت جي تصور کي اکين ۾ ويهاري الوداع ڪنديئن. ٻين ڏانهن ڏس، گلن جهڙن عون ۽ محمد کي ياد ڪر، ڏس تہ منهنجي آقا جي نياڻي فاطمہ ڪبريٰ ڪيڏي همت واري آهي، ان جو تہ ڪنهن سڏڪو بہ ڪونہ ٻڌو آهي. امام سائين هونئن ئي گهڻو گهبرايل آهن، تو کي روئيندو ڏٺائون تہ اڃا وڌيڪ بي حال ٿي ويندا. تو کي تہ پنهنجي نصيب تي ناز ڪرڻ گهرجي. تنهنجو عاشق مڙس هڪڙي عظيم مقصد لاءِ جان جي بازي لڳائي رهيو آهي. اجارن لاءِ پاڻي وٺي اچڻ لاءِ وڃي رهيو آهي."

گهرواريءَ جا سڏڪا ڪونہ رڪيا. عباس ﷺ ان جو هٿ پڪڙي پرسان ويهاريو.

"تون چئين تہ مان ۽ تون لڪ ڇپ ۾ پنئين رستي کان پنهنجن ٻارن کي وٺي نڪري وڃون. انهيءَ هنگامي ۾ ڪنهن کي بہ خبر نہ پوندي."

"ڇا الله تعاليٰ کي بہ خبر ڪو نہ پوندي؟"

"ان طرف کان اسان آرام سان شام پهچي ويندا سين."

"شام؟"

"اتي شهنشاهہ جي دربار ۾ وڏا وڏا انعام ۽ عهدا ملندا. تون شهزادين وانگر رهنديئن، عيش ڪنديئن."

"خدا نہ ڪري، تنهنجا دشمن وڃي بادشاهن جي دربار ۾ انعام حاصل ڪن. خدا اسان جي امام سائينءَ جي عمر وڏي ڪري، اهي ئي بادشاهن جا بادشاهہ آهن. انهن جي قدمن ۾ موت ئي بلند ترين عهدو آهي. توهان اهي ڪهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا آهيو."

گهرواري سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. "شام جي دربار جي انعامن جي مقابلي ۾ مونکي بيوهہ ٿيڻ منظور آهي."

عباس ؑ گهرواري کي ڀار سوڌو ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيو.

"جان من، مان تہ توکي آزمائي رهيو هيس."

"اهڙي آزمائش تي ڏوڙ وجهو ڇا مان توهان جي رتبي کي ڪونہ ٿي سڃاڻان. منهنجي مٿان اعتبار ڪونہ اٿوَ جو آزمايو ٿا. ڇا ڪريان، دل عجيب ڀڏتر ۾ آهي. توهان علم بردار آهيو امام ؑ جا خاص مشير آهيو تہ مان بہ انهن جي ٻانهي آهيان، مگر دل ڪمزور ٿي وڃي ٿي، وهم ستائين ٿا، ڀاڇولا ڏيکارين ٿا، مان توهان کي هاڻي ڪونہ روڪينديس. وڃو ۽ پاڻي آڻيو ٻارن جو ساهہ نڪري رهيو آهي."

عباس ؑ تڪ ٻڌي پنهنجي زندگي جي ساٿياڻي کي ڏٺو. ماڻهن جي زور ڀرڻ تي بہ ان ٻي شادي ڪونہ ڪئي هئي. گهڻيون شاديون ڪرڻ جو رواج عام هو مگر عباس ؑ کي پنهنجي زال سان عشق هو. عورتن پاڻ ان ڏانهن شاديءَ جا پيغام موڪليا، پر ان ڪنهن ڏانهن بہ ڌيان ڪونہ ڏنو. شايد انهيءَ ڪري بہ جو امام ؑ ۽ ان جي مقصد سان ايترو عشق هيس جو زندگي جي مڙني ضرورتن کي پٺي ڏئي ڇڪا هيا. ڪائڻ پيئڻ، اٿڻ ويهڻ اهو سڀ ان زندگي جي تسلسل کي قائم رکڻ لاءِ برداشت ڪري رهيو هو جيڪا ان امام ؑ جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي.

هي اهو زمانو هو جڏهن عربن ۾ سڀ رشتا ناتا ٽٽي رهيا هيا، دولت ۽ طاقت جي حاصلات پنهنجي پرائي جي فرق کي مٽائي ڇڏيو هو سڀ مطلب جا غلام ٿي ويا هيا. عباس ؑ جي اها بي لوث محبت، جيڪا ان کي پنهنجي ڀاءُ ۽ پوري خاندان وارن سان هئي، هڪڙي

عجيب ڳالهہ ٿي لڳي. ٻارڙي ٿي ڪان ئي پنهنجي پرائي، هر ڪنهن جي ڏک درد ۾ شريڪ ٿيڻ جا عادي هيا. خاص ڪري ڪمزورن، ڪراڙن، عورتن ۽ ٻارن تي تمام گهڻو مهربان هيا. انهن کي پريشان ڏسي بيقرار ٿي ويندا هيا. محنت ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ جا عادي هيا. پنهنجي والد سڳوري سان باغ ۾ پوکي راهي جي ڪم ۾ وڏي دلچسپي وٺندا هيا.

جڏهن امام حسين ﷺ سگ گهرڻ لاءِ ان جي ساهرن ۾ ويا تہ ڳالهہ ٻولهہ دوران عباس ﷺ جي عادتن ۽ خصلتن جي باري ۾ چيو:

”وڏو لاجواب انسان آهي، مگر ڏاڍو ڪاوڙيلو آهي. خدا ان جي غصي کان بچائي. باقي ائين تہ ڏاڍو مسڪين ۽ رحم دل طبيعت وارو آهي، ان جي دوستي الله جي رحمت آهي.“

سڀ وصفون آهن، الفت آهي، مروت آهي، وفا آهي،
غصو منهنجي عباس جو مگر قهرِ خدا آهي.

ماڻهن چيو:

”اها ڪهڙي ڳجهارت آهي. ڪاوڙيلو بہ آهي ۽ رحم دل طبيعت وارو بہ. يعني هڪ ئي وقت باهہ تہ برف بہ؟“

”جي، اها ڳجهارت ئي عباس آهي.“ امام ﷺ مرڪي چيو.

جڏهن عباس ابن علي ﷺ گهرواريءَ جي خيمي مان نڪتا تہ اها بيهوش ٿي بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي قدمن ۾ ڪري پئي. عباس ﷺ، ٻانهن سان ڳوڙها اگهيا ۽ پوئتي ڏسڻ کان سواءِ قدم خيمي کان ٻاهر رکڻ ٿي گهريائين تہ هبڪي بيهي رهيا.

ڏٺائين تہ وڏي ڀيڻ زينب سلام الله تعاليٰ عليها رستو روڪيون خيمي جي پردي سان چنبڙي ويٺي آهي.

”مون کان موڪلائڻ کان سواءِ وڃي رهيو هئين.“شڪايت ڪيائين.

”توهان کي ئي تہ ڳولي رهيو هوس تہ سيني کان آخر ۾ توهان جي زيارت ڪندس.“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها پردي جو سهارو وٺي اُٿيون، ڀاءُ جي پرسان آيون. جبي جون ڪهيون کولي ٻنهي ڪلهن کي چميون ڏنائين.

"ابن علي وٽ، الله تنهنجو نگهبان ۽ مددگار آهي!"

عباس ﷺ پيڻ جي ٻنهي هٿن کي چميو ۽ پيشانيءَ سان لڳايائين. انهن هٿن ڪيترا دفعا ٿڦڪيون ڏئي ننڊ ڪرائي هيس. اڄ اهي هٿ عون ۽ محمد جي رت سان ڀريل هيا.

عباس ابن علي ﷺ جي اچڻ جي خبر جڏهن ظالمن جي لشڪر ۾ پهتي تہ خوف ۽ دهشت جي لهر ڇانئجي وئي.

"هوشيار ٿي وڃو. توهان جو موت اچي رهيو آهي. دوزخ جي عذاب لاءِ سر سان ڪفن ٻڌي ڇڏيو. شيرِ خدا جو فرزند ارجمند اچي رهيو آهي. ڇا تہ شان ۽ شوڪت اٿس. ان جي شاهاڻي دٻدٻي ۽ جواني جي سونهن جي اڳيان سج بہ شرمائي ٿو. جبل ۽ بيابان ڪنبن ٿا. ڪائنات ڪنبي رهي آهي تہ سرفروشن جو سردار، دليرن جو رهنما، جانبازن جو سرتاج، علم بردار ابن علي ﷺ اچي رهيو آهي."

انهن کي ڏسي شامي سپاهي ائين ڏڪڻ لڳا، جيئن شينهن جي چنبي ۾ ٻڪري! هٿن مان هٿيار ڪري پيين، مورچا ٽٽي ويا، صفون ڇڙ وڇڙ ٿي ويون. وحشت مان ڪمان جون رسيون هٿن مان ڇڏائجي وين. تلوارون اپيون ڪيل، جڏهن بيوقوفيءَ مان پوئتي ڀڳا تہ پنهنجن جا ئي ڪنڌ ڪپيندا ويا. ڪنهن کي بہ ٻئي جي سڌ نہ رهي. پيءُ پٽ لاءِ اوپرو ٿي ويو. يا خدا هي جنگ هئي يا قيامت؟ ابن سعد گهبرائجي پنهنجن فوجين کي ڇڙٻون ڏنيون:

"بهادرو اهو ڪهڙو غضب ٿا ڪريو. مورچا ڇڏي ڀڄي رهيا آهيو. ٻڪ پاڻي ۾ ٻڏي مرو. توهان کي شرم نٿو اچي، ايترو خوف ۽ هراس ڇا جو آهي. هي علي جو پٽ آهي، اهو ئي علي ابن ابو طالب (ﷺ) جنهن کي اسان ڪيڏو ڪامياب ڌوڪو ڏنو هو جڏهن اسان پيءُ کي ڦاسائي وياسين تہ اهو تہ صرف پٽ آهي، بڪايل اڃايل ۽ بيحال ٿي رهيو آهي. ڪيڏانهن ڀڄي ويندو. ان کي روڪڻ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي؟ هي ان جو ئي پٽ آهي، جنهن توهان جي ابن ڏاڏن کي پيرن هيٺان لتاڙيو هو انهن کي شرمناڪ شڪست ڏني هئائين. بس منهنجا جوانو اڳتي وڌي جنگ بدر ۾ مارجي ويلن جو بدلو وٺو متي ۾ ملائي ڇڏيوس. گهوڙن جي سنبن سان ذرا ذرا ڪري ڇڏيوس."

شيطان جو واٽ ڏيکارين تہ لشڪر وارا شامت بڻجي ويا. فوج طوفاني برسات وانگر پلٽجي نهر جي گهاٽ تي حملو ڪيو. ڇڙ وڇڙ ٿيل بدحواس ويڙهاڪ وري صف بندي ۾ اچي ويا. هيٺ جهڪيل جهنڊا اُڀا ٿي ويا. نيزا مٿن ڪان بہ اوچا ٿي ويا. برڇيون سڌيون ڪري سپاهي دليريءَ سان وڌڻ لڳا. ڏسندي ڏسندي هين جي بہ همٿ ٻڌجي وئي. گرز سڌا ڪري تڪيندا پهلوان اڳتي وڌڻ لڳا.

ابوالفضل عباس ﷺ وڏي سر واري آواز سان رجز پڙهڻ شروع ڪيو.

"اڪيون ڪولي غور سان ڏسجو پوءِ واندڪائي ڪونہ ملندوَ. مان شيرِ خدا جو فرزند. امام حسين ﷺ جو ادنيٰ غلام. توهان ڪان معصوم ٻارڙن لاءِ پاڻي لاءِ منٿ ڪرڻ آيو آهيان. انڪار جي صورت ۾ اها التجا توهان جي حق ۾ موت جو پيغام بڻجي ويندي. معصوم اڃايل ٻارن سان توهان جي لڙائي ڪونہ آهي. نہ اهي توهان جا دشمن آهن. نہ انهن کي توهان جي سياست سان ڪو واسطو آهي."

"اي ابن علي! پاڻي کپي تہ وقت جي خليفي جي هٿ تي بيعت ڪريو ورنہ تون تہ ڇا اڃايل علي اصغر بہ ٻانبڙا پائيندو پاڻي جي آس ۾ ايندو تہ جواب ۾ تلوار نيزا ۽ برڇيون لڳندس. هاڻي بہ وقت آهي، بيعت ڪري وٺو ۽ درياهہ مان جيترو پاڻي کپي پيري وڃو." ابن سعد وڏي واڪي چيو.

"اي بيوقوفن جا سردار خبر بہ اٿئي تہ بيعت جا شرط ڪهڙا آهن. بيعت راضپي ۽ خوشي سان ڪئي ويندي آهي. زور زبردستي ۽ مجبور ڪري ورتل بيعت بي معنيٰ هوندي آهي، اهڙي بيعت ڪرڻ وارو گناهگار ۽ وٺڻ وارو بيوقوف آهي." عباس ﷺ جواب ڏنو.

"اسان کي انهيءَ بحث سان ڪو واسطو ڪونہ آهي، اسان حڪم جا غلام آهيون. سر جو خير گهرو ٿا تہ پنهنجي امام کي سمجهاءِ تہ هٿ ڏرمي ڇڏي ڏئي ۽ سڌي رستي تي اچي وڃي."

عباس ﷺ جي ڪاوڙ پنهنجي پوري جلال سان ٻاهر اچي وئي.

"اي يزيد جا چيلا. زبان سنڀالي ڳالهاءِ. اسان جي مٿي ۾ نہ لڳہ اسان جي لڙائي ۽ حملي جي ڌاڪ سڄي دنيا جي دل تي چٽيل آهي. اسان جيڪڏهن گهرون تہ پهاڙن کي بہ ڇڪي سرڪائي ڇڏيون. اي

بدبخت جانور، ڪيڏي عبرت جي ڳالهہ آهي تہ تنهنجا گڏهہ ۽ گهوڙا فرات ۾ هنبوڇيون هڻن ۽ ساقي ڪوثر جو اولاد پاڻي ڦڙي لاءِ ترسي. ٻارن جي حالت ڏني نٿي وڃي. علي اصغر سڄي رات اڄ ڪري تڙپندو رهيو. هاڻي تہ روئڻ کان بہ لاچار آهي. سڪينہ جو ساهہ نڪري رهيو آهي. نڙي ۾ ڪنڊا چڀي رهيا اٿس. اي ظالم تون ڪهڙيءَ مٽي مان ٺهيل آهين. هي گرمي اهو الا وسائيندڙ جهولو خيما تندور وانگر تپي رهيا آهن. امام ﷺ جو چمن ڪک پن وانگر سڪي رهيو آهي، هٿ پير ٿڌا، گلن جهڙا ڳل ڦڪا ٿيل ۽ چپ نيرا ٿي ويا اٿن."

ابن سعد جو چهرو خوف جي سختيءَ کان ڪاراٽجي ويو. اکين جا تارا پنهنجي جاءِ تي بيهڻ کان لاچار ٿي ويا. دم گهٽجڻ لڳس، ساهہ ٻاهر نڪري واپس ٿيڻ کان انڪار ڪرڻ لڳس.

شمر ذي الجوشن جو ان جي اها حالت ڏٺي تہ گهوڙي کي ڊوڙائيندو وڌيو. ابن سعد جي پرسان اچي ان کي گهورڻ لڳو. اهو تہ انهيءَ تاڙ ۾ هيو تہ ابن سعد ٿورو بہ ڍرو ٿئي تہ اهو ان تي چڙهت ڪري.

ابن سعد هڪدم خبردار ٿي پاڻ کي سنڀالي ويو. شمر موقعي جو فائدو وٺندي ٺهڪ ڏئي بڪواس ڪرڻ لڳو.

"پاڻي ائين ڪونہ ملندو. جيڪڏهن امام کي ٻارن جون حياتيون پياريون آهن تہ پوءِ بيعت کان انڪار ڇو آهي. سامهون هي درياهہ موجون هڻي رهيو آهي. ان جا ٻار اڃارا آهن تہ ان جو ذميوار اهو پاڻ آهي. بيعت ڪري وٺي، درياهہ کلي ويندو."

"ناپاڪ ڪتا، ڇا بڪي رهيو آهين." عباس ﷺ گجندي چيو. "بدبخت تنهنجي منهن ۾ خاڪ، غرق ٿي وڃ. تنهنجي ۽ تنهنجي شامي امير جي ڪهڙي حقيقت آهي، ڪڏهن بادشاهن بہ غلامن جي آڏو ڪنڌ جهڪايو آهي، ڪمبو ڪڏهن بہ ميخاني جي آڏو ڪو نہ جهڪندو آهي. منهنجو آقا هڪڙي ظالم شرابيءَ ۽ بدڪار انسان جي هٿ تي بيعت ڪري دين اسلام جي توهين نٿا ڪري سگهن. اهي پنهنجي سڄي عمر جو سرمايو ائين مٽيءَ ۾ هرگز ڪونہ ملائيندا. انهن کي تون مجبور ۽ لاچار ٿو سمجهين. جيڪڏهن اهي گهرن تہ حوض ڪوثر ان جي قدمن تي قربان ٿي وڃي. فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي

لال جو تون رتبو نٿو سڃاڻين. اهي ڪيترا سربلند ۽ عظيم آهن. انهن جو دشمن خدا جي پيغمبر ﷺ جو دشمن آهي، دين اسلام جو دشمن آهي، پوري انسانيت جو دشمن آهي، تون لٽيرو ۽ غاصب آهين. پاڻي تي هر ساهواري جو حق آهي، پاڻي خريد ڪرڻ لاءِ امام ؑ جو ضمير وڪامي ڪونه ٿو سگهي.“

”همت اٿئي ته پاڻي کڻي وڃ.“ پوءِ پيار سان چوڻ لڳو. ”عباس، تون پنهنجي جوانيءَ تي ترس کاءُ، تون منهنجو عزيز آهين. تو جهڙو جانباز سپاهي دنيا کي قدمن ۾ جهڪائي سگهي ٿو. پنهنجي طاقت سان سڄي جهان کي جهڪائي سگهي ٿو. منهنجي امان جي پرواني کي ٺڪرائي عقلمندي جو ثبوت ڪونه ڏنو آهي. هاڻي به موقعو آهي.“

”وري اها ئي سوديبازي. هي سپاهي دنيا کي پنهنجن پيرن ۾ چيپاڙڻ لاءِ وڪامڻ وارو ڪونه آهي. ڪنهن به انسان کي ڏاڍ جي زور تي مجبور ڪرڻ اسان جو شيوو نه آهي. اسان دنيا جا معمار آهيون. چاهي انهيءَ جي تعمير جي بنيادن ۾ اسان کي پنهنجو رت به ڇو نه ڏيڻو پوي.“

”توکي پنهنجن معصوم ٻارن ۽ زال جو به خيال نه آهي، خبر اٿئي ته تو کان پوءِ انهن تي ڇا گذرندو.“

”اهو ئي جيڪو فاطمه سلام الله تعاليٰ عليها جي ڌيئن نُنهن ۽ نياڻين تي گذرندو.“

هوڏانهن معصوم سڪينه امام ؑ جي ڳلي ۾ ٻاڪر وجهي روئي روئي ساهه سڪائي رهي هئي.

”هاءِ بابا. اسان جي ضد ڪري چاچا سائين پاڻي لاءِ ويا. بابا سائين اسان جي توبهه. هاڻي اسان کي ڪا به اڃ ڪونه آهي، خدا جي واسطي چاچا سائين کي واپس سڏي وٺو.“

”بيبي، اهو پاڻيءَ کان سواءِ واپس ڪونه موٽندو.“ امام ؑ ٻچڙي کي سمجهايو. ”بابي جي جان رو نه. اڄ جي سختي وڏي ويندئي.“

عباس ابن علي ؑ هوڏانهن شمر کي چئي رهيو هو:

”مان لڙائيءَ جي ارادي سان ڪونه آيو آهيان. معصومن جي لاءِ پاڻي کڻڻ آيو آهيان. ليڪن ڪوئي مون کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندو ته خير ڪونه اٿس. بچاءَ لاءِ مجبورن تلوار اُپي کڻڻي پوندي.“

اهو چئي گهوڙي جو رخ درياهہ ڏانهن موڙي ڇڏيائين. شمر فوج کي للڪاريو ۽ تلوارون مياڻن مان نڪري ويون. نيزا اڀا ٿي ويا. ٻڙڇين وارا اڳيان وڌيا. طبل ۽ نقارن تي ڏونڪو لڳو ۽ ڪربلا جي ميدان جو سينو ڌڙڪڻ لڳو.

جنگ جي اعلان جي صدا ٻڌي امام ؑ خيمي مان ٻاهر نڪري آيا. علمدار جي هٿن ۾ علم کي سربلند ڏسي سندن بدن ۾ ساهہ موٽي آيو. عباس ؑ کي وڏي انبوهہ چئني طرفان کان پنهنجي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو هو مگر علم واضح طور ان جي نشاندهي ڪري رهيو هو جنهن پاسي علم وڌيو ٿي تہ اهي ڇڙ وڇڙ ٿي ويا ٿي. سپاهي جان بچائي ڀڄي ويا ٿي.

فوج ۾ عجيب بي اطميناني ۽ هراس پکڙيل هو.

"اهو سراسر ڌوکو آهي، اهو هرگز عباس ڪو نہ آهي، پر علي ابن ابو طالب آهي. اهو ئي هلڪو قد، روشن پيشاني، اک جي هر چرپر موت جو پيغام آهي. اها ئي بہ منهين تلوار جي خيبر واري ڪاٽ، اها ئي گهوڙي جي ڦڙتي ۽ چالاڪي. شيرِ خدا سان مقابلي جو شرط ڪو نہ هو. اسان علي سان مقابلو نہ ٿا ڪري سگهون." فوجين جا قدم پوئتي هٽي ويا.

"پاڳل ٿي ويا آهيو علي ابن ابو طالب کي مسجد ۾ ابن ملجم ڇرو هڻي پورو ڪري ڇڏيو هو. غور سان ڏسو هي عباس آهي. ٽن ڏينهن جو اڃيو بکيو آهي، اڪيلو آهي." شمر ذي الجوشن گهڻو ئي سمجهاين پر سپاهي ٻڌتر ۾ پئجي ويا، سوچڻ سمجهڻ جي طاقت کسجي وئي هين.

عباس ؑ موقعي جو فائدو ورتو. هڪدم ڌوڪيندو درياهہ تائين پهچي ويو ۽ گهوڙي کي پاڻي ۾ داخل ڪيائين.

پاڻي کي هٿ لڳائڻ سان ننهن کان چوٽي تائين بجلي جي لهر ڊوڙي وئي. جڻ تپيل ڳاڙهي لوهہ کي پاڻي ۾ وڌو هجي، حواس قابو ۾ آڻي عباس ؑ جهڪي مشڪ کي پاڻي سان ڀريو ۽ ڏوري سان ان جو منهن بند ڪري ٻڌائين. پوءِ پنهنجي اڃ لاهڻ لاءِ لپ ڀريائين. ترپءَ کان پاڻيءَ جي آلاڻ جگر تائين پهچي وئي. عجيب نشو طاري ٿي ويس، اکيون بند ٿيڻ لڳس. چپن تائين پاڻي آندائين ۽ پاڻيءَ جي خوشبو سان دل ۽ دماغ بهار بهار ٿي ويا.

ان ئي گهڙي اڃايل معصوم ٻارڙن جا چهرا اکين آڏو ڦري آيا. دم ٽوڙيندڙ علي اصغر، ڦڪي ٿي ويل ۽ ڪومائيل گونچ وانگر ٿيڙ کائيندڙ سڪينہ، قميص جو دامن چوسيندڙ باقر ابن عباس.

۽ اڃارا امام عليہ السلام!

هٿ ڏڪيو ۽ پاڻي واپس درياهہ ۾ هارجي ويو.

"اي پاڪ پروردگار، ايتري مهلت ڏي جو مشڪ خيمي تائين پهچي وڃي. اڃارن وڏيون اميدون لڳائي رکيون آهن. يا خدا، منهنجو ڀرم رک." دل ئي دل ۾ دعائون گهرندو تيزي سان نڪتو. شمر رڙ ڪئي.

"خبردار، شير جا ٻچو وڪوڙي وٺوس تہ جيئن شڪار بچي وڃي نہ سگهي، ياد رکو جيڪڏهن خيمي تائين پاڻي پهچي ويو تہ توهان جي رت سان فرات کي پري ڇڏيندس. فرات جا محافظو جيئرو رهڻ گهرو ٿا تہ اڪيلي کي وڪوڙي وٺو. ڀڄندڙ فوج جا قدم ڍرا پئجي ويا، هر حالت ۾ موت جي منهن ۾ ويٺو آهي، عباس جي هٿان سر وڃي يا پنهنجي ئي فوج کهي ڇڏي. باقي عباس اڪيلو بہ آهي ۽ هڪڙي هٿ ۾ مشڪ بہ اٿس. وار روڪڻ لاءِ ڍال بہ ڪو نہ اٿس، بس ان جي بہ منهين تلوار ئي ان جي ڍال آهي. عباس ؑ تلوار گهمائيندو، مشڪ کي تيرن جي حملي کان بچائيندو صفن کي چيريندوگهوڙو وڌائڻ لڳو هڪيئي پنيان تير آيا ٿي تہ مشڪ کي بچائي سينهو اڳيان ڪري ٿي ڇڏيائين.

پريان خيما ڏسڻ ۾ پئي آيا. ٻار هٿن ۾ ٿانوَ کنيون ننڍڙن ننڍڙن رانديڪن وانگر خوشي مان ٽينگ ٽپا ڏئي رهيا هيا. پاڻي جي شوق ۾ هر هر اڳتي ڊوڙيا ٿي. مائرن پهراڻن کان جهلي روڪي ٿي ورتن.

ڪيترا ڀيرا اکين اڳيان انڌيرو ڇانئجي ويو نظر ڄڻ گم ٿي وئي، مگر عباس ابن علي ؑ همٿ هارڻ ڪو نہ سکيو هو. زخم کائيندو اڳتي وڌندو ئي ويو ٿي تہ اوچتو ڪنهن ظالم ڪلهي تي تلوار هڻي ڪڍيس. ٻانهن ڪپجي پري وڃي ڪري، هڪڙيءَ گهڙيءَ لاءِ اکين اڳيان دنيا اوندهہ ٿي وئي، ائين ٿي لڳو تہ گهوڙي تان ڪري پوندا. بس خيما اهو سامهون اکين اڳيان ئي تہ هيا. بس حياتي جا ڪجهہ پساهہ ملي وڃن. منزل اچڻ واري آهي، قوت ارادي هئي يا معجزو ٻانهن ڪپجڻ سان ئي مشڪ کي ٻي هٿ ۾ پڪڙي ورتائين، گهوڙو پنهنجي

مالڪ جي بيوسي کي سمجهي ويو هو سنبن سان گرزن ۽ تلوارن جو ڪم وٺي رهيو هو. اکين مان شعلا وسي رهيا هيس، جيڪو بدبخت سامهون آيس تي تہ اهو ڍير ٿي ٿي ويو. پنهنجي آقا جي گرم گرم خون ۾ وهنجي خود گهوڙي تي خون سوار ٿي ويو هو. سپاهي چئني طرفن کان رڙيون ڪري رهيا هيا ۽ ڪيولين وانگر ڳاهٽ ٿيو ڊنڊا پئي آيا.

ٻيو وار لڳو ۽ ٻي ٻانهن بہ ڪپجي وئي. عباس ﷺ هٿي ساٿو تي چڪو هو مگر حواس سلامت هيس، وڏيءَ ڦڙتيءَ سان ڪرندڙ مشڪ کي وات سان پڪڙي ورتائين ۽ علم کي سيني جي سهاري سان اپو رکيائين، پر تيرن سان مشڪ پروڻ ٿي وئي. سمورو پاڻي عباس ﷺ جي خون سان ملي هارجي ويو. ان ئي مهل ڪنهن ظالم مٿي تي وار ڪيو. مٿو ڦاٽي پيو رت وهندو اکين ۾ پرجي ويو ۽ عباس ﷺ گهوڙي جي پٺيءَ تان ڪري پيا.

علم کي جهڪندو ڏسي امام عليہ السلام هنيانءُ پڪڙي تيز ڪاٺڻ لڳا، جيڪڏهن علي اڪبر سهارو نہ ڏين ها تہ بيهوش ٿي ڪري پون ها.

فوج تي هڪڙي عجيب هيبت طاري ٿي وئي، بزدل گدڙن وانگر خوف ۽ هراس مان رڙيون ڪندا روئيندا، سڏڪندا هيڏي هوڏي ڊوڙڻ لڳا. ڪن ٽيلهن ۾ خبر نہ آهي ڪيترا درياهہ ۾ ڪري لڙهي ويا، ڪيترا پاڳلن وانگر هيڏي هوڏي تلوارون ڦيرائيندا ڊوڙڻ لڳا ۽ هڪٻئي جا ٽڪرا ڪرڻ لڳا. انهن کي پاڳل ڪتن وانگر خطرناڪ سمجهي، خود انهن جي پنهنجن ساٿين احتياط ڪندي، انهن کي قتل ڪري ڇڏيو.

گهوڙي تان ڪرڻ سان ئي عباس ﷺ پڪاريو:

"آقا! مدد فرمايو."

ياءُ جو آواز ٻڌي امام ﷺ مٿي اگهاڙا وٺي ڀڳا، ڪيترا پيرا ڪرندي ڪرندي بچيا، علي اڪبر سهارو ڏنن. ڪناري تائين پهچندي پهچندي جڻ سال لڳي ويا، هٿن پيرن مان جڻ ست ڇڏائيندو پئي ويو. منزل گهٽبو پري ٿيندي پئي وئي. انهن کي اڳتي ايندو ڏسي ڪيترا سپاهي ٻانهن سان پنهنجا منهن لڪائي پري ڀڄي ويا، جڻ هٿين خالي امام ﷺ جون نظرون نہ پر زهر ۾ ٻڏل برڇيون هيون. ڪنهن

شيءِ سان نوڪر آئي، امام ﷺ جهڪي ڏٺو تہ عباس ﷺ جي ٻانهن هئي، ڪٽي سيني سان لڳايائون ۽ ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئي ڏنائون.

عباس ﷺ بيچين ٿي پڪاريو:

"آقا توهان ڪٽي آهيو مون ڪي ڪجهہ بہ ڏسڻ ڪونہ ٿو اچي. متي جي زخم جو رت اکين ۾ ڀرجي ويو آهي، هٿ ڪونہ آهن، جو اگهي سگهان. ڇا پنهنجي مالڪ جو آخري ديدار بہ نصيب ڪو نہ ٿيندو. هي ساهہ ائين ئي سيني ۾ اٽڪيو پيو هوندو."

امام ﷺ پنهنجي دامن سان ان جي اکين ڪي رت کان پاڪ ڪيو. پوءِ منهن سان منهن ملائي وڏي خوشامد سان چيائون:

"تو مون ڪي سدائين آقا ئي چيو مون ڪيٰ ارمان ئي رهيو تہ مون ڪي ادا چئو. منهنجي تمنا پوري ڪريو عباس مون ڪي ادا چئي سڏ ڪيو."

"ادا ... ادا ... مان ڪيڏو خوشنصيب آهيان تہ توهان منهنجا ڀاءُ آهيو."

عباس ﷺ موت سان آخري مهاڏو اٽڪائيندي چيو. "مون ڪي انهيءَ جاءِ تي دفن ڪجو فرات جي گهاٽ ڪي مون پنهنجي خون سان رنگيو آهي، منهنجو اجايل روح درياهہ جي ويجهڙائپ ڪري ڏاول رهندو مون ڪي خيمي ۾ ڪٽي نہ وڃجو. هتي ڏاڍي پياري ننڊ اچي رهي آهي. اف. دنيا ڪيتري خوبصورت آهي، ڪيترو وڻندڙ راڳ آهي. بابا سائين اڄ ڪيترو خوش آهن." اندر مان اطمينان وارو هڪڙو ٿڌو ساهہ نڪتو ۽ عباس ابن علي ﷺ هميشہ لاءِ ننڊ پئجي ويا.

امام ﷺ ڪپيل ٻانهن ڪي پاسي ۾ رکي جبي ڪي چڱيءَ طرح سان ويڙهيائون ۽ پنهنجو چيلهہ وارو پٽو کولي ڇڏيائون. پنهنجي دامن سان ان جو چهرو پاڪ ڪيائون، وڪريل وار سنواريائون ۽ گوڏن تي هٿ رکي اُٿيا.

علي اڪبر لاش کڻڻ لاءِ نوڙيا تہ انهن ڪي منع ڪيائون:

"نہ نہ، سمهڻ ڏيوس، ڏاڍو ٿڪل آهي."

"لاش خيمي ۾ ڪٽي نہ هلياسين تہ سيئي بيقرار ٿي نڪري پوندا. هو ڏسو سڪينہ ڪيڏو پريشان ٿي رهي آهي، پڦي امان جن تہ بنا چادر جي ديوانن وانگر هليون اينديون."

”نہ، ٻارن اهي ڪپيل ٻانهون ڏٺيون تہ پاڳل ٿي ويندا. بس منهنجي علمدار جو علم ڪٽي هلو. هي قاتل مشڪ بہ گڏ ٻڌي ڇڏيوس.“

علي اڪبر پنهنجي پياري دوست، چاچي ۽ اوستاد جي رت ۾ ٻڏل علم ڪنيو مگر اُيو ڪونہ ڪيائين. ميت وانگر ڪلهو ڏئي پيءُ پٺ خيمي ۾ ڪٽي آيا ۽ شاميانے سان لڳائي بيهاري ڇڏيائون.

سيئي علم سان چنبڙي ماتم ڪرڻ لڳا.

ننديءَ ڀاڄائيءَ جو ڏک ڏسي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جا پنهنجا ڳوڙها خشڪ ٿي ويا. بدنصيب بيوهہ علم جي جهنڊي ۾ منهن لڪائي نڙي مان نڪرندڙ دانهن کي روڪي رهي هئي. هڪڙي ڏينهن هڪڙي پياري ۽ شرميليءَ ڇوڪريءَ کي پنهنجن هٿن سان ڪنوار بڻايو هئائين. مشڪ جي خوشبو لڳائي سينڌ ۾ صندل جو سندور ڀريو هئائين. اڄ زماني ان سينڌ ۾ مٽي ڀري ڇڏي امام ﷺ ڪنڌ جهڪايون بيٺا آهن. انهن کي پنهنجو ڪو بہ هوش ڪونہ آهي. مٿي تان چادر لهي وئي اٿس، مگر ڪائي خبر ڪونہ اٿس. انهن ماٺ ميٽ ۾ ويهي ان کي ڀاڪر ۾ لڪائي ڇڏيو.

”اسان جي بابا جي علم کي ڪنهن شهيد ڪيو؟“ عباس ﷺ جو ٻچڙو علم تي منهن رکيون سڏڪا ڀري رهيو هو.

”ڏسو تہ اسان جي مشڪ جو بہ سڄو رت وهي ويو.“ سڪينہ حسرت مان آهون ڀري رهي هئي. ”اسان جا پيارا چاچا سائين ڪٽي آهن. اسان انهن ظالمن جي شڪايت ڪنداسين. الله، بي زبان مشڪ کي بہ قتل ڪري ڇڏيائون.“

”بس سمهي پئو نہ، ڇو جاڳي رهيا آهيو.“ گهرواري پڇندي هئي.

”توکي ڏسي رهيو آهيان، دل نٿي ڀرجي.“ عباس ﷺ مرڪندي جواب ڏيندا هيا.

”سڀ واعدا اقرار وساري ڇڏيوَ. ڪيئن مزي سان ڪناري تي وڃي سمهي پيا. اي ابو الفضل هي پهاڙ جيڏي اڪيلي حياتي ڪيئن گذرندي؟ اي قريش جا چنڊ، اهو روح جو انڌيرو منهنجو ساهہ ٿو منجهائي.“

علي اڪبر رسول الله ﷺ جا هم شڪل هيا. شڪل ايترو ملندي هين جو رسول الله ﷺ جا اصحابي سڳورا جڏهن پنهنجي

پيغمبر ﷺ جي ياد ۾ گهڻو بيقرار ٿي ويندا هيا ته علي اڪبر ؑ جو چهرو ڏسي دل جي سڪ پوري ڪندا هئا. اهو ئي روشن چهرو ۽ ڪليل پيشاني، ويڪرا ڪلها ۽ ڊگهو قد. توڙي جو اجا ارڙهن سالن جا هيا، مگر چهري تي غور ۽ فڪر جا آثار ڪين عمر کان وڌيڪ ظاهر ڪندا هيا. ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ بزرگن وارو لهجو ارادن ۾ پختگي، گهٽ ڳالهائو ۽ بردبار هيا، مگر زبان ۾ ميناج ۽ نرمي هين. ڪير هڪڙو پيرو ملندو هو ته ان جو ديوانو ٿي ويندو هو. ايتري ننڍڙي عمر ۾ به مطالعي جو اهو حال هو جو وڏن وڏن عالمن سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هيا. بحث مباحثن ۾ شريڪ ٿيندا هيا. ڪڏهن به ڪا تڪليف محسوس ڪو نه ڪندا هيا. نيڪي ۽ پارسائي ۾ پنهنجو مثال پاڻ هيا.

مطالعي کان جيڪو وقت بچندو هين اهو تلوار هلائڻ جو فن، گهوڙيسواري ۽ فوجي تربيت وٺڻ ۾ صرف ڪندا هيا. تمام گهڻا يار دوست هين. قرآن اهڙيءَ طرح ياد هين جو هڪدم غلطي پڪڙي وٺندا هيا.

هڪڙو پيرو يزيد جي دربار ۾ ذڪر ٿي رهيو هو ته عربن ۾ ڪو ئي سيني کان وڌيڪ مڪمل انسان چورائڻ جو حقدار آهي ته ڪنهن چيو. "علي اڪبر ابن حسين (عليهم السلام)."

"اهو ته اجا ڇوڪرو آهي."

"ٻارپڻي ۾ اهو حال اٿس جو وڏن وڏن سياڻين جا ڇڪا ڇڏائي ٿو ڇڏي."

يزيد انهن کي گهرايو. گفتگو ڪيائين. گهڻو متاثر ٿيو چيائين:

"توهان جهڙن لائق انسانن جي ملڪ کي ضرورت آهي. توهان دمشق اچو جيڪو به عهدو ڪپي اهو سنڀاليو. توهان کي مڪمل اختيار حاصل هوندا."

ان ۾ يزيد جي هڪڙي مصلحت به هئي، اهو اهڙي "خطرناڪ" ماڻهو کي حسين (ؑ) کان جدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ته يقيني طور انهن جي ٻڌيءَ ۾ ڏار پئجي ويندا. مگر علي اڪبر ؑ وڏيءَ حڪمت سان ٽاري ڇڏيو:

”مونکي اجا پنهنجي والدين جي سرپرستي جي ضرورت آهي، مون کي اجا گهڻو ڪجهہ سکڻو آهي.“

امام ﷺ بہ خاص طور ان کي گهڻو ڀائيندا هيا. پيڻ ڀائر بہ گهڻو پيارو سمجهندا هيا. سڪينہ ۽ صغريٰ وچ ۾ تہ ڀاءُ جي لاءِ جهيڙو ٿي پوندو هو.

”واهہ ادي واهہ، تون عباس چاچي تي بہ هٿ رکيو هاڻي اسان جي ڀاءُ تي بہ نظرون اٿوَ.“

فاطمہ صغريٰ چڙي پوندي هئي.

”ها چاچا سائين بہ اسان جا آهن ۽ ادا بہ. سڀ اسان جا آهن.“

سڪينہ ضد ڪندي هئي.

”ادا نہ اسان جا آهن نہ تنهنجا اهي تہ ڦڦيءَ امان جا آهن.“ فاطمہ ڪبريٰ بنهي کي چيڙائيندڍيون هيون.

علي اڪبر هيو بہ ڦڦيءَ جو. پنهنجي اولاد کان وڌيڪ پيار ڏئي پاليو هئائين. ان کي ٿوري بہ تڪليف ٿيندي هئي تہ سڄو گهر مٿي تي کڻي ڇڏيندڍيون هيون. علي اڪبر ﷺ بہ ان کي ماءُ کان گهٽ ڪو نہ سمجهندا هيا.

جڏهن علي اڪبر ڄاوا هيا تہ زينب سلام الله تعاليٰ عليها پاڻ اجا ماءُ ڪو نہ ٿي هئي، مگر دل ۾ ايتري ممتا ڀريل هيس جو ڀاڄائي جي هنج مان کڻي ورتائين. هر وقت پاڻ وٽ رکندي هيس. صرف ٿڃ پيارائڻ لاءِ ان وٽ کڻي ويندي هئي، پوءِ واپس کڻي ايندي هيس.

”مان تہ ان کي ٿڃ پيارڻ واري آهيان، ماءُ تہ زينب ٻيبي اٿس.“ اها سدائين ڪلي چوندي هئي.

پاڻ وٽ ئي سمهاريندي هيس. پاڻ پنهنجن هٿن سان ڌوئيندي وهنجاريندي هيس. نوان نوان ڪپڙا سبي پارائيندي هيس. وار سواريندي هيس. اکين ۾ سرمو پارائيندي هيس، پوءِ ان جا نرم نرم هٿ چمي چوندي هئي:

”نہ ڀاڄائي، مان تہ ان کي نپائڻ واري آهيان. ماءُ تہ تون ئي آهين، پر وڏي دل واري آهين، جو مون کي ڏئي ڇڏيو اٿئي.“

علي اڪبر هڪڙو رانديڪو هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي دل جي وندر. ان پهريان ممتا ان تي ئي نڇاور ڪئي، ابتدائي تعليم بہ ان جي ئي سنڀال هيٺ ٿي. ان جي شاديءَ جو وڏو ارمان هيس. ان جي نظر ۾ اڃا تائين ڪا سندس ننهن ٿيڻ جي لائق دل ۾ ڪونہ آئي. دير دير تائين شادي جون ڳالهيون ڪري دل وندرائيندي هئي.

عباس ابن علي ﷺ جي شهادت کان پوءِ امام حسين ﷺ جي موت جي وچ ۾ هاڻي صرف علي اڪبر ﷺ باقي بچيا هيا. پيءُ جي حالت ڏسي ان ڪي همٿ ڪونہ ٿي رهي هئي تہ ڪهڙي نموني سان مرڻ لاءِ اجازت گهري.

امام ﷺ پنهنجي خيمي ۾ ڪنڌ جهڪايون اڪيلا ويٺا هيا. سيئي يار دوست ۽ پنهنجا پيارا صبح کان موڪلائي رهيا هيا. آهستي آهستي خيمو خالي ٿي ويو هو. وڃڻ وارن جون بس ڪجهہ وسريل نشانيون رهجي ويون هيون.

هر آهٽ تي امام ﷺ ڇرڪي پوندا هيا تہ ڪٿي علي اڪبر ميدان ۾ وڃڻ جي اجازت تہ وٺڻ ڪونہ اچي ويو. انجام جي خبر هين، مگر هڪڙي پيءُ جي دل پنهنجي پياري پٽ جي حياتيءَ جي هڪ هڪ گهڙيءَ کي غنيمت سمجهندي آهي، جيڪا بہ گهڙي گذري وڃي اها پنهنجي آهي.

وڇڙو سيني کي آهي، مگر جنهن کي ارڙهن سال اکين ۾ ويهاري نپايو آهي، ان کي درندن جي وچ ۾ تير ۽ برڇيون کائڻ لاءِ ڪير ڪهڙيءَ دل سان موڪلي ها. جوان پٽ جي وڇوڙي کان تہ مرڻ ڪيترا ڀيرا وڌيڪ آسان هوندو. انهن ظالمن کي تہ جيتري بہ پرواهہ ڪونہ آهي تہ هڪڙي مجبور پيءُ جي دل تي ڪهڙا پهاڙ ٽٽي رهيا آهن. ڇا اهي سيئي بي اولاد آهن. ڪنهن بہ ڪڏهن پنهنجي پٽ کي هنج ۾ ڪونہ ويهاريو آهي. ان جي جسم ۾ خود پنهنجو وجود ڏسي فخر محسوس ڪونہ ڪيو آهي؟

”نہ، اهو ڪونہ ٿيندو. اسان علي اڪبر کي مرڻ جي اجازت ڪونہ ڏينداسين. هاڻي اسان ۾ ڪنهن ڏک سهڻ جي طاقت ڪونہ آهي.“ امام ﷺ پنهنجو پاڻ کي چئي رهيا هيا تہ غيب مان آواز آيو:

"حسين، تو کي اڃا گهڻو ڪجهه برداشت ڪرڻو پوندو. مرڻ ته اڃا سولو آهي، پنهنجن پڃن کي ڪسندي ڏسڻ ۾ همت نه هارڻ صرف انهن جو شان آهي، جن کي الله تعاليٰ وات جي روشني بڻايو آهي. اڃا آزمائش جي ڪيترن مرحلن مان گذرڻو پوندو. توکي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو."

جڏهن علي اڪبر ؑ ڪجهه مجبور، ڪجهه شرمساري محسوس ڪندي، ڪنڌ جهڪايون خيمي ۾ داخل ٿيا ته امام ؑ جون نظرون ڦهريائين ان جي پيرن تي پيون. اهي پير ڪڏهن ڪيترا ننڍڙا پتڪڙا هيا. ڏڪندي ڪرندي اٿندي جڏهن پير پير تي رکي هلڻ شروع ڪيو هئائين، ساهه روڪيون اهي ننڍڙي ٻارڙي جي ڦهرين قدم کڻڻ کي ڏسي رهيا هيا. هر قدم تي دل ان سان گڏ هلي رهي هئي، جڻ ان جو پٽ نه پر اهي پاڻ ان جي جسم ۾ سمائجي، عملي ميدان ۾ ڦهرين وک کڻي رهيا هيا. انسان پنهنجي اولاد جي وجود ۾ گم ٿي، خود پنهنجي هستيءَ کي وساري ڇڏيندو آهي. بانو رضي الله تعاليٰ عنها گهبرائي اڳتي وڌي، پر امام ؑ اشاري سان منع ڪيس. ٻار کان ڦهرين وک کڻڻ جي خوشي نه کسڻ کپي.

جڏهن علي اڪبر ڪجهه وکون کنيون هيون ته ائين معلوم ٿي رهيو هو جڻ ست بادشاهيون فتح ڪيون آهن. دل سڄو ڏينهن گل وانگر ٽڙي پئي هئي.

اڄ اهي پير موت ڏانهن وڃڻ جي اجازت وٺڻ لاءِ اچي رهيا هيا. امام ؑ علي اڪبر ؑ جي سوال ڪرڻ کان اڳيئي جواب ڏئي ڇڏيو هو.

"عباس جي شهادت اسان کي جيئري ماري ڇڏيو آهي. اسان کان پوءِ هنن ڏک جي مارين جو ٻه ڪو سهارو باقي بچڻ گهرجي. اسان فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته هاڻي اسان قتل گاهه ۾ ويندا سين. اسان کي اميد آهي ته اسان کان پوءِ توهان کي اهي ڇڏي ڏيندا."

"بابا سائين، مان اها حق تلفي برداشت ڪري ڪو نه سگهندس. مون کي چاچا عباس کان ڦهريائين وڃڻ جو حق هو مگر جيئن ته اهي پاڻيءَ لاءِ ويا هيا. ان ڪري مان خاموش رهيس. منهنجي جيئري جاڳندي توهان جو قتل گاهه ۾ وڃڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. پٽ

جي سامهون پيءُ کي شهيد ڪيو ويجي، ان کان اڳ الله مون کي انڌو ڪري ڇڏي“
”علي ... اسان جي ٻڍڙي دل ڦاٽي رهي آهي. اسان تي ترس کاءُ...“
”بابا سائين مان دنيا ۾ منهن ڏيکارڻ جي قابل نہ رهندس. جعفر، عثمان، عون، محمد، قاسم منهنجي هٿن جا ٻار بہ شهادت جو رتبو حاصل ڪن ۽ مان جيئرو رهان. عورتن ۽ ٻارن سان گڏ پيرن ڪان ڳچيءَ تائين رسو ٻڌي شهر شهر گهليو وڃي. يزيد جي درٻار ۾ مون کي ذليل ۽ خوار ڪيو وڃي، ڇا توهان اهو برداشت ڪندا. نہ مان بيمار آهيان ۽ نہ وري علي اصغر وانگر ٿڃ پيئندڙ ٻار آهيان. مان ڪنهن بہ صورت ۾ انهيءَ بي واجبي جو حقدار ڪونہ آهيان.“
ٿوري دير امام ﷺ ڪنڌ جهڪايون، اکيون بند ڪيون خاموش وينا رهيا.
پيار ڪڏهن ڪڏهن پي ماءُ کي ڏکي ڳالھ چوڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندو آهي. ”نيڪ تا چئو هي شهادت ان حياتي کان گھڻو آسان هوندي، جيڪا قيد و بند ۾ گذارڻي پوندي. مان توکان جهاد جو حق کسي نٿو سگهان، پر وڃو ۽ ڦيريائين پنهنجي ماءُ کان اجازت وٺو. پٽ تي پيءُ کان وڏيڪ ماءُ جو حق هوندي آهي.“
علي اڪبر جي وڃڻ کان پوءِ امام ﷺ مرڪيا. اڄ انهن جي پٽ چيو مڃڻ کان انڪار ڪرڻ جي جرئت ڪئي هئي. زندگي ۾ پهريون دفعو ڪوئي ضد ڪيائون تہ اهو بہ جان بچائڻ لاءِ نہ، جان ڏيڻ لاءِ.
”امان جيجل، هي سراسر ظلم ۽ زيادي آهي.“ علي اڪبر ﷺ ماءُ جي قدمن ۾ جهڪندي شڪايت واري لهجي ويو.
”منهنجا لال، ڪهڙي ڳالھ آهي؟“ بانو رضي الله تعاليٰ عنها گهبرائجي ويون. ٻارڻي کان ٺي علي اڪبر پنهنجون ننڍيون وڏيون شڪايتون کٽي پڦيءَ امان ڏانهن منهن سڄايون ويندا هيا. اڄ ماءُ کي ڪيئن ياد ڪيائين؟ دل ۾ هزارين وهم ڪر ڪٽڻ لڳا.
”بابا سائين فرمائي رهيا آهن تہ اسان کي ظالمن جي قيد و بند ۾ رهڻو پوندو. اسان جي ڳچي ۾ ڳٽ وجهي گهٽين ۾ گهليو ويندو.“

"خدا نہ ڪري. پٽ توبھہ ڪر. هيءَ بہ ڪا ڀوڳ ڪرڻ جي مهل آهي. توهان جي بابا اڄ تائين ڪنهن جي بہ حق تلفي ڪو نہ ڪئي آهي، اهي پنهنجي پٽ لاءِ اهڙي ڳالھہ ڪيئن ٿا چئي سگهن. مون اڄ تائين انهن جي زبان مان ڪڏهن بہ غير منصفاڻي ۽ اجائي ڳالھہ ڪونہ ٻڌي آهي."

"منهنجي بدقسمتي آهي تہ اڄ مون کي پنهنجي حق کان محروم ڪرڻ گهرن ٿا. امان جيجل، خدا جي واسطي، توهان اسان جي سفارش ڪريو نہ."

"سفارش!" بانو رضي الله تعاليٰ عنها گهبرائجي ويون. امام ﷺ وٽ ڪنهن ٻئي جي سفارش جي ضرورت پوي.

"اسان کي جنگ جي ميدان ۾ وڃڻ جي اجازت وٺي ڏيو."

علي اڪبر ﷺ ائين ضد ڪيو جڻ ڪنهن راند تي وڃڻ لاءِ اجازت گهرندا هجن.

بانو رضي الله تعاليٰ عنها دل مٺ ۾ ڪري ويهي رهي. علي اڪبر ﷺ تيڏيءَ اک سان انهن کي ڏٺو. پهريئتو هيو. پڪي نپايو هيس. پر ماءُ ان تي ساھہ صدقي ويندي هئي.

"قاسم ويا. عون ۽ محمد ويا. ۽ غضب تہ ڏسو چاچا عباس بہ ويا ۽ اسان منهن تڪيندا رهجي وياسين. هاڻي فرمائين ٿا تہ اسان وڃي نٿا سگهون. اهي پاڻ تشريف کڻي ويندا."

"يا الله!"

بانو رضي الله تعاليٰ عنها پٽ جو منهن تڪڻ لڳي. ائين پئي لڳو جڻ ڪنهن ساھہ جي رڳ تي تلوار جو ڀرپور وار ڪيو. رت ڦڙو ڦڙو ٿي ٽمي رهيو هجي. هڪڙي پاسي سهاڳ آهي تہ ٻئي طرف پيٽ ڄائو؟

ٻنهي مان ڀهريائين ڪنهن کي قربان ڪن. ڪنهن کي موت جي منهن ۾ موڪلي. اهو هن کان پڇيو ٿو وڃي.

ايتري ۾ خود امام ﷺ خيمي ۾ تشريف کڻي آيا.

"تون ئي سمجهائينس. اسان جي تہ شهزادو ٻڌي ئي نٿو. اهو سڄو بکيڙو اسان جي سر جي ڪري آهي. اسان جي خون سان انهن جي اڄ لهي ويندي. باقي ماڻهن جي جان بچي ويندي. تو کي علي اڪبر ڏاڍو

پيارو آهي، تون هن کي ساڻ ڪري ڪنهن محفوظ جاءِ تي هلي وڃجان. دل ۾ ان جي شاديءَ جو ارمان سانديون ويٺي آهين. وڃو اسان کي بہ ياد ڪندا رهجو. اسان جو روح بہ توهان جي خوشيءَ ۾ شريڪ رهندو."

بانو سڪتي ۾، ڪڏهن پٽ کي ۽ ڪڏهن ان جي پيءُ کي ڏسي رهي هئي. اڄ اهي دل ۾ ڇا سوچي آيا آهن. امام ؑ چئي رهيا هيا:

"خدا توکي علي اڪبر جي ڪنوار پرڻائي اچڻ نصيب ڪري، جڏهن پوٽو ۽ پوٽي جهولي ۾ کيڏائجو تہ اسان کي بہ ياد ڪجو. اسان جي علي اڪبر جو پٽ بانبڙا پائيندو جڏهن اسان جي قبر تي ايندو تہ اسان ان کي چمي ڏيڻ لاءِ بيقرار ٿي ويندا سين. بس بانو الله جو نالو وٺي اسان کي الوداع ڪر. ڇو تہ هوڏانهن اسان جي خون جا پياسا گهڻو انتظار ڪري نٿا سگهن. فوجي آداب جي مطابق هر مقابلي کان پوءِ هڪڙو وقفو ٿيندو آهي، هر سپاهي جنهن جو پابند هوندو آهي، مگر اهي سپاهي نہ پر ڪاسائي آهن، انهن تي انسانيت جو ڪو بہ اصول لاڳو ڪونہ آهي."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها زندگي ۾ وڏا تہ ڇا ننڍڙا فيصلا بہ ڪونہ ڪيا هيا. ان پنهنجي دل سان گڏ جان بہ سندن قدمن ۾ وجهي ڇڏي هئي. اها هن جي ٿي وئي تہ پوءِ اهي ئي ان جي بري ڀلي جا مالڪ ٿي ويا. مگر هن وقت اوچتو فيصلي ڪرڻ جي قوت موٽي آئي. چيائين:

"مون اڄ تائين توهان کان پنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ گهريو آهي. توهان ملي ويا تہ باقي گهرڻ جي لاءِ رهجي بہ ڇا ويو. اڄ مان پنهنجي پٽ جي لاءِ جهاد جو حق ٿي گهران."

امام ؑ خاموشيءَ سان ان جي منهن ڏانهن تڪيندا رهجي ويا.

"آقا، ڇا سوچي رهيا آهيو الله جو نالو وٺي اجازت ڏيو. توهان رهو ها تہ منهنجي دنيا بہ هجي ها، منهنجا ارمان بہ سلامت هجن ها، پٽ جو وهان ڪيان ها، پياري ڪنوار پرڻائي اچان ها. خير سان اسان ٻئي پوٽي جو چنڊ جهڙو مکڙو ڏسي جيئون ها. توهان نہ رهندا تہ ڇاجو وهان، ڪهڙي شادي، بانو پنهنجي آقا کان سواءِ ڪهڙي حياتي گذاريندي، ان کان علاوه هر جوان پٽ جو اهو فرض آهي تہ هو پنهنجي پيءُ جي جان تان پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي، پيءُ جي

پگهر جي بدلي پنهنجو رت وهائي. علي اڪبر دير ڪان منهنجي آڏو هٿ ٻڌي منٿون ڪري رهيو آهي. خدا واسطي ان جي دل نہ ٽوڙيو. ٻارپڻي ۽ جوانيءَ جا شوق نہ اسان جي وس ۾ هيا. جو پورا ڪيون ها ۽ نہ ان ڪڏهن ضد ڪيو اڄ دل ۾ سرخروئي جو ارمان سانڍي پنهنجي امام تان قربان ٿيڻ گهري ٿو اهو هن جو حق آهي. مولا ان جو اهو حق ڪيس ڏيو."

"ها سائين. ماءُ آهيو تون تہ پٽ جي پاران ئي ڳالهائيندينءَ." پر امام ﷺ دل ۾ پنهنجي زندگي جي ساٿياڻي جي همت تي خوش ٿي ويا. هڪڙي ڪمزور عورت امتحان جي وقت ڪيتري دلير ۽ باوقار ثابت ٿيندي آهي.

"تہ بس پوءِ دير نہ ڪريو پٽ جي دل رکو."

"وڃو علي اڪبر. اسان جي طرفان اجازت آهي." امام ﷺ ٺڏو ساهہ کڻي فرمايو.

"الله. امان توهان جيئندا رهو." علي اڪبر ﷺ خوشي مان ديوانو ٿي ماءُ جا قدم چمڻ لڳو.

بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي چپن تي زهر ۾ ٻڏل مرڪ پکڙجي وئي. واهہ واهہ. شهزادو پاڻ تہ قتل گاهہ ۾ ڪسجڻ لاءِ وڃي رهيو هو ۽ ڪراڙيءَ ماءُ جي لاءِ ڏکيءَ عمر جي سزا جي لاءِ دعائون گهري رهيو آهي. هنيانءَ تي هٿ رکي چيائين:

"منهنجا چنڊ وڃ! تنهنجي رڳن ۾ جيڪو سادات جو خون گردش ڪري رهيو آهي، جنگ جي ميدان ۾ ان جا جوهر ڏيکار. پٽ وڃ. مون تو کي پنهنجي ٿڃ بخشي. منهنجا چنڊ. منهنجي ٿڃ جي لڄ رکجان."

ان کان پوءِ بي قابو ٿي ويون. مدبر ۽ دلير عورت تي مامتا غالب اچي وئي. روئڻهارڪو ٿي چيائين:

"خير سان واپس تہ ايندين نہ؟ اها پياري صورت موٽي اچي وري ڏيکاريندين نہ؟ علي اڪبر وڃين تہ ٿو پر واعدو ڪر تہ خير سان واپس اچي ويندين. منهنجا لال. نہ تہ ماءُ جي دل ڏري پوندي پٽ. مان تنهنجو لاش ڏسي ڪونہ سگهنديس. ان کان اڳ الله مون کي انڌو ڪري ڇڏي"

بانو رضي الله تعاليٰ عنها سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. علي اڪبر ﷺ ڪي تڪڙ لڳي پئي هئي، وڃڻ لڳو تہ امام ﷺ فرمايو:

”علي اڪبر، اسان ڀنهي ڪان تہ ڪٽي وئين. هاڻي تو ڪي سڀ ڪان وڏيڪ مشڪل مهم سر ڪرڻي پوندي. پنهنجي بدنصيب ڏکياري ڀڦيءَ ڪان اجازت وٺڻي پوندئي. اها ئي سيني ڪان وڏيڪ توتي گهڻو حق رکي ٿي، مگر ٿڌي دل سان ڳالهائجان. زينب جا زخم اڃا تازا آهن.“

”جي بابا، ان جي طرفان تہ دل ڏاڍو ڏڄي ٿي.“ علي اڪبر ﷺ تيزيءَ سان خيمي جو پردو هٽائي نڪري ويو. بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي جسم مان ڄڻ تہ ساهہ نڪري ويو. امام ﷺ آهستڙي پنهنجي زندگي جي بدنصيب ساٿياڻي جي ڪلهي تي هٿ رکي ڇڏيو.

”بهادر پٽ جي بهادر ماءُ، تنهنجي ارڙهن سالن جي محنت جو اڄ ڦل ملڻ وارو آهي. علي اڪبر رڳو اسان جي لاءِ نہ، پر سڄي انسانيت لاءِ جنگ وڙهڻ وڃي رهيو آهي. اڄ هي اهو ثابت ڪري ڇڏيندو تہ سچائي ڪيترو بہ اڪيلي هجي، حقير ۽ بي حقيقت ڪونہ آهي. علي اڪبر دنيا جي نوجوانن جو جهنڊو کڻڻ وارو آهي. اچڻ وارا نسل ان جو نالو وٺي ظلم ۽ ناانصافي جون پاڙون پٽيندا. الله معاف ڪري، اڄ غرور مان منهنجي دل ڦاٽي رهي آهي تہ مان علي اڪبر جو پيءُ آهيان.“

مگر بانو رضي الله تعاليٰ عنها امام ﷺ جي هٿن ۾ بيهوش ٿي وئي هئي.

اهو جيڪو جواني ۾ ڪڏهن دل وندرائڻ لاءِ رانديڪو هو اڄ قسمت جي ڀيانڪ ترين راند ۾ هڪڙو بلند ۽ شاندار ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو. پنهنجن مظلوم ٻچڙن جي شهادت ڪان پوءِ نظرون هر هر علي اڪبر ڏانهن کڃي ٿي وين. زينب سلام الله تعاليٰ عليها کي خبر هئي تہ ڪنهن مهل ان جو بہ وارو اچي ويندو. پنهنجي خيمي ۾ ان جاءِ تي منجهي ويٺي هئي، جتي ڪجهہ دير اڳ ۾ ٻارڙن جا لاش رکيا ويا هيا. علي اڪبر ﷺ خيمي ۾ داخل ٿيا تہ اٿ جاڻ ٿي وئي. سمجهي ويون تہ موڪلائڻ آيو آهي. منهن ڦيري ويٺيون رهيون، ڄڻ اهڙن ٻهانن سان موت کي ٽاري ڇڏينديون. هڪڙي هڪڙي گهڙي غنيمت آهي. جيستائين ساهہ هوندو آهي، تيستائين اميد ڪونہ لاهبي آهي.

علي اڪبر ؑ زبان سان ڪجھ بہ ڪو نہ ڪڇيو. ويجھو آيو ۽ ڦڦي جي گوڏن تي مٿو رکي ڇڏيائين. ننڍپڻ ۾ راند روند ڪري ٿڪجي ايندا هيا تہ ائين ئي چپ چاپ انهيءَ جي جھولي ۾ مٿو رکي سمهي پوندا هيا. انهن جا پيار ڀريل ڏڙڪا مٺي لوري بڻجي ڪنن ۾ گھري ويندا هيا. مگر اڄ اهي گوڏن تي سمهڻ لاءِ ڪونہ آيا هيا.

دل تہ گھريس تہ ڀاڻيجي کي ڀاڪر ۾ ڀري خوب دانهون ڪري روئي تہ دل جو اوبر نڪري وڃي. ان کي چوي:

"منهنجا لال، هل تہ ڀڄي هن جهنم کان ڏور ڪنهن حسين ساوڪ واريءَ واديءَ ۾ ڪاڏي هليا وڃون. لاڏ ڪوڏ سان ڳائيندڙ چشمن جي ڪنهن ديس ۾ هڪڙي ننڍڙي جھوپڙي هجي، اتي تنهنجي چنڊ جهڙي ڪنوار پرڻائي ايندس. گھر ننڍڙن گلڙن سان ڀرجي ويندو بس اتي هن ڏکن جي ماريل زينب جي ننڍڙي جنت آباد ٿي ويندي."

پوءِ ياد آيس تہ اهي سڀ ممتا جا وڻندڙ خواب آهن، مگر شيرِ خدا ؑ جي دلير نياڻي تہ خواب ۾ اهو سوچي نٿي سگهي. امام ؑ جيڪو پڪو پهہ ڪيو آهي، اهو زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو ايمان آهي. رسول الله ﷺ جي ڏوهٽي ۽ علي ابن ابو طالب ؑ جي ٻچڙي جنهن واٽ تي قدم رکيو آهي، زينب جي بہ اها ئي واٽ آهي. ان کي انهيءَ ڳالھ تي فخر هو تہ اها اهڙي پاءُ جي ڀيڻ آهي جيڪو ظلم ۽ ناانصافي خلاف سينو تاڻي بيٺو آهي، ان مصنوعي رکائي سان چيو:

"اهو ظاهري ڏيکاءُ وارو پيار مون کي ڪونہ ٿو وڻي. مان توهان جي ڇا آهيان؟ ائين نوَ مهينا پيٽ ۾ بہ ڪو نہ سانڍيو آهي، پر ڄمڻ سان ئي سيني سان لڳايو راتيون جاڳي گذاريون آهن. تون منهنجي جھولي ۾ ستو آهين تہ ان خوشي ۾ منهنجون ننڊون اڏي ويون آهن. توکي ڀِهريون ڏند نڪتو هو تہ مون تنهنجي هر لڙڪ تي هزارين ڳوڙها وهايا هيا."

"مان ڪيڏو خوشنصيب آهيان تہ الله تعاليٰ مون کي بہ مائرون عطا ڪيون." علي اڪبر مرڪندي ڳوڙها پي ويو. "مون هن پاڪ هنج ۾ دنيا جهان جون نعمتون پاتيون آهن. قرآن شريف جون آيتون ياد ڪيون آهن. علم ۽ ڄاڻ جي شروعات ان ئي هنج منجهان ٿي. هاڻي ان پيار سان ڀريل هنج کان موڪلائڻ لاءِ آيو آهيان تہ جيڪو ڪجھ

سڪيو آهي، ان جو امتحان ڏئي ڪاميابي حاصل ڪريان. اها منهنجي بدنصيبي آهي تہ امان پڪي جيڪا بہ آهين توهان جي ڪا بہ خدمت ڪري ڪونہ سگهيس. پڪي امان دنيا ۾ هر شيءِ جو ملهہ آهي، پر مامتا جي قيمت تہ جان ڏئي بہ ادا نٿي ڪري سگهجي."

"تون جوان ٿي وئين. هڪڙو مثالي انسان ٿي وئين. بس مون کي منهنجي مزدوري ملي وئي. اها عورت خوشنصيب آهي جنهن کي تو جهڙي پٽ کي نپائڻ جي سعادت حاصل ٿئي. خدا جو قسم مون تو کي پيار ڪري مون پنهنجي زندگي جو مزو ماڻي ورتو."

آخرڪار جڏهن علي اڪبر ﷺ موڪلائڻ لڳا تہ چيائين:

"اي ڇوڪرا ائين ميرن قاتل ڪپڙن ۾ ويندين. تنهنجي جيجل امڙ ڪٿي آهي، سڏيوس تہ سهي تہ پنهنجي پٽ کي سينگاري. بانو رضي الله تعالىٰ عنها آيون تہ علي اڪبر جي شاديءَ لاءِ جيڪو وڳو ورتو هئائين، ان کي ڪڍي ڏنائين.

"بانو وٽ ۾ الله جو نالو وٺي پارائينس."

"ادي توهان پاڻ پارايوس."

"بانو نہ، مون کي وهم ٿو ٿئي. منهنجي هٿن تي منهنجي پٽن جو رت لڳل آهي."

"انهن جانبازن جو خون منهنجي لاءِ برڪت جو باعث ٿيندو."

"منهنجي دل ڏڪي ٿي، سوڻ خراب ٿي ويندو."

"مان تہ توهان جي ئي هٿن سان ڪپڙا پائيندس. نہ تہ انهن ئي ڇتين لڳل ڪپڙن ۾ هليو ويندس." علي اڪبر ﷺ ضد ڪرڻ لڳا.

پنهي ماءُ ۾ پڪي شاهي وڳو پارايس. جيئن ئي ٻين خيمن ۾ ان جي وڃڻ جي خبر پهتي تہ سيئي ڊوڙندا آيا ۾ ڇئني پاسن کان وڪوڙي ويس. جڻ علي اڪبر ﷺ کي واقعي گهوٽ بڻايو پئي ويو. امام ﷺ پنهنجن هٿن سان سيئي هٿيار سجايس. مٿي تي ٽوپلو (خود) رکيائينس. امير المومنين ﷺ جو چمڙي وارو چيلهہ جو پٽو ڇڪي ٻڌائينس. علي اڪبر ﷺ هڪ هڪ سان ٻاکر پائي مليا. ٻارن کي پيار ڪيائين، سڪينہ اچي پيرن ۾ چنبڙي ويس:

”ادا توهان پاڻيءَ لاءِ ته ڪوني وڃي رهيا آهيو؟ خدا جي واسطي نه وڃو. درياهه وڏو بي مروت آهي، ان ڏانهن جيڪو به وڃي ٿو اهو موٽي ڪونه ٿو اچي. چاچا سائين به ويا ته بس اتان جا ئي ٿي رهي پيا. اسان کي وساري ڇڏيائون.“

امام ﷺ پٽ کي عقاب نالي گهوڙي تي سوار ڪرائڻ لاءِ جڏهن ان جي پير کي سهارو ڏنو ته علي اڪبر گهبرائجي پوئتي هٽي ويا.

”توهان جي هٿ مبارڪ تي پير رکان، مان اهڙي گستاخي نٿو ڪري سگهان.“

”اسان امام ڪونه آهيون، هن وقت صرف توهان جا بابا آهيون. ٻارڙو هُئين ته اسان انهن پيرن کي چمندا هئاسين. اڪين تي رکندا هياسين. تون پنهنجن پتڪڙن پيرن سان اسان جي سيني تي چڙهي ٽپا ڏيندو هُئين ته اسان کي ائين لڳندو هيو ته اسان دنيا جا نهايت وڏا ماڻهو آهيون. مان توهان کي حڪم ٿو ڏيان ته منهنجي هٿ تي پير رکي گهوڙي تي سوار ٿيو.“

علي اڪبر ﷺ هيٺ نوڙي پهريائين امام ﷺ جي قدمن کي ڇُهيو. پوءِ امام ﷺ پنهي هٿن جي ترين کي ملائي علي اڪبر جي پير کي سهارو ڏئي سوار ڪرايو پوءِ لغام پڪڙي ڪجهه وکون گڏ ويا.

”توهان جي لاءِ لغام پڪڙڻ واري جو شرف حاصل ڪري اسان فخر محسوس ڪري رهيا آهيون. توهان کي شهادت ماڻڻ ۾ اسان تي اڳرائي حاصل رهندي.“

علي اڪبر ﷺ جنگ جي ميدان ڏانهن وڌيا. امام ﷺ هٿ کڻي چيو.

”اي پروردگار، تون شاهد ٿجان، تنهنجي پيغمبر ﷺ جو هم شڪل تنهنجي واٽ ۾ قربان ٿو ڪريان. جڏهن مون کي رسول الله ﷺ جي ياد ستائيندي هئي ته مان انهيءَ ڇوڪري جي صورت ڏسي وٺندو هيس.“

دشمن جي فوج ۾ چه ميگويون ٿي رهيون هيون:

”ياءُ ياڻتيا سيئي ته پورا ٿي ويا هاڻي ڪير آهي جيڪو اسان جي مقابلي لاءِ ايندو.“

صبح کان ڪهڙا ڪهڙا جانباز شهيد ڪيا هئائون. ضمير مري ويا هيا. دلين ۾ زهر پرجي ويو هو. احساس مري چڪو هو.

اجا بہ خدا جي پيغمبر ﷺ جي نالي جي دلين ۾ ڏاڪ ويٺل هئي. ان ڪي هڪڙي ڏڪ سان دلين مان ڪڍي ڇڏڻ انهن جي وس جي ڳالھ ڪونہ هئي. فوج ۾ خوف ۽ هراس پکڙيل هو. هر قتل کان پوءِ شڪست جو احساس وڌي ٿي ويو. ڪڏهن آخرت جي خيال کان ڏڪڻي وٺي ٿي وين. پوءِ موت جو خوف هر جذبي کي نپوڙي ڇانئجي ٿي وين. سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت ختم ٿي پئي وئي.

عربي نسل جو گهوڙو 'عقاب'، پنهنجي خوبصورت ۽ نوجوان سوار جي ڄنگهن هيٺان مستيءَ واري چال سان آهستي آهستي هلي رهيو هو. ان جي دليريءَ تي ناز ڪندي سنڀالي سنڀالي قدم رکيائين. ڳچيءَ کي شاهانہ انداز ۾ جهڪايون بي خوف ائين قدم کڻندو پيو آيو ڄڻ اهو ان کي موت ڏانهن نہ، پر ڪنهن دلربا محبوبہ جي گهٽيءَ ۾ وٺي وڃي رهيو هو.

علي اڪبر جي امڙ سانڻ ام ليلان ابو سفيان جي ڏوهٽي ۽ يزيد جي پڦاٽ هئي. شام جا رهاڪو هن لاءِ امان نامو کڻي آيا هيا. هن اهو ڪاغذ ڦاڙي هوا ۾ اڇلائي ڇڏيو.

"اهو امان نامو منهنجي لاءِ نہ، پر ان رشتي لاءِ آهي، جيڪو توهان جي بادشاھ ۽ منهنجي امڙ جي وچ ۾ آهي. مان ان رشتي کي پنهنجي بدنصيبي سمجهان ٿو ۽ ان کي ختم ٿو ڪريان." علي اڪبر ؑ رجز پڙهڻ شروع ڪيو:

"ماڻهو چوندا آهن مان خدا جي پيغمبر ﷺ جو هم شڪل آهيان. مان دنيا جي انهي چمڪندڙ سج جو هڪڙو ننڍڙو ڪرڻو آهيان، جنهن اونداهي ۽ جهالت جي پردي کي ڦاڙي، انسانيت کي روشنيءَ ۽ پلائيءَ جو رستو ڏيکاريو. اي ناسمجھ ديوانو! مونکي سڃاڻو تہ مان ڪير آهيان. مان امام حسين ابن علي ؑ جو پٽ علي اڪبر آهيان. مان اڄ اهو ثابت ڪرڻ آيو آهيان تہ منهنجي امام ؑ جي قدمن جي مٽيءَ جو هڪڙو هڪڙو ذرڙو آخري پساھ تائين ظلم و ستم ۽ ناانصافي جو مقابلو ڪندو رهندو ڪا بہ ڌمڪي اسان کي ديڇاري

نٿي سگهي، دولت ۽ مان مرتبي جي لالچ اسان جي عزم کي لوڏي نٿي سگهي، توهان مون کي جان جي امان ڏئي رهيا آهيو. بيوقوفو! پهريائين منهنجي تلوار کان پناهہ گهرو.“

خدا جي پيغمبر ﷺ جي ذڪر تي فوجي پاڻمرادو درود شريف پڙهڻ لڳا. عقيدت مان ڪنڌ جهڪي وين. اڪيون هيٺ تي وين. ٿوري دير لاءِ دلين مان ساڙ نڪري وين. ڏک ۽ ڪاوڙ ٺڏا ٿي ويا. علي ابن ابو طالب ؑ جي نالي تي نعره حيدري سان زمين ۽ آسمان ڏڪڻ لڳا، علم جهڪي ويا.

شمر ذي الجوشن فوج جي اهڙي ’حالت‘ ٿيندي ڏسي ڦڪي ڪل ڪلڻ لڳو ۽ ابن سعد کي چيائين:

”معاذ الله، تو پنهنجي فوج کي ڪهڙي تہ تربيت ڏني آهي، دشمن جي جان وٺڻ بدران ان تي جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهي.“

”ياءُ، معاف ڪجانءِ اها منهنجي فوج ڪونہ آهي. اها نڪمن جي پرتي آهي. خدا ڄاڻي ڪٿان ڪٿان جهنگلي ڏنار پرتي ڪيا اٿن، نيڪ طرح سان نہ انهن کي حڪم سمجهڻ ۾ اچن ٿا ۽ نہ وري ان تي عمل ڪرڻ جي صلاحيت اٿن. انهن جو قصور بہ ڪونہ آهي، انهن کي تہ اهو چئي موڪليو ويو آهي تہ اسلام جي دشمن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ وڃن ٿا. اعتقاد جا ڪمزور آهن، چار ڳالهيون ٻڌي اڳ پوءِ جانچڻ کانسواءِ ايمان آڻي ٿا ڇڏين.“

”تون اسان جي سالار جي حڪمت عمليءَ کي نٿو سمجهين. هتي هر شهر ۽ علائقي جي سپاهي کي موڪليو ويو آهي تہ جيئن گروهہ بندي جو امڪان نہ رهي. ڏسين ڪونہ ٿو تہ خود انهن جا پاڻ ۾ ڪيترا اختلاف آهن. ان کان علاوه انهن کي مڪي ۽ مديني جي باشندن سان ڪنهن بہ قسم جو لڳاءُ ڪونہ آهي. تنهنجي خيال ۾ هتي متقي، پرهيزگار ۽ عالم فاضل ماڻهن کي موڪليو وڃي ها، جيڪي بجاءِ دشمن جي اسان جو ئي صفايو ڪري ڇڏين ها. هي تہ بيوقوف اڏ جانور آهن، مخالف انهن تي جيڪي حربا استعمال ڪري رهيا آهن، اهي هنن کي جنجهوڙي انهن جي ضمير کي جاڳائي وجهن ٿا. جيئن پاڻي ۾ پٿر ڪرندو آهي تہ لهرون اڀرنديون

آهن، ۽ انهن لهرن تي قابو پائڻ ئي سپہ سالاري آهي. هي لڙائي ڪنهن ايري غيري جي وس جي جنگ ڪونہ آهي. هڪڙي صوبي جي فوج کي سنڀالڻ ہي ڳالهہ آهي. بقول تنهنجي هنن نڪمن جي پرتيءَ جا لغام قابوءَ ۾ رکڻ ئي ڪمال آهي.“

شمر ذي الجوشن هر موقعي تي ابن سعد جون جنگهون چڪڻ جي تاڙ ۾ رهندو هو ڳالهہ ڳالهہ تي ان کي ٽوڪڻ سان ان کي مزو ايندو هو. وقت بہ وقت ان جي نااهلي ثابت ڪري ان کي خوشي محسوس ٿيندي هئي. ان تي نظر رکڻ لاءِ ئي مقرر ڪيو ويو هو. ان جو هڪڙو لفظ ابن سعد جي پوري خاندان کي مليا ميٽ ڪري سگهيو ٿي. غريب جي جان عذاب ۾ هئي.

شمر ذي الجوشن جو پنهنجو هڪڙو مضبوط دستو هو. جنهن کي اهو وڏيءَ هوشياريءَ سان استعمال ڪندو هو. ان ۾ چونڊي چونڊي اهڙن پهلوانن کي پرتي ڪيو ويو هو جن کي وڏي امتحان کان پوءِ پاس ڪيو ويو هو. اهي انهن قبيلن مان هيا. جن کي وڏيءَ بيدرديءَ سان ڪچليو ويو هو انهن جي اقتصادي ۽ جمهوري طاقتن کي ختم ڪيو ويو هو اهي ڪاوڙ ۽ نفرت ۾ اڌ پاڳل ٿي ويا هيا. صرف ٻيچ ڊاهہ ۽ خون خرابي سان ئي انهن جي ذهنن کي لذت حاصل ٿيندي هئي. انهن کي پوءِ طرح طرح سان نوازيو ويندو هو. انهن کي خاص راشن ۽ شراب ملندو هو. هي انهيءَ فوج جو سڀ کان وڏو طاقتور جٿو هو. جنهن کي عوام کي ڪچلڻ لاءِ ويهن سالن کان تيار ڪيو پئي ويو. هر مهم سر ڪرڻ کان پوءِ انهن کي روڪڙ ۽ لڪت ۾ انعام ڏنا ويندا هيا. خر دماغيءَ جو اهو حال هو جو اهي پنهنجو پاڻ کي عام فوجين کان افضل ۽ برتر سمجهندا هيا. انهن کي يقين هو تہ اهي خلافت ۽ دينِ اسلام جا اڪيلا امين ۽ محافظ آهن.

انهن جو ڪم اهو هو تہ جنهن کي بہ پنهنجن فرضن جي ادائگي کان غفلت ڪندي ڏسن تہ ان کي اهڙي سخت سزا ڏين جو دنيا عبرت حاصل ڪري. گهڻو ڪري ٻين تي دهشت ويهارڻ لاءِ حڪم عدولي ۽ نافرماني جو الزام هڻي، ڪجهہ ماڻهن کي اهڙيءَ بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويندو هو جو ڏسڻ وارا پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويهندا هيا.

اهي پاڻ حملو ڪونہ ڪندا هيا، پر بين جتن کي حملو ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندا هيا.

اهي بيواجبي حملو ڪرڻ ۾ حصو وٺڻ وارا قتل ڪري پاڻ روئيندا پٽيندا خوف مان پڇي ويندا هيا. ان تي انهن کي تنبيهہ ڪرڻ جي بجاءِ شاباس ملندي هئي ۽ ساهي پٽڻ لاءِ حفاظت سان پوين صفن ۾ پهچايا ويندا هيا. جتي انهن ۾ روڪڙا ۽ لکت ۾ انعام ورهايا ويندا هيا. هڪڙو خاص درجو ڏنو ويندو هين ۽ اهي پنهنجي ڪارڪردگي جي غرور ۾ مست تي، وڏي دستي سان قدم ملائي هلڻ جا خواب ڏسڻ لڳندا هيا.

عام ناسمجهہ ماڻهو لاءِ آخرت جي واعدن کان دنيا جون لذتون وڌيڪ پرڪشش ۽ دل لالچائڻ واريون هونديون آهن. ايترا قتل ڪرڻ کان پوءِ عام سپاهي تي هڪڙي عجيب بي حسي ۽ ڊيٺ پٽو طاري تي ويندو هو انهن کي ڏسي بجاءِ ڪنهن جي مدد ڪرڻ جي پنهنجي جان بچائڻ جو پهريائين فڪر ڪندو هو امام ﷺ جا جانباز سر سان ڪفن ٻڌي جنگ جي ميدان ۾ لهندا هيا. ذهني ۽ جسماني طور بہ انهي گند ڪچري کان گهڻو بلند ۽ افضل هيا. اهو ئي سبب هو جو هڪڙي چوڪري بہ انهن جون قطارن جون قطارون صاف ڪري تي ڇڏيون.

"هاڻي جرئت ڏيکارڻ کان سواءِ راند جو موقعو ڪونہ آهي. سج مٿان اچي ويو. جيڪڏهن ائين هڪ هڪ جو مقابلو ٿيو تہ رات تي ويندي مان علي اڪبر کي سڃاڻان ٿو." شمر ابن سعد کي چيو.

"ظالم! وڏو دلير جوانُ آهي." ابن سعد کان پگهر وهڻ لڳو.

"بس ان کان پوءِ تہ حسين (ﷺ) دل هاري ويهندو."

"ظالم ڪهڙو تہ وار ڪري رهيو آهي! هٿ ۾ تلوار اٿس يا ازغيبي طاقت. نظر ئي نٿي اچي." ابن سعد تي چڻ جادو ٿي ويو هو.

"چڱو تعريفون بعد ۾ ڪجان، هاڻي حڪم ڏي"

"ڪهڙو حڪم ڏيان؟"

"هڪ منوئي چئني طرفان کان گهيرو ڪيو وڃي. ڪنهن هڪڙي جي قابو ۾ اچڻ کان تہ زور آهي."

شمر ڪاوڙ ۾ باهہ ٿي ويو.

”ڇا حر جي پيروي ڪرڻ جو ارادو اٿئي.“

ابن سعد ڇرڪي شمر جو مهاندو ڏسڻ لڳو. ان جي پنيان ان جي مضبوط دستي جو دٻدٻو ڏٺو ۽ قتلام ڪرڻ جو حڪم ڏنائين.

علي اڪبر ؑ چئني طرفان ڪان اهڙي حملي جي لاءِ بہ تيار هو. صبح کان ڪيترا قتل ڏٺا هئائين. تلوار هلائڻ جي تعليم بہ اهڙي انداز سان ورتي هيائين تہ جيڪڏهن سمورا بزدل سپاهي اصول توڙي اڪيلي تي گڏجي حملو ڪن تہ انهن کي ڪهڙي نموني سان چڪر ڏئي پنهنجو بچاءُ ڪجي. علي اڪبر ؑ پاڻ انهيءَ فن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ کان پوءِ خود اوستاديءَ جا فرض بہ انجام ڏيڻ شروع ڪيا هئا. هو انهن کي مختلف بهانن سان سندس پيڇو ڪرڻ جو چڪر ڏيندو هو ۽ جڏهن اهي واءُ مينهن ڪندا، ڊوڙندا ايندا هيا تہ هي وڏيءَ چالاڪيءَ سان گوهي ڏئي هڪڙي پاسي تي ويندو هو. سپاهي تيزي سان ان جي اڳيان نڪري تي ويا. پاڻ پنيان کان انهن تي حملو ڪري انهن جو صفايو ڪري تي ڇڏيائين.

جڏهن کان هوش سنڀاليو هئائين اهڙو ڏينهن ڪونہ گذريو هو جو هٿ ۾ تلوار نہ کنئي هئائين. ٻارپڻي ۾ ئي ان ڏينهن جي اچڻ جي خبر پئجي وئي هيس. ٻارپڻي ۽ جواني جو اهو مختصر عرصو انهيءَ ڏينهن جي پليڪار ڪرڻ لاءِ گذريو هيس. ٻيا ٻار جڏهن گهٽين ۾ کيڏندا هيا، نينگ ٽپا ڏيندا هيا، تہ امام ؑ جي خاندان جا ٻار پنهنجا سبق سکڻ ۾ مصروف رهندا هيا. جنهن عمر ۾ نوجوان ڇوڪرا مخالف جنس جي تاڙ ۾ جهاتيون پائڻ جي فڪر ۾ لڳي ويندا آهن، هي موت سان مقابلو ڪرڻ جي فڪر ۾ گم رهندا هيا. هنن جي مقابلي ۾ ڏهہ ويهہ ڪتي ٻيهي تي سگهيا.

سندس گهوڙو بہ ان سان گڏ پلجي جوان ٿيو هو. بلڪل يائرن ۽ دوستن وارو رشتو هين. جڏهن سوار ٿيندا هيا تہ ان جي جسم جو هڪڙو حصو ٿي ويندا هيا. پاڻ جيڪڏهن ڪجهہ سوچيندا هيا تہ گهوڙو سمجهي ويندو هو. هوڏانهن سپاهين جي هيٺان جهڙا تهڙا خريد ڪيل مٽيءَ جا گهوڙا هيا ۽ پنهنجن سوارن وانگر بدحواس ۽ گهٻرايل هيا. بنا ڪنهن اشاري جي جيڏانهن وڻيو ٿي، منهن ڪري وٺي ڊوڙيا

تي. جڏهن ته دل ۾ ايندو هين سوار جي ڪرڻ جي پرواهه نه ڪندي هڪدم بيهي ويندا هيا. سوار اونڌي منهن اڳيان ڪري پوندو هو ۽ ان کي لتاڙي پڇي ويندا هيا.

علي اڪبر ؑ ڪجهه ساهي کڻڻ لاءِ گهوڙي کي گهمايو ۽ تيزيءَ سان امام ؑ وٽ وچي ان جي شاباس جو شڪريو ادا ڪرڻ لڳا.

"بابا، ڏاڍي اڃ لڳي آهي."

"پٽ ڄاڻان ٿو پر تنهنجو پيءُ مجبور آهي." امام ؑ روئي پٽ کي سيني سان لڳائي ڇڏيو. علي اڪبر ؑ جي چهري کي ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي بي اختيار چمڻ لڳا. پيشاني، رت هاڻيون اکيون ۽ سڪل چپڙا چميائين. ٻار پٺي ۾ جڏهن بانو رضي الله تعاليٰ عنها کنهن ڪم سان هوندي هئي ۽ علي اڪبر ؑ اڃ کان بيتاب ٿي روئڻ لڳندا هيا ته ان کي ريجهائڻ لاءِ امام ؑ پنهنجي زبان جي چوٽي ان جي وات ۾ وجهي ڇڏيندا هئا. ان وقت به خبر نه آهي ڇا خيال آين، زبان جي چوٽي ان جي وات ۾ وجهي ڇڏيائون.

"هاءِ بابا، توهان جي زبان ته ڪنڊا پئي لڳي." علي اڪبر ؑ ڪلي ڇيو.

"بس بابا منهنجي اڃ لهي وئي."

امام ؑ رسول الله ﷺ جي منڊي مبارڪ لاهي ان جي وات ۾ وڌي.

"هن جي برڪت سان تنهنجي اڃ لهي ويندي."

خوشي مان علي اڪبر جون اکيون ٻرجي آيون، والي ڪوثر ﷺ جي منڊي وات ۾ رکڻ سان ئي اڃ جي سختي ختم ٿي وئي، روح ڍاپجي ويو چهري تي رونق اچي وئي. علي اڪبر ؑ ميدان ۾ پيهر وڃي اهڙا ته زبردست حملا ڪيا جو صفون درهم برهم ٿي ويون.

علي اڪبر ؑ جو گهوڙو به انهيءَ جنگ جي اهميت کي سمجهي رهيو هو. ان جي به دشمن جي گهوڙن سان نٽي پئي. ان کي ڏسي گهوڙن ٽاهه ٿي ڪاڏو. الف ايو ٿي ٿي ويو! اڳين پيرن تي بيهي پڇاڙيون هڻڻ تي لڳو. ڪير ان جي سامهون اچي ٿي ويو ته هڪدم مچرجي حملو ٿي ڪيائين ۽ سنبن سان سوار ۽ سواريءَ ٻنهي کي ڇچري ٿي ڇڏيائين. بزدل، سوار سان گڏ گهوڙي تي به بيهودائي سان وار ڪري رهيا هيا. اهو

وڏي انهن کي سختي سان جواب ڏئي رهيو هو. ٻئي هڪٻئي جي رت سان ونهتل هيا.

گهڻو رت وهڻ جي ڪري هاڻي علي اڪبر ﷺ جي طاقت جواب ڏيندي پئي وئي. اکين اڳيان هر هر انڌيرو ڇانئجي ٿي ويو. تلوار هٿن مان نڪرندي پئي وئي.

علي اڪبر ﷺ کي قابو ڪرڻ لاءِ هاڻي سواءِ ڌوکو ڏيڻ جي ٻيو ڪو بہ رستو ڪو نہ بچيو هو. عرب قوم سخت اصولن جي پابندي هوندي آهي. بيهودا وار مڙسي جي خلاف آهن. مگر ان وقت اهي ڪنهن قوم، ڪنهن ملڪ جا رهواسي ڪونہ هيا. جنوني درندا ٿي ويا هيا. ابن سعد حڪم ڏنو تہ هڪڙو دستو فوج کان الڳ ٿي امام (ﷺ) جي خيمن تي حملو ڪري.

علي اڪبر ﷺ انهيءَ چال کان بہ بيخبر ڪونہ هيا. اهي پاڻ انهيءَ انتظار ۾ هيا تہ دشمن ڪهڙي وقت آخري ڪريل حرڪت ڪندو. اڪيلي امام ﷺ ۽ چند غلامن ۾ خيمن تي حملي خلاف مقابلو ڪرڻ جي طاقت ڪونہ هئي. اها جنگ امام ﷺ جي جان وٺڻ لاءِ هئي ۽ هن جي جيئري جاڳندي امام ﷺ جو وار ونگو ڪونہ ٿي سگهندو.

دشمن جي ياڙياٽپ واري حڪمت عملي ڪارگر ثابت ٿي. علي اڪبر ﷺ موٽي خيمن تي حملو ڪرڻ واري دستي جو رستو روڪيو تہ اڳيان پٺيان گهيري ۾ اچي ويو.

تلوارن، ٻرڇين ۽ نيزن سان گڏيل حملو ٿيو ۽ حضرت محمد ﷺ جو هم شڪل مٽيءَ ۽ رت ۾ ريرجي ويو.

علي اڪبر ﷺ جي گهوڙي کي خالي پٺي سان خيمن طرف ايندو ڏسي، امام حسين ﷺ جي جسم مان ساهہ نڪري ويو. مٽي کي ڦيري اچي وين ۽ ويهي رهيا. پوءِ خيمي منجهان نڪتا ۽ علي اڪبر ﷺ کي پڪاريندا ميدان ڏانهن ڀڄا. ڪمزوريءَ ۽ اڄ جي ڪري ڪيترا ڀيرا چڪر ڪائي ڪريا. اٿڻ مشڪل هيو مگر تڙپي اٿي پيا.

"علي اڪبر، پٽ ڪٿي آهيو."

ٻارپٽي ۾ هڪڙي ڏينهن علي اڪبر ﷺ هڪدم گم ٿي ويا. جتي ڪٿي ڳوليائون. گهٽين ۾ ماٿهو ڀڄايائون. عباس ﷺ مسجد شريف ۾

ڏسي آيا، ڪٿي بہ ڪونہ مليا. ظالم هڪ نہ ٻئي طريقي سان ستائيندا هين. انهيءَ ڪري هر وقت دل ۾ ڪتڪو رهندو هو. ڪاٿي ڪوئي پڪڙي تہ ڪو نہ ويو اٿس. امام ﷺ جي خاندان وارن جي سر جي بدلي ۾ وڏيون وڏيون قيمتون ملنديون هيون.

گوڙ ٻڌي امام ﷺ پنهنجي حجري مان نڪتا.

”ڪير گم ٿي ويو آهي؟“ بانو رضي الله تعاليٰ عنها کي روئيندو ڏسي پڇيائون.

”منهنجو لال علي اڪبر.“

”هيڏي هوڏي ڪٿي ڪيڏي رهيو هوندو.“

”ڪٿي بہ ڪونہ آهي، سيني جاين تي ڏٺو آهي. هاءِ منهنجي دل ٻڏندي ٿي وڃي.“ تڏهن امام ﷺ پاڻ پٽ جي ڳولا لاءِ نڪتا.

”علي اڪبر، پٽ ڪٿي آهيو؟“

علي اڪبر پنهنجي پڦيءَ جي چادر مان نڪري پڇندا اچي پنهنجي بابا سائين کي چنبڙي ويا هيا. ويچاري کي تہ خبر بہ ڪونہ هئي، اگهور ننڊ ۾ بي خبر ستي پئي هئي، مگر اڄ علي اڪبر ان جي چادر ۾ وڃي ڪو نہ لڪو هو. ڇو تہ اها اگهاڙي مٿي خيمي جي دروازي سان بيٺي ڏڪي رهي هئي. امام ﷺ تہ پاڻ ٽيڙ ڪائيندا وڏندا پئي ويا.

”اسان ڪان تہ هاڻي هڪڙي وک بہ نٿي کڄي. پٽ، اسان کي سهارو ڏي. پٽ، اسان جو هٿ پڪڙي وٺ. پنهنجي ڪراڙي بابا تي رحم ڪر. ڇگو سهارو نٿا ڏيو تہ هڪڙو دفعو سڏ تہ ورنايو تہ جسم ۾ ساهہ موٽي اچي. اسان جي نڪ ۾ واري پرجي وئي آهي، سينو ڦاٽي رهيو آهي، ساهہ ٿو منجهي، هن ٻيابي ۾ اسان کي ڇڏي وڃڻ جو خيال بہ نہ ڪجان. اسان جيئري مري ويندا سين.“

امام ﷺ کي ايندو ڏسي بزدل روئيندا پٽيندا هڪ ٻئي کي لتاڙي پڇڻ لڳا. هٿين خالي امام ﷺ هجوم کي چيريندا پٽ تائين پهتا. مٽي ۽ رت ۾ پريل علي اڪبر ڪرڙيون هٽي رهيو هو. سيني تي لڳل زخم مان تازو رت وهي رهيو هو.

علي اڪبر ﷺ بابا جو آواز ٻڌي رت هاڻيون اکيون کوليون. ٻڙڇي

جي زخم کي لڪائڻ لاءِ هڪدم سيني تي هٿ رکيائين تہ جيڪڏهن بابا سائين ڏسي ورتو تہ بيحال ٿي ويندا.

”علي اڪبر اسان کان پنهنجا زخم ٽا لڪايو تنهنجو هر زخم اسان جي دل جي اندر گهاءُ ڪندو پيو وڃي.“

امام ﷺ پٽ کي ٻانهن ۾ کڻي سيني سان لڳائي ڇڏيو ۽ پاڻ بہ ان جي جوان رت ۾ پير جي ويا.

”بابا هاڻي تہ ڪائي اڄ ڪونہ آهي. واري بہ باهہ وانگر نتي ساڙي سج لهي ويو آهي ڇا؟“ علي اڪبر ﷺ چئني پاسي نظر ڦيرائي، ڄڻ ڪنهن کي ڳولي رهيو هجي. ڪوئي ونڻ آيو اٿس. امام ﷺ ڏنو تہ علي اڪبر ﷺ جا هٿ پير ٿڌا ٿيندا پيا وڃن.

”صغريٰ کي چئجو تہ اسان گهڻو شرمسار آهيون. پنهنجو واعدو وفا ڪري ڪونہ سگهياسين. ان جو ننگ وڙ (پلو ٻڌائي) ڏيڻ جي مهلت ڪونہ ملي.“

پٽ هميشہ لاءِ اکڙيون بند ڪري ڇڏيون. پيءُ جو ساهہ نڪري ويو. ٿوري دير سڪتي ۾ وينا. ان جي پرسڪون مرڪندڙ چهري کي ڏسندا رهيا. پوءِ چهري جي پرسان منهن رکي چوڻ لڳا:

”علي اڪبر. تون بہ اسان کي ڇڏي وئين. اسان کي ڪير ڪلهو ڏيندو. قبر ۾ ڪير لاهيندو. ڇا اسان جي لاش کي کڻڻ لاءِ ڪير بہ ڪونہ ايندو. پٽ اها بي واجبي آهي.“

”اسان جو وقت هو. اسان کي مرڻو هو. توکي زندگيءَ جي بهارن ۾ ڪيڏڻو هو. دنيا ۾ گهڻو ڪجهہ ڪرڻو هو. افسوس مون توکي ڇا ڏنو؟ پنهنجا ڏک. پنهنجون ڳڻتيون. پوءِ رسوايون ۽ ذلتون تو کي ورثي ۾ ڏنيون. سجاد بيمار آهي، دوا درمل تہ پري پر اسان ان جي نڙي بہ آلي نتا ڪري سگهون. علي اصغر بہ گهڙي پل جو مهمان آهي. اسان جو نالو نشان متجي ويندو. ڪير نالي ونڻ وارو بہ ڪونہ رهندو. علي اڪبر. هاڻي خيمي ۾ کهڙو منهن کڻي وڃان. تنهنجي امڙ کي ڇا چوان؟“

امام ﷺ پنهنجن هٿن سان سيني جا لاش آخري ديدار لاءِ خيمن ۾ کڻي آيا هئا. مگر علي اڪبر کي کڻڻ لاءِ جُهڪيا تہ ائين لڳو ڄڻ

هٿن پيرن مان ساهہ ڇڏائي ويو اٿن. صدين جي ڪراڙپ اچي وئي آهي. چهري تي گهنج پئجي ويا، وار هڪدم سفيد ٿي ويا. چيلهہ ڏوڙي ٿي وئي.

امام ﷺ نوجوان پٽ جي لاش کي غلامن جي مدد سان خيمي ۾ کڻي آيا تہ ڪنهن ۾ روئڻ جي طاقت بہ ڪونہ رهي هئي، غشي مٿان غشي اچي رهي هئي.

# اجارو گل

بانو رضي الله تعاليٰ عنها جو ٽيج پياڪ اصغر ستين تاريخ کان اجارو آهي. ٻچڙي جي ٻڏندڙ نبض جاچيندي بانو رضي الله تعاليٰ عنها بيچين ٿي وڃي ٿي. ٽيج سڪي وئي آهي، پاڻي جو هڪڙو ڦڙو به اڻ لڀ آهي. ٻچڙي جي بچڻ جي ڪائي صورت نظر نٿي اچي. گهبراهٽ مان هيڏانهن کان هوڏانهن اچي وڃي ٿي، پوءِ ٻچڙي تي جهڪي وڃي ٿي. ڪڏهن هنيانءَ ۾ هٿ وجهي ٿي، ڪڏهن بيوسي مان هٿ ملي ٿي.

ابوالفضل عباس ﷺ بن جاين تي کهي کوٺڻ جي ڪوشش ڪئي، سيئي ننديا وڏا گڏجي پيا. هٿ رتوڇاڻ ٿي ويا. مگر آلِ رسول ﷺ جي نصيب جو پاڻي ڪونہ نڪتو. هاڻي تہ ڳوڙها بہ اکين مان نڪرڻ کان اڳ سڪي تا وڃن.

بانو رضي الله تعاليٰ عنها ڇٽي ڇٽي جو منهن تڪي رهي آهي. ڪنهن ۾ ان سان اک ملائڻ جي همت ڪونہ آهي. بانو رضي الله تعاليٰ عنها هر هر هٿ کڻي دعائون گهري ٿي:

”اي ڪوثر جي چشمي جا والي! منهنجو ابهم ٻچڙو اڄ کان پساهہ پورا ڪري رهيو آهي. يا الله، مان ڇا ڪريان، ڪاڏي وڃان؟ الله سائين! هاڻي هن جگر ۾ زخم مٿان زخم کائڻ جي طاقت ڪونہ رهي آهي، جوان علي اڪبر جي تازي موت جو داغ رت روئاري رهيو آهي. هاڻي انهيءَ تازي زخم کائڻ جي دل ۾ طاقت تہ ڪونہ هئي، دل پرزا پرزا ٿي وئي آهي، اي منهنجا پروردگار، هن معصوم جندڙي تي رحم ڪر. اي ادي زينب، ڏس تہ سهي ڪيئن بي ستو لڳو پيو آهي. نہ روئي ٿو نہ چري ٿو بس ڪجهہ دير اڳ گهڙي کن لاءِ اک کولي هئائين، تڏهن کان بيهوش پيو آهي. هاءِ! منهنجي ٻچڙي جي ڪنن جون پاپڙيون ڦري ويون، ساهہ هيٺ مٿي ٿي ويو اٿس. بس هاڻي کن پل ۾ منهنجي اکين جو نور وسامڻ وارو آهي.“

"منهنجي شهزاديءَ بانو دل کي قابو ڪر." زينب سلام الله تعاليٰ عليها ياڄائي کي سمجهائي ٿي.

"هاءِ ڇا ڪريان. جڻ ڪوئي هنيانءَ کي وڍي رهيو آهي. الله. دل ۾ ڪهڙا ڪهڙا تہ ارمان هيا. سوچيندي هيس تہ هن کي نجف ڪٺي وينديس. هن کي شاهہ نجف جي مزار جو مجاور بڻائيندس. تيستائين خير سان هلڻ بہ لڳندو. آڳر پڪڙي قبر جي چوڌاري ڦيرا ڏياريندي مانس. مگر انسانو! هاڻي تہ هن جي پنهنجي قبر ٺهڻ جون تياريون ٿي رهيون آهن. اي منهنجا موليٰ نہ باس ڏيڻ جي تمنا پوري ٿي، نہ ئي ان جي بسم الله ٿي تہ ان کي موت جو سڏ اچي ويو. ويڻ جي ايتري جلدي هئي تہ منهنجي هنج ڇو سائي ڪئي هئي. منهنجا لال، هن بدنصيب ماءُ تي رحم ڪر. هڪڙو دفعو اکڙيون تہ کول."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ جڏهن کان علي اڪبر ﷺ کي رت ۾ ٻڏل ڏٺو هو نہ ڄاڻ ڏک ۽ افسوس جي ڪهڙي دنيا ۾ گم ٿيل هئي. ڀاءُ جو ٻيو ڏيئو بہ نظرن جي سامهون موت جي آنڌاري ۽ طوفان ۾ وڪوڙيل هو. دنيا جي چپي چپي تي نهرون پاڻي سان ڀريون پيون هيون. چشما ڇلڪي رهيا هيا. آبشار گوڙ ڪري رهيا هيا. ڍنڍون تار تار لڳيون پيون هيون. مگر ڇهن مهينن جو معصوم ٻارڙو ٽن ڏينهن کان اڄ جي سختي سهي رهيو هو ٻارڙي جون آڱريون آڪرجي سخت ٿي ويون هيون. ننڍڙن پتڪڙن هٿن ۾ مٺ بند ڪرڻ جي بہ طاقت ڪونہ رهي هئي، وات ۾ آڱوٺو وڌائين پر چوسڻ جي طاقت ختم ٿي وئي هئي.

ان وٽ ياڄائيءَ کي سمجهائڻ لاءِ لفظن جو سمورو ذخيرو ختم ٿي ويو هو. جنهن جو پنهنجو صبر ۽ قرار ڀهريائين لٽجي ويو هجي، اهو انسان صبر جي تلقين ڪرڻ لاءِ پٿر جي دل ڪٿان آڻي.

"بانو اها ئي اسان جي تقدير آهي."

"ڏسو تہ منهنجي ٻچڙي جي اکين جا تارا ڦرندا ٿا وڃن." بانو رضي الله تعاليٰ عنها ڪڏهن پنڙي جا ننڍڙا پتڪڙا هٿ پير ٿي چميا. ڪڏهن پلوَ سان هوا ٿي جهليائين. ڪڏهن ڇٽي ڇٽي جو منهن ٿي تڪيائين. سڪينہ پنهنجي اڄ وساري هر هر ڀاءُ وٽ ٿي آئي. تاڙيون ٿي وڄايائين.

”منهنجو ادڙو ڪلي بہ ڪونہ ٿو! منهنجا شهزادا، اکڙيون تہ کول، ڳالهائين ڇو نٿو. ڇا اسان کان ناراض آهيو. ڏسو تہ توهان جي ڪري امڙي بہ ڪيتري پريشان ٿي رهي آهي. الله، توهان تہ اسان ڏانهن ڏسو بہ ڪونہ ٿا. منڙا، اڄ لڳي اٿوَ؟ چاچا سائين پاڻي آڻڻ لاءِ ويا آهن، اجهو الاهي سارو پاڻي کڻي ٿا اچن. اسان پنهنجي لاڏلي کي ڍؤ تي پاڻي پياريندا سين. امان جيجل، ادڙي کي ڇا ٿي رهيو آهي؟“

سڪينہ جون آهون ٻڌي سيئي پينگهي وٽ گڏ ٿي ويا. ڪنهن وهاڻي تي لڙڪيل مٿي کي نيڪ تي ڪيو. ڪنهن آڪڙيل پير سڌا ٿي ڪيا. سيئي قرآن شريف جون آيتون پڙهي ڦيڻو ڪري رهيا هيا.

آخرڪار فيصلو ٿيو تہ امام ﷺ کي سڏ ڪجي، گهڙي کن لاءِ اچي هن جو حال تہ ڏسن. اجهو هاڻي ئي علي اڪبر جو لاش کڻڻ لاءِ قتل جي ميدان ڏانهن ويا آهن، گهڻو پري ڪونہ ويا هوندا ويجهڙو ئي هوندا.

امام ﷺ جو خيمي مان دانهن ٻڌي تہ علي اڪبر ﷺ جي لاش کي اتي ئي رکيائون، جتي انهن کي شهيد ڪيو ويو هو ۽ ٽڪڙيون وکون کڻي پڄندا خيمي ۾ پهتا. اڃا جوان پٽ جو رت هٿن تان ڪونہ سڪو هو تہ ٽيج پياڪ علي اصغر تي سڪرات واري حالت طاري ٿي وئي.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ٽڪڙو وڌي پاءُ کي سهارو ڏنو. هٿ پڪڙي ٻارڙي جي پينگهي وٽ وني آئي ۽ ان جا آڪڙيل هٿ پير ڏيکاريائين. امام ﷺ سمجهي ويا تہ علي اصغر بس گهڙيءَ پلڪ جو مهمان آهي. پساهہ بہ بس ائين هلي رهيا آهن.

ٿوريءَ دير تائين پنهنجي ابهم پٽ کي حسرت سان ڏسندا رهيا، پوءِ خبر نہ آهي ڪهڙو خيال آين ۽ نوڙي ڪن ۾ ڪجهہ چيائون.

ٻارڙي موت جي ڪشمڪش تي گهڙي کن لاءِ فتح حاصل ڪري ورتي. وڏي ڪوشش سان اکيون کوليائين ۽ مرڪندي امام ﷺ ٻارڙي کي پنهنجي ٽڪل ماندي ٽيل سيني سان لڳائي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

سڪينہ خوشي مان تاڙيون وڄائڻ لڳي.

آها، بابا سائين ادڙي کي ڪلائي ڇڏيو. امان جيجل. ادڙي مرڪي اکيون بہ کوليون ۽ ڪڏندو بابا سائين جي ڀاڪر ۾ هليو ويو. بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي جان ۾ ساهہ پئجي ويو ۽ هڪدم ڳوڙها اگهي کلي ڏنائين.

"توبهہ، مان بہ ڪيڏي وهمي آهيان، الله سائين، تنهنجا لک لک شڪرانا. بيبي ڏسو تہ پنهنجي بابا کي ڏسي ڪيئن مزي سان مرڪي ڏنائين، ڄڻ بس اهو ئي هن جو سڀ ڪجهہ آهي. اسان سندس ڪجهہ بہ ڪونہ آهيون." پيا سيئي بہ ان جي ڪل ڏسي مرڪڻ لڳا.

زينب سلام الله تعاليٰ عنها بہ پنهنجي مرڪ کي روڪي ڪونہ سگهيون، پوءِ جهڪي پنهنجي ڀائٽي جي پيشاني چميائين ۽ امام ﷺ کان پڇيائين:

"ادا، پنهنجي پٽ جي ڪن ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهہ چئي اٿوَ جو اهو ٻيهر جيئرو ٿي پيو."

"زينب ڪجهہ بہ نہ، اسان تہ ان کان بس اهو ئي پڇيو تہ پٽ، علي اڪبر ڏانهن هلندين. هي علي اڪبر سان ڏاڍو هريل هيو. ملاقات جي شوق جي خوشيءَ ۾ کلي ڏنائين ۽ اسان ڏانهن هليو آيو تہ اسان هن کي بہ ان وٽ پهچايون."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها چيو "تہ پوءِ کڻي وڃوس، شايد ظالمن کي ان جي ننڍڙي عمر ڏسي قياس اچي وڃي ۽ هن کي پاڻي پيارين."

"ڏس انهن ڏانهن کڻي تہ وڃانس ٿو چڱو هن لاءِ انهن اڳيان پاڻيءَ لاءِ هٿ بہ ٽنگيندس، اڳتي هن جي قسمت، پاڻي ٿا ڏين يا موت؟"

بانو رضي الله تعاليٰ عنها جا اڳتي وڌيل هٿ بيوسي مان هيٺ ڪري پيا ۽ ڪنڌ جهڪائي روئڻ لڳي.

"بانو ٿوري دير لاءِ علي اصغر جي عمر کي وساري ڇڏ. ڏس، ڇا هي بہ هڪڙو مجاهد ڪونہ آهي. بس فرق ايترو آهي تہ ٻين جي هٿن ۾ برڇيون ۽ ڀالا آهن، زهر ۾ ٻڏل تير آهن، ڳورا گرز آهن ۽ هن جا ننڍڙا پتڪڙا هٿ خالي آهن. هن جي معصوميت ئي هن جو اڪيلو هٿيار آهي. اسان سيئي پنهنجي پنهنجي مورچي تي وڙهي رهيا آهيون. هي بہ ڪهڙي شان سان پنهنجو مورچو سنڀاليون بيٺو آهي. اڄ جهاد ڪرڻ لاءِ عمر جو قيد ختم ٿي ويو آهي. هن ننڍڙي سپاهيءَ کي بہ جنگ جي ميدان ۾ وڃي پنهنجي هٿيار جي طاقت ڏيکارڻ ڏي. ڪهڙي خبر تہ جتي اسان جا هٿيار مجبور ٿي ويا، اتي هن جي معصوميت ۽ ننڍڙي عمر فتحياب ٿي وڃي. ان کان علاوه مان انهن ظالمن کي ڪوئي بهانو

به ڏيڻ نٿو گهران. جيڪڏهن علي اصغر اڄ جي ڪري پنهنجي پينگهي ۾ ساهه ڏنو ته دشمن کي اهو چوڻ جو بهانو ملي ويندو ته انهن کي خبر ڪونه پئي، جيڪڏهن ٻارڙي لاءِ پاڻي جي ضرورت هئي ۽ اسان ان کي پنهنجين اکين سان مرندو ڏسون ها ته ضرور پاڻي ڏيون ها. امام پنهنجي ضد جي ڪري اسان تي سنگدليءَ جو الزام هڻڻ لاءِ ٻارڙي کي اڄ ۾ ماري ڇڏيو. اسان کي خبر به لڳڻ ڪونه ڏنائين. انهيءَ ڪري ۽ هن کي ان لاءِ به ڪٺي وڃڻ گهران ٿو ته آخر اهي ماڻهو به ته انسان آهن. منهنجي ناني سائين، خدا جي رسول ﷺ جي امت آهن. مان ڪيئن اعتبار ڪريان ته اهي اجايل ٻارڙي تي قياس ڪرڻ کان وانجها ٿي ويا آهن. هونئن به جيڪڏهن هاڻي هن کي پاڻي مليو به ته شايد نڙي مان هيٺ لاهڻ کان اڳ ئي ساهه نڪري وڃيس. موت ته هر صورت ۾ اچڻو آهي، ان پينگهي جي بجاءِ قتل گاهه ۾ به ايندو. ڪهڙو فرق پوندو. باقي جيڪا تنهنجي مرضي، تون هن جي ماءُ آهين."

"سرتاج، ڪٺي وڃوس، منهنجي ننڍڙي سپاهيءَ کي ڪٺي وڃو پر ٿورو ترسو ته مان ان جا ڪپڙا مٽائي وٺان، سالگرهه جي لحاظ کان مون گلابي پهراڻ سبرايو هو هاڻي سالگرهه جو ڪهڙو پروسو ملهائڻ نصيب ٿئي يا نه، پائي وٺي، اهو ئي گهڻو آهي."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها علي اصغر کي پهراڻ پارايو. خدا ڄاڻي دل جي ڪهڙي حالت هيس. جلدي جلدي ريشم جهڙن وارن ۾ ڦڻي ڏنائينس. اکين ۾ سرمو پارايائينس، پوءِ ان جي ٽڏي ڪوماڻل هٿ کي ان جي مٿي رکي چپائين.

"ياتيو اسان جو پٽ توهان کي سلام ڪري رهيو آهي."

سيني وڏيءَ ڄمار جون دعائون ڏنس. ساهه صدقو ٿيندي ان کي الوداع ڪيائون. امام ؑ خيمي جي دروازي تائين پهتا ته بانو رضي الله تعاليٰ عنها تڪڙو وجي هڪڙي چادر ٻارڙي جي مٿان وڌي.

"منهنجو ٻچڙو اس ۾ ڪارائجي ويندو. ٻچڙا وڃ، مون توکي ڇهن مهينن جي پيچ بخش ڪئي. يا الله! منهنجو لال وري زندهه منهنجي هنج ۾ ايندو به الائي نه. منهنجا آقا ان کي سنڀالي ڪٺي وڃو. مان پنهنجو ٻچڙو توهان کان وٺنديس."

امام ﷺ پنڙي کي هٿن تي کڻي هليا. موت بہ پاڇي وانگر گڏوگڏ هلي رهيو هو!

دل ۾ سوچي رهيا هيا:

"مون تہ اڄ تائين جيڪو ڪجهہ گهريو الله پاڪ کان گهريو. پاڻي گهرڻ لاءِ هٿ ڪيئن ٽنگيندس. پاڻي لاءِ سوال ڪرڻ جي همٿ ڪٿان آڻيندس. منهنجي تہ زبان ئي ڪونہ ورندي جيڪڏهن زبان وري بہ وئي تہ اهي ٻڌڻ وارا ڪٿي آهن. هڪڙي ننڍڙي اميد جي ڏور آهي اها بہ ٽٽي ويندي مان بہ ڏنو ٿيندس ۽ ٻارڙي جي جان بہ ويندي"

جڏهن دشمن جي فوج ڏانهن وڃڻ لڳا تہ خودداري زبان بند ڪري رهي هئي. غيرت مان پير ڏڪي رهيا هئا، ڪنڌ جهڪيل هئا.

امام ﷺ کي جڏهن دشمن جي فوج ايندي ڏٺو تہ طرح طرح جون قياس آرايون ڪرڻ لڳا. ڪنهن پڇيو:

"امام جي هٿن ۾ ڇا آهي؟"

"امام جي هٿن ۾ قرآن شريف آهي. قرآن شريف کي وچ ۾ آڻي صلح ڪرڻ ٿا گهرن." فوج ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي.

"اڇي ويو نہ سڌي رستي تي، علي اڪبر جي موت ڇيلهہ ڇڳي ڪري ڇڏيس، سڄو غرور ختم ٿي ويس. ائين سر ڪپي تہ ڪٽي ويندا سين. پر امام کي جيئرو قيد ڪري پيرين پيادو وٺي وڃڻ جي ڳالهہ ئي ٻي ٿيندي. جڏهن يزيد جي دربار ۾ زنجيرون ڪڙڪائيندا وٺي ويندا سين، تڏهن اصل غرور ٽٽندس ۽ سيني دعوائن جي قلعي کلي ويندي"

امام ﷺ هٿين خالي هيا. ڇيلهہ ۾ تلوار بہ ٻڌل ڪونہ هئي. عجيب حالت زار هئي. ننهن کان چوٽي تائين پيارن جي خون ۾ وهنتل هيا. نہ ايتري وٿي ملي هئي. جو لباس تبديل ڪن ها ۽ نہ وري پاڻ انهن نشانن کي پنهنجي بدن کان جدا ڪرڻ گهريائون ٿي. اهي رت جا نشان ئي تہ باقي سڄو ڌن دولت بچيو هيو. وڃڻ وارن اهي نشان ئي تہ ڪين هديي طور پيش ڪيا هيا.

ويجهو وڃي انهن ٻچڙي جي چهري تان چادر هٽائي، نظرون جهڪائي، وڏيءَ مجبوريءَ واري آواز ۾ چيائون:

"ٻارڙو توهان جي سامهون هڪڙي التجا کڻي آيو آهي. روئي روئي ساڻو ٿيندو پيو وڃي. هاڻي تہ نڙيءَ مان آواز بہ ڪونہ ٿو نڪريس. سيئي ان کي پرڇائي پرڇائي ٽڪجي هارائي ويا آهن. اڄ کان بيحال ٿي رهيو آهي. توهان جي چوڻ مطابق مان ڏوهي آهيان، مان غدار آهيان، پر هي ٻي زبان ۽ بيقصور آهي. ڇهن مهينن جو ساسي ستين محرم کان اڃارو آهي. سندس ماءُ جي ٿڃ بہ ڪالهہ رات کان سڪي وئي آهي. اڃا ٻانبڙا بہ ڪونہ ٿو پائي. هن نہ توهان کي ڪو نقصان پهچايو آهي ۽ نہ وري پهچائي سگهي ٿو. هي ٻي زبان پاڻ ڪجهہ چئي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري مون کي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو توهان جي آڏو هٿ ٽنگڻو پيو آهي."

"توهان کي شرط تہ معلوم آهن. انهن کي پورو ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن بہ حالت ۾ پاڻي ملي ڪونہ سگهندو." ابن سعد چيو.

"شرط منهنجي لاءِ آهن. مان پنهنجي لاءِ پاڻي ڪونہ ٿو گهران."

امام ﷺ نرمي سان چيو "هن ٻارڙي جو انهن شرطن سان ڪهڙو واسطو؟"

"توهان جي ڪنهن بہ دوست، همدرد يا مائٽ لاءِ اسان وٽ پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڙو بہ ڪونہ آهي، علي اصغر ٻانبڙا پائيندو اچي خيرات گهري ها تہ بہ ان کي جواب ۾ تير ۽ تلوار ئي ملن ها. ٻيو تہ اسان ايترو بيوقوف بہ ڪونہ آهيون جو انهن ڳالهين ۾ اچي وڃون. اي حسين (ﷺ) اڄ تہ تو کي پاڻ کي لڳي آهي ۽ ٻار جو بهانو ٿو ڪرين." ابن سعد چيو.

"چڱو. تون سمجهين ٿو تہ مان ٺڳي ڪري توهان کان پاڻي وٺڻ ٿو گهران تہ جي تون چئين تہ مان ٻارڙي کي هتي واري تي توهان جي سامهون سمهاريان ٿو. تون پنهنجي هٿ سان ڪجهہ پاڻيءَ جا ڦڙا هن جي نڙي ۾ وجهہ تہ جيئن هن جي جان بچي وڃي، تو کي پاڻي جي جيتري قيمت گهرجي وٺ. مان ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. هن وقت هڪڙي ڦڙي لاءِ موتي بہ گهرين تہ مان انڪار ڪونہ ڪندس."

امام ﷺ اکيون جهڪايون. اهڙي انسانيت ۽ نرمي سان ڳالهائي رهيا هيا.

"اڙي، اسان کي اها خبر ڪونہ هئي تہ توهان وٽ قارون جو خزانو

آهي، جو هڪڙي ڦڙي لاءِ سچو موتي ڏيڻ لاءِ تيار آهيو. يارن دوستن ائين ئي چئي ڇڏيو تہ توهان وٽ دولت ڪونہ آهي.“

”چوڻ واري ٺيڪ چيو آهي تہ مون وٽ دولت ڪونہ آهي،“ امام ؑ جواب ڏنو.

”پيو وري ڇا. توهان وٽ دولت هجي ها تہ اها حالت ڇو ٿئي ها. چڱي موچاري فوج هجي ها.“

”دولت سان بيشڪ تو جهڙا گڏهہ خريد ڪري سگهجن ٿا. دوست، همدرد ۽ پٽ خريد ڪري نٿا سگهجن. مان هن وقت توسان جنگ ڪرڻ ڪونہ آيو آهيان، هن ٻارڙي لاءِ پاڻي وٺڻ آيو آهيان.“

”۽ هر ڦڙي لاءِ سچو موتي ڏيڻ لاءِ تيار آهين. ڪٿي اچ. سودو گهاٽي وارو ڪونہ آهي، ڪيسي ۾ جيڪي هيرا جواهر اٿئي ڪڍ. انهن کي پرکي توهان جي سوال تي غور ڪبو.“

”مون وٽ هيرا جواهر تہ ڪونہ آهن. البت نياڻين جي ڪنن ۾ ڇني جون واليون پيل آهن. تون چئين تہ اهي ڪٽي اچان.“

”ڪمال ڪري ڇڏيئي، اهو تہ مالِ غنيمت آهي. خدا جو قسم ان تي تہ اسان جو حق آهي، توهان پنهنجي ڪم نٿا آڻي سگهو.“

”ڇا توهان سڀ جا سڀ ماڻهپي کان خالي آهيو. ڪنهن جو اولاد ڪونہ آهيو سيئي ٺوهيا آهيو. توهان مان ڪنهن کي بہ پٽ کي سيني سان لڳائڻ جو مزو نصيب ڪونہ ٿيو آهي؟ ڇا توهان ڪڏهن پنهنجي پٽ کي ڪڇ تي ڪونہ کنيو آهي.“

فوج جي گهڻن ئي سپاهين جا ڪنڌ شرم مان جهڪي ويا. ايترڙي ننڍڙي ٻارڙي کي پساهہ پورو ڪندي ڏسي، انهن جا وار ڪانڊارجي ويا.

”ٿورڙو پاڻي ڏيڻ سان درياهہ سڪي ڪونہ ويندو ٻار ڪنهن جو بہ هجي معصوم آهي.“ فوجي پڻ پڻ ڪرڻ لڳا.

”معصوم جي آهہ وڙهندي، اسان سڀ تباهہ ۽ برباد ٿي ويندا سين. اها ظلم جي انتها آهي.“

شمر فوجين جا رنگ ڏسي ڇڙٻ ڏنن:

”بيوقوفو پاڳل ٿي ويا آهيو سڄي ڪٽي ڪمائيءَ تي پاڻي ڦيرڻ ٿا گهرو. هي ٻار اڃ معصوم آهي، سياڻي جوان ٿي توهان کي ۽ توهان جي قبيلي کي ذليل و خوار ڪري ڇڏيندو. ان کي پاڻي ڏئي زهر جو ٻوٽو پوکڻ گهرو ٿا؟ هڪڙي بي حقيقت ٻار جي لاءِ تباهي، ذلت ۽ خواري جي غار ۾ ڪِرڻ گهرو ٿا.“ ان سان گڏ شمر اشارو ڪيو ۽ تيرن جو مينهن وسڻ لڳو.

امام ﷺ ٻچڙي کي سيني سان لڳايو ۽ نوڙي تيرن کي پنهنجي جسم سان روڪڻ لڳا.

اوچتو حرمل ڪمان ۾ تير چڪيو ۽ اهڙو تڪي هنيائين جو نه منهون تير ٻارڙي جي ڳچي ۾ کُپي ويو.

ٻارڙي کان رڙ نڪري وئي ۽ اکيون کولي ڇڏيائين، ڄڻ بابا سائين کان پڇندو هجي:

”اي ساقي ڪوثر جا ڏوهتا، ڇا بي زبان ٻارڙن جي اڃ ائين ئي اُجهائي ويندي آهي؟“

امام ﷺ ڏڪندڙ هٿن سان تير ڇڪيو. ٻارڙي ٽيج جي پاران تازو تازو خون اوڪاريو ... اجارن چپڙن تي گهڙيءَ کن لاءِ هڪڙي عجيب مرڪ تري آئي ۽ ٻارڙي جو ساهه نڪري ويو. امام ﷺ ڳچيءَ مان اوبرڪو ڏئي نڪرندڙ رت سان ٻڪ ڀريو. سوچيائين ته آسمان ڏانهن اڇلائي ته غيب مان آواز آيو.

”نه، حسين نه، جيڪڏهن تو اهو رت آسمان ڏانهن اڇلايو ته پوءِ ڪڏهن به مينهن جو هڪڙو ڦڙو به ڪونه وسندو.“

امام ﷺ سوچيو ته پٽ جي خون کي زمين تي هاري ڇڏي ته وري اهو آواز ۾ ٻڌڻ ۾ آيس:

”خبردار حسين! انهيءَ رت جو هڪڙو ڦڙو به زمين تي ڪريو ته پوءِ ان زمين تي اناج جو هڪڙو داڻو به ڪونه ٿيندو.“

امام ﷺ چئني طرفن ڏانهن ٽڪل نگاهه وڌي ۽ چيائين:

”پٽ اصغر، زمين ۽ آسمان کي تنهنجي رت کان انڪار آهي. تنهنجي خون جو ڪٿي به نڪاڻو ڪونه آهي. مان زمين کان پوک پيدا ڪرڻ جي طاقت ڪونه ڪسيندس!“

ائين چئي خون کي پنهنجي چهري تي ملي ڇڏيائون.

امام حسين ابن علي ﷺ ڇهن مهينن جي شهيد پٽ جي لاش کي هٿن ۾ کنيون سوچي رهيا هئا.

"علي اصغر، منهنجا جگر. هاڻي تنهنجي ماءُ مون کان تنهنجي گهر ڪندي تہ ڪهڙو جواب ڏيندس؟ ان جي ويران ٿيل جهوليءَ ۾ تنهنجي لاش کي ڪهڙي دل سان وجهندس."

ايتري ۾ فضا رضي الله تعاليٰ عنها خيمي مان نڪتي. امام ﷺ ان کي رڙ ڪري فرمايو:

"ها فضا، علي اصغر جي اڄ لهي وئي. وڃي ان جي ماءُ کي چئو تہ وڏي گهري ننڊ ستل آهي. هاڻي محشر جي ڏينهن جاڳندو." اهو چئي ٻچڙي جي لاش کي نوجوان علي اڪبر جي پاسي ۾ سمهاري ڇڏيائون. هن جو هٿ ان جي سيني تي رکي ڇڏيائين.

"بس پٽ، اسان پنهنجو واعدو پورو ڪري ڇڏيو تو کي وڏي ڀاءُ وٽ پهچائي ڇڏيوسين. علي اڪبر ننڍڙي ڀاءُ کي سنڀال، اسان بہ اچون ٿا."

ٿوري دير تائين رت ڀريل اکين سان پنهنجي سموري حياتي جي ڪمائي کي ڏسندا رهيا. جلال مان هڪدم چهرو ڳاڙهو ٿي ويو، جهڪيل چيلهہ سڌي ٿي وئي. آسمان ڏانهن هٿ کڻي چيائون:

"اي رب العزت تون ڏسي رهيو آهين."

ايترڙي ننڍڙي ٻچڙي جي لاش کي اس ۾ ڇڏڻ لاءِ دل راضي ڪو نہ ٿين. علي اڪبر جي چيلهہ مان خنجر ڪولي ننڍڙي قبر کوٽيائون. علي اصغر جي لاش کي دفن ڪيائون ۽ ڪپڙا ڇنڊي اٿي بيٺا. هاڻي ڪجهہ بہ باقي ڪو نہ بچيو هو سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏيائون. آخري ڀيرو باقي بچيل رشتيدارن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ خيمن ڏانهن روانا ٿي ويا.

امام ﷺ جيئن ئي خيمي ۾ قدم رکيو تہ هڪڙو ڪهرام مچي ويو.

"امام ﷺ آخري ملاقات لاءِ تشريف کڻي آيا آهن."

سيئي انهن کي چئني طرفن کان وڪوڙي ويا ۽ بي اختيار روئڻ لڳا. امام ﷺ جو چهرو ساڻائيءَ ڪري ڦڪو لڳو پيو هو هٿ پير ٿڌا ٿي رهيا هين ۽ ننهن کان چوٽي تائين سرءُ جي سڪيل پن وانگر ڏڪي رهيا

هيا. انهن ٽڪل ٽٽل اکين سان چوڌاري ڏٺو. هاڻي خود انهن ۾ ڪنهن کي تسلي ڏيڻ جي طاقت باقي ڪونہ بچي هئي. بس سيني کي هڪڙو دفعو دل ڀري ڏسڻ لاءِ آيا هيا. مگر ڪنهن سان بہ اکيون ملائڻ جي همت ڪونہ ٿي رهي هين. ام ليليٰ رضي الله تعاليٰ عنها ارڙهن ورهين جي ڪمائي جي قرباني ڏني هئي، ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها ڇهن مهينن جو گلن جهڙو ٻچڙو قربان ڪيو هو. ابو الفضل عباس ﷺ جي بدنصيب بيوه، قاسم ﷺ جي ڏک ۾ گم سم ويٺل ڏي فاطمہ ڪبرا ۽ عون ۽ محمد جو ٻٽو ڏک برداشت ڪرڻ واري بهادر ڀيڻ زهرا ثاني سلام الله تعاليٰ عليها، پاءُ کي ائين سيني کي چوري چوري نظرن سان تڪيندي ڏٺو تہ زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ جي دل تي ڏک لڳو. اڳتي وڌي مظلوم پاءُ جو هٿ پڪڙيائين. امام ﷺ ماندائيءَ مان پنهنجو مٿو ڀيڻ جي ڪلهي تي رکي ڇڏيو:

"زينب، زينب، اسان ڏاڍا سخت جان آهيون. ڏس ڪهڙا ڪهڙا زخم سٺا آهن، پوءِ بہ زنده آهيون. اڃا اسان کي ڪيسائين جيئڻو پوندو؟"

"ادا، توهان کي الله وڏي ڄمار ڏئي." زينب سلام الله تعاليٰ عليها پاءُ کي هڪڙي ڀار وانگر سيني سان لڳائي ڇڏيو.

"هي ڏسو، اسان جو چوغو پنهنجن پيارن جي خون سان رنگجي ويو آهي. هي ڏسو هي قاسم جو خون آهي، هي عباس جو علي اڪبر تہ ساهہ ڏيڻ وقت اسان جي سيني سان چنبڙي، پنهنجي خون سان وهنجاري ڇڏيو. هي اسان جي سفيد وارن تي علي اصغر جي خون جي ميندي لڳل آهي. تنهنجا ٻئي لال عون ۽ محمد تہ اسان کي ننهن ڪان چوٽي تائين رت ۾ ٻوڙي ويا."

ڀيڻ ماءُ ٻڻجي امام ﷺ جي ٽڪ ۽ ماندي ٿيل سِرَ مبارڪ کي پيار مان سهارو ڏنو. ان کي پاڻ وٽ ويهاريائين. وڪريل وارن کي پنهنجي آڱرين سان سڌو ڪيائين. سڪل زخمي چپڙا ڏسي جيئرو وڍجڻ لڳس. بيوسيءَ مان سڏڪا ڀريندي ان جا هٿ پنهنجي اکين تي رکي ڇڏيائين.

"انهيءَ خون جي هڪڙي ڦڙي جو حساب ٿيندو."

"بابا، پيارا بابا." ننڍڙي سڪينہ ڪرندي، ٿيڙ کائيندي اچي پيرن سان چنبڙي پئي. "بابا اسان کي ذرو بہ اڃ ڪونہ آهي، پاڻيءَ کان اسان

جي توبه اسان ڪڏهن به پاڻي ڪونه گهرنداسين. چاچا سائين پاڻيءَ لاءِ ويا، پوءِ موٽيا ئي ڪونه. هاڻي اسان توهان کي پاڻيءَ آڻڻ لاءِ وڃڻ ڪونه ڏينداسين."

"ٻچڙي، اسان پاڻي کڻڻ لاءِ ڪو نه ٿا وڃون، اسان جي نصيب جو پاڻي دنيا جي گولي تان کڄي ويو هاڻي اسان پنهنجي جيجل امڙ وٽ ئي وڃي آب ڪوثر سان پنهنجي اڃ لاهينداسين."

"ته اسان کي به ڏاڏي امان وٽ وٺي هلو. اسان به ٿورو پاڻي پي وٺنداسين. گهڻو نه بس هڪ ڍڪ."

"نه بيبي، اڃا تنهنجو وارو ڪونه آيو آهي. تو کي انتظار ڪرڻو پوندو."

"بابا سائين، اسان انتظار ڪري ڪري ٿڪجي پيا آهيون. هيءَ جاءِ سٺي ڪونه آهي، مديني هلو."

"منهنجي جان، مديني هلي نٿا سگهون."

"ته پوءِ نجف هلو."

"نجف جو به رستو بند آهي. دشمن سيئي رستا بند ڪري ڇڏيا آهن."

"بابا ذوالجناح ته هوا کان به وڌيڪ تيز رفتار آهي. اهو ته اسان کي ڪٽي سلامتيءَ سان نڪري ويندو."

"ذوالجناح کان به وڌيڪ تيز رفتار موت آهي، جيڪو سالن کان اسان جو پيڇو ڪري رهيو آهي. اسان چئني طرفن کان قاتل آهيون، بچي نڪرڻ جي ڪائي واهه ڪونه آهي. منهنجي گڏڙيءَ تون ڏاڍي سياڻي آهين، اسان کي کل خوشي سان الوداع ڪر. تون اسان جي بهادر ڌيءَ آهين، اسان کي ڪجهه ٿي وڃي ته روئجان نه. ڇو ته توکي روئاري دشمن خوش ٿيندا."

"اسان ڪونه روئينداسين. دشمن جي دل خوش ڪرڻ لاءِ اسان ڪڏهن به ڪونه روئينداسين."

"اهو هارَ ۽ والا لاهي ڇڏ. وحشي تنهنجا ڪن ڇني ڇڏيندا." امام ﷺ ڪڏهن به ٻارڙن کان حقيقت کي ڪونه لڪايو. "ڏاڍو خراب وقت اچڻ وارو آهي."

"اسان تڏهن به ڪونه روئينداسين." سڪينه روئيندي پنهنجين ننڍڙين پتڪڙين ٻانهن سان پيءُ جي ڳچيءَ ۾ ٻاڪر وڌو.

"بانو ڪٿي آهي؟" امام ﷺ ٻچڙي کي پيڻ جي حوالي ڪندي پڇيو.

"جڏهن کان پٽ کان وڇڙي آهي ڪنهن ڳالهه جو هوش ڪونه اٿس. جتي پنهنجي شهزادي جو لاش ڪٽي اچي رکيو هيو اتي ئي رت هاڻيءَ مٽيءَ تي بيحال پئي آهي. ان جي حالت ڏسي صبر ۽ سڪون جو دامن هٿن مان ڇڏائيندو ٿو وڃي. هيان ڏري رهيو آهي." فضا رضي الله تعاليٰ عنها چيو.

امام ﷺ گوڏن تي هٿ رکي اُٿيا. وڃي ڏٺائون: بانو رضي الله تعاليٰ عنها رت هاڻي مٽيءَ تي مٿو رکيون نه چاڻ ڏک جي ڪهڙين وادين ۾ گم هئي. امامﷺ ان جي پرسان ويهي رهيا. ان جي مٿي کي پنهنجي گوڏي تي رکيائون، ان جي چهري تان وکريل وار هٽايائون ۽ وڏي حسرت سان چيائون:

"بانو ڇا اسان کي الوداع به ڪونه ڪنديئن؟ منهنجي راڻي، تنهنجو ڏک منهنجو ڏک آهي. اٺ ڇو ته اسان وٽ وقت تمام ٿورو آهي."

بانو ڇرڪ ڀري اکيون کوليون. انهن کي ڏسي اٿي ويٺي، پوءِ انهن جي قدمن تي مٿو رکي ڇڏيائين.

"منهنجو لال ڪٿي آهي، مان ته اهو توهان کان ئي وٺنديس. منهنجي دل جو ٽڪرو مون کي ڏيو ڪاٿي وڃائي آيا. اي فاطمه (سلام الله تعاليٰ عليها) جا لال، رحم ڪيو. منهنجو لال مون کي موٽائي ڏيو. مان ان کان سواءِ ڪيئن جيئنديس. منهنجو باسون باسي ورتل، منهنجي زندگي جو سهارو منهنجو چنڊ. ڪاٿي لڪي ويو ان کي ڪنهن جي نظر لڳي وئي. توهان کي خدا جي رسول جو واسطو مون ڏکن جي ماريءَ تي رحم ڪريو. محمد ﷺ جي هم شڪل جي بس هڪڙي جهلڪ ڏيکاريو. پوءِ ڀلي منهنجي اکين جي روشني هميشه لاءِ هلي وڃي. بس هڪڙو دفعو ان کي سيني سان لڳايان، ان جو چنڊ جهڙو مکڙو چمان، پوءِ ڀلي مون کي موت اچي وڃي."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي بيقراري امام ﷺ جي دل چيري ڇڏي

"بانو، منهنجي راڻي، ڪيئن سڏيانس؟ اهڙي رنل کي ڪيئن پرچايان؟ اهو ته پنهنجي ڏاڏي وٽ ويو. ان کي ارڙهن ورهن تائين پيار ڪرڻ جي جيڪا اسان کي سعادت نصيب ٿي، اها غنيمت آهي. منهنجي بانو ٿورو سوچ، تنهنجي دلير پٽ ڇا جي لاءِ پنهنجو رت وهايو

آهي، انصاف ۽ حق جي خاطر، انهن قدرن جي لاءِ جن جي ڪري انسان ۽ حيوان ۾ فرق واضح ٿي ويندو آهي. اسان خوشنصيب آهيون تہ الله تعاليٰ اسان کي اهڙو بيمثال پٽ عطا ڪيو. بانو علي اڪبر اهڙي شان سان موت کي ڀَلي لڳايو آهي، جو دشمن بہ ان جي آڏو ڪنڌ جهڪايون پيا آهن. خدانخواستہ اسان جو پٽ يزيد صفت هجي ها ۽ سَوَ سالن جي عمر پائي ها تہ ڇا اسان جو ڪنڌ فخر مان مٿي ڪجي وڃي ها.“

”نہ آقا، خدا ڪنهن بہ بدنصيب ماءُ جي ڪک مان شيطان پيدا نہ ڪري، منهنجو شهيد انهن زنده لاشن کان هزار ڀيرا وڌيڪ زنده آهي.“

”بس جانِ من، الله تنهنجو حامي ۽ مددگار ٿئي، اسان پنهنجن ٻچڙن ڏانهن وڃڻ لاءِ بيقرار آهيون. اڄ، پنهنجي پٽ لاءِ ڪو پيغام ڏيڻ گهرين ٿي تہ ڏئي ڇڏ.“

وڃڻ جو نالو ٻڌي وري سيني زخمن جا منهن کلي ويا. دل تي هٿ رکي اُٿي. زندگيءَ جي ساٿيءَ جو دامن هٿن مان ڇڏائجي رهيو آهي، سهاڳ اجڙي رهيو آهي، سينڌ ۾ ڪوئلا ٻرجي ويندا. هاڻي هي مهربان ۽ هر وقت ڪلندڙ انسان زندگي ويران ڪري هليو ويندو. انهن همٿ ڀرين هٿن جو نرم ڇهاءُ رت ۾ ٻڏي ويندو جيئڻ جو مقصد ختم ٿي ويندو. سڏڪندي دامن پڪڙي ورتائين. اڪين سان لڳائي چيائين:

اي فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) جا بيمثال پٽ، توهان مٿان قربان وڃان، توهان سان گڏ زندگي ڪهڙي سک واري گذري، اها تہ بس منهنجي دل تي ڄاڻي. توهان وڃي رهيا آهيو هيءَ زندگي ڪهڙي ڪم جي. مون بدبخت جي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي. توهان جي هي ٻانهي جيڪڏهن ظالمن جي قيد ۾ ذليل ۽ رسوا ٿي تہ ماٺهو ڇا چوندا، فاطمہ الزهرا ۽ شيرِ خدا جي نُنهن، خدا جي پيغمبر جي ڏوهٽي جو ننگ قيدي بڻائي، شام جي رستن ۽ گهٽين ۾ گهلجندي رهندي؟“

”تون هن خاندان جي نُنهن بہ آهين ۽ نياڻي بہ. جيڪو بين نياڻين جو حشر ٿيندو، اهو تنهنجو بہ ٿيندو. ڇا تو کي ڪن خاص مراعتن جي اميد آهي.“

”نہ منهنجا سرتاج. آلِ رسول جي ننهن ۽ نياڻين جو نصيب منهنجو نصيب آهي. اها تہ منهنجي توهين نہ، پر عزت افزائي ٿيندي مان شهيدن جي ماءُ آهيان.“

”گهڙي ڪن ۾ شهيد جي بيوهہ ٿي وينديئن. بس ڳوڙها اگهي ڇڏ. وڃڻ واري کي کلي الوداع ڪر تہ جيئن تو سان گذاريل زندگي جي خوشگوار گهڙين جي ياد تازي ٿي وڃي. ڏس، ايترو خيال ڪجان جو اسان جي لاش تي انتهائي ضبط کان ڪم وٺجان. اسان جي لاءِ لڪ ڇپ ۾ روئجان تہ جيئن دشمنن جون دليون خوش نہ ٿين. ها، خدا جي رسول ﷺ جي مزار تي وڃي دل کولي روئجان. جيڪا بہ دل تي گذري آهي، انهن کي ٻڌائي دل جو بار هلڪو ڪجانءِ. تون گهرين تہ شهيد ٿي بہ تنهنجي ويجهو هوندس. اها نالي جي جدائي هوندي، خوابن ۾ ملاقات ٿيندي رهندي، موت جي ڪهڙي مجال آهي جو تنهنجي ۽ منهنجي رشتي کي ٽوڙي سگهي.“

بانو رضي الله تعاليٰ عنها کي سمجهائي پرچائي، امام ؑ واپس پيڻ وٽ آيا.

”اڇو تہ هن بيمار کان بہ موڪلايون. توهان مون سان گڏ هلو. اڪيلو وڃڻ جي همٿ ڪونہ ٿي ٿئي. اسان جي وڃڻ کان پوءِ الله ڄاڻي ڇا حال ٿئيس، گڏ هلڻ جو ضد ڪرڻ لڳي. تون هونديئن تہ سنڀالي وٺنديئن.“

امام ؑ ڀيڻ سان گڏجي سجاد ؑ جي ڪمري ۾ آيا. اهو بخار ۾ ٻري رهيو هو تارا ڦري ويا هيس، ساهہ هيٺ مٿي ٿي رهيو هيس. مٿو ۽ هٿ پير سنئي رهيو هو بلڪل هڏين جو پڃرو ٿي ويو هو.

”اهو آخري ڏينهن بہ موت جي آنڌاري سان مقابلو ڪري رهيو آهي. ظالم موت کي هيڄ ٿي وئي آهي، چئني طرفن کان منهنج ڦاڙي ٻوڙندو پيو اچي.“

”ڀڃي رئي جي پلاند سان هوا ڏنس، مٿي تان ڀڪر اگهيائينس، ڪلهو لوڏيائينس ۽ پيار مان وري وري سڏ ڪيائينس. ”سجاد، منهنجا شهزادا، اکيون کول منهنجا لعل، ڏس تنهنجو بابا آيو آهي.“

”بابا، ڪٿي آهن بابا، اسان کي ڇو وساري ڇڏيو هيو بابا، اڃان ته اسان جي جسم ۾ ساهه باقي آهي. اسان ڪڏهن کان سندن انتظار ڪري رهيا آهيون.“ سجاد پنهنجي بابا سائين کي ڳولهڻ لاءِ اکيون هيڏي هوڏي گهمايائون.

امام ﷺ ساٿائيءَ تي قابو پائڻ لاءِ خيمي جي پردي کي جهليون بيٺا هيا.

”بابا، بابا سائين ، اهو رت، ڇا توهان زخمي ٿي پيا آهيو.“ اُٿڻ جي ڪوشش ڪيائين پر ماندا ٿي ويا. امام ﷺ اڳتي وڌي پٽ کي سهارو ڏنو.

”نه پٽ، جسم ته صحي سلامت آهي، ها دل ۽ دماغ زخمن کان چور آهي. هي خون جنهن ۾ اڄ وهنجي ويو آهيان، ان جي وڏي ڏکهي ڪهاڻي آهي، جنهن کي قيامت تائين ماٺهو ٻڌندا، ٻڌائيندا، مگر ختم ڪونه ٿيندي. هي سچائي جو خون آهي. دين اسلام جو خون آهي، معصوميت ۽ بي گناهيءَ جو خون آهي. پٽ، وقت ٿورو آهي ۽ اڄوڪي صبح اهو سڀ ڪجهه جيڪو مون کي ڏيکاريو آهي، ان کي ٻڌائڻ جي مون ۾ طاقت ڪونه آهي. مختصر ڳالهه ته سيئي هليا ويا. هاڻي اسان کي ويڻو آهي.“

”سيئي ويا، ڪاڏي ويا؟ توهان کي اڪيلو ڇڏي چاچا عباس هليا ويا، علي اڪبر ۽ قاسم به هليا ويا، عون ۽ محمد ته توهان تان سر صدقو ڪندا هيا، اهي به هليا ويا. سڀ جا سڀ ڪاڏي هليا ويا؟“

”اهي سيئي اوڏانهن ويا جتي اسان سيني کي هڪڙي ڏينهن ويڻو آهي. تون بيمار آهين تو ۾ ٻڌڻ جي طاقت ڪونه آهي، مگر ويڃڻ کان پهريائين تو کي ڪجهه چوڻو آهي.“

”بابا سائين، منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه به ڪو نه ٿو اچي، توهان ڇا فرمائي رهيا آهيو. سڀ اسان کي ڇڏي هليا ويا ۽ هاڻي توهان به وڃي رهيا آهيو. هن حالت ۾ ڇڏي وڃي رهيا آهيو. اسان جو ساهه بس هاڻي نڪرڻ وارو آهي، خدا واسطي اسان کي دفنائي ته وڃو. ڇا اسان کي جهنگلي جانورن جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ويندا. نه بابا، اهڙو ظلم نه ڪجو.“ بيمار تي سرسام جهڙي ڪيفيت طاري هئي. پنهي هٿن سان پيءُ جي دامن کي جهلي ورتائين. ؟نه بابا، اسان کي هن ويراني ۾ هرگز

دفن نہ ڪجو. اسان کي انهيءَ ويراني ۾ وحشت ٿي رهي آهي. اهو تہ هاڻي ڪان ئي قبرستان لڳي رهيو آهي. خدا جي واسطي اسان کي ڏاڏا سائينءَ جي قدمن ۾ دفن ڪجو.“

”سجاد. اجا تنهنجو وقت ڪونہ آيو آهي. پٽ. توکي جيئڻو پوندو. اسان ڪان پوءِ تون ئي هنن بيواهن ۽ يتيمن جو والي وارث رهجي ويندين. جان پدر انهن جو خيال رکجان.“

”ڇا توهان دشمن سان جنگ ڪرڻ وڃي رهيا آهيو؟ اهو نٿو ٿي سگهي. بابا سائين. چاچا عباس ڪان اهڙيءَ بيوفائيءَ جي اميد ڪونہ هئي. پڦي امان پنهنجي علي اڪبر کي ايترو مٿي تي چاڙهي ڇڏيو. حيف. آهي جو اهو بہ ڇڏي هليو ويو ۽ ڇا قاسم ڪبريٰ کي تڙپندو ڇڏي ويو. يا اها بہ وئي.“

”نہ اها بدنصيب زنده آهي.“

”مونکي اٿڻ ڏيو. مان اجا زنده آهيان. منهنجي حياتي ۾ توهان جنگ ڪونہ ڪندا. پهريان شهادت جو حق منهنجو آهي. ٻيا سڀ هليا ويا پر مان تہ اجا موجود آهيان.“

”تون سمجهين ٿو تہ اسان جا پيارا اسان کي ڇڏي پنهجي جان بچائي هليا ويا. نہ منهنجا پيارا. اهي سڀ جا سڀ توهان جي بدنصيب امام جي لاءِ هڪ هڪ ٿي شهيد ٿي ويا. عباس، علي اڪبر، جعفر، محمد، عثمان، قاسم، عون ۽ محمد ايستائين جو ننڍڙو علي اصغر بہ جنگ جي ميدان ۾ خوددار ۽ بهادر سپاهين وانگر شهيد ٿيو.“

”علي اصغر بہ. هاءِ بابا. اهو ٿيڄ پياڪ ٻارڙو هو. ان تي جهاد ڪيئن فرض ٿيو؟ مگر اهو تہ اجا بانبڙا پائيندو هو. اهو جنگ جي ميدان ۾ ڪيئن ويو؟“

”اهو تن ڏينهن جو اڃارو هو. منهنجي هٿن جي سهاري پاڻي جي خيرات گهرڻ ويو. پاڻيءَ بجاءِ نڙي ۾ تير لڳس.“

”يا خدا. مان ڇو جيئرو آهيان.“ سجاد مٿو سٽڻ لڳو.

”ڇو تہ توکي زنده رهڻو آهي. اڄ مرڻ آسان لڳي رهيو آهي. جيئڻ ڏکيو آهي. تنهنجو جهاد اهو آهي تہ تون زنده رهندين. هزار ڀيرا ذهني موت جي اذيت سهندين. مگر جيئندين. جان پدر ڏيان سان ٻڌ،

منهنجو سڏ اچي چڪو آهي. ڪٿي بي صبرا ٿي منهنجي جيئري ٿي ظالم ٻارن ۽ عورتن تي ڦهر نہ ڪرڻ شروع ڪن. منهنجا بهادر پٽ دل کي پڪو ڪر. اڃا جنگ ختم ڪو نہ ٿي آهي. اها تہ شروعات آهي. جيستائين هي دنيا قائم رهندي جنگ جاري رهندي، مجبور ۽ ستايل انسان پنهنجن حقن جي حفاظت لاءِ وڙهندو رهندو. رت وهائيندو رهندو. اهو رت ڦڙو ڦڙو ٿي گڏ ٿيندو رهندو. پوءِ هڪڙي ڏينهن اهو طوفان ٿي ويندو ۽ ظلم ۽ ڏاڍ جا باني انهيءَ ۾ غرق ٿي ويندا. اهي جيڪي اڄ جنگ جي ميدان ۾ شهيد ٿيڻ وارن کان پوءِ جيئرو بچندا، اهي سڀ ڄمار ڦڙو ڦڙو زهر پيئندا ۽ هن جنگ کي جاري رکندا. سجاد، تون هڪڙي سپاهيءَ جو پٽ آهين، هاڻي انهيءَ جنگ کي جاري رکڻ تنهنجو فرض آهي، تنهنجن انهن ڏٻرن ڪلهن کي تمام وڏو بار کڻڻو پوندو. جو اهو ئي تنهنجو جهاد آهي. چڱو الله توکي پنهنجو فرض نڀائڻ جي همت عطا ڪري. منهنجا جانباز خدا حافظ“

پيءُ جي لفظن اڌ مئل بيمار ۾ ساهہ وجهي ڇڏيو.

”منهنجا آقا، توهان جو حڪم خدا جو حڪم آهي، مان جيئندس ۽ وڏي فخر سان انهيءَ قاتل زهر کي پيئندس.“

”توکي هاڻي پنهنجي مجبوريءَ ۽ لاچاريءَ تي احساس ڪمتري تہ ڪونہ آهي.“

”نہ بابا، بس دعا ڪيو تہ مان پنهنجي واعدي جي ذميوارين کي چڱي نموني سان نڀائي سگهان.“

”انشاءَ الله، ائين ئي ٿيندو.“ امام ﷺ پٽ جي پيشاني چمي ۽ وڃڻ لاءِ جلدي سان موٽيا.

”نہ بابا سائين، توهان وڃي رهيا آهيو تہ ايتري مهرباني ڪيو جو خيمي جي پردي کي مٿي کڻي ڇڏيو تہ جيستائين نظر پوندي توهان کي ڏسندو رهان. هاءِ الله! مون ۾ تہ ايترو ساهہ بہ ڪونہ آهي، تہ توهان کي ذوالجناح تي سوار ڪرائڻ جي سعادت حاصل ڪري سگهان.“

امام حسين ابن علي ﷺ پردو مٿي ڪري ڇڏيو ۽ ٻاهر نڪري ويا.

ڀاءُ کي ائين ويندو ڏسي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي دل ٽي دهلجي وئي، ڊوڙي وڃي رستو روڪي بيهي رهي.

”مون امان سان واعدو ڪيو هو تہ جيستائين هن جسم ۾ ساهہ آهي، ياءُ تي ڪا بہ تڪليف اچڻ ڪونہ ڏينديس. توهان قتل گاهہ ۾ وڃي مون کي امان جي آڏو شرمندو ڪرائي رهيا آهيو. مان هرگز وڃڻ ڪونہ ڏينديس.“

”زينب هوش ڪر. پنهنجي دل کي سنڀال. اسان کي وڇڙڻو ئي پوندو.“

”دل کي سنڀاليان؟ ڪٿي آهي منهنجي دل؟ منهنجي دل تہ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪربلا جي مٽيءَ ۾ ملي وئي!“

ياءُ بيقرار ٿيندي، ننڍي ڀيڻ کي سيني سان لڳايو.

”جان برادر، تنهنجي پيار جو بدلو ڪيئن ڏئي سگهندس. تون ايتري ننڍڙي هئينءَ، پر امان کان پوءِ تو ڪڏهن بہ ان جي ڪمي محسوس ٿيڻ ڪونہ ڏني. اهڙي ڪا ڀيڻ آهي، جيڪا پنهنجي ياءُ مٿان پنهجي جگر جا ٽڪرا قربان ڪري سگهندي هجي. مان اڪيلو نہ پر پوري عرب قوم تنهنجي انهيءَ قرباني جو احسان مڃيندي، اي منهنجي دلير ۽ همٿ واري ڀيڻ، تون عورت آهين. پوءِ بہ تنهنجي سيني ۾ هڪڙي بهادر جانباز جي دل آهي.“

”نہ ادا، مان ڏاڍي ڪمزور آهيان. امان جي وڃڻ کان پوءِ سوچيندي هيس، بس هاڻي اهو ئي غم جو پهاڙ آهي، هاڻي ان کان وڌيڪ ڪهڙو غم منهنجي دل تي ڪرندو. پوءِ ڪڏهن عين جوانيءَ ۾ وڏو ياءُ شهيد ٿيو تہ دل تي اهڙو زخم لڳو جو جيئڻ تان ارواح ئي کڄي ويو. اڄوڪو اهو ڪارو ڏينهن منهنجي نصيب ۾ اٿين آيو آهي، جو منهنجا حواس خطا ٿي ويا آهن. ادا، هاڻي نون زخمن لاءِ هن دل ۾ جاءِ ڪونہ آهي، مون تي رحم ڪريو. قيامت اچي وڃي مان توهان کي قتل گاهہ ۾ اڪيلو وڃڻ ڪونہ ڏينديس. ڪالهہ سڄي رات ڪنن ۾ امان جي روئڻ جو آواز ايندو رهيو. وري وري خواب ۾ حيران ۽ پريشان ڏسڻ ۾ پئي آئي. ننگي سر، پيرين اگهاڙي، مٽي جي ذرن ۾ پنهنجا وڃايل لال ڳولي رهي هئي، منهنجا ياءُ مون کي بہ قتل گاهہ ۾ گڏ وٺي هلو.“

”نہ“

”توهان ڪري پوندا تہ ڪير سنڀاليندو. خون ۾ وهنجي ويندا تہ ڪير سهارو ڏيندو. برڇيون کائي ڪرندا تہ ڪير ڪڍندو مون کي وٺي

هلو. جيڪي تير ۽ برڇيون توهان ڏانهن اينديون، مان انهن کي پنهنجي بدن سان روڪينديس. ادا، توهان جي هٿن ۾ ساهہ ڏيڻ جو وڏو ارمان اٿم!"

"نہ زينب، نہ."

"انهيءَ ڪري جو قسمت جي ماري ڪمزور عورت آهيان."

"تون عورت آهين، مگر شيرِ خدا جي نياڻي آهين. ڪوئي بزدل ئي توکي ڪمزور سمجهي سگهي ٿو."

"تہ پوءِ منهنجي اها التجا رد نہ ڪريو. پهريون دفعو توهان کان ڪجهہ گهريو آهي، مان رئي جو خالي پلئہ ڪٽي ڪونہ هٽنديس. ائين ئي آهي تہ مياڻ مان تلوار ڪڍو ۽ مون کي رستي تان هٽائي ڇڏيو. جيئري تہ ڪونہ هٽنديس."

"خودڪشي حرام آهي، تون ۽ مان الڳ الڳ ڪونہ آهيون. ٻارن واريون ڳالهيون نہ ڪر. زينب اچ، پنهنجو پلاند کول مان پري ڇڏيندس۔ ايترو پري ڇڏيندس جو قيامت تائين خالي ڪونہ ٿيندو. مون کان پوءِ انهن بيواهن ۽ يتيمن جي تون ئي والي وارث آهين. سجاد اڪيلو آهي، بيمار آهي، تنهنجي مدد کانسواءِ انهيءَ عظيم بار کي هرگز کڻي ڪونہ سگهندو. ان کي بہ توکي ئي سنڀالڻو پوندو. وساري ڇڏ تہ تون عورت آهين. هن وقت انهيءَ تباهہ ۽ برباد قافلي جي تون ئي سردار آهين. مون کان پوءِ ڇا ٿيڻ وارو آهي اهو بہ توکان ڳجهو ڪونہ آهي. اهي وحشي بگهڙ هن بيمار ٻچڙي کي بہ جيئرو ڪونہ ڇڏيندا، لٽ مار ۽ بي حرمتي تي لهي ايندا. تون اسد الله جي دلير نياڻي آهين، تون انهن سيني بدنصيب عورتن ۾ زياده همت واري آهين. زينب ، غور سان ٻڌ. مرڻ ايترو ڏکيو ڪونہ آهي. جيئڻ، مون کان پوءِ جيئڻ ڏکيو ٿي ويندو. اهو تنهنجي امام جو حڪم آهي تہ تون زندهہ رهہ ۽ سڄي دنيا جا ظلم ۽ سختيون سهڻ لاءِ تيار ٿي وڃ."

"ڪاش مون کي موت اچي وڃي ها."

"نہ زينب، تنهنجو موت منهنجي قربانيءَ جو موت ٿي ويندو منهنجي مقصد جو موت هوندو. اسان جو خون هن قتل گاهہ جي مٽيءَ ۾ جذب ٿي رائيگان ٿي ويندو. ماڻهو وساري ڇڏيندا تہ اسان هتي

ڪهڙي عظيم مقصد لاءِ ڪنڌ ڪپايا هئا. زماني جون هوائون متيءَ تان هر نشاني مٽائي ڇڏينديون، اچڻ وارا نسل اڻ ڄاڻائي مان هن قتل گاهه تي شهر وسائيندا. انهيءَ ڪري مان گهران ٿو ته تو جيڪو ڏٺو آهي ۽ آئنده ڏسنديئن، جيڪو ڪجهه تو سٺو آهي، محسوس ڪيو آهي ۽ جيڪو هينئر به تنهنجي رت هاڻين اکين ۾ ڀري رهيو آهي، ان کي ياد رکجان، انهن شعلن کي وسامڻ نه ڏجانءِ. ڏس زينب، غور سان ڏس! متيءَ ۽ رت ۾ ڀريل لاش، جيڪي ٽاندن وانگر تتل واري تي پيا آهن، انهن کي دل ڀري ڏسڻ مونکي، پنهنجي مظلوم امام کي ڏس جنهن جو سنڌ سنڌ زخمن سان چور آهي، هي خون، انهي خون کي ڏس، جنهن ۾ مان وهنتو پيو آهيان. ان ۾ منهنجي دل جو خون به آهي ۽ اسان جي ۽ تنهنجن ٻچن جو رت به شامل آهي، انهيءَ رت جي ڳاڙهاڻ کي ڏس. ڇا تون انهيءَ خون کي رائگان وڃڻ ڏينديئن؟ زينب، هي خدا جي رسول جي پيغام جو خون آهي، دين اسلام جي مقدس قدرن جو خون آهي، انصاف،رواداري ۽ انساني خودداري جو خون آهي، غور سان ڏس! هي اهو ئي خون آهي، جيڪو بابا سائين سجدي جي حالت ۾ وهايو هيو. جان برادر نه پاڻ وسارجان ۽ نه دنيا کي وسارڻ ڏجان ته انهن ماءُ واري پيار سان ڀريل معصوم اکين شيطانيت جو ڪهڙو ڀيانڪ رقص ڏٺو.“

ڀيڻ جون قاتل اکيون ڏسي امام ﷺ جي دل ڀرجي آئي. وڏي پيار سان فرمايائين:

”زينب ڇا ڪريان، ڀاءُ تو کي اهي ئي ڏک سور سوکڙيءَ طور ڏئي ٿو سگهي، ائين ته هٿين خالي آهيان، مگر قدرت واري تنهنجي ڀاءُ کي ڏکن ۽ سورن جو خزانو دل کولي بخشيو آهي. خدا هر انسان کي تو جهڙي ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌيءَ عطا فرمائي!“

”ها! اهو به خيال ڪجان ته جڏهن اهي بگهڙ مونکي ڪُهي ڇڏين ته بدحواس ٿي خيمن مان ٻاهر نڪري نه پئجان.“

”ڪهڙو فرق پوندو ڇا اهي ظالم اسان کي ائين ئي آرام سان ڇڏي ڏيندا ۽ عزت سان خيمن ۾ ويهي رهڻ ڏيندا.“

”نه اهي توهان جي مٿن تان چادرون لاهي وٺندا، توهان کي خيمن مان گهلي بي حرمتي ڪندا، توهان کي شهر شهر ۾ تماشو بڻائي گهمائيندا.“

"تہ پوءِ؟"

"تہ پوءِ اهي ائين تہ چئي ڪونہ سگهندا تہ آل رسول تہ اڳيئي پردو ختم ڪري ڇڏيو هو. ديوانن وانگر منهن کولي جنگ جي ميدان ۾ بي پردي نڪري پيون هيون. اسان نہ پر انهن خود پنهنجو پاڻ کي خوار ڪيو. ائين انهن کي پنهنجن ظلمن لاءِ هڪڙي ڍال ملي ويندي، هڪڙو بهانو ملي ويندو. چوندا تہ جنگ ۾ سپاهي بدحواس ٿي ويندو آهي، پردي وارين عورتن کي ڏسي جنون سوار ٿي ويندو اٿن. ان ۾ انهن ويچارن جو ڪهڙو قصور. جيڪڏهن اهي بردباري سان خيمن ۾ ويٺيون هجن ها تہ خواهہ مخواهہ ڪنهن کي انهن کي پريشان ڪرڻ جو خيال بہ نہ اچي ها. ماٺهو انهيءَ بهاني تي يقين ڪري وٺندا، انهن جي حرڪتن کي فوجي هنگامن جي کاتي ۾ وجهي ڇڏيندا. مان نٿو گهران تہ اهي بي نقاب ٿيڻ کان بچي وڃن. ايترو ٿيڻ کان پوءِ بہ هڪڙي فرضي اميد آهي تہ اهي بہ خدا جي رسول جي امت آهن. مسلمان آهن، پنهنجي رسول جي نياڻين جي بي حرمتي ڪرڻ کان لهرائي وڃن ۽ شايد ائين گناهہ مٿان گناهہ ڪرڻ جي عذاب کان بچي وڃن."

"توهان کي ماڻي بہ انهن لعنتين جي بچڻ جو فڪر لڳو پيو آهي." زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪاوڙمان چيو.

"ها زينب، مان بہ تہ انسان آهيان. هڪڙي انسان جي ذلت، پوري انسانيت جي ذلت آهي. هڪڙي گروهہ جي درندگي جي ڪري حضرت آدم ﷺ جي سموري اولاد تي طعنو لڳندو آهي. زينب، پيو تہ اهي سڀ جا سڀ وحشي ڪونہ آهن. ڪجهہ اهڙا آهن، جن کي برغلايو ويو آهي، ڪجهہ ڏوڪي سان آندا ويا آهن. ڏس نہ، مونکي هٿين خالي ڏسي بہ ائين ڪنبن ۽ ڏڪن ٿا جڻ مان زماني جو ستايل ڪراڙو نہ پر ملڪ الموت هجان. شرم ۽ آخرت جي خوف کان انهن جا ڪنڌ جهڪي وڃن ٿا. اهي اڌورا انسان آهن، اڌ پڪل رانديڪا آهن. انهن جون واڳون آڳرين تي ڳڙڻ جيترن شيطانن جي هٿن ۾ آهن. انهن کي جاڏي وٺين ٿو موڙي ٿا ڇڏين. ها. مان انهن کي بچائڻ گهران ٿو. مون ۾ ۽ انهن ۾ اهو ئي تہ فرق آهي تہ مون ظلم ۽ زيادتي جي آڏو ڪنڌ ڪونہ جهڪايو آهي ۽ انهن جهڪائي ڇڏيو آهي. هن وقت بہ جيڪڏهن

انهن مان ڪوئي پنهنجو جهڪيل ڪنڌ مٿي ڪٽي ٿو تہ منهنجي صف ۾ اچي ويجي ٿو."

"اي خدا، هي قوم ڪيتري بدنصيب آهي، جيڪا منهنجي ياءُ جهڙي مدبر ۽ مفڪر کان فيض حاصل ڪرڻ بجاءِ ان کي قتل ڪري رهي آهي."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ٿڌو ساهہ کنيو. امام ﷺ ان جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو:

"اها منهنجي التجا بہ آهي ۽ حڪم بہ. چاهي منهنجو ڪهڙو بہ انجام ٿئي، ڪا بہ عورت خيمي مان ٻاهر قدم نہ رکي. اهو ڪم مان تنهنجي حوالي ٿو ڪريان، جو سجاد کي بيماري بيوس ڪري ڇڏيو آهي. چڱو الله توهان جو نگهبان. تون اندر وڃي سڪينہ کي ياڪر ۾ ڪر، متان مون کي ويندو ڏسي اها گڏ يجندي اچي."

"مان توهان کي ذوالجناح تي سوار تہ ڪرايان." امام ﷺ منع ڪندا رهيا، مگر ان ذوالنجاح جو لغام پڪڙي ورتو. گهبرايل ۽ پريشان نظرن سان چئني طرفن ڏانهن نهاريائين. عباس، قاسم، علي اڪبر، جعفر، عثمان حد ٿي وئي، انهن ڇوڪرن جي بي پرواهي تہ ڏسو ڪوئي بہ پنهنجي آقا کي گهوڙي تي سوار ڪرائڻ جي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ نٿو اچي. ان کي خبر هئي تہ امام ﷺ سهاري کانسواءِ ذوالجناح تي سوار ڪونہ ٿي سگهندا. ان جا سڀ سهارا ميدان ۾ ستا پيا هيا.

امام ﷺ تن ڏينهن جي اڃ ڪري سڪي ڦاٽي پيل چپ ان جي پيشانيءَ تي رکي ڇڏيا.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ٻانهن سان ذوالجناح جي ڳچيءَ ۾ ياڪر وجهي، ان جي منهن کي چميو ۽ ان جي ڪن ۾ چيائين:

"ذوالجناح منهنجي ياءُ جو خيال رکجان." پوءِ ٻنهي هٿن سان منهن لڪائي ڏوڙي ٿي وئي ۽ ڊڪندي اندر هلي وئي. امام ﷺ حسرت مان ان لڏندڙ پردي کي ڏسي رهيا هيا، جنهن جي پٺيان زهرا ثاني سلام الله تعاليٰ عليها نظرن کان لڪي وئي هئي.

"منهنجا عزيزو الله توهان جو نگهبان ٿئي." امام ﷺ چپن ۾ فرمايو ۽ گهوڙي کي اڙي هنيائين.

ذوالجناح پنهنجي جاءِ تان هڪڙو تر جيترو بہ ڪو نہ وڌيو.

امام ﷺ زور سان لغام ڇڪيو. گهوڙي جي نڙيءَ مان هڪڙو گهٽيل پريشان آواز نڪتو ۽ ہوتاڙي سان پنهنجي پنين پيرن ڏانهن اشارو ڪرڻ لڳو. امام ﷺ نوڙي ڏٺو تہ ننڍڙي سڪينہ گهوڙي جي سنبن کي پڪڙيون سڏڪا ڀري رهي هئي.

”جان پدر ڇا ٿيو؟“ امام ﷺ گهوڙي تان لهي پيا.

”بابا، بس هڪڙو دفعو وري اسان کي پنهنجي سيني سان لڳايو.“

پيءُ ۽ ڌيءَ ٿوري دير جي لاءِ جنگ و جدل کي وساري هڪٻئي سان چنبڙي ويا.

”سڪينہ بيبي، هاءِ اديون منهنجي سڪينہ ڪاٿي آهي.“ پڦيءَ جو آواز آيو.

”ويچو منهنجي شهزادي، توهان جي پڦي سڏي رهي آهي.“

امام ﷺ ٻچڙيءَ کي ڀيڻ جي پاڪر ۾ ڏنو. اها ان کي سيني سان لڳائي، ٽيڙ ڪائيندي اندر وئي. سجاد ﷺ پنهنجي خيمي مان اهو الميو ڏسي تڙپي اٿيو، مگر طاقت جواب ڏئي ويس، ساٿا تي ڪري پيا.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ هڪڙي هڪڙي خيمي ۾ وڃي، سيني کي هدايتون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ کين امام ﷺ جو حڪم ٻڌايو. ڪنهن کي سيني سان لڳايائين، ڪنهن کي مٿيءَ تان مٿي کنيائين. ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي بيمار ڀاءُ وٽ ڇڏيائين. عباس ﷺ جي ڪنوار کي ڇپائين، وڃي بانو رضي الله تعاليٰ عنها کي سنڀال. پاڻ ڏڪندڙ ۽ ڪنبندڙ آواز ۾ قرآن شريف جون آيتون تلاوت ڪرڻ شروع ڪيائين. ڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها بيمار ڀاءُ جي مٿن ڪان ويهي پنهنجي پلوَ سان هوا ڏئي رهي هئي، ٻئي هٿ جي مٺ ۾ اجا تائين سهاڳ جي چوڙين جا ٽڪرا هيس. دل تي ننڍڙو هٿ رکيون نہ ڄاڻ ڪهڙين يادن ۾ گم لڳي پئي هئي. ترين مان رت جا ڪجهہ ڦڙا وهي جهوليءَ ۾ ڪريا، ڇڻ ميندي ڳڙي رهي هجي.

ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها خيمي جي هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺي علي اصغر جا پهراڻ چنبڙي تهہ ڪري رهي هئي، ان کي پائڻ وارو بي ڪفن مٽيءَ هيٺان وڃي ستو هو. ڪڏهن اکين سان تي لڳايائين،

چميائين ٿي، پوءِ هڪدم ڏک مان ٿڌو ساهہ ٿي کنيائين. ياد اچي ٿي ويس تہ علي اصغر هليو ويو. سدائين لاءِ جهولي خالي ڪري ويو. هاڻي هن جهولي ۾ ڪڏهن بہ گل ڪونہ ٽڙندا. ڪڏهن بہ ان جو نرم ۽ گرم ڇهاءُ موٽي ڪونہ ايندو.

"منهنجا لال تون هليو وئين. ڇهن مهينن ۾ ئي امان کان دل ڀرجي ويئي ... هاڻي منهنجو چنڊ موت جي ڪڪرن ۾ لڪي ويو. ڪالهہ رات سڄي سڏڪي سمهي پيو هو. ستو ڪونہ هو بيهوش ٿي ويو هو. منهنجي بہ گهڙي ڪن لاءِ اک لڳي وئي تہ جڻ ڪنهن ڏونڏاڙي اٿاريو. ڇا ٿي ڏسان تہ فاطمہ زهرا سلام الله تعاليٰ عليها مٿن کان بيٺي لڙڪ وهائي رهي آهي. چوڻ لڳي.

"الله، ڪهڙي بي پرواهيءَ جي ننڊ آهي. ٻارڙو بکيو آهي ۽ پياري ڪنوار تون ستي پئي آهين."

مون چيو:

"امان سائڻ، ٿڃ نالي ڪاڻ ڪونہ آهي. ڇپن ۾ ساهہ اٽڪيل اٿس. ٿڃ پيئڻ جي بہ طاقت ڪونہ اٿس."

"مون گهڻو ئي چيومانس، پر اها روئيندي پئي وئي. خير هاڻي تہ پٽ تنهنجي اڄ لهي وئي. بانبڙا پائيندو حوض ڪوثر تائين پهچي وئين. ڏاڏي تہ سچاڻي وئي هوندئي. منهنجا لال پنهنجي ڏاڏيءَ سان هن بدنصيب ماءُ جي شڪايت نہ ڪجانءِ. اها هنج ۾ ويهارڻ لاءِ سڏئي تہ ڪڏندو هليو ويجانءِ ۽ ان کي چئجان تہ اسان جي امڙ کي بہ گهرايو. هاڻي دنيا ۾ ان جي دل نٿي لڳي. تنهنجو رت ۾ ٻڏل پهراڻ ڏسي، ان کي ڏاڍو صدمو ٿيندو. ان ۾ منهنجو ڪهڙو قصور آهي. مون تہ توکي نئون گلابي پهراڻ پارائي موڪليو هيو مگر اها تہ اهوئي سمجهندي تہ سليقي واري ماءُ ڪونہ آهي. منهنجا چنڊ ڳچي ۾ لڳل تير جي زخم کي لڪائي ڇڏجان. ڪٿي ڏسي ورتائين تہ بيحال ٿي ويندي"

زينب سلام الله تعاليٰ عليها خالي خالي اکين سان بدنصيب ڀاڄائيءَ کي تڪي رهي هئي. ان جو هڪڙو هڪڙو لفظ تير بڻجي هيان مان پار ٿي پئي ويو. جنگ جي ميدان مان اچڻ وارو گوڙ گمسان بہ ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها جي آهن ۾ دٻجي ويو هو. سيني سان

چنبڙيل سڪينہ بيهوش ٿي وئي، هٿ ڍرا ٿي ويس، ساهہ جي تند بس ائين ئي هلي رهي هيس. دل ٻڏي وئي هيس. ان کي ڏونڏاڙڻ لڳي.

”سڪينہ بيبي، مون ڏانهن ڏس، اکيون تہ کول.“ سڪينہ ڇرڪ ڀري اکيون کوليون، تڏهن جان ۾ ساهہ پيس.

مائرون وڏي مشڪل سان ٿڏڙا ڪيو، دلاسن سان ٻارن کي سنڀاري رهيون هيون، پوءِ انهن جا سڪل چپ، ڏرا ڏنل اکيون ۽ ٻڏندڙ ساهہ ڏسي طرح طرح جا وهم ستائڻ ٿي لڳن. سمجهيائون ٿي ساهہ نڪري ويو. ڏونڏاڙي جاڳايائون ٿي. اهي روئڻ لڳا تہ دل ۾ آسرو پيدا ٿي ٿين ۽ پوءِ دم دلاسا ڏئي سنڀارڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائون. جاڳيا ٿي تہ رنائون ٿي، سمهي ٿي پيا تہ دل ۾ وهم ٿي اٿيو. ڪڏهن بدن کي ٿي لوڏيائون، ڪڏهن ڪن لڳائي دل جي ڌڙڪڻ کي جاچيائون ٿي، ڪڏهن ٻڏندڙ نبض تي ڏنائون. هڪڙي قيامت هئي جيڪا بدنصيب مائرن ۽ بيوس ٻارڙن تي مسلسل ٽٽندي پئي آئي.

امام حسين ابن علي ﷺ دشمن ڏانهن وڌي رهيا هيا. فاطمہ زهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي نور نظر تي ڪهڙي مصيبت جي مهل اچي ڪڙڪي هئي، ڪربلا جي زمين پيارن جي رت ۾ ٻڏي وئي هئيءَ يار دوست، ڀاءُ ڀائٽيا، ڀاڻيج، پٽ، ڪنڌ ڪپايون گهوڙن جي سنبن سان چچريا پيا هيا. امام ﷺ رت ڀريل اکين سان چئني طرفن ڏانهن ڏسي رهيا هيا. هڪڙي پاسي ظالم درندا لوهي ديوار ٺهيا بيٺا آهن، ٻئي پاسي لتاڙيل انسانيت مٽيءَ ۽ رت ۾ ليٽڙي پئي آهي. ڪربلا جي سيني تي ڪيترا گهاوَ آهن. هو سامهون عبدالله بن عمر جو لتاڙيل لاش آهي، ٽورڙو پرتي حر ﷺ پنهنجي جوان پٽ سان گڏ چچريو پيو آهي، ان کان ٻن قدمن تي ان جي ڀاءُ مصعب ﷺ جو لاش آهي، مٿي تان بزرگن جو هٿ بہ کڄي ويو. برير همداني ﷺ، خدا جي رسول ﷺ جي پيارن اصحابن مان هيو. نهايت ضعيف هيو مگر جوانن کان وڌيڪ بهادري ڏيکاريائين. ان گمراهہ قوم کي گهڻو ئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”اي مومنن جي خون وهائڻ وارو اي بدر جي غازين جي اولاد جي رت جا پياسو توهان کي ڪهڙي بدنصيب ماءُ ڄڻيو آهي، توهان

شيطان جي هاريل التي آهيو. مگر ياد رکو رسول ﷺ جي اولاد جو خون وهائڻ کان اڳ توهان کي انهن جي پرستار غلامن سان نبرڻو پوندو. مون تي حملو ڪريو تہ جيئن مان توهان کي انهيءَ ظلم جي راند جو مزو چکايان.“

ان جي بهادري ڏسي دشمنن جا حواس گم ٿي ويا. ابن سعد حڪم ڏنو تہ ڪراڙي شينهن کي گهيرو ڪري ماريو. چئني طرفن کان گڏجي حملو ڪيو ۽ شهيد ڪري ڇڏيائون.

درياهہ جي ڪنڌيءَ کان ڪجهہ قدم پري علمدار ابوالفضل عباس ؑ ٻئي ٻانهون ڪپرايون پيا آهن. هو هڪڙي رات جو نئون گهوٽ قاسم ؑ کهڙي شان سان ستو پيو آهي. عون ۽ محمد هڪٻئي جي ياڪر ۾ ننڊ ۾ مست آهن.

امام ؑ دل ۾ ٻرندڙ باهہ تي قابو پائڻ لاءِ ٻنهي هٿن سان گهوڙي جي واڳن کي پڪڙيو ۽ ان تي نوڙي ڊگها ساهہ کڻڻ لڳا. دل ۾ اڻ ڳڻيون ٻرڇيون چڀي ويون. جوان پٽ جي لاش تي نظر پئي تہ دنيا اونداهي ٿي وئي. بدن مان روح نڪرڻ لاءِ ڦڙڪڻ لڳو. ٻڄندي ٻڄندي واري جي انهيءَ ننڍڙي ڍير کي ڏٺائون. جتي ڇهن مهينن جي گل کي دفنايو هئائون ۽ دانهن نڪري وين.

”اي الله سائين، اسان ڇو ٻچي وياسين. قيامت ۾ اجا ڪيتري دير آهي؟“

دل مان هيءَ صدا نڪتن:

”حسين! هي امتحان جو وقت آهي، اجا ڪيترن مرحلن مان گذرڻو پوندو.“

امام ؑ جي چيلهہ ڏکن جي بار کان جهڪي وئي هئي، ڏڪندڙ پير هرهر رڪابن مان نڪري ٿي ويا. ڪين اج ستائي رهي هئي. هر پساهہ لوهي ڪارائيءَ وانگر نڙيءَ کي چنبڙي رهيو هو رت ۾ آلا ٽيل وار منهن تي ڄمي ويا هيا. جيڪي تير چڪڻ سان بہ نڪري ڪونہ سگهيا هيا. انهن جي زخمن مان وري خون وهڻ لڳو هو.

دشمن جي فوج جڏهن خدا جي پيغمبر ﷺ جي ڏوهٽي کي اڪيلو ئي اڪيلو خيمي مان نڪري، قتل گاهہ ڏي ايندي ڏٺو تہ انهن

تي هڪڙي جنوني ڪيفيت طاري ٿي وئي. امامؑ جي پنيان سج رت جي هڪڙي دڳ وانگر ٻڏي رهيو هو. اهو ظالمن جي اکين ۾ پنهنجي آخري ڪرڻن جا تير هڻي، انهن کي انڌو ڪرڻ لاءِ ڇميو بيٺو هو فرات جون ڇوليون بيوسي مان ڪناري سان متو هڻي رهيون هيون. انهيءَ پاڻيءَ کي ٽڪ هڻجي، جنهن کي اجايل امامؑ جي قدم بوسيءَ کان محروم ڪيو ويو آهي. ان جي ڪنارن تي لوهہ پاتل فوجين پهرو هڻي ڇڏيو آهي.

گرميءَ ۽ واري جي گردغبار پٺر دل قاتلن جي اکين ۾ ٽانڊا وجهي ڇڏيا. ذوالجناح تي سوار ٽيل امامؑ انهن کي قهر الاهي ڏسڻ ۾ پئي آيا. انهن جو رت ۾ ٻڏل پٽڪو مبارڪ آسمان جي بلندين کي ڇهي رهيو هو. هڪڙي ٽپڪي کان ڦهلجي انهن (امام پاڪ) جو وجود سڄي ڪائنات جي مٿان پکڙجي رهيو هو. اڪيلا ڪونہ آهن. ساڻن ماضي، حال ۽ مستقبل جا سيئي مظلوم گڏ آهن. جن جي هٿن ۾ بي گناهي ۽ معصوميت جا هٿيار آهن. جن جي رت سان ڀريل جسمن تي يقين جون زرهون پاتل آهن. ايتري وڏي فوج سان ڪير وڙهي سگهي ٿو.

ضيعف الاعتقاد ڳوناٽا خوف مان ڏڪڻ ۽ ڪنبڻ لڳا. ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ڄڻ ڪربلا جي ميدان جي چپي چپي تي ملائڪن جو هجوم آهي. خدا جو رسول ﷺ ٻن ٻارن کي پنهنجن ڪلهن مبارڪن تي ويهاريون ڪلندا هلندا پيا اچن. انهن جي مٿي مبارڪ تي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي رئي جي پلاند سان ڇانوَ ٿيل آهي، شقي القلب پٺر ميڻ جي رانديڪن وانگر ڳرندا، گهوڙن تان ڪرڻ لڳا. ڍالون اونڌيون ٿي ويون. تلوارون هٿن مان ڇڏائجي ويون. ڪمانون ڏوڙيون ٿي ويون ۽ جهنڊا مٿي ۾ لتاڙجڻ لڳا. انهن کي تہ اسلام جي دشمن کي سيکت ڏيڻ لاءِ موڪليو ويو هو جيڪڏهن خدا جو پيغمبر ۽ ان جي اولاد ئي اسلام جا دشمن آهن تہ پوءِ سڄڻ ڪهڙا آهن؟

فوج هڪدم منهن ڦيري ڀڄڻ لڳي. ابن سعد رڙ ڪئي:

”اي امير المومنين يزيد بن معاويہ جو نيمڪ ڪائڻ وارو ڪيڏانهن ٿا ڀڄندا وڃو. ڏسو ڪونہ ٿا اهو ڏٻرو انسان ٽن ڏينهن جو اڃارو آهي. جسم مان رت وهي چڪو اٿس. اي شامي سورمئو ڏسو ڇا

ٿا، بس هاڻي ٻيڙو پار آهي. اک ڇنڀ جو کيل باقي آهي، گهڙي ڪن ۾ مڪمل طور تي فتح اسان جي آهي.“

سپاهين جا قدم اکڙي ويا هيا. ٻوڙا، گونگا، انڌا ٿي پٺي رهيا هيا. انهن ٻيهڻ گهريو ٿي، پر انهن جا ضمير ڊوڙي رهيا هيا. ابن سعد حسرت مان شمر ڏانهن ڏٺو. ان پنهنجي خاص دستي کي اشارو ڪيو ۽ پڇڻ وارا يا تہ اتي ئي متيءَ ۽ رت ۾ ٻڏي ويا يا واپس موٽي آيا.

”بزدلو اها نعمت جي ناشڪري آهي، سڀ ڪئي ڪرائي تي پاڻي ڦيرڻ گهرو ٿا. وهمن ۾ گرفتار ٿي سڄي زندگيءَ جي مزن ۽ سهولتن کي ٺوڪر هڻڻ گهرو ٿا.“ شمر رڙيون ڪرڻ لڳو.

ابن سعد شمر کان گهڻو چالاڪ هيو ان ئي وقت ٿيلهن جا منهن کولي ڇڏيا ۽ اشرفين سان مٺيون ڀري پڇندڙ فوج ڏانهن اڇلائڻ شروع ڪيائين. ڪجهہ شمر جي خاص دستي جي مار ڪجهہ اشرفين جي مار پڇندڙ قدم ٻيهي واپس موٽي آيا.

”اهو تہ ڪجهہ بہ ڪونہ آهي، معمولي نمونو آهي، اسان جي شهنشاهہ جي دريادلي جو ننڍڙو خاڪو آهي. شاهي خزانو قارون جي خزاني کان بہ تمام گهڻو آهي. منهنجا جوانو همت نہ هاريو. جيڪڏهن هن وقت غلطي ڪري وينؤ تہ ان ڏينهن لاءِ روئيندؤ جنهن ڏينهن توهان جي مائرن توهان کي ڄڻيو هو. دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ توهان کي پناهہ ملي ڪونہ سگهندي، توهان جا گهر ٻار خاڪ ٿي ويندا. توهان جون زالون بازارن ۾ وڪامي وينديون، توهان جون ڪنواريون نياڻيون شراب خانن ۾ اگهاڙيون نچايون وينديون.“

اشرفيون ميڙي فوجي واپس موٽي آيا. مگر تلوارن ۾ هٿ ڪونہ وڌائون. ڌمڪيون ۽ ملامتون روز جو معمول ٿي ويون هيون. نرڄائي مان اشرفيون کيسن ۾ ڀريائون ۽ چوڻ لڳا:

”ڪهڙو ماءُ جو لال ايتري وڏي فوج سان مقابلو ڪري سگهي ٿو؟“

”انڌؤ گڏهہ دماغو ڪٿي آهي ايتري وڏي فوج. حسين (ﷺ) جي آڳرين تي ڳڻڻ جيتري فوج تہ ڪڏهوڪو ختم ٿي وئي. اکيون کولي غور سان ڏسو سڀ توهان جو وهم آهي. غيب تي ايمان توهان کي

فريب ڏئي تماشو ڏيکاري رهيو آهي. اهو شخص جيڪو هڪڙي مردار گهوڙي تي سوار ٿيو پيو اچي، اڪيلو ضعيف ۽ ڏکن جو ماريل آهي.“

سپاهين اکيون مهتي غور سان ڏٺو. امام ﷺ اڪيلا هيا!

هڪدم طبل وڄڻ لڳا. بجليون ڪڙڪڻ لڳيون. هٿ تلوارن جي مُٺين ڏانهن وڌيا. ڪريل جهنڊا ايا تي ويا. پڇندڙ ٿهندڙ بي لغام گهوڙن تي هنٽر وسڻ لڳا. ڍالن جون قطارون وري سڌيون ٿيڻ لڳيون. نيزا بردارن ۽ برڇي بردارن جون صفون مضبوط ٿيڻ لڳيون.

امام ﷺ مڙدن ۾ ساهه پوندو ڏسي اندازو لڳايو ته وقتي دهشت جو جادو ختم ٿي ويو. سون جي بار هيٺان انسانن جو ضمير مري ويو. انهن ذوالجناح کي اڳتي هڪليو ۽ آخري دفعو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيائون:

”شاميو پنهنجن هٿن جي ترين کي ڏسو ڇا سادات جي خون جو رنگ ڪافي ڪونه آهي. خدا جو قسم مون کي پنهنجي جان جي ڪا به پرواهه نه آهي. مان پنهنجو پاڻ کي زندهه ماڻهن ۾ ڪونه ٿو سمجهان. پر جيڪڏهن توهان گهرو ته هاڻي به منهنجي خون جي بار کان پنهنجا ڪنڌ بچائي سگهو ٿا. وڃو پنهنجن ٻارن ٻچن ڏانهن موٽي وڃو مون توهان کي معاف ڪري ڇڏيو. پنهنجي ناني سائينءَ جي قبر تي مجاوري ڪري زندگيءَ جا باقي ڏينهن گذاري ڇڏيندس. قسم سان مونکي پنهنجو فڪر نه آهي، مون وٽ هاڻي زندهه رهڻ لاءِ باقي ڪجهه ڪونه بچيو آهي، پر جيڪڏهن توهان مونکي قتل ڪيو ته توهان به مري ويندؤ توهان جو ضمير مري ويندو روح نپوڙجي ويندو توهان ۽ توهان جي آل و اولاد دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ دلي سڪون حاصل ڪري ڪونه سگهندو انهيءَ اخلاقي موت کان ڊڄو ڇو ته ان جي سامهون جسماني موت جي ڪائي حقيقت ڪونه آهي.“

ابن سعد ڊڄي ويو ته سڄي ڪئيءَ ڪمائيءَ تي پاڻي ڦرڻ وارو آهي. امام ﷺ جا لفظ وري ٿهيل نڪيل ڪم بگاڙي ڇڏيندا. انهي ڪري وات ڦاڙي رڙ ڪيائين:

"نہ ٻڌو، پنهنجن ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيو. حسين (ﷺ) جادوگر آهي، ان جي ڳالهائڻ جو جادو قاتل زهر وانگر آهي. ٻڌندؤ تہ رستو ڀلجي ويندؤ." پوءِ امام ﷺ سان مخاطب ٿي چيائين:

"توهان اسان کي اهڙو گڏهہ سمجهو ٿا. اسان توهان سان شرط طئي ڪرڻ ڪونہ آيا آهيون. حاڪم جو حڪم آهي تہ توهان کان بيعت ورتي وڃي ۽ جيڪڏهن توهان انهيءَ لاءِ تيار نہ ٿيو تہ توهان جو سر ڪپي، وقت جي خليفي جي دربار ۾ پيش ڪيو وڃي."

"بيوقوف، ڇا تو کي اڃا بہ اهو وهم آهي تہ مان بيعت ڪندس. جڏهن ايترن پيارن ۽ عزيزن جا سر مٽيءَ ۾ ملي ويا تہ باقي هڪڙي منهنجي سر جي، منهنجي دل ۾ ڪهڙي حيثيت آهي؟ اي شاميو ڇا ايتري قتل ۽ غارت گريءَ کان پوءِ بہ توهان جي دل ڪونہ ٺري آهي؟ ڇا اڃا بہ توهان جي اڃ ڪونہ لٿي آهي؟ توهان جيڪڏهن گهرو تہ هاڻي بہ منهنجي خون جي بار کان پنهنجا ڪنڌ بچائي سگهو ٿا. مونکي پنهنجو نہ پر پنهنجي ناني سائين جي امت جو فڪر آهي. انهن مون سان جيڪو ڪجهہ ڪيو ان جي باوجود منهنجي ذميواري، منهنجو ورثو اها ئي تلقين ڪري ٿو تہ مان توهان جي گمراهي جو باعث نہ ٿيان. اي سادي طبيعت جا انسانو! مون کي قتل ڪرڻ سان توهان بہ مري ويندا. پوءِ توهان ۽ توهان جي آل و اولاد ڪڏهن بہ دنيا جي آڏو ڪنڌ ڪڻي ڪونہ سگهندا. انهي اخلاقي موت کان ڊڄو ڇوتہ اهو جسماني موت کان هزارين دفعا گهڻو خراب آهي، هاڻي بہ وقت آهي. توهان پنهنجي دامن کي منهنجي خون کان بچائي سگهو ٿا."

امام ﷺ جا لفظ ٻڌي فوج جا ارادا وري هيٺ مٿي ٿيڻ لڳا. ابن سعد بري طرح پريشان ٿي رڙيون ڪرڻ لڳو.

"منهنجا پهلوانو ڪن بند ڪري ڇڏيو حسين ابن علي (ﷺ) جي ڳالهين جو جادو توهان کي ڪٿان جو بہ ڪونہ ڇڏيندو. جيڪڏهن اهو زهر توهان جي ڪنن جي رستي دل ۾ لهي ويو تہ پوءِ توهان ڪنهن ڪم جا نہ رهندا. امام جو موت ئي توهان جي زندگي آهي. امام جي سر وڍڻ کانسواءِ توهان خالي هٿين ويا تہ توهان جو ڪهڙو حشر ٿيندو. اسان جو حاڪم اهڙو ظالم ۽ ٿهاري آهي جنهن جا هٿ گهڻو ڊگها

آهن، توهان بچي دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ لڪي ڪونہ سگهندؤ. هن وقت جيڪڏهن همت هاري وينؤ تہ اڳين پٺين پيڙهين جي بهادريءَ کي ڪارو ٽڪو لڳي ويندو. جيڪڏهن حسين (عليہ السلام) جو سر ڪٽي ويا تہ بس پوءِ وارا نيارا آهن. عرب ملڪ جون نعمتون توهان جي قدمن تي نڇاور ٿينديون."

فوج ۾ ہڌتر ۽ هراس پکڙجي ويو. سپاهي قيدين وانگر بيچين ٿيڻ لڳا. زالن ۽ ٻارن جون شڪليون اکين آڏو اچي وين. ديوانن وانگر پنهنجن ئي هٿيارن سان پنهنجا جسم ڪپڻ لڳا. امام ﷺ کي ابن سعد مخاطب ٿي چيو.

"توهان اسان کي بي وقوف ٿا سمجهو. انهيءَ هڪڙي سر لاءِ تہ سڄو ڪٽراڳ ڪيو ويو آهي. ڀلا اهو هڪڙو ئي سر تہ اسان جي جليل القدر بادشاهہ کي گهرجي. توهان بيڪار پنهنجن پيارن جي قرباني ڏني، توهان جي سر کان سواءِ اهي سمورا سر بيڪار ٿي ويندا."

پوءِ شامين کي للڪاريائين:

"منهنجا پهلوانو ڏسو ڇا ٿا. منزل تي پهچي همت نہ هاريو تمام وڏو نقصان کڻندؤ."

"مون پنهنجو فرض پورو ڪري ڇڏيو. مون توهان کي دوزخ جي عذاب ۽ زمين و آسمان جي سزا کان بچائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. جيڪڏهن توهان کي منهنجو ئي سر کپي تہ ائين آسانيءَ سان حاصل ڪري ڪونہ سگهندؤ. توهان کي اهو ئي منظور آهي تہ اهو ئي سهي." امام ﷺ ٿڏو ساهہ کڻي چيو تہ "توهان مان منهنجي مقابلي ۾ ڪير ٿو اچي؟" ۽ جُهڪي ذوالجناح کي ٿڦڪي هنيائون:

"دوست وقت سر تي اچي ويو."

شمر ۽ ابن سعد سمجهي رهيا هئا، تہ شينهن ٿڪجي پيو آهي، ٻن چئن تازا دم پهلوانن کان وڏيڪ ڪيترن جو مقابلو ڪندو مگر جڏهن شهسوارن مٿان شهسوار ڪنجڻ لڳا تہ هوش گم ٿي وين. حسين ابن علي ﷺ جنگي فن جو اهڙو انوکو نمونو ڏيکاريو جو دشمن منڊجي ويا. جيڪي ڪانئن پهريائين شهيد ٿيا هئا، اهي تہ چمڪندڙ سج جي سامهون ستارا هيا. حسين ﷺ جي تلوار ڇڻ ٿهري وڃ هئي!

سرن مٿان موت جي صورت ۾ ڪري ٿي ۽ پيرن تائين ڪپي ٿي وئي، قهر ۽ غضب جي هڪڙي ندي هئي، جنهن جو نہ انت هو نہ حد. تلوار هئي چڻ خدائي قهر. نيل درياهہ جي موجن بہ ڪڏهن اهڙو گجگوڙ ڪونہ ڪيو هوندو. تيز ڌار واري تند وانگر ڪنڌ ۽ پير ٿي ڪپيائين، چمڪاٽ ٿي ڪيائين، اڪيون ڪيريون ٿي ڪري ڇڏيائين. ڪڏهن ناز مان وڪڙ ٿي ڪاڏائين، رڻ جي زمين ڪي لاشن سان پرينديي صاف نڪري ٿي وئي. دشمن جو رت چوسي اڃا وڌيڪ دلير ٿي وئي، ڌار مڏي ٽيڻ جي بجاءِ چڻ سراڻ تي چڙهي، ويتر وڌيڪ تيز ٽيڻ لڳي. جيترو رت پيتائين ٿي اڃ اڃا وڌندي ٿي ويس. هڪڙي ڪنوڻ هئي، جيڪا هڪئي وقت چئني طرفن ۾ ڪري رهي هئي.

شامين جون قاتل اکيون انهن کي ڪيل ڏيکاري رهيون هيون.

"اهو حسين ڪونہ آهي، اهو فاتح خيبر آهي. شيرِ خدا بذات خود ذوالجناح تي سوار آهن. پڇو پنهنجي دين ۽ دنيا کي بچائي پڇو!"

فوج ۾ هڪدم ڀاڄ پئجي وئي. شمر پنهنجي دستي کي روڪيو: "ويندؤ تہ آخر ڪيڏانهن ڀڄي ويندؤ."

"ڀڄندڙ گدڙن تي وار ڪرڻ فوجي فن جي توهين آهي." امام ؑ ذوالجناح جو لغام ڇڪي ورتو ۽ ڪجهہ ساهي پٽڻ لاءِ بيهي رهيا. فوج هٽندي وئي ۽ پري هلي وئي، امام ؑ ذوالجناح جي پٺيءَ تي مٿو جُهڪايون سهڪندا رهيا.

ان وقت اوچتو هڪڙو درويش صفت مسافر انهيءَ طرف ڪان لانگهائو ٿيو؟ ان هزارين فوجين کي هڪڙي اڪيلي سوار جي دهشت کان گهبرائجي ڀڄندي ڏٺو ۽ پوءِ ان سوار جي رت ڳاڙيندڙ تلوار کي ڏسي ڪاوڙاڇي ويس.

"ڇا هي ڪوئي جادوگر آهي، جو ان جي سامهون سيئي انساني طاقتون هيٺيون ۽ جهڪيل آهن. پنهنجي جادوئي طاقت سان بي گناهہ ماڻهن جي لاشن جا ڍير لڳائي ڇڏيا اٿس." اهو دليريءَ مان اڳتي وڌيو ۽ چيائين:

"اي شخص تون ڪهڙيءَ ولايت جو جادوگر آهين. انهن معصومن تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو هو جو تو انهن کي گجر موري وانگر ڪپي

ڇڏيو. حيف صد حيف. تو ٻارن تي بہ رحم ڪونہ ڪيو حسن ۽ جوانيءَ جي ڪچڙن ٻوٽن تي بہ توکي ترس ڪونہ آيو. لڳي ٿو تہ تون مسلمان ڪونہ آهين، ورنہ لاش جا هٿ ڪپي بي حرمتي ڪونہ ڪرين ها. ڇو تہ اسلام اهڙي حيوانيت کان سختي سان منع ڪري ٿو. توڙي تون مون کي پنهنجي جادوءَ جي زور سان مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏين، مگر مان ايترو ضرور چوندس تہ تو جهڙو سخت دل ۽ ظالم انسان منهنجي نظر مان ڪونہ گذريو آهي."

امام حسين ﷺ اجنبي درويش کي رت هاڻين اکين سان ڏٺو. هڪڙي ڏکويل مرڪ سندس چپن تي آئي ۽ ڪنڌ جهڪي وين. ان ماڻهوءَ سمجهيو تہ شايد ان جي زور ڏئي لڳايل الزامن پٿر کي ڳاري ڇڏيو آهي. چيائين:

"الله جو شڪر آهي تہ توکي پنهنجي گناهن تي شرمساري ٿي. شايد خدا تنهنجي گناهن کي معاف ڪري ڇڏي، پلي تون مونکي بہ موت جي منهن ۾ اڇلي ڇڏ. پر ايترو ٻڌاءِ تہ انهيءَ رڻ پٽ کي انهن بي گناهن جي رت سان ريج ڏيڻ سان توکي ڇا مليو. خدا جي واسطي ٻڌاءِ تہ تون ڪهڙي مذهب جو پوڄاري آهين، جو ٻارن جي قتل عام جو حڪم ڏين ٿو."

امام ﷺ وري مرڪيا.

"اي اجنبي تون وڏيءَ ڀل ۾ ورتل آهين. هي ٻار اهي معصوم منهنجا عزيز ۽ پيارا آهن. جيڪي ٽن ڏينهن جي اڃ ۽ بک جي حالت ۾ قتل ٿيا آهن. مان مسلمان آهيان ۽ اهي جن انهن معصومن کي قتل ڪيو آهي، اهي بہ اسلام وارا ئي آهن. اي ابوجهہ جيڪڏهن مان جادوگر هجان ها تہ منهنجي هٿن ۾ منهنجو ڇهن مهينن جو ٻچڙو نڙيءَ ۾ تير کائي ساهہ نہ ڏئي ها. پنهنجي جادوگريءَ جو سڄو زور لڳائي ساهہ ڏيندڙ ٻچڙي جي نڙيءَ ۾ بہ ڦڙا پاڻي وجهان ها. جيڪڏهن تون اهو سمجهين ٿو تہ اها هزارن جي فوج، نهر جي پاڻي تي پهرو ڏيڻ وارا سپاهي مظلوم آهن ۽ مان ٽن ڏينهن جو اڃارو ظالم آهيان تہ اها تنهنجي ڀل آهي."

"يا خدا، مان اهو ڇا ٻڌي رهيو آهيان. ادا معاف ڪجو، مان هتي اجنبي آهيان، خدا جي واسطي ٻڌاءِ ته اهو ڪهڙو مامرو آهي، سامهون درياهه ڇوليون هڻي رهيو آهي ۽ تون اجارو آهي؟ تون ڪير آهين؟"

"مون وٽ ڇڳو خاصو پاڻي آهي." اهو چئي ان پکال مان ٿڌو ٺڌو پاڻي وٽي ۾ پريو. "وٺ، پيءُ. مان درياهه مان وري پکال ڀري وٺندس."

امام ﷺ ڏڪندڙ هٿن سان پاڻي جو ڀريل وٽو جهليو پاڻي جي هڳاءَ سان سندن جسم ۽ جان ۾ بجلي جي لهر ڊوڙي وئي، سڪي ڪنڊا ٿيل زبان چپن تي اچي وئي، ساهه ڇڪجي اکين ۾ اچي ويو. امام ﷺ ڏڪندڙ هٿن سان وٽي کي چپن تائين آندو پيئڻ کان پهريائين سندن نظر چئني طرفن ڏانهن ڦري، ڪربلا جي واريءَ ۾ اڃايل شهيدن جو رت شعلن وانگر پڙڪو ڏئي اٿيو علي اصغر جي نامراد قبر تي واريءَ جو واچوڙو نچڻ لڳو. امام ﷺ اکيون ٻوٽي ڇڏيون ۽ پاڻي ڪربلا جي تتل واريءَ مٿان هاري ڇڏيائين.

"حيف صد حيف. منهنجا معصوم اڃايل ڪٿا ويا. هي پاڻي منهنجي نڙي ۾ پگهريل باهه آهي."

اجنبي درويش ڏڪڻيءَ مان ڪنبڻ لڳو.

"خدا جي واسطي مون تي رحم ڪريو. ٻڌايو توهان ڪير آهيو اوپرا ته نٿا لڳو. ڇو ته اڪثر سجدن ۾ توهان جو چهرو نظر ايندو آهي، دل سڃاڻي وئي آهي، پر دماغ سڃاڻڻ کان بلڪل معذور آهي."

امام ﷺ ان کي اهو ته چئي ڪو نه سگهيا ته مان خدا جي رسول ﷺ جو ڏوهٽو شير خدا ﷺ جو پٽ ۽ فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو لال آهيان، پر وڏيءَ نماڻائيءَ مان ڪنڌ جُهڪائي چيائون:

"مان حسين آهيان."

"حسين، ڪهڙو حسين؟"

"حسين ابن علي ﷺ اي امام، الله سائين مون تي رحم ڪري." درويش تي هيجاني ڪيفيت طاري ٿي وئي، قدمن سان چنبڙي روئڻ لڳو: "اي منهنجا آقا، غلام جي خطا معاف. مون ان منحوس زبان مان ڪهڙا ڪفر جا ڪلما ڪڍيا. منهنجي عقل تي تالو لڳي ويو هو مولا رحم ڪريو."

"منهنجا ادا، تنهنجو قصور نہ آهي. اڄ حسين ابن علي ﷺ کي ڪير بہ ڪونہ ٿو سڃاڻي، سيني اڪيون ڦيري ڇڏيون آهن. هڪڙو لوهو پردو آهي، جيڪو مسلمانن جي عقل تي پئجي ويو آهي. توهان جي سفر ڪي دير تي ٿئي، توهان پنهنجي واٽ وٺو اسان جي دشمنن بہ ڪافي ساهي پٽي ورتي، بس هاڻي گهڙي ڪن ۾ وري حملو ٿيڻ وارو آهي. هو ڏس سپاهي ڪائي پيي، هٽ منهن ڏوئي، تازا توانا ٿي ويا آهن. صفون ٻيهر سڌيون ٿي رهيون آهن."

"آقا، مونکي جان نثاري جو موقعو عطا ڪيو."

"نہ منهنجا پيارا، حسين جو جيڪو بہ دوست بچي وڃي، اها ئي غنيمت آهي، مان توهان جي قربانيءَ جي احسان جو بار کڻي ڪونہ سگهندس. ادا وڃو، ڇو پنهنجي جان وڃائي رهيا آهيو."

مگر اهو درويش قدمن ۾ ليٽڙيون پائڻ لڳو:

"مان اهڙيءَ دنيا ۾ ڪيئن رهندس، جتي حسين جهڙا انسان قتل ٿيندا هجن، ان جا ٻچا ذبح ٿيندا هجن، خود اهل اسلام جي هٿاران اسلام جي بانيءَ جو خاندان ڪٽو ٿو وڃي. نہ منهنجا آقا، مان جيئرو رهي ڇا ڪندس. جيڪڏهن توهان اجازت نہ ڏني تہ مان توهان جي قدمن تي مٿو پٽيندي جان ڏئي ڇڏيندس."

امام ﷺ مشڪل سان ان کي مٿي ڪري سيني سان لڳايو، پيشاني تي چمي ڏنائينس.

"وڃو ادا، توهان کي روڪڻ جو بہ مون کي ڪو حق ڪونہ آهي. هي حق پرستن جي لڙائي آهي ۽ تون بہ پنهنجي يقين لاءِ جهاد جو حق رکين ٿو."

درويش هڪدم دشمن جي فوج تي قيامت وانگر ڪڙڪي پيو. سر ڪپجي ڪرڻ لڳا، ماٿهو پاڻ ۾ ڳالهہ ٻولهہ ۽ کل مذاق ڪرڻ ۾ لڳل هئا. ڪهڙي جلدي آهي اطمينان سان امام کي قتل ڪنداسين. اها اوچتي آفت جو مٿان نازل ٿين تہ آيل حواس بہ گم ٿيڻ لڳن. همت پرزا پرزا ٿي وين ۽ انهن ۾ ڀاڄ پئجي وئي.

مگر ڪيستائين، آخرڪار دشمنن جا حواس ٺڪاڻي تي اچي ويا، اڪيلي کي وڪوڙي ويا. امام ﷺ تيزي سان صفن کي چيريندا، ان

جي مدد لاءِ پهتا. ذوالجناح ڪي بہ جلال اچي ويو. اهو پنهنجي مالڪ جي جسم جو حصو ٿي ويو هو. امام ﷺ جي هر خيال سان گڏ چرپر ڪري رهيو هو. ان ڪي جهڙ وقت جي نزاڪت جو اندازو ٿي چڪو هو.

امام ﷺ جي انهيءَ اوچتي حملي ڪري فوج ۾ وري افراتفري پيدا ٿي وئي. شمر پنهنجي خاص دستي سان پري کان پٺيان ڊڪي تماشو ڏسي رهيو هو. ان وڏيءَ مڪاريءَ ۽ چالاڪيءَ سان پنهنجي جلادن جا ڪن پرڻ شروع ڪيا:

"دوستو! بس اهو ئي هڪڙو موقعو آهي، جيڪڏهن حسين تي پٺيان کان حملو ڪيو وڃي تہ بيڙو پار آهي. چئني طرفن کان وکوڙجي ويندو تہ بيوس ٿي پوندو. بس منهنجا جيالؤ ستن ولايتن جي بادشاهي توهان جي هٿن ۾ آهي، پيڙهين تائين سون ۽ موتين جا خزانا توهان تي کلي ويندا. حاڪم توهان جو احسان ميجيندڙ ٿي ويندو. امام جو سر ڪپي وٺو عاقبت سنورجي ويندي. جيڪڏهن توهان جي ياران ڪو بيو دستو اڳ ڪٽي ويو تہ منهن تڪيندا رهجي ويندؤ. بس منهنجا پهلوانو اميد تہ حسين جو سر وڍي پوءِ ٽيپهريءَ جي نماز پڙهنداسين."

بدبختن جي ٽولي تي هڪدم شيطان سوار ٿي ويو. زخمن سان چور چور ٿيل شينهن کي گدڙن چئني طرفن کان گهيري ۾ آڻي ڇڏيو.

ڪاريءَ واريءَ جا ڪڪر ڦيريون پائڻ لڳا. ڪربلا جو ميدان حشر جو ميدان ٿي ويو. تيرن جو مينهن وسڻ لڳو. ڪنهن بيرحم تلوار جو اهڙو وار ڪيو جو حسين ﷺ جي پٺڪي جا ور ڪپجي ويا. انهن جهڪي ذوالجناح جي ڪنڌ تي مٿو رکي ڇڏيو. پيرن مان رڪاب کسڪي ويا. ذوالجناح جسم کي سڌو رکيون مالڪ کي مٿيءَ ۽ رت مان ڪڍي وڃڻ لاءِ تڙپي رهيو هو. پنهنجي سنبن کان گرزن جو ڪم وٺي رهيو هو. ابو الحنون تڪي اهڙو تير هنيو جيڪو سڌو ان جاءِ ۾ ڪپي ويو جتي رسول ﷺ حسين ﷺ جي ڳچيءَ تي چميون ڏيندا هئا. ڪربلا جي زمين ڏڏي وئي. سج جو چهرو ڪارو ٿي ويو. فرات جون چوليون ڳاڙها تاندا ٿي مٿو پٽڻ لڳيون. امام حسين ابن علي ﷺ زمين تي ڪري پيا.

امام ؑ جي ڪرڻ سان ئي بجاءِ فوج جي همت وڌڻ جي، ان تي وري اڻ ڏٺل هيبت طاري ٿي وئي، سپاهي انڌن وانگر هڪٻئي کي ڪپيندا لتاڙيندا پوتن وانگر پڳا. انهن جي وات مان غير انساني رڙيون نڪري رهيون هيون، چهرا شرم جي ڦٽڪار کان ڦڪا ۽ نيرا ٿي ويا هين ۽ انهن جي پنيان شيطاني ٽهڪ پئي پيا. واري انهن جي نڙين، اکين ۽ ناسن ۾ گرم خاڪ وانگر ڀري رهي هئي، ڪنهن کي بہ تن بدن جو هوش ڪو نہ هيو. بس ڀڄي رهيا هيا. ڪاڏي، ڪيڏانهن، اها ڪنهن کي بہ خبر ڪونہ هئي.

ابن سعد رڙيون ڪري روئي رهيو هو. ان جو پٽڪو ڳچي ۾ لڙڪي رهيو هو. مٿي جا وار اپا ٿي ويا هيس. گهڙي کن ۾ ميدان خالي ٿي ويو امام ؑ گرم واريءَ تي ڪري بيهوش ٿي ويا هئا. ذوالجناح انهن جي رت سان پنهنجي پيشاني رڳڙي رهيو هو انسان جي ظلم جي آڏو حيوان بہ ڪيترو مجبور ۽ بيوس ٿي ويندو آهي.

"ذوالجناح پنهنجي پاءُ کي تنهنجي حوالي ٿي ڪريان، اهو تو کان زنده ۽ سلامت واپس وٺنديس." بدنصيب پيڻ چيو هو.

امام ؑ غشيءَ مان ڇرڪي اکيون کوليون. حيرت بہ هين ۽ ڪاوڙ بہ. اڃا ڇو جيئرا آهن، ڇا اڃا پيو ڪجهہ سهڻو آهي. ڇا تقدير جي بجڪي ۾ اڃا ڪي تير باقي آهن. شايد قيد ۽ زنجير، ڪوفي ۽ شام جي جهنگلن ۾ قرڻ، انهن ظالمن کان رحم ۽ مروت جي ڪا اميد ڪونہ آهي. ڇا انهيءَ ڇچريل جسم کي اڃا گهليو ويندو. وڏي مشڪل سان نونٿ جي سهاري تي اٿيا. گهلجندا گهلجندا، هڪڙي ٻوٽي سان ٽيڪ ڏئي سهڪڻ لڳا.

ٻهادر سورما ڪيڏانهن ويا، ڇا هن کي انهيءَ اڌ مئيءَ حالت ۾ ڇڏي ڏيندا. موت پاٽمرادو نہ آيو تہ ڪيتري دير تڙپڻو پوندو نيڪ بخت ڳلو ڇو نٿا ڪپين. ڇا ائين ئي رت جو ڦڙو ڦڙو واريءَ ۾ وهندو رهندو ۽ ڪير بہ همدردي ڪري ساهہ ڏيڻ واريءَ انهيءَ اذيت کان جان نہ ڇڏائيندو. گهلبو خيمي تائين بہ تہ نٿو وڃي سگهجي. ويڙهہ جي هنگامي ۾ پري نڪري آيا ۽ وات ۾ واريءَ جا دڙا رڪاوٽ آهن. مگر پري کان خيمي جو دروازو ڌنڌلو ڌنڌلو ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهي. عورتون

۽ ٻار ڇپ هنيون، ڏنل نگاهن سان امام ﷺ کي ڳولي رهيا آهن. ڇا قيد ٿي ويا، لاشن جي ڍير ۾ ته نظر ڪونه ٿا اچن، ذوالجناح ڇو ڪنڌ جهڪايون بيٺو آهي.

امام ﷺ هيٺ جُهڪي ويا. جيڪڏهن عورتن ۽ ٻارن ڏٺو ته ٻچندا هليا ايندا، دلين کي قابو ڪري ڪو نه سگهندا ۽ امام جي حڪم جي انحرافي ڪري وجهندا.

فخر ۽ غرور مان امام ﷺ جي رت لڳل سڪل چپن تي مرڪ پکڙجي وئي. سندن اها ننڍڙن ٻارن ۽ بيوهه عورتن جي فوج ڪيتري پياري ۽ فرمانبردار آهي. زخمن ڪان چور چور ٿي زمين تي ڪريل هڪڙي سپهه سالار جو حڪم انهن لاءِ اڄ الله تعاليٰ جي حڪم کان گهٽ ڪونه آهي.

دشمن جي فوج جا اڃا تائين حواس جاءِ ڪونه هئا. انهن کي پنهنجي ڏوهه جو احساس بدحال ڪري رهيو هو. شمر چيو

”ڪهڙي جلدي آهي، توهان گهٽو ٽڪجي پيا آهيو. هٽ منهن ڌوئي تازا توانا ٿي وڃو اطمينان سان سر ڪپي وٺنداسين. هاڻي حسين ۾ ايترو دم ته آهي ڪونه جو ڀڄي وڃي.“

اتفاق سان ان وقت ان طرف کان هڪڙو مسافر لانگهائو ٿيو دريا تي پاڻي پيئڻ لاءِ جهڪيو ته پاڻي جي ڳاڙهاڻ ڏسي ڏپ مان پوئتي هٽي ويو. چئني طرفان ڏانهن نظر ڦيرايائين ته ڪوس ۽ رت جو ميدان نظر آيس. لاشن جا ڍير هيا ۽ فوج چڱي مفاصلي تي آرام ڪري رهي هئي. ان کي هڪڙي لاش ۾ ڪجهه ساهه محسوس ٿيو. غور سان ڏٺائين ته ان لاش اکيون کوليون، ٻوٽي جي تاري سان ٽيڪ لڳايون هڪڙو ضعيف انسان ويٺو موت جو انتظار ڪري رهيو هو. مسافر ٽڪڙيون وکون ڀري ويجهو آيو.

”اي ادا، هي ڪهڙي ماجرا آهي. اها ڪهڙي جنگ آهي، ڪير ڪنهن جي خلاف وڙهي رهيو آهي، هڪڙي فوج ته هوڏانهن پئي آهي، ٻي فوج ڪيڏانهن ڀڄي وئي؟ عجيب چڪر آهي. عقل ڪم ڪونه ٿو ڪري.“

”ٻي فوج مان آهيان.“ امام ﷺ ڏک مان مرڪندي چيو.

"ها مان اڪيلو رهجي ويو آهيان. منهنجا ٻاهتر پهلوان هيا. هاڻي مان اڪيلو آهيان."

"اها ڪهڙي لڙائي هئي. هوڏانهن ايترا گهڻا ۽ هن پاسي صرف ٻاهتر "

"بس ڪجهه اهڙي ئي لڙائي هئي. تون نئون ماڻهو ٿو ڏسجين. اڳ پوئتي جي ڪا خبر ڪونه اٿئي."

"گهڻي عرصي کان ملڪ کان ٻاهر هيس. تورا ڏينهن ٿيندا جو مديني کان موٽيو آهيان."

"ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي. هر طرف ماٺ آهي.خوف ۽ دهشت کان ڪوئي بہ نہ ڪجهه ٻڌائي ٿو ۽ نہ وري ڪجهه ٻڌي ٿو."

"هيڏانهن ڪيئن اچڻ ٿيو."

"مجبوريءَ مان آيو آهيان. عجيب دل ڏاريندڙ قصو آهي. هيڏانهن اچڻ جو ڪوئي ارادو ڪو نہ هيو مگر هڪڙي معصوم ٻارڙيءَ جي ڪري آيو آهيان."

"ٻارڙي؟" امام ﷺ تڏو ساهہ کنيو.

"عجيب بدقسمت ڇوڪري آهي. ڏسڻ سان ئي منهنجو هيان ڏري پيو. منهنجو جڏهن بہ اتا لنگهڻ ٿيو مون هڪڙي ڦڪي ٿيل ۽ بيمار ٻارڙيءَ کي دروازي تي بيٺل ڏٺو. اها هر اچڻ وڃڻ واري مسافر کان پڇي پئي: "اي واٽهڙو! جيڪڏهن تون ڪوفي جي پاسي وڃين ٿو تہ منهنجو هڪ خط منهنجي بابا تائين پهچاءِ. وڏو ثواب ٿيندئي. منهنجا بابا جڏهن کان ويا آهن. نہ خط لکيو اٿن. نہ موٽي منهنجي خبر لڌي اٿن." مون ڇيو ٻچڙي ڪوفي ڏانهن منهنجي منزل تہ ڪونہ آهي. پر ڪاروبار جي سلسلي ۾ ان پاسي وڃي رهيو آهيان. تنهنجو خط پهچائي ڇڏيندس. ان ئي وقت ان پنهنجي پوتيءَ جي پلو مان هڪڙو خط ڪولي منهنجي حوالي ڪيو. توهان کي اهو ٻڌي ڏاڍي حيرت ٿيندي تہ اها اسان جي پيغمبر ﷺ جي ڏوهٽي امام حسين ابن علي ابن ابو طالب ﷺ جي بيمار ٻچڙي صغريٰ آهي."

"صغريٰ!" امام ﷺ جي زخمن جا منهن کلي ويا. معصوم ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳا.

"اها خبر پوڻ سان ئي مان بيقرار ٿي ويس. مون چيومانس تہ مان سيئي ڪم ڇڏي، هن ئي وقت وينڊس. دل ۾ بس ہہ ئي تہ تمنائون آهن. هڪڙي اها تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي روضي پاڪ تي سجدو ڪرڻ جي سعادت حاصل ٿئي، ٻيو سندن آخري نشاني انهن جي ڏوهٽي حسين ﷺ جي قدم بوسي جو شرف حاصل ڪيان."

"صغريٰ منهنجي پياري ٻچڙي اي مسافر. جيڪڏهن تون ان جو خط کڻي آيو آهين تہ جلدي ڪر. مون وٽ وقت تمام ٿورو آهي، دوست مان ئي ان بدنصيب ٻارڙيءَ جو پيءُ آهيان. جلدي ڪر دشمن جي فوج ۾ صف بندي شروع ٿي وئي آهي، هاڻي منهنجو سرڪپڻ جا سانباها ڪندا هوندا."

"توهان، توهان حسين ابن علي عليهم السلام آهيو؟ اي منهنجا آقا، اهو ڇا ٻڌي رهيو آهيان، هي ڇا ڏسي رهيو آهيان. هي توهان جو خط حاضر آهي. مون کي اجازت ڏيو تہ مان وڃي انهن لعنتين کي سندن ڪيتي جي سزا ڏيان."

"نہ ادا، تنهنجي جان جي قربانيءَ سان هاڻي ڪو بہ فرق ڪونہ ٿو پوي"

"آقا، خدا جي واسطي مونکي انهيءَ سعادت کان محروم نہ ڪريو. توهان تي اهڙو ظلم ٿئي ۽ مان ڏسندو رهان. موليٰ مان مسلمان آهيان."

"اهي جيڪي منهنجي قتل جا منصوبا ٺاهي رهيا آهن. جن منهنجي جوان ڀاءُ، ڀائٽي ۽ پٽ کي منهنجي اکين آڏو ڪٺو منهنجي کير پياڪ ڇهن مهينن جي ٻچڙي کي اجارو شهيد ڪيو اهي بہ خدا جي فضل سان مسلمان آهن."

"خدا انهن کي غرق ڪري، انهن جو ٻج دنيا مان فنا ٿي وڃي، اهي اسلام جي نالي کي گند ۾ گهلڻ وارا توهان جي نانا جي امت ڪونہ آهن، اهي شيطان جو اولاد آهن. توهان کي رسول الله ﷺ جو واسطو امير المومنين شيرِ خدا جو صدقو مون کي اجازت ڏيو جو هي سر منهنجي ڪلهن تي بار ٿي رهيو آهي." مسافر تلوار ٽاڻي اٿي پيو پر امام ﷺ ان جي دامن کي جهلي ورتو.

"تو مونکي پنهنجو امام مجيو آهي ته منهنجي حڪم جي پوئواري ڪر، جيئن به ٿي سگهي هتان جان بچائي نڪري وڃ. تنهنجو به ڪير انتظار ڪري رهيو آهي، ان جي دل نه ٽوڙ."

"اي امام ﷺ! توهان کي ڪيئن خبر پئجي وئي ته منهنجي بنا ماءُ جي اڪيلي ڌيءُ منهنجي واپسيءَ جون گهڙيون ڳڻي رهي آهي."

"دل کي دل سان لڳاءُ هوندو آهي، مون به پنهنجي ٻچڙيءَ جي جدائي جو غم سنو آهي. ترس، مون کي پنهنجي ٻچڙيءَ جو خط پڙهڻ ڏي."

صغرا جي ڳوڙهن سان آلي ٿيل خط ۾ لکيل هو:

"منهنجا پيارا بابا. توهان جي صغرا جي بدن ۾ ساهه اچي وڃي ٿو. توهان ان کي وساري ڇڏيو مگر اها توهان جي ياد ۾ پهرن جا پهر روئيندي رهندي آهي، توهان جي نالي جي تسبيح پڙهندي آهي، ڪربلا جي بهادرن، قبر ڪناري تي پهتل هڪڙيءَ ٻارڙيءَ جي ياد پنهنجين دلين مان ڪيئن ڇڏي، مگر اها صبح کان شام تائين دروازي تي ويهي، هر اچڻ وڃڻ واري کان وڇڙي ويلن جو ڏس پڇندي رهندي آهي، بابا، مون ڪهڙو قصور ڪيو هو جو توهان پنهنجي خيريت جا به لفظ به ڪونه لکيا، نه مونکي اوڏانهن گهرايو. توهان سمجهي رهيا هوندا ته صغري مري وئي، بلا ٽري بابا مان اڃان جيئري آهيان. خدا جي واسطي مون کي پاڻ وٽ گهرايو نه ته مان روئي روئي انڌي ٿي ويندس. سڀئي سمجهائيندا آهن، مگر مان هر وقت ڳوڙها وهائيندي آهيان. عباس چاچا ته پنهنجي لاڏلي سڪينه ڪانسواءِ ڪنهن کي ليکين ئي ڪونه. انهن جي بلا صغري مري يا جيئي، مگر حيف آهي ادا اڪبر کي به نصيبن جي ماريل ڀيڻ جي ياد ڪونه آئي. ان جي شادي جي تاريخ ٻڌجي وئي هجي ته خدا جي واسطي مون کي گهرائي وٺو ورنه مان جان ڏئي ڇڏيندس. اصغر ته ماشاءَ الله هاڻي ٻانبڙا پائيندو هوندو. اسان کي ڏسندو ته سڃاڻندوئي ڪونه. ادا قاسم به پنهنجي ڪنوار جي اڳ پوءِ ۾ لڳو پيو هوندو. اسان ان کي ڇاجي لاءِ ياد ايندا سين. بابا پنهنجي صغري تي رحم ڪريو گهرائي وٺو!"

خط پڙهڻ سان امام ﷺ سڏڪن ۾ پئجي ويا. مسافر کي فرمايائون:

"منهنجا ياءُ ٻڌ. مون کي تنهنجي زندگي ڏاڍي پياري آهي تہ جيئن تون منهنجو پيغام منهنجي ٻچڙيءَ تائين پهچائين. منهنجو ايترو ڪم ڪر. وڏو ثواب ٿيندئي. وڃي انهي ٻارڙي کي تسلي ڏجان ۽ چئجان, جان پدر تنهنجي بدنصيب پيءُ جيڪو ڪجهہ ڏٺو. اهو خدا دشمن کي بہ نہ ڏيکاري. تون ڏسين ها تہ تنهنجو ننڍڙو جيئرو ڦاٽي پوي ها. دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي ها. تنهنجو ياءُ علي اڪبر اسان کان رسي ويو سامهون ان جو جوان لاش پيو آهي, سيني تي لڳل گهاوَ کي لڪائڻ لاءِ هٿ ڏئي ڇڏيو اٿس. علي اصغر جي قبر ٻن وکن تي آهي, اسان هنن رت هاڻن هٿن سان ان کي قبر ۾ ليٽايو آهي, ٿن ڏينهن جي اڃايل کي نڙيءَ ۾ ٽن منهن وارو تير لڳو هيو. هي ڏس, اسان جي ڏاڙهي ان جي ئي رت سان تہ رنگيل آهي, عباس پاڻيءَ جي ٻن ڦڙن خاطر ٻئي ٻانهون ڪپائي ڇڏيون. منهنجي ٻچڙي تون ڏسين ها تہ ڏک مان پاڳل ٿي وڃين ها. جيڪڏهن تون قاسم جو گهوڙي جي سنبن سان چچريل لاش ڏسين ها تہ تنهنجو ڪهڙو حال ٿئي ها. ان گهوٽ ٿيڻ لاءِ ڳانا ٻڌا ۽ موت ان کي پنهنجي چنبي ۾ پڪڙي ورتو تنهنجي معصوم پيڻ جي قسمت ڦٽي وئي. منهنجي جان صبر ڪر, شير خدا جي بهادر پوٽي دل کي پٿر ڪري ڇڏ, ڇو تہ اهو ئي اسان جي قسمت ۾ هو. هاڻي اڳتي ڇا ٿيڻ وارو آهي, ان جي بہ اسان کي خبر آهي. موت منهنجي سامهون بيٺو آهي, گهڙي ڪن ۾ تنهنجي بابا جو سر بدن کان ڌار ٿيڻ وارو آهي, پوءِ هي سر نيزي تي ايو ڪري کنيو ويندو ۽ لاش جي هر ممڪن طريقي سان بي حرمتي ڪئي ويندي, ان کان پوءِ جيڪي ظلم ۽ ستم منهنجن حرم ۽ معصوم ٻچڙن تي ٽٽندا, اهي بہ ڳجها ڪونہ آهن. صغريٰ تون خوش قسمت آهين, جو تو اهو سڀ ڪجهہ ڪونہ ڏٺو ورنہ تنهنجي معصوم دل ٽٽي پوي ها."

امام ﷺ ٽڪجي اکيون بند ڪري ڇڏيون, پوءِ مسافر کي چيائون:

"منهنجا مهربان دوست وڃ, خدا تو کي پنهنجي امان ۾ رکي."

"منهنجا مظلوم امام, توهان جو حڪم اکين تي, هاڻي جيڪو

هنن اڪين ڏٺو آهي، اهو ڪڏهن بہ وسري ڪونہ سگهندو. منهنجا آقا الوداع.“ مسافر قدم چمي تيزيءَ سان روانو ٿي ويو.

امام ﷺ پنهنجي سڄي طاقت گڏ ڪري ڇانئجندڙ نقاهت ۽ غشيءَ تي قابو پائيندي رت سان پريل ٽڪل اڪين سان آسمان ڏانهن نهاريو ۽ موت جو انتظار ڪرڻ لڳا.

شامي فوج ۾ ذهني ابتري پکڙيل هئي. ڪير بہ مظلوم امام جو سر بدن کان ڌار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هو قيامت جو فڪر کائي رهيو هين. خوف مان اکيون قاتل ٿي رهجي ويون هين. هٿيار جسم تي بار وانگر لڙڪي رهيا هين. انسان رڳو هٿيارن سان نہ پر دل ۽ دماغ سان لڙائي ڪندو آهي. انڪار جي صورت ۾ ڪيترن کي موت جي منهن ۾ ڌڪي ڇڏيائون، مگر انهن جي چرپر ڪرڻ واري طاقت ئي کسجي وئي هئي. ابن سعد انهن کي تازو توانو ٿيڻ لاءِ درياهہ ڏانهن ڌڪيو مگر اهي ڍڄي اهڙي نموني سان موٽيا، جڻ پاڻي نہ پر ٻرندڙ لاوو هجي، جنهن بہ مشڪل سان نڙي مان هيٺ لاٿو. اهو اتي ئي ڪنل ڪڪڙ وانگر تڙپي ٿڌو ٿي ويو. خدا جو قهر نازل ٿيڻ شروع ٿي ويو هو. جنون جو زهر آهستي آهستي اثر ڪندو پئي ويو. ريگستان جي گرمي، عرب قوم جا جذباتي ماڻهو ايڏو وڏو سانحو هوش ۽ حواس جو خطا ٿيڻ ڪائي عجب واري ڳالهہ ڪونہ هئي، تڏهن ماڻهن شمر ذي الجوشن ڏانهن ڏٺو ۽ خوف مان اونڌا ٿي ڪري پيا. ان جي ڪلهن تي انسان جي منڊي ڪونہ هئي.

ٽيپهري جي نماز جو وقت ٿي ويو هو. امام حسين ﷺ ساڙيندڙ واريءَ تي سجدو ڪرڻ لڳا:

”اي الله، تنهنجو لک لک شڪر آهي تہ مان ظالمن جي صفن ۾ هجڻ بجاءِ مظلومن جي قطار ۾ بيٺو آهيان، قاتل نہ پر مقتول آهيان، جو قاتل هزار ڀيرا مرندا آهن.“

شمر جو گهوڙو احتجاج ڪندي الف ايو ٿي ويو. ان چهبڪن سان ان جي ڪل اڊيڙي ڇڏي.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها شمر جي نيت ڏسي هنيانءَ ۾ هٿ وڌا. شمر جي گهوڙي جا سنب جڻ سانئڻ جي سيني تي اچي پيا. امام حسن ﷺ

جو سيني کان ننڍڙو ٻار عبدالله بن حسن عليہ السلام هڪدم تڙپي خيمي مان نڪتو. ماءُ پڪڙڻ گهريس، پڦي قميص کان جهليس، مگر انهن کان هٿ ڇڏائي ويو ۽ چاچا چاچا ڪندو امام ﷺ ڏانهن تير وانگر تکو ڊوڙيو. ظالم جي سامهون اهو ٻئي هٿ کولي ڍال بڻجي بيهي رهيو.

"خبردار ڪميڻا، تو منهنجي چاچي کي هٿ بہ لڳايو تہ فنا ٿي ويندين."

ننڍڙي ٻار کي ڏسي شمر حيران ٿي ويو. جلال ۽ جمال جو اهو ننڍڙو نمونو ڏسي، ان جي سنگدليءَ جو ساهہ سڪي ويو. سنهڙو سيپڪڙو جسم ڪاوڙ مان ڌڪي رهيو هو ڳل بخار ۾ ٻري رهيا هيس، ڪنن ۾ چني جا والا لڏي رهيا هيا. دل ۾ انسانيت جو هڪڙو گونج ٿڌندي محسوس ڪري اهو اندر ۾ وڪڙ کائڻ لڳو.

امام ﷺ ٻار کي پنهنجي اڳيان کان هٽائڻ گهريو پر اهو ضد ڪندي قابو مان نڪري ويو. هڪڙي بهادر پهلوان تلوار وارو هٿ هلايو ۽ هڪڙو ننڍڙو هٿ ڪپجي پري وڃي ڪريو. ٻارڙو رڙ ڪري رت ۾ ٻرجي امام ﷺ جي جهولي ۾ ڪريو ۽ تڙپڻ لڳو. مسلسل وار ٿيڻ لڳا ۽ ٻارڙي جو جسم ٽڏو ٿي ويو. امام ﷺ ٻارڙي جي لاش کي سيني سان لڳايو.

شمر گهوڙي کي ڦيرايو. جڏهن امام ﷺ جي ويجهو آيو تہ ٽپو ڏئي انهن جي مٿان چڙهي ويو. رت ۾ ٻڏل سفيد وار پڪڙي جهٽڪو ڏئي ڪيرايائين ۽ زخمن سان چور ٿيل سيني تي گوڏو رکيائين.

امام ﷺ ڳلي تي خنجر جي ڌار محسوس ڪري اکيون کوليون.

"ترس، مونکي هڪ نظر پنهنجي قاتل کي ڏسڻ ڏي" امام ﷺ مرڪيا.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو هنيانءُ ڌري پيو. اگهاڙين پيرين ۽ اگهاڙي مٿي خيمي مان نڪري آيون. امام ﷺ پيڻ جي رڙ ٻڌي بنا ڏسڻ جي ٿي هٿ سان موٽي وڃڻ جو اشارو ڪيائون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها موٽي ٿتل واري تي ڪري پئي.

شمر ڳچيءَ تي غور سان ان جاءِ تي ڏٺو جنهن تي رسول الله ﷺ چميون ڏيندا هيا، ۽ خنجر وهائي ڪڍيائين.

سر ڪپي اهو شيطاني ٺهڪ ڏئي نچڻ لڳو. هڪدم انهيءَ نفسياتي عمل جو فوج تي اثر ٿيو ۽ مئل فوج ۾ ساهه پئجي ويو. سيئي پوتن وانگر نچڻ لڳا. اهي ناچ جيڪي اسلام جي مقدس تعليم وسارائي ڇڏيا هئا. وري تازو ٿي ويا.

ڪربلا جي ڌرتي الله اڪبر جي نعرن سان ڏڏي وئي. فتح جا نغارا گونجڻ لڳا. تاڙيون وڄڻ لڳيون. سج هڪدم منهن لڪائي ڇڏيو ۽ جهنم جهڙي گهگهه اونداهي ڇانئجي وئي. حسين ؑ جو سر نيزي تي ڪٽي مٿي اُڀو ڪيو ويو.

زين العابدين ؑ تڙپي اُٿيا ۽ ٿاٻڙجندا ٻاهر نڪري آيا. ڀڄي هڪدم ڪمان سنڀالي ۽ فضا رضي الله تعالي عنها جي مدد سان بيمار کي مٿي اُٿاريائين. خيمي ۾ کڻي آيون. رئي جي پلوَ سان هوا ڏنائون ته انهن کي هوش آيو.

"ڀڄي امان، مان ڇو جيئرو بچي ويس؟"

"انهي ڪري جو تون هاڻي اسان جو امام آهين. هن لٽيل قافلي جو سالار آهيون. پنهنجي بابا جي وصيت ياد ڪريو اهڙي ڪا به ڳالهه نه ٿيڻ ڪپي، جو اهي ظالم توکي به شهيد ڪري ڇڏين. اسان لاءِ تنهنجي جان وڏي غنيمت آهي، جيڪڏهن تون نه رهئين ته منهنجي پاءُ جو ڪير نالو وٺڻ وارو به ڪونه بچندو. خدا جي رسول ﷺ جو نالو مٽجي ويندو. پنهنجي لاءِ نه پر هنن يتيمن، اسان بدنصيب مائرن ۽ پيٽن جي لاءِ توکي جيئرو رهڻو پوندو."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها بن علي ؑ جي ڳالهين مان ابن حسين ؑ ۾ ڪجهه همت پيدا ٿي.

جنگ جي ميدان مان لاڳيتو وحشي نعرن جا آواز اچي رهيا هيا. فوج تي جنوني ڪيفيت طاري ٿي وئي هئي. فاتح سپاهين ڦرلٽ ڪرڻ شروع ڪري ڏني ۽ خيمن ۾ گهڙي آيا ۽ سامان کڻي ڀڄڻ لڳا. ٻار ڊڄي پنهنجين مائرن جي جهولي ۾ لڪي ويا. ظالم درندن جا ڊيڄاريندڙ چهرا ڏسي انهن جو ساهه سڪي رهيو هو.

مال ۽ سامان هيو ئي ڪيترو؟ امام ﷺ خزانو ڪٽي روانا ڪونہ ٿيا هئا ۽ نہ ئي انهن وٽ مال ۽ دولت هئا. لٽيرن کي سخت مايوسي ٿي، عورتن جي مٿي تان چادرون بہ لاهي ورتائون.

مائرن جلدي جلدي پنهنجن ۽ ٻارن جي ڳچين ۽ ڪنن ۾ جيڪي ڪنگڻ ڪڙا هيا لاهي خيمي جي وچ تي اڇلائڻ شروع ڪيا، مگر سڪينہ کي پنهنجن ڪنن جا والا ڏاڏو پيارا هئا. اهي بابا عيد تي وٺي ڏنا هيس. ان ننهي هٿن سان ڪنن کي لڪائي ڇڏيو ۽ ڊوڙي وڃي بيمار ڀاءُ جي پاسي ۾ لڪي وئي تہ شايد ان کي ڪير بہ تنگ ڪونہ ڪندو ۽ اها لڪي پئي هوندي، مگر اها ڦرلٽ هڪڙو نفسياتي کيل هو تہ جيئن فوجين جي دل ۾ آلِ رسول ﷺ جي جيڪا دهشت ويٺل آهي، ان کي ختم ڪجي. ان ڪري اهو ضروري سمجهيو ويو تہ ڪائي رعايت يا لحاظ نہ ڪيو وڃي تہ جيئن سپاهين کي ضمير ملامت نہ ڪن.

خولي ڏند ڪڍندو سڪينہ ڏانهن وڌيو پر شمر ان کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ اڳتي وڌيو ۽ شڪار کي قابو ڪيائين. هٿ مروڙي ڪنگڻ لاٿائين ۽ ڪنن مان والا لاهڻ لڳو تہ سڪينہ رڙ ڪئي. ظالم زور سان ٻارڙي جي گلن جهڙن ڳلن تي بہ چماٽون وهائي ڪڍيون ۽ سٽ ڏئي ٻئي والا ڇڪي ورتائين. رت ۾ ٻڏل ٻارڙي ڀاءُ جي هٿن ۾ بيهوش ٿي وئي. ابن حسين ﷺ گهريو تہ ظالم تي حملو ڪري، ان جي ڳچي پڪڙي ساهہ نپوڙي ڇڏي، پر ڦقي جهلي ورتس.

”پٽ نہ. انهن ڪميڻن کي بهانو ملي ويندو منهنجا لال سهي وڃ، جيتريون بہ ذلتون سهٽيون پون سهي وڃ. ڏسڻو آهي تہ انهن جو وحشي پڻو انهن کي ڪيتري حد تائين وحشڻ لاءِ پڙڪائي ٿو.“

ڦرلٽ ڪرڻ کان پوءِ حسب دستور خيمن کي باهہ لڳائي وئي. اهڙي ڪا بہ رعايت نہ ڪئي وئي، جو فوجين کي ياد اچي وڃي تہ اهي بدنصيب انهن جي پيغمبر جو اولاد آهن. ڊرامو پوري شان و شوڪت سان کيڏيو ويو.

باهہ لڳندي ڏسي زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ کي ڀاءُ جا لفظ ياد اچي ويا:

”عليءَ جي دلير نياڻي، همت کي هٿان وڃڻ نہ ڏجانءِ! تون انهيءَ لٽيل فوج جي سپهہ سالار آهين.“

خيبر شڪن جي بهادر نياڻي پنهنجو ڪردار خوب نڀايو. وڪريل خاندان کي گڏ ڪيائين. جلدي جلدي سيني کي سڙندڙ خيمن کان ڪڍي ٻين خيمن ۾ پهچايائين. خيما اهڙيءَ طرح قطار ۾ لڳايا ويا هيا، جو هڪڙي جو در ٻئي جي در سان گڏيل هو. ٻارن ۽ عورتن جي حالت خراب هئي. اڄ ۽ ساڻائي کان چڪر اچي رهيا هين. رنيون ٿي، مگر آواز ڪونہ ٿي نڪتو. مٿن تي چادرون ڪونہ هيون، ذلت ۽ شرم جي احساس ۾ ٻڏنديون پئي ويون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها هڪڙ هڪڙ جو هٿ پڪڙي گهلي رهي هئي. ڪنهن کي دلاسو ٿي ڏنائين، ڪنهن کي دڙڪو ٿي ڏنائين. جڏهن ٻئي خيمي ۾ باهہ اچي وئي تہ سيني ٽئين خيمي ۾ پناهہ ورتي، مگر باهہ وڌندي آئي. آخري خيمي ۾ پهچي زينب سلام الله تعاليٰ عليها ابن حسين ﷺ کان پڇيو:

”اي امام هاڻي ڪهڙو حڪم آهي؟“

”هاڻي پردي جو حڪم ڪونہ آهي. هن دوزخ جي عذاب کان جان ڇڏائڻ لاءِ ٻاهر نڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ آهي.“

پنهنجي بيمار امام جو حڪم ٻڌي سيئي عورتون ۽ ٻار ميدان ۾ نڪري آيا ۽ ٻرندڙ خيمن کان ٿورو پرتي واريءَ تي ويهي رهيا.

سڪينہ هوش ۾ اچي وئي هئي، ننهي ڪنن تي هٿ رکيون ڏک ۾ منجهي ويٺي هئي، ٿوٽين تائين رت وهي آيو هيس، سيئي ٻار ان وقت ٻارپڻي کي وساري، ڪراڙن وانگر صبر سان ماٺ ڪيون ويٺا هيا.

عجيب وحشتناڪ خاموشي ڇانيل هئي. هڪدم هڪ وڏي ڀيانڪ اونداهي رات مظلومن جي پردي داري ڪرڻ لاءِ ڪربلا جي ميدان تي لهي آئي.

ڏسندي ڏسندي دشمن جي خيمن ۾ بتيون ٻري ويون. ساز جاڳي پيا ۽ جشن جون تياريون ٿيڻ لڳيون، شراب ۽ ڪباب جو دور هلڻ لڳو. فتح جي جوش ۾ اڄ ڪنهن کي بہ تن بدن جو هوش ڪونہ هو.

مگر سپاهين جو هڪڙو ٽولو سيني کان الڳ ٿلڳ گنڀير حالت ۾ مٿي تي هٿ رکي مشورو ڪري رهيو هو انهن مان هڪ ٻن چيو:

"اڄ هي اسان کي ڇا ٿي ويو هو. انسانيت ڪٿي موت جي ننڊ ستي پئي هئي. عرب قوم جو اهو شيوو ته ڪونه آهي ته عورتن ۽ ٻارن تي هٿ کڻن، بيمار ۽ مجبور کي ستائين. ڇا اسان واقعي مسلمان آهيون يا صرف نالي جا اهلِ ايمان آهيون. دلين ۾ اهي ئي جهالت واري زماني جون اونداهيون پريون پيون آهن. ڇا اسان رسول ڪريم ﷺ جا اُمتي آهيون؟ پنهنجن اهڙڪن اعمالن کان پوءِ ڇا اسان خدا کي منهن ڏيکارڻ جي قابل رهيا آهيون. ڇا اسلام جا پيغمبر ﷺ اسان کي بخشرائيندا ته اسان ان جي پيارن کي اهڙيءَ بيدرديءَ سان ڪٺو. ان جي ننهن، پوٽين، ڏوهٽين جي بي حرمتي ڪئي."

هم خيال سپاهين جو ميڙو وڌندو ويو. انهن کي شمر ۽ ابن سعد کان نفرت ٿيڻ لڳي. رات گهري ٿيندي وئي، نفرت جو خوف وڌندو ويو. ڪجهه سردار گڏ ٿي مشوري کان پوءِ ابن سعد وٽ ويا ۽ ان کي ملامت ڪرڻ لڳا.

"ڪم بختا! تنهنجي چوڻ ۾ اچي اسان اهو ظلم ڪري ڇڏيو. دل گهري ٿي ته هاڻي هن دنيا مان تنهنجو نالو نشان به مٽائي ڇڏيون."

"خدا تو کي غرق ڪري. تو کي حسين ابن عليءَ سان دشمني هئي، مگر انهن سپاهين ۽ ننڍڙن ٻارن تنهنجو ڇا بگاڙيو هو. تون هتي ويٺو تازا کاڌا کائين ۽ هوڏانهن بک ۽ اڃ کان اڌ مئا ٻار گرم ساڙيندڙ واريءَ تي تڙپي رهيا آهن. روئڻ جو آواز به ته ڪونه ٿو اچي، جو انهن ۾ ايتري طاقت ئي نه رهي آهي."

"اي ناهنجارا جڏهن ڪنهن جي گهر ڪو فوت ٿي ويندو آهي، ته عرب قوم جو اهو دستور آهي ته جيستائين ميت ڪڇي، مائرون ٻارن کي ٽيج ڪونه پيارينديون. ان کان پوءِ پهريائين مرڻ واري جي خاندان کي ڏک وسارڻ لاءِ دلاسا ڏئي، کانڌيو کارائيندا آهن. پوءِ پاڻ گراهه کڻندا آهن. تو سڄي لشڪر ۾ کاڌو ورهايو مگر انهن بدنصيبن ڏانهن تنهنجو ڌيان به ڪونه ويو."

"خدا جو قسم اسان جي نڙيءَ ۾ گراهه اٽڪي رهيو آهي ۽ اسان تي به کاڌو حرام آهي. جيستائين اهي ويچارا ڪجهه پيٽ ۾ نه وجهندا ڪير به کاڌي کي هٿ لڳائي ڪونه سگهندو."

اهو چئي انهن ابن سعد جي اڳيان رکيل تازن ڪاڏن سان ڀريل ٿانو اونڌا ڪري ڇڏيا، شراب سان ڀريل گلاس اونڌا ڪري ڇڏيائون ۽ تلوارون تاڻي اٿي بيٺا.

انهن جا تيور ڏسي ابن سعد جا ڪن ايا ٿي ويا. ان کان اڳ جو اهي باغبانہ خيال سڄيءَ فوج ۾ زهر بڻجي پکڙجي وڃن، انهن کي ختم ڪرڻو پوندو، اهو وڏي ڊرامائي انداز ۾ ڪنڌ جهڪائي روئڻ لڳو ۽ پوءِ چيائين:

خدا توهان جو ڀلو ڪري توهان سنو مشورو ڏنو آهي. مان پاڻ شرمسار ۽ پريشان هيس."

نوڪرن کي سڏي حڪم ڏنائين:

"هاڻي ئي ڪاڏي جا چاليهہ خونچا ۽ شربت کڻي وڃو ۽ انهن کي پيش ڪيو."

ماڻهن چيو:

"اسان ڪهڙي منهن سان وڃون، اسان کي تہ شرم ٿو اچي. اسان انهن جي اکين اڳيان انهن جي عزيزن جا ڪنڌ ڪپيا آهن. اهي اسان جا هٿ لڳل ڪاڏو ڪونہ کائيندا. انهن خون لڳل پليٽ هٿن سان خود اسان کي وات ۾ گراهہ وجهڻ سان آت تا اچن."

ابن سعد شمر کي چيو:

"ادا، هن وقت تون ئي وڃي سگهين ٿو تون پاڻ کي عباس ابن علي جو مائٽ ٿو سڏائين."

"نہ نہ مونکان اهو ڪونہ پڄندو. زينب پنهنجي اکين سان مون کي حسين جي سيني تي چڙهي، ان کي ڪهندو ڏٺو آهي."

"ڪم بخت تو ان پارڙي کي چماتون هڻي ناحق ڪنن مان والا ڇڪيا، نيڪ ٿو چئين، تنهنجو وڃڻ نيڪ ڪونہ آهي. تو کي ڏسي ورتائين تہ ڊپ مان ان جو ساهہ ئي نڪري ويندو." ابن سعد فڪر ۾ پئجي ويو.

جڏهن ڪير بہ ڪاڏو کڻي وڃڻ لاءِ تيار ڪونہ ٿيو تہ حر جي زال جو خيال آين، جيڪا شامي فوج سان گڏ هئي، اها بدنصيب پنهنجي مڙس جي سوڳ ۾ ڪنڌ جهڪايون ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. اهو سوچي

دل کي تسلي مليس ٿي تہ عين وقت تي خدا حر کي شناس جي اک عنايت ڪئي، ان جو بهادر مڙس حق لاءِ قربان ٿيو. ان جي گناهن جي ڪجهہ تہ تلافي ٿيندي.

ابن سعد ان کي سڏرايو. ويچاريءَ سمجهيو تہ ان کي حر جي غداريءَ جي سزا پوڳڻي پوندي. ڏڪندي ڏڪندي آئي، مگر جڏهن خبر پيس تہ ڪاڏو ڪٽي وڃڻ جو معاملو آهي تہ ڪجهہ همت پڌس. اها اڳيئي انهن مظلومن جي خيال ڪري پريشان هئي، انهن جي خدمت ڪرڻ جي موقعي کي غنيمت سمجهيائين. جڏهن حر جي زال خونچو کڻي پهتي تہ پري کان ئي انهن جي حالت ڏسي جيءُ جهري پيس، ٻار ۽ عورتون واري تي بي سرو ساماني جي حالت ۾ پيا هيا. انهن ٺي پيرن تي موٺي آئي ۽ چيائين:

”خدا تو کي پڇندو ابن سعد. سيداڻيون اگهاڙن مٿن سان کليل آسمان هيٺ ويٺيون آهن. پهريائين انهن لاءِ خيما کوڙاءِ تڏهن ئي مان انهن لاءِ ڪاڏو ڪٽي ويندس. پليت واري تي جتي ٿورو پري لاش پيا آهن، انهن جي نڙيءَ مان گراهہ ڪيئن هيٺ لهندو.“

ابن سعد گهبرايل هو. ڪاوڙ مان حڪم ڏنائين تہ هڪڙو وڏو ۽ ويڪرو خيمو انهن کي ڏنو وڃي.

جڏهن پيرن جو ديڪو ۽ بتيءَ جي روشني نظر آئي تہ زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڇرڪ پري اٿي ويٺيون. سمجهيائين تہ ظالم هتي بہ سک جو ساهہ کڻڻ ڪونہ ڏيندا ۽ ستائڻ لاءِ اچي رهيا آهن. هدم اٿي بيهي رهيون ۽ اڳتي وڌي چيائين:

”ڇا اسان پڇي ويندا سين. خدارا هن وقت تہ پيڇو ڇڏي ڏيو. ٻارن جي ٿوري اک لڳي وئي آهي. جاڳي پيا تہ وري اڄ ۽ بک کان روئڻ لڳندا. ڏاڍو ماندا ٿي ستا آهن.“

اهو ٻڌي حر جي بيوهہ زارو قطار روئڻ لڳي ۽ اڳتي وڌي چيائين:

”توهان وٽ هڪڙو عرض ڪٽي حاضر ٿي آهيان.“

”عرض؟ اسان تہ حڪم ٻڌڻ لاءِ ويٺا آهيون. چئو ڇا چوڻ آئي؟“

”هلو هن خيمي ۾ آرام ڪريو.“

”آرام؟ ڇا اسان جي آرام جو حصو توهان وٽ اڃا باقي آهي؟“

"بيبي، مان توهان جي ٻانهي حر جي بيوهه آهيان."

"الله سائين حر کي بخشي، پيڻ تو ڦهريائين ڇو ڪو نه ٻڌايو. تنهنجي مڙس ڪهڙي شان سان امام ﷺ سان محبت ملهائي، خدا تو ڄاڻي ته اسان جو وار وار ان جو احسانمند آهي."

"احسان ته منهنجي مٿان ٿيو. امام ﷺ ان کي سڏي واٽ ڏيکاري، ان جو انجام حق تي ٿيو شهادت نصيب ٿيس. بي بي سڳوري توهان سان امام ﷺ جو ڏک ڪهڙي طرح ونڊيان. توهان جي ٻانهي آهيان."

سيني کي سهارو ڏئي خيمي ۾ پهچايائين. ايتري ۾ خونچا اچڻ لڳا. انهن کي ڏسي سيئي ڏجي ويا. شايد انهن کي ستائڻ لاءِ امام ﷺ ۽ ٻين شهيدن جا سر ڪٽي آيا آهن.

مگر جڏهن خونچن کي کوليائون ته بدن ۾ ساهه موٽي آين.

"هي ڇا آهي؟" زينب سلام الله تعاليٰ عليها رڪائيءَ سان پڇيو.

"مرڻ وارن جو ڪانڌپو!"

"يا الله. ڪانڌپو! منهنجا پيارا تن ڏينهن جا اڃيا بکيا ڪٺا ويا. هاڻي ستم ظريفي ڏسو ته اسان کي انهن جو ڪانڌپو پيش ڪيو ٿو وڃي. اهي سڀ اسان جي دلين کي ڏکوئڻ جون ترڪيبون آهن. پيڻ ڇا جو ڪانڌپو؟ اڃا ته لاش بنا ڪفن دفن جي لاءِ پيا آهن. ڪانڌپو ته دفن ڪرڻ کان پوءِ ٿيندو آهي. ڇا عرب قوم هاڻي خدا ۽ رسول ﷺ جي حڪمن کي بدلائڻ شروع ڪيو آهي. ڪٽي وڃو اهي خونچا. اسان انهن کي هٿ به ڪونه لڳائينداسين."

هن وقت ابن حسين ﷺ پنهنجو فرض ادا ڪرڻ ضروري سمجهيو.

"توهان مون کي امام مڃيو آهي."

"ها پٽ. حق ته اهو ئي آهي ته پاءُ کان پوءِ تون ئي اسان جو امام آهين."

"ته پوءِ امام جي حيثيت سان حڪم ٿو ڏيان ته جنگ جي ميدان ۾ سيني رسم و رواج ۽ لحاظ جي پابندي ختم ٿي ويندي آهي."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها بيمار ۽ ڏبري امام کي تڪ ٻڌي ڏٺو. همت وڌي ويس، دل سامت ۾ اچي ويس. چيائين:

"ته پوءِ پٽ، هن خونچي تي فاتحه پڙهي وٺ."

امام ﷺ فاتحہ پڙهي. ٻارن ڪي جاڳائي جاڳائي انهن جي نڙين ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو ڦڙو وڌائون تہ ڪٿي غوطو اچڻ ڪري ساهہ نہ نڪري وڃين. نڙيون سڪي ويون هين. وڏي مشڪل سان ڳلا آلا ٿين ۽ پوءِ ڍڪ ڀرڻ جي قابل ٿيا. سڪينہ کي پاڻي ڏنائيون تہ اها خوشيءَ مان تاڙيون وڄائڻ لڳي:

”چاچا سائين پاڻي کڻي آيا نہ. مون چيو چيو هو. فوج جي مجال ڪونہ آهي، جو منهنجي چاچا سائين کي روڪي سگهي.“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها خاموشي سان وٺو جهليون بيٺي هئي.

”مگر اسان تہ چاچا سائين جي هٿن سان پاڻي پيئنداسين.“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو هٿ ڏکيو ۽ وٺو هارجي ويو.

”پياري ٻچڙي، اسان جي هٿن سان ڪونہ پيئنديئن.“ ابن حسين ﷺ پيرڻ ڏانهن جهڪي چيو.

”پيئنديس، مگر پهريائين اهو ٻڌايو تہ اسان جا چاچا سائين ۽ بابا ڪٿي آهن. اسان انهن سان انهيءَ ماٺهوءَ جي شڪايت ڪنداسين، جنهن اسان جا ڪن ڇنيا ۽ چماٽون هنيون.“

وڏي مشڪل سان سيني ۾ ٻہ گراهہ ڪائي، پاڻيءَ جو ڍڪ نڙيءَ مان هيٺ لاٿو. ائين لڳي رهيو هيو تہ نڙي ڳيت ڏيڻ وساري وئي آهي.

”ادا!“ ٿوري دير کان پوءِ سڪينہ چيو.

”جي بيبي.“

”اسان کي چماٽون لڳڻ ۽ ڪنن ڇڪجڻ جي ڳالهہ چاچا سائينءَ کي نہ ٻڌايو تہ سنو آهي. انهن کي ڪاوڙ جلدي اچي ويندي آهي، ڪاوڙ اچي وين تہ غضب ٿي ويندو. وري لڙائي شروع ٿي ويندي.“

انهن چند ڏينهن جي اڃ ۽ بک ۾ سيني جا هڏا ظاهر ٿي ويا هئا، ڪل سڙي وئي هين، اعصاب ڇڪنا چور ٿي ويا هئا. ٻار تہ سمهي پيا پر مائرون سڏڪا ڀرينديون رهيون، سڄي رات پاسا بدلائينديون رهيون.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها جون اکيون ٽانڊن وانگر ٻري رهيون هيون. ڀاءُ جي قتل تي هڪڙو ڳوڙهو بہ ڪونہ وهايو هئائين. خيمي کان ٿوري پنڌ تي پيارن جا لاش بنا ڪفن ۽ دفن جي پيا هئا. امام ﷺ سيني جا ڪپڙا قتل ٿيڻ وقت ڦاڙي ڇڏيا هيا تہ قاتل ڪپڙا ڪير لاهيندو ۽

ائين شايد لاش اگھاڙي ڇڏڻ کان بچي ويندا، مگر بي حيائيءَ ڪي اڪيون ڪونہ ڇيندڙيون آهن.

"نہ، اجا روئڻ جو وقت ڪونہ آيو آهي، جنگ ختم ڪونہ ٿي آهي، صرف حالتن پاسو مٽايو آهي، هاڻي تہ ٻيا معرڪہ پار ڪرڻا آهن، اجا تہ سر مٿان گھڻو ڪجھہ گذرڻو آهي."

پوئين پھر سيئي گھڙيءَ کن لاءِ ننڊ پئجي ويا.

ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها ڇرڪ ڀري ڏٺو تہ سڪينہ پاسي ۾ ڪونہ آهي، شايد ڀڪيءَ ڏانھن هلي وئي، اوڏانھن بہ نظر ڪونہ آئي تہ اٿي چئني پاسي ڳولھيائين. سڏ ڪرڻ جي همت ڪونہ ٿيس جو سيني جي ننڊ ڦٽي ويندي

پرھہ ڦٽي رهي هئي، ٻتيون وسامي رهيون هيون، دل تي پٿر رکي وري سمھي پئي، مگر قرار ڪونہ آيس. هئي هئي ٻچڙي ڪاڏي وئي. وري بيقرار ٿي اٿي ويٺي.

ڪٿي ٻاهر تہ ڪونہ نڪري وئي. آهستڙي زينب سلام الله تعاليٰ عليها کي جاڳايائين.

"بيبي، سڪينہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي اچي."

"اٿي ئي ڪٿي هوندي"

"ڪٿي بہ ڪونہ آهي، شايد ننڊ ۾ ٻاهر نڪري وئي."

ٻئي پير پير تي ڏئي ٻاهر نڪتيون، خيمي جي آس پاس ڏٺائون، ڪا خبر ڪا نہ پيئي، ڪيڏانھن وئي. يا خدا ڪوئي جانور تہ ڪڻي ڪونہ ويس.

هلڪي روشنيءَ ۾ واريءَ تي ننڍڙن ننڍڙن پيرن جا تازا نشان ڏسي ڪجھہ آسرو ٿين. اوڏانھن ئي هلڻ لڳيون. قتل گاھہ ٿوري پنڌ تي هو اجا چڱي طرح سوجھرو ڪونہ ٿيو هو ڪوئي پھريدار بہ گھمندي ڏسڻ ۾ ڪونہ آين، جنھن کان پڇا ڪن ها. سيئي ٿڪجي ٽٽي گھوڙا وڪڻي ستا هئا.

ڀري اونداھيءَ ۾ ڪائي شيءِ چرندي نظر آين. هي اوڏانھن ئي تڪڙيون ويون. ڏٺائون تہ سڪينہ بابا جي سر ڪٽيل ۽ چچريل لاش جي سيني تي مٿو رکيون ستي پئي آهي، شايد ڪوئي خواب ڏٺو هئائين جو پاسو ڦيرايو هئائين.

ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها مشڪل سان پنهنجين ڏانهن کي روڪيو ۽ نوڙي ٻچڙيءَ کي ڪڻ لڳي.

"نہ اسان بابا وٽ سمهنداسين." بابا جي لاڏلي ٻچڙي ڪيتو ڪرڻ لڳي.

"نہ منهنجي شهزادي" زينب سلام الله تعاليٰ ٻارڙي کي ڪنيو. ڏنائين تہ ٻارڙي بخار ۾ ٻري رهي هئي.

"بابا ڏاڍي گهري ننڊ ستا آهن. اسان انهن کي ڪونہ جاڳايو ڇپڙي ڪري سمهي پياسين. ٻارڙي بخار جي سختيءَ ڪري ٻڙ ٻڙ ڪري رهي هئي. "پڦي امان. بابا کي سردي لڳي رهي هوندي، برف وانگر ٿڌا ٿي ويا آهن. انهن کي ڪجهہ ڍڪيو نہ."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪوئي جواب ڪونہ ڏنو. خاموشيءَ سان ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها کي سهارو ڏئي هلندي رهي. ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها جا قدم لڙڪڙائي رهيا هيا. قدم قدم تي ٿيڙ کائي رهي هئي.

"بابا اسان کي پيار ڪونہ ڪيو ڇا اسان کان ناراض آهن؟"

ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها جي صبر جو دامن هٿان ڇڏائجي ويو. هڪدم چار سپاهي ڊوڙندا پهچي ويا ۽ سيني تي ٻرڇيون رکيائون. هڪڙي ٻتيءَ کي اڳتي وڌايو.

"اک بچائي ڀڄڻ جو ارادو آهي."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها سنگينن کي هٿ سان پري ڪيو.

"ٻارڙي ننڊ ۾ هيڏانهن نڪري آئي هئي. پنهنجي بابا جي سيني تي سمهڻ جي عادت اٿس. گهبرايو نہ. ڪير بہ توهان جي قبضي مان نڪري ڪونہ وڃي رهيو آهي."

سپاهي هيڪي پوئتي هٽي ويا.

جڏهن خيمي ۾ پهتيون تہ جاڳ شروع ٿي وئي هئي. ٻارن وري سڏڪڻ شروع ڪري ڇڏيو.

ڪبرا رضي الله تعاليٰ عنها پنهنجي هٿ جي ترِي جي زخم ڪري بيقرار ٿي وئي هئي. پرٽي جي چوڙين جي ڇيڻ ڪري جيڪو گهاو آيو هيس، اهو سڪڻ لڳو هو مگر دل جو زخم رت روئاري رهيو

هو. ٻارن کي سمجهائڻ سولو ڪونہ آهي. امام حسين ﷺ ڪڏهن بہ پنهنجن ٻارن کان ڪا ڳالهہ ڪونہ لڪائي، نہ ڪنهن بهاني سان ٽاريائون. ابن حسين ﷺ بہ ٻارن جي هر سوال جو جواب ڪنهن رک رکاءَ کان سواءِ ڏئي ڇڏيو هو تہ ويڻ وارا هميشہ جي لاءِ ويا. هاڻي موٽي ڪونہ ايندا. ٻارڙن قاتل اکين سان ڏٺو ٿي، ٻڌو ٿي، ڇڻ واقعي سڀ ڪجهہ سمجهي ويا. ٿوري دير کان پوءِ وري ضد ڪرڻ لڳا ٿي:

"بابا ڏانهن هلو."

"عباس چاچا کي سڏ ڪيو."

"ادا اڪبر ڪيڏانهن ويا؟"

"عون ۽ محمد ڪيستائين ٻاهر ڪيڏندا رهندا. اسان بہ انهن ڏانهن ويندا سين."

"ادا قاسم ڪڏهن ايندا. ادي ڪبرا روئي رهي آهي."

ٻارن جون ڳالهيون ٻڌي دل تي اجا وڏيڪ وحشت طاري ٿي ٿي.

يارهين محرم جي صبح آئي تہ پاڻ سان گڏ نيون قيامتون کڻي آئي.

ابن سعد هڪڙي مشاورتي مجلس ترتيب ڏني تہ گذريل رات ڪجهہ سردارن ۽ سپاهين جو رويو اڻوڻندڙ حد تائين باغياڻو هو جيڪڏهن اهي جراثيم هڪدم ختم نہ ڪيا ويا تہ وبا ٿي سگهن ٿا. اهڙن خيالن رکڻ وارن تي سخت چوڪسي ڪرڻ جي ضرورت آهي. ڪوفي پهچي انهن جو پڪو بندوبست ڪرڻ بي حد لازمي ٿي ويندو. انهن جون اهي زباني همدرديون هنگامو بہ ٿي سگهن ٿيون.

ٿورو گهڻو انتظام تہ ان ئي رات ٿي ويو هو. اهي جيڪي وڏي ڇڙهي ڳالهائي رهيا هيا، انهن مان گهڻا جوشيلا تہ ان ئي رات غائب ڪيا ويا هيا، سون لاشن ۾ ڪجهہ ٻيا لاش ڪو بہ شڪ پيدا ڪري نٿي سگهيا، باقي مشڪوڪ ماڻهن تي مخبر مقرر ٿي ويا هيا.

شامين جا لاش نهايت جلدي ۽ خيال سان دفن ڪيا پئي ويا. ليڪن آلِ رسول جا لاش ائين ئي تيز اس ۾ پيا هئا. پڙهو ڏنائون تہ انهن کي ڪير بہ دفن نہ ڪري، حڪم جي انحرافي تي موت کان بہ وڏيڪ خراب سزا هوندي، ڪنهن بہ صورت ۾ نرمي ڪو نہ ڪئي

ويندي، ورنہ ماڻهن کي مغالطو ٿي ويندو. پڇتائڻ ۽ توبهہ جو مرض وبائي هوندو آهي.

هر ممڪن ۽ ناممڪن طريقي سان اهو ثابت ڪرڻ نهايت اهم هو تہ حسين ابن علي غدار هو. ان خدا جي مقرر ڪيل پيغمبرِ اسلام جي جائز جانشين يزيد جي بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ملڪ حاصل ڪرڻ جي لالچ ۾ فوج گڏ ڪري، خون خرابي جي ضد تي قائم هو. جنگ تي ۽ شڪست کاڌائين.

"پيغمبر ﷺ جي عزيزن ۾ صرف امام حسين ابن علي (عليہ السلام) ئي ڪونہ هو. يزيد جو بہ ان سان رشتو آهي، جيڪو نهايت دلير، پاڪباز، متقي ۽ پرهيزگار آهي. چو تہ خدا جون رحمتون ان تي نازل ٿيون آهن. عرب قوم جي اڪثريت يزيد سان گڏ آهي." شمر چيو.

انهيءَ موقعي تي اهو ثابت ڪرڻ نهايت ضروري هو تہ پيغمبر اسلام جو ڏوهٽو غلطيون بہ ڪري سگهي ٿو ۽ اسلام جي حفاظت لاءِ ان کي سزا بہ ڏئي سگهجي ٿي. اهو الله جو ڪو خاص ٻانهو ڪونہ آهي، ورنہ خدا خود ان کي بچائي وٺي ها. مسلمانن جو حقيقي خليفو الله جو پيارو ٻانهو يزيد آهي، جنهن تي ٻنهي جهانن جون برڪتون نازل ٿيون آهن.

پر جيڪڏهن ڪجهہ فسادين جي دل ۾ اهو خيال ويهي وڃي تہ حسين ؑ بي گناهہ هو. فوج ڪني ڪونہ ڪئي هئائين. صرف ٻاهتر رشتيدار ۽ دوست هيا. انهن کي بيعت جي معاملي ۾ اختيار حاصل هو چو تہ بيعت يقين ۽ ايمان جي پختگي تي ٿيندي آهي. انهن کي سيئہ اسلامي اصول نظر انداز ڪري، انهن تي پاڻي بند ڪ... ماڻهن جي هجوم ۾ گهيري شهيد ڪيو ويو. تہ اهڙن خيالن جو مٿو ڪچليو وڃي. انهن سان بلڪل اهڙو ورتاءُ ڪيو وڃي، جيڪو اسلام جي دشمنن سان ٿيڻ کپي. ڪجهہ ماڻهن صلاح ڏني تہ انهن قيدين جو جهنجهٽ چو پاليو وڃي، انهن کي شام تائين وٺي وڃڻ قيامت تي ويندي. سيني کي هتي ئي ختم ڪري، قصو ختم ڪري ڇڏجي، ڪوفي وٺي وڃڻ جي ضرورت نہ آهي.

پر پوءِ مشاورتي مجلس وڏي غور ۽ فڪر کان پوءِ فيصلو ڪيو تہ سيني کي جيڪڏهن هتي ختم ڪيو ويو تہ رعيت کي تماشو ڏيکارڻ

۽ انهن تي دهشت ويهارڻ جو هڪڙو سٺو موقعو هٿن مان نڪري ويندو. فوج خالي هٿين موٽي اچي ته رعب ڪونه پوندو آهي. ڏيکارڻ جي لاءِ مال غنيمت ڪونه آهي ته قيدي تي هجڻ لازمي آهن. انهن جي بي حرمتي ۽ خراب حالت ڏسي، ٻين ماڻهن جي دل ۾ به انهن جو احترام ختم ٿي ويندو. اهو گمان به متجي ويندو ته اهي رسولِ خدا جا ڏوهٽا هجڻ ڪري ڪوئي خاص رتبو يا حيثيت رکندا آهن. انهن جي حيثيت گهٽ ٿيڻ جو مطلب آهي ته ماڻهن جي دل ۾ يزيد جي لاءِ گهٽي کان گهٽي جاءِ ٿي ويندي. انهيءَ ڪري جيترو به شاندار جلوس تيار ڪيو ويجي فائدي وارو ثابت ٿيندو.

ابن حسين ﷺ جي ڳچيءَ ۾ طوق ۽ پيرن ۾ ڪڙيون وڌيون ويون. شمر کي ڏاڍو ارمان ٿي رهيو هو. ڪيترو ته اڏ مئو ٿيل بيمار قيدي آهي، ڪانيءَ جهڙيون ٽنگون، سنهڙي ڳچي، ان تي ڪڙيون ڪهڙو نهنديون. طوق وري ڪهڙو چڱو لڳندو. هتا ڪتا پهلوان زنجيرن ۾ جڪڙيا وڃن ته فاتح جي شان ۾ چار چنڊ لڳي ويندا آهن. اهي بيمار ۽ ڏبرا قيدي، اڌ مئا ٻار ۽ سڪل سڙيل عورتون ته بهتان معلوم ٿيندا.

بنا ڪجاون وارن اٺن تي عورتن کي اگهاڙن مٿن سان ويهاريو ويو. انهن جي ڳچيءَ ۾ رسا ٻڌا ويا. هڪڙي ڊگهي رسي ۾ ٻارن جون ڳچيون تسبيح جي داڻن وانگر وڌائون. گڏوگڏ نمائش جي لاءِ رت ۾ پريل علم، سڙيل خيما، علي اصغر جو سڙيل پينگهو هيو. سيني کان اڳيان نيزن تي شهيدن جا سر هيا. هڪڙو هڪڙو سر قيمتي هيو. عين روانگي جي وقت علي اصغر جي سر جي ڳولا ٿي، هڪڙي جاءِ تي نرم مٽي نظر آئي، کوٽي هڪدم سر ڪپي نيزي ۾ ٽنبي اپو ڪري چڙهيائون.

روانگيءَ وقت زينب سلام الله تعاليٰ عليها بيقرار ٿي پنهنجن پيارن جي لاشن ڏانهن ڊوڙڻ لڳي ۽ ٻه قدم اڳتي وڌڻ سان ڳچيون چلجڻ لڳيون. سپاهين رسن کي جهٽڪا ڏنا ته ٻار ٻي ستا ٿي زمين تي ڪري پيا. ان کان پوءِ جڏهن به رستي ۾ عزيزن جا بي ڪفن دفن لاش مليا ته ڪنهن ڪنڌ مٿي ڪڻڻ جي به ڪوشش ڪونه ڪئي، خاموشي سان رت پريل اکين سان ڏٺائون ۽ ڪنڌ جهڪائي چڙهيائون.

”زينب تون مري وئيئن تہ منهنجي قرباني برباد ٿي ويندي. دنيا جي يادگيري ڏاڍي ڪمزور آهي، ٻن ٽن سالن کان پوءِ سڀئي وساري ويهندا. منهنجو خون ڪربلا جي واري ۾ گم ٿي ويندو.“ امام ﷺ پيڻ کي چيو هو.

”اهو هرگز ڪونہ ٿيندو. منهنجي حياتي جو هر پساهہ حسين حسين پڪاريندو. هن رت جي هڪڙي هڪڙي ڦڙي جو حساب ٿيندو.“ زينب سلام الله تعاليٰ عليها پڪو پهہ ڪري ڇڏيو هو.

ابن حسين ﷺ بہ پيءُ جي ڳالهہ کي دل ۾ ويهاري ڇڏيو هو. ڪالهہ تائين جنهن بيمار کي پاسو ورائڻ جي بہ طاقت ڪونہ هئي، اهو طوق ۽ زنجيرن جي بار کي کنيون، مڙسيءَ سان قدم وڌائي رهيو هو. هٿ ۾ انهن اٺن جي مهار هيس، جن تي بنا پردي جي مائرون ۽ ڀيڻون سوار هيون. بدن جو بخار دل ۾ ٻرندڙ باهہ جي سامهون ٺڏو ٿي ويو هو. قدم قدم تي ٽيڙ اچي رهيا هيس. سندن مٿو ڦري رهيو هو اکين اڳيان وري وري اونڌيرو اچي ٿي ويو مگر همت جوان هئس. زندهہ رهڻ جو ضد ارادي کي مضبوط ڪري رهيو هو: هر حال ۾ زندهہ رهڻو آهي، قسمت جيڪو ڪجهہ ڏيکاري ڏسڻو آهي.

ڪوفي ۾ خبرن ٻڌائڻ تي پابندي هئي. ڪربلا جي واقعي جي ڪڙڪ بہ ڪنهن جي ڪنن تائين پهچڻ نہ ڏني وئي هئي. سڀئي احتياطي تدبيرون ڪيون ويون هيون. قاصدن اڳ ئي ڪوفي جي حاڪم کي فاتحن جي جلوس جي اچڻ جي خوشخبري پهچائي ڇڏي هئي. شهر ۾ بس اها خبر عام هئي تہ ڪجهہ باغين وقت جي خليفي جي خلاف مهاڏو اٽڪايو هيو انهن کي ڪچليو ويو آهي، هاڻي ڏوهين کي زنجيرن ۾ جڪڙي قيد ڪري آندو پيو وڃي ۽ هر خاص و عام جي خوشيءَ لاءِ پنهنجي انجام تي پهچايا پيا وڃن.

ڪوفي جي حاڪم ابن زياد فاتح جي اچڻ جو ٻڌي شهر کي سينگارڻ جو حڪم ڏنو شهر کي ٻتين سان جرڪايو ويو. گهٽيءَ گهٽيءَ، رستي رستي تي ڳائڻين ۽ ناچڻين جي ٽولن کي گڏ ڪيو ويو. ماحول راڳ سان گونجي ويو.

ڪوفي وارا پهريان ڪان ئي ابن زياد جي عتاب کان ڊنل هيا. پنهنجي نيڪ نيتي ڏيکارڻ لاءِ وڏي زور شور سان شاهي جشن ۾ حصو وٺڻ لڳا. ابن زياد ڊنو ٿي ته شايد حقيقت ظاهر ٿيڻ تي ماڻهو هٿن مان نڪري هنگاما نه برپا ڪن، انهيءَ ڪري ان کان اڳ پوءِ جو خيال ڪندي اعلان ڪرائي ڇڏيو ته ڪير به هٿيار کڻي نه اچي.

ٻئي ڏينهن ابن سعد وڏي ڌام ڌوم سان لشڪر ساڻ ڪري دهل شرنايون وڄائيندو شهر ۾ داخل ٿيو. ماڻهو تماشو ڏسڻ لاءِ ڳاهٽ ٿي ويا. قيدين جي اهڙي ته حالت زار هئي، جو پنهنجا عزيز به مشڪل سان سڃاڻن ها. نيزن ۾ ٽنبيل سر، مٿيءَ ۽ رت ۾ پريل هيا. ٻئي ڪنهن جي وهم گمان ۾ به ڪونه هيو ته ڪو اهو حسين ﷺ کي قتل ڪرڻ جو جشن آهي، يا اهي قيدي خدا جي رسول جا عزيز ۽ پيارا آهن. سمجهيائون ٿي ته ڪنهن وحشي قبيلي جا باغي هوندا. سيني جا ڇهرا اس ۾ سڙي ڪاراتجي ويا هيا. هڏن جا ڍانچا ڪنڌ جهڪايون، قيد ۽ بند جون مصيبتون برداشت ڪري رهيا هيا. عام رواج موجب تماسائي قيدين تي پٿر، پٿر، گند ڪچرو اڇلائي رهيا هيا ۽ گاريون ڏئي رهيا هيا. هڪڙي ماڻهوءَ ٽيڙ ڪائيندڙ ابن حسين ﷺ کي ڏسي ٺهڪ ڏنو:

"اي اسلام جا دشمن، توتي خدا جي لعنت هجي."

"اي نيڪ بخت، تو کي خبر آهي ته مان ڪير آهيان؟"

"ها، ڄاڻان ٿو ته تون دين اسلام جو دشمن آهين."

"توکي دوکو ڏنو ويو آهي. مان پنهنجي ناني سائين جي عقيدن جو دشمن ڪيئن ٿو ٿي سگهان، مان حسين ﷺ جو پٽ آهيان. هو سامهون نيزي تي منهنجي بابا سائينءَ جو سر آهي. حسين ابن علي ﷺ کي سڃاڻين ٿو؟"

هڪڙي ڪراڙي ماڻهو اکيون ڇنڇهيون ڪري ڏٺو ۽ ان تي ڇرڻ وڄ ڪري پئي.

"يا خدا، حسين ابن علي ﷺ کي قتل ڪري ڇڏيائون." اهو ماڻهو رڙيون ڪرڻ لڳو.

اها خبر باهہ وانگر سڄي ميڙ ۾ پکڙجي وئي. ماڻهو اکيون ڦاڙي نيزن تي ٽنگيل سرن کي ڏسڻ لڳا. سڃاڻي پاڳلن وانگر وار پٽي مٿو پٽڻ لڳا.

هڪڙو ڪهرام برپا ٿي ويو. ماڻهن حملو ڪري سر ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي. ابن زياد جي فوج پهريان کان ئي انهيءَ گڙٻڙ جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار هئي. گهوڙي سوار ميڙ کي لتاڙيندا اڳتي وڌيا ۽ نيزن کي پنهنجي گهيري ۾ ورتائون. جلدي جلدي سيني قيدين کي قلعي ۾ پهچايو ويو جشن هڪدم حسين ﷺ جي ماتم ۾ تبديل ٿي ويو. هر گهر مان روئڻ پٽڻ جا آواز اچڻ لڳا.

”يا خدا، حسين ابن علي ﷺ قتل ٿي ويا.“

اها خبر باهہ وانگر چئني طرفن کان پکڙجي وئي. اهو ٻڌي پهريائين تہ ڪوفي وارن تي سڪتو طاري ٿي ويو پوءِ لکين سينن مان اهڙي دل ڏاريندڙ آهہ بلند ٿي، جو سڄو شهر لڏي ويو. ماڻهو چرين وانگر روئڻ پٽڻ لڳا، مٿي جا وار پٽي ڪپڙا ڦاڙڻ لڳا.

ان وقت زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ پنهنجي چهري تان وچڙيل وارن جو نقاب هٽايو ۽ ڪوفي وارن کي سڏي مخاطب ٿيون:

”اي ڪوفيو توهان مڪار ۽ ڪوڙا آهيو. توهان واعدو ٽوڙڻ وارا ۽ ڪميڻا آهيو. توهان وڏا وڏا واعدا ڪيا ۽ ٽوڙي ڇڏيا. توهان منهنجي ڀاءُ امام حسين ابن علي ﷺ سان ڌوکو ڪيو ان کي وطن کان بي وطن ڪيو ۽ جڏهن اهو هتي آيو تہ توهان ٻڪڻ گدڙن وانگر پنهنجون جانيون بچائي چپ هٽي ويٺا ۽ ان کي وحشي درندن جي هٿن ۾ ڇڏي ڏنوَ. ان کي اُڃيو بُکيو ڪٺو ويو اسان تباهہ ۽ برباد ٿي وياسين. هاڻي توهان اسان تي واڳون وارا ڪوڙا ڳوڙها وهائڻ آيا آهيو؟ خدا ڪري اهي ڳوڙها توهان جي اکين مان سدائين وهندا رهن. بي غيرت انسانو! توهان پنهنجي دامن تي جيڪو گهرو داغ لڳايو آهي، اهو قيامت تائين ڪونہ ڌوپندو. توهان هڪڙي اهڙي انسان سان دغا ڪئي، جيڪو توهان جو ديني ۽ دنياوي رهنما هو. خدا توهان جو اهو گناهہ ڪڏهن بہ معاف ڪونہ ڪندو. دنيا توهان جي مڪارين کي ڪڏهن بہ معاف

ڪونہ ڪندي بي رحمو! توهان خدا جي رسول ﷺ جي معصوم ڏوهٽي کي ڪنهن ان جي ننڍڙن ننڍڙن ٻچڙن کي اڃيو ماريو. ان جي ننهن ۽ نياڻين جي مٿن تان روا لاهي، انهن جي بي حرمتي ڪئي، ۽ هاڻي توهان روئي رهيا آهيو؟"

علي ﷺ جي نياڻي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو آواز ٻڌي ڪوفي وارن جو ساهہ نڪري ويو. خوف مان اکيون ڦاٽي وين. درن ۽ پٽين سان مٿو ڪٽڻ لڳا. ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيائون ۽ وار پٽڻ لڳا.

عمرو بن سعد حالتون بگڙجندي ڏسي هڪدم قافلي کي اڳتي وڌايو. ماڻهن کي تلوارن، برڇين سان پري ڌڪي رستو ٺاهڻ گهريائون. مگر ميڙ بي قابو ٿي ويو هو.

وڏي خون خرابي کان پوءِ فوج جلوس کي گهيري ۾ آندو ۽ تڪڙا تڪڙا قلعي ڏانهن روانا ٿي ويا. هر طرف کان ماڻهو گڏ ٿي روئيندا پٽيندا قافلي سان گڏ هلڻ لڳا.

اهو شهر جيڪو ٿوري دير اڳ ۾ ڪنوار وانگر سينگاريل هو. ماتم گهر ٿي ويو. هر گهر مان ماتم جي صدا بلند ٿيڻ لڳي. اهڙو ڀيانڪ واقعو ڪڏهن ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو هو قتل، اهو بہ آلِ رسول جو قتل ۽ اهڙيءَ بيدرديءَ سان.

وڏي مشڪل سان جلوس پڄندو پڄندو ابن زياد جي دربار ۾ پهتو.

خولي ۽ بشير بن مالڪ فخر مان سينو تاڻيون مظلوم امام جو سر کڻي ابن زياد جي دربار ۾ پهتا ۽ نچي نچي شعر پڙهڻ لڳا:

"اي امير!

اسان تي سون ۽ چانديءَ جو مينهن وساءِ،

۽ هيرن سان اسان جون جهوليون پري ڇڏ،

ڇو تہ اسان اهڙي وڏي مرتبي واري شهنشاهہ جو سر کڻي آيا آهيون.

جيڪو خدا جي پيغمبر جو پيارو ڏوهٽو هيو.

۽ هر طرح سان وڏي مرتبي وارو انسان هيو."

"ڪم بختو! جيڪڏهن توهان حسين کي عظيم انسان سمجهو ٿا تہ پوءِ ان کي قتل ڇو ڪيوَ؟ ابن زياد خفا ٿي چيو. "انهيءَ ڳالهہ تي دل گهري ٿي تہ تنهنجو ڪنڌ ڪپي ڇڏيان."

بشير بن مالڪ شُسي ويو. سمجهيائين ضرور ابن زياد جي نيت خراب ٿي رهي آهي، يزيد جي دربار مان ملڻ وارن انعام ۽ اڪرام ۾ هتڙي هٽڻ جو ارادو اٿس. اهو اڪ بچائي ڪسڪي ويو مگر ان ئي رات ان کي ڪنهن گمنام ماڻهوءَ ختم ڪري ڇڏيو.

ابن زياد قيدين کي ان جيل ۾ موڪليو جيڪو مسجد جي ويجهو ٺهيل هو.

هي اهو ئي ڪوفو هو جتي ويهه سال اڳ علي بن ابو طالب ﷺ جو احترام هو. انهن وڏي محنت سان ڪوفي کي آباد ڪيو هو. انهن کي ڪوفين تي وڏو ڀروسو هو. هڪڙو ڏينهن اهو هو جڏهن زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها هتي شهزادين وانگر رهنديون هيون. وڏن وڏن اميرن ۽ رئيسن جون ننهون ۽ نياڻيون انهن جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ کي پنهنجي لاءِ وڏي فخر جي ڳالهه سمجهنديون هيون. اڄ ڪوفي جون معمولي عورتون به انهن وٽ اچڻ کان نٽائي رهيون هيون ته ڪنهن ڏسي ورتو ته حاڪم انهن سان سيئي مهربانيون ختم ڪري ڇڏيندو.

ڪوفي جون حالتون بگڙي رهيون هيون. ڪجهه جوشيلن نوجوانن نيزن تي ٽنبيل سرن کي کسڻ جي ڪوشش ڪئي، جڳهه جڳهه تي ماڻهن لڪي ڪربلا جي واقعي جي حقيقت معلوم ٿي ڪئي. واقعي جا تفصيل ٻڌي منهن مٿو پٽيائون ٿي. ابن زياد جي خلاف نفرت ۽ ڪاوڙ جو طوفان برپا ٿي ويو جنهن کي بيدرديءَ سان دٻائي ڇڏيائون. آخر هتين خالي ماڻهو هٿياربند فوج جو ڪيستائين مقابلو ڪن ها. چپ ٿي ويا، مگر اندر ئي اندر ۾ رت جا ڍڪ پريندا رهيا. لڪي لڪي جلسا ڪندا هيا. ڪڏهن هڪٻئي کي ڏوهي قرار ڏيندا هيا ته ڪڏهن پنهنجي غلطيءَ تي مٿو پٽيندا هيا. غرض ته امام حسين ﷺ جو خون رنگ لائڻ لڳو. ابن زياد هنگامن مان جان ڇڏائڻ لاءِ فيصلو ڪيو ته سيني کي ختم ڪري، هڪڙو دفعو ميدان صاف ڪجي. مگر ان ئي ڏينهن دمشق مان شاهي حڪم پهتو ته سيني سرن ۽ قيدين کي ان ئي حالت ۾ گادي واري شهر ڏانهن روانو ڪيو وڃي. شمر ذي الجوشن ٻين نالي وارن سردارن سان گڏجي قافلي سان روانو ٿيو.

طئي ٿيو ته هن شڪست کاڌل قافلي کي وڏن ۽ ڳتيل شهرن ۾ گهمايو وڃي ته جيئن ڏسڻ وارن کي عبرت ٿئي ته يزيد جي مخالفت ڪرڻ وارن جو ڪهڙو حشر ٿيندو آهي. ڪوفين بس شروع ۾ هنگاما ڪيا هيا. پوءِ عادت موجب چپ هٽي ويهي رهيا. شمر سمجهيو ترڪيب چڱي نموني ڪامياب وئي آهي ۽ ماڻهو واقعي هميشه لاءِ ڊڄي ويا. اها پاليسي ٻين شهرن ۾ به ڪارگر ثابت ٿيندي ۽ پوءِ ڪنهن کي به ڪڏهن يزيد جي خلاف ڪنڌ ڪڍڻ جي جرئت ڪونه ٿيندي. جڏهن خدا جي رسول ﷺ جو ڏوهٽو يزيد جي نافرماني ڪري فنا ۽ برباد ٿي سگهي ٿو ته پوءِ هاڻي ڪنهن ۾ همت آهي ته ان جي برتري ۾ شڪ ڪري.

سيني شهرن ۾ جتان جتان به قافلو گذرڻو هيو. ڀهريائين قاصد موڪلي پڪو بندوبست ڪرايو ويو ته شهر کي چڱي نموني سينگاريو وڃي، باقاعدي ناچ گاني جو انتظام هجي، ڪنهن به ڳالهه جي گهٽتائي نه هجي، ته جيئن قافلو هر جاءِ تان وڏي ڌام ڌوم سان فتح جو جشن ملهائيندي گذري.

مگر شمر جي اها دورانديشي ان جي سڀ کان وڏي بيوقوفي ثابت ٿي، جتان جتان به اهو قافلو گذريو ستل ماڻهن کي جاڳائيندو ويو. جنهن به رستي سان قافلو گذريو جڻ هڪڙي باهه ڀڙڪندي وئي. يزيد جو رعب ويهڻ جي بجاءِ ماڻهو حسين ابن علي ؑ جي مرثيءَ ۽ همت جا قائل ٿيندا ويا. انهن ڪنڌ ڪپائي ڇڏيو پر ڪنهن جي قدمن ۾ جهڪايو ڪونه. جان ڏئي ڇڏيائون، مگر ضمير فروشي ڪونه ڪيائون. پنهنجن معتقدن کي دوکو ڪونه ڏنائون. ڪنهن به لالچ ۽ ڌمڪي جي پرواهه ڪونه ڪيائون. ڪهڙا ڪهڙا ظلم سنائون. پر هڪڙي گهڙي لاءِ به قدم ڪونه ڏڪايائون.

حسين ؑ جي مردانگي دلين ۾ گهر ڪندي وئي، جتان به قافلو لنگهيو ٿي ته ماڻهو قطارون ڪري هڪٻئي پنيان گڏ ٿيندا پئي ويا. سرڪاري خبرن کان علاوه ماڻهن کي اڳيئي ڳجهيون خبرون مليون ٿي ويون ۽ هر جاءِ تي زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي عليه السلام جيڪا فصاحت ۽ بلاغت پنهنجي بابا کان ورثي ۾ حاصل ڪئي هئي،

ان جي ڏاڪ ويهندي پئي وئي. جڏهن ماڻهو گڏ ٿي ويندا هئا تہ اها ڪنهن هڪڙي پٽ، ڀائٽي، ڀاڻيجي جي شهادت جو تفصيل اهڙي دردناڪ انداز ۾ بيان ڪندي هئي جو پٿر بہ پاڻي ٿي پيا وڃن.

سپاهي ميڙ کي ماري ڪٽي چڙ وچڙ ڪندا هئا. قيدين تي پهرو لڳائي ڇڏيندا هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها کي موقعو گهٽ ٿي مليو پر ڪنهن توري ڳالهہ تي بہ اها ڪو اهڙو جملو چئي وجهندي هئي، جيڪو ٻڌندڙن جا هنياءَ نپوڙي ڇڏيندو هو. هڪڙو دفعو الاهي جي ڪيئن علي اصغر جو پينگهو ڪلي اٿ تان ڪري پيو. ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها جون دانهون بند ڪونہ ٿي سگهيون.

”هاءِ منهنجو ٻچڙو ماڻهو منهنجو لال ڪري پوندو منهنجي علي اصغر جي پينگهي کي سنياليو.“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڀاڄائي جي مٿي کي پنهنجي سيني سان لڳائي چيو:

”منهنجي راڻي نہ رو پينگهو خالي آهي. تنهنجو لال تہ پنهنجي ڏاڏيءَ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي هنج ۾ ستو پيو هوندو اهو ڪڏهوڪو رسي ويو ظالم جو تہ منهون تير ان جي نڙي ڳچيءَ ۾ ڪپي ويو. تڏهن امام ﷺ ان جو گرم وهندڙ رت پنهنجي چهري تي ملي ڇڏيو هو. نہ روءِ منهنجي شهزادي، پينگهو خالي آهي، تنهنجي هنج بہ خالي آهي. پوءِ ميڙ ڏانهن منهن ڦيري چيائين:

”اي خوشنصيب مائرون! جن جي هنج ۾ جيئرا جاڳندا ڪڏ ڏيندڙ ٻچ پياڪ ٻار آهن. الله جو شڪر ڪريو تہ توهان جون هنج آباد آهي. ام رباب جي هنج من پينگهي وانگر سدائين لاءِ خالي ٿي وئي.“

فوج گهڻو ئي مارين ڪٽين، پر ٻارن واريون عورتون ڪريل پينگهي کي چنبڙي چمڙ لڳيون، ان جي ڏورين کي اکين سان ٿي لاتائون. هر شهر ۾ ماڻهو بغاوت لاءِ تيار ٿي ويا. ناچ گانن جي محفلن ۾ باهہ لڳائي ڇڏيائون ۽ گهٽين ۽ ميدانن ۾ حسين ﷺ جي ماتم سان ڪهرام برپا ٿي ويو. ڪيترن شهرن ۾ تہ حالت ايتري خراب ٿي وئي، جو جلوس وارن ان ۾ ئي خير سمجهيو تہ ٻاهران ئي اڳتي نڪري وڃن.

جڏهن ڪان ماڻهن شهيدن جا سر ڪسڻ جي ڪوشش ڪئي، سرن ڪي احتياط سان صندوق ۾ بند ڪري ڪٽي وڃي رهيا هئا. جيڪڏهن سيئي سر سهي سلامت نہ پهتا تہ شامت اچي ويندي، مظلوم امام ﷺ جي ڪربلا واري روئداد ٻڌي، ماڻهن جي ڊنل دلين ۾ جوش پيدا ٿيڻ لڳو. اهي بہ انهن زيادتين جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. جيڪي انهن جا حاڪم انهن سان روا رکندا هئا. ماٺ ميٺ ۾ ظلم سهڻ واريون زبانون بہ ڳالهائڻ لڳيون. امام ﷺ جان ڏئي انهن کي جيئڻ جو سليقو سيکاري ڇڏيو. سر ڪپائي ڪنڌ مٿي ڪٽڻ جي همت پيدا ڪري ڇڏي. باهہ هڪڙي شهر کان ٻئي شهر ۾ پکڙجندي وئي، ماڻهن جتا ناهڻ شروع ڪيا. جيترو انهن کي ماري ميسائڻ جي ڪوشش ڪيائون، اجا وڌيڪ زور سان اڀريا.

شمر ذي الجوشن جون مٿيون منجهي ويون. شهر شهر ۾ ان کي بجاءِ شاباس ملڻ جي ۽ تعريف ٿيڻ جي يا تہ خاموش ماڻهن سان مقابلو ڪرڻو ٿي پيو يا لعنتون ٿي مليس.

جنهن حڪومت ۾ مسلمانن جي اها حالت هئي، اتي عيسائي ۽ يهودي تہ جانورن کان بہ بدتر سمجهيا ويندا هئا. انهن جا سمورا حق آهستي آهستي کسيا ٿي ويا. انهن بہ انهيءَ موقعي تي حسين ﷺ جو غم ملهائڻ وارن جو ساٿ ڏنو. انهن جو وڏيءَ بيدرديءَ سان قتلام ڪيو ويو ۽ رتوڇاڻ ڪئي وئي، مگر حسين ﷺ جي خون جي ڳاڙهاڻ عوام جي اکين ۾ پرجي وئي. جيتري انهن تي سختي ٿي، ايتري ئي نفرت وڌي ۽ ڪاوڙ اڀري، انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونہ رهيو تہ حڪومت وحشي، جابر ۽ بي دين انسانن جي هٿن ۾ آهي.

امام ﷺ کي شهيد ڪرائي يزيد پنهنجي ۽ پنهنجي بادشاهي جي قبر کوٽي ڇڏي. قافلو جڏهن دمشق پهتو تہ يزيد جا هزارين لکين پرستار ان کان بيزار ٿي چڪا هئا.

قافلو بدحواسيءَ ۾ اڳتي وڌندو رهيو جڏهن ڪٿي پڙلاءُ ڪندا هيا تہ سپاهي عيش و عشرت ۾ گم ٿي ويندا هيا. قيدين کي ڪنهن ڪنڊ ۾ واڙي ڇڏيندا هيا. ماڻهو لڪي لڪي انهن تائين پهچي ويندا هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها، ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها ۽ ابن

حسين ﷺ کان ڪربلا جا واقعا ٻڌندا هئا ۽ خاموشي سان ڳوڙها وهائيندا هئا.

"اسان سخت جان زنده بچي وياسين. اسان جي عزيزن جا لاش بنا ڪفن دفن جهنگلي جانورن جي رحم و ڪرم تي ڪربلا جي ميدان ۾ پيا آهن."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڳوڙهن کان خالي سڙندڙ اکين سان نيزن تي ٽنگيل سر ڏٺا ٿي.

"ڏسو ماڻهو ڏسو! منهنجي ڀاءُ کان ڳوڙها وهي رهيا آهن، ظالمن اسان جا مٿا اگهاڙا ڪري، اسان کي دربدر رلايو آهي. منهنجي ڀاءُ جو روح بيقرار آهي."

ماڻهو ان کان ڳالهيون ٻڌي ويندا هئا. پنهنجن عزيزن ۽ دوستن کي گڏ ڪري انهن کي به ٻڌايندا هئا. روئيندا هئا، ماتم ڪندا هئا ۽ پنهنجي بيوسي تي پريشان ٿي مٿو پٽيندا هئا.

## قصرِ شيرين

حسين ابن علي ﷺ جي جڏهن ايرانجي شهزادي شهربانو سان شادي ٿي تہ ان سان گڏ ان جي ٻانهين ۾ ان جي گهڻي پياري ٻانهي شيرين بہ هئي. ڇوڙ جي لاءِ ٻانهي هئي مگر شهربانو رضي الله تعاليٰ عنها سان بلڪل ننڍين ڀيڻن وانگر گڏ رهندي هئي، ٻنهي ۾ اتهائي گهڻو پيار هو.

شيرين ڏاڍي سهڻي ۽ سليقي واري هئي ۽ بانو رضي الله تعاليٰ عنها ان تي ساهہ صدقو ويندي هئي. جڏهن شادي ڪري آئي تہ سيني ٻانهين کي آزاد ڪري، انهن جي شادي ڪرائي ڇڏيائين، مگر ان شيرين کي پاڻ کان جدا ڪونہ ڪيو.

هڪڙي ڏينهن حسين ﷺ پنهنجي لاڏلي زال سان ويٺا مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. بانو رضي الله تعاليٰ عنها ٻهڪندي پئي وئي. ٻنهي ۾ حد کان گهڻو پيار هو خير سان هڪڙي ٻار جي ماءُ هئي، مگر مڙس جي محبت ۾ رتي برابر بہ فرق ڪونہ آيو هو. ايتري ۾ شيرين ڪجهہ ميوات ۽ شربت کڻي آئي تہ امام ﷺ جي نظر ان تي پئي. وڏي غور سان ان کي ڏسندا رهيا. جڏهن اها هلي وئي تہ بانو رضي الله تعاليٰ عنها کي چيائون:

”ان جون اکيون ڏاڍيون حسين آهن. والله اسان اهڙيون اکيون اڄ ڏينهن تائين ڪونہ ڏٺيون آهن.“

بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي دل ٻڏي وئي. سمجهي وئي تہ اکين جي تعريف سان ان جي دل جو حال معلوم ٿي ويو. عورت مرد جي ڪمزوري آهي ۽ عورت بہ ڪهڙي، شيرين جهڙي پريءَ جو ٻچڙو!

بانو رضي الله تعاليٰ عنها ڪنڌ جهڪائي ماٺ ڪيون، سن لڳي ويٺي سوچي رهي هئي.

”تون پنهنجي آقا سان پيار تي ڪرين تہ پوءِ جيڪا ان جي خوشي اها تنهنجي خوشي. شيرين بہ ضرور حسين ﷺ کي چاهي ٿي. دل کي دل سان لڳاءُ هوندو آهي.“

”ڇا پئي سوچين؟“ حسين ﷺ پيار مان ان جي ڪاڏيءَ کي هٿ لڳائي پڇيو.

”توهان جي ئي باري ۾ سوچي رهي هيس، بيو ڇا ٿي سوچي سگهان.“ بانو رضي الله تعاليٰ عنها مشڪل سان ڳوڙها پي مرڪندي چيو. حسين ﷺ جي اکين مان ڇلڪندڙ محبت کي ان شيرين جو حصو تصور ڪيو. چيائين:

”توهان مهرباني ڪري اتي ويٺا رهو ٻاهر نہ وڃجو. مان جهٽ ۾ اچان ٿي.“ اهو چئي هلي وئي. شيرين کي پاڻ وٽ سڏيائين. جلدي ۾ ريشمي زريءَ جو پرت پريل وڳو پارايائينس. وار ٺاهي جسم کي مشڪ ۽ عنمبر جي سرهاڻ هنيائينس ۽ اکين ۾ سرمو پارايائينس.

شيرين حيرت مان سڀ ڪجهہ ڏسندي رهي. پوءِ ڳالهيائين:

”بانو هي ڪهڙي ماجرا آهي. مون کي ڪنهن جي لاءِ تيار ڪري رهيون آهيو.“

”حسين لاءِ.“

”الله منهنجي توبہ. هي توهان ڇا چئي رهيون آهيو؟“

”تو کي قبول آهي نہ؟“

”قبول. حسين ابن علي ﷺ جي جتين ڪٽڻ جو مون کي شرف حاصل آهي. مون کي ان کان وڌيڪ ڪهڙو رتبو ملي سگهي ٿو. بانو مون کي گناهگار نہ ڪر. توهان جي مٿان منهنجي جان قربان ٿئي، هي توهان ڪهڙو تماشو ڪري رهيون آهيو؟“

”شيرين تو کي خبر آهي تہ تون مون کي ڪيتري پياري آهين. مون پنهنجي سيني ٻانهين کي آزاد ڪري ڇڏيو پر تنهنجي جدائي مونکان برداشت ڪونہ ٿي، مگر تو کي خبر آهي تہ تون ٻانهي نہ پر منهنجي پيڻ برابر آهين، بلڪ ان کان بہ وڌيڪ.“

”جي ها، خبر آهي. مون ڪڏهن شڪايت ڪئي ته مون کي ڇو آزاد نه ڪيو. بانو جيڪو توهان جي محبت جي غلاميءَ ۾ ٻڌجي وڃي، اهو ڪٿي آزاد ٿيڻ گهرندو.“

”تون منهنجي ٻارپڻ جي سهيلي آهين. منهنجو ڪو به راز تو کان ڳجهو ڪونه آهي. اڄ اهو راز به توکي ٻڌائي ڇڏيان ته منهنجي حسين جي دل تو تي اچي وئي آهي. تنهنجي قسمت جاڳي وئي. اڄ تائين مان راڻي هيس پر اڄ کان پوءِ تون شهزادين جو مرتبو حاصل ڪنديئن. منهنجي آقا جي دل جي راڻي منهنجي راڻي ٿي ويندي“

”يا خدا هي توهان کي ڇا ٿي ويو آهي. منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه نٿو اچي. مان توهان جي ٻانهي آهيان ۽ ٻانهي ٿي مرڻ ٿي گهران. اڄ توهان جي دل ۾ اهو ڇا آيو آهي. آقا ته توهان تي ساهه صدقو ويندا آهن توهان به ان تي جان فدا آهيو. خدا معاف ڪري ٻن دلين جي وچ ۾ اچڻ وارو گناهگار آهي.“

”شيرين مان تو سان بحث نٿي ڪري سگهان. دل جي ڳالهه دل سان ڪئي ويندي آهي. حسين منهنجي دل ۽ جان جا مالڪ آهن. اهي خوش رهندا ته انهن وٽ جيڪا منهنجي دل آهي اها به خوش رهندي شيرين تون اڃا اڻ ڄاڻ آهين. جڏهن ڪنهن سان پيار ڪنديئن تڏهن خبر پوندئي ته محبوب جي خوشي خود پنهنجي خوشي ٿي ويندي آهي.“

شيرين کي سمجهائي راضي ڪري حسين ﷺ وٽ وٺي ويون.

”اٿو ته، مون سان گڏ ته اچو توهان کي هڪڙي ڳالهه چوڻي آهي.“

حسين ﷺ بانو رضي الله تعاليٰ عنها جو منهن لٽل ڏسي تاڙي ويا ته طبيعت تي ڪا ڳالهه بار ٿي اٿس. شايد شيرين جي اکين جي تعريف ڪري وينس ته خفا ٿي وئي. هاڻي شڪوه شڪايتون ٿينديون. مرڪندي گڏ هلڻ لڳا. ڪمري جو پردو هٽايائون ته ڏسي دنگ رهجي ويا. شيرين ڪنوار وارو وڳو پايون، ڪنڌ جهڪايون ويٺي هئي. هڪڙو وڏو ٽڙڪ ڏنائون:

”واهه سائين، توهان به عجيب آهيو. بس ائين اکين جي تعريف ڪئي ته خبر نه آهي توهان ڇا سمجهي ويٺيون. والله! تو جهڙي پياري

جي هوندي اسان کي ٻئي ڪنهن جي بہ ضرورت ڪونہ آهي. ڇو ڀلا سائين اسان جي نيت تي شڪ ٿيڻ لڳو آهي."

"خدا نہ ڪري، مگر پنهنجي خوشيءَ سان اها توهان کي ڏئي رهي آهيان."

"چڱو سائين، توهان جي سوکڙي تہ قبول ڪرڻي ئي پوندي، نيڪ آهي اسان هن کي آزاد ڪري ڇڏيو."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها لڙڪن ڀريل اکين سان حسين ﷺ جي مرڪندڙ چهري کي ڏٺو ۽ اکيون جهڪائي ڇڏيائين.

ان ئي شام جو امام حسين ﷺ پنهنجي هڪڙي يهودي دوست کي، جنهن کي شيرين پسند ڪندي هئي، گهرائي ان سان شيرين جو نڪاح ڪري ڇڏيو. اهو وڏو سوداگر هيو. ٽڪري تي ان جو وڏو شاندار قلعو هو.

بانو رضي الله تعاليٰ عنها شيرين کي دل کولي ڏاج ڏنو وري وري ان جو منهن ٿي چميائين. ڪڏهن ان جي شاديءَ جي خوشي ۾ کلندي هئي، ڪڏهن جدائي جي خيال کان روئي ٿي ڏنائين. حسين ﷺ مرڪندي بانو رضي الله تعاليٰ عنها کان پڇيو:

"ٻين ٻانهين کي تہ ايترو سامان ڪونہ ڏنوَ هن تي ڏاڍيون مهربان آهيو."

"ٻين کي مون پاڻ آزاد ڪيو هو. هن کي توهان آزاد ڪيو آهي، انهيءَ ڪري اها شهزادين جي شهزادي ٿي."

"توهان جو اهو فلسفو اسان جي سمجهہ کان مٿي آهي."حسين ﷺ کلڻ لڳا.

گهر جي نياڻي وانگر شاندار وهاڻ ءَ کان پوءِ وڏيءَ عزت سان شيرين جي رخصتي ٿي. سيني سان ڀاڪر پائي رني، ٻارن کي چنبڙي پيار ڪيائين. بانو رضي الله تعاليٰ عنها جا وڏو احترام ڪندي وري وري ٿورا مڃيائين.

ان کي روئيندو ڏسي، حسين ﷺ پوڳ ڪندي پڇيو:

"وڃڻ تي دل نٿي ڪيدي ڇا؟"

”آقا، هي منهنجو پيڪاڻو گهر آهي. پيڪاڻي گهر مان وڃڻ لاءِ ڪنهن جي دل چوندي، توهان سڀئي گهڻو ياد ايندؤ.“

”ياد اچئي ته هلي اچجانءِ ۽ بانو اسان به شيرين وٽ ضرور هلنداسين. زندگيءَ وفا ڪئي ته هڪ ڏينهن ضرور توهان وٽ ايندا سين.“

”سيني کي، ٻارن کي به وٺي ايندا؟“

شيرين پرڻجي هلي وئي، مگر حسين ۽ بانو رضي الله تعالیٰ عنها کي ڪونه وساريائين. اڪثر لکندي رهندي هئي ته غريب خاني تي ڪڏهن تشريف ڪڻي ايندا. مان رستي ۾ اکيون وڇايون ويٺي آهيان.

حسين بانو رضي الله تعالیٰ عنها کي چيو:

”نيڪ بخت کي لکي ڇڏ. اسان واعدي خلافي ڪونه ڪندا آهيون. توهان وٽ هڪڙي ڏينهن ضرور ايندا سين.“ ۽ اهو ڏينهن اچي ويو، جنهن جو حسين ابن علي واعدو ڪيو هو.

شيرين ڪچي پڪي خبر ٻڌي هئي ته امام حسين اهل و عيال سان گڏ ڪوفي وڃي رهيا آهن. پوءِ ٻڌائين ته ڪنهن ٻئي طرف روانا ٿي ويا. ڪربلا جون خبرون ته ٻاهر ڪونه نڪري سگهيون. مگر ائين ٿي ڪا خبر هئي ته شايد امام هن طرف کان گذرڻ وارا آهن.

شيرين هر اچڻ وڃڻ واري قافلي جي خبر ڪرائيندي هئي ته شايد اهو امام حسين جو ئي قافلو هجي، شايد انهن جا معزز مهمان تشريف ڪڻي اچن.

اهو به ٻڌڻ ۾ آيو نه امام حسين اهل و عيال سان گڏ فوج ساڻ ڪري يزيد سان ملاقات ڪرڻ لاءِ دمشق وڃي رهيا آهن. تڏهن ته اهي يقيني طور هتان ضرور گذرندا.

فوج جي اچڻ جي خبر ٻڌڻ سان ئي شيرين تياريون شروع ڪري ڇڏيون. گهر کي خوب سجايائين. نئين سامان سان سينگاريائين. پنهنجن پاڙي وارن کي گهرائي امام ۽ پوري خاندان جي باري ۾ وڏي تفصيل سان ٻڌايائين.

پاڙيواريون شيرين کي وڏي حسرت واري نظر سان ڏسنديون هيون. ان وٽ پيغمبر ﷺ جا ڏوهٽا مهمان ٿي اچڻ وارا آهن. شيرين جو وڏو شان آهي، اهي جن کي رسول الله ﷺ جي زيارت نصيب ڪونه

تي هئي. انهن جي ڏوهٽي جي ديدار لاءِ بيقرار هيون. "خدا جي رسول ﷺ جي خاندان جو ديدار خوشنصيبن کي حاصل ٿيندو آهي. اي ادي! انهيءَ خوشيءَ جي موقعي تي اسان کي وساري نہ ڇڏجان."

"توهان دلجاءِ ڪريو مان توهان سڀني کي ڪيئن ٿي وساري سگهان. منهنجي آقا کي اچڻ ڏيو. انشاءَ الله توهان کي انهن جي قدم بوسيءَ جي سعادت ضرور حاصل ٿيندي. ماشاءَ الله انهن جو چڱو وڏو ڪٽنب آهي. علي اڪبر کي تہ ماڻهو محمد ﷺ جو همشڪل چوندا آهن. ڏسڻ وارا ان جي چهري کي ڏسي درود پڙهندا آهن. عباس ابن علي ؑ جي تہ ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. ان جهڙو سهڻو پوري عرب ۾ ڪونہ آهي. ماڻهو ان کي "قريش جو چنڊ" چوندا آهن. امام ؑ جي پيڻ ۽ ان جا ٻار بہ گڏ هوندا. جنهن فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي ڪونہ ڏٺو آهي، بس اها زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ؑ کي ڏسي وٺي. بلڪل ماءُ جي جيئري مورت آهي. شيرين قافلي جي اچڻ جي خبر ٻڌي تہ خوشي مان ديواني ٿي وئي. بس ننڊ حرام ٿي ويس. طرح طرح جا کاڌا تيار ڪرايائين، شربت تيار ڪرايائين. سڄي محلي کي دعوت ڏياري موڪليائين. پنهنجي مڙس کي چيائين.

"شهر جي مک دروازي تي وڃي بيهہ. جيئن ئي ذوالجناح نظر اچي ان جي رڪاب جهلجان. ماڻهو انهن جي خدمت ڪرڻ لاءِ ڳاهٽ ٿي ويندا، پر تون سڀني تاري ڇڏجان. ڀيريائين انهن کي هتي وٺي اچجان، ائين نہ ٿئي تہ ڪوئي ٻيو ڀيريائين انهن کي دعوت قبول ڪرڻ لاءِ عرض ڪري، چڱو مون کي بہ گڏ وٺي هل. مان انهن کي سڌو هتي وٺي ايندس."

"نيڪ بخت گهبرائين ڇو ٿي؟" ان جي مڙس کلندي چيو.

"هاڻي ئي وڃڻ جي ضرورت ڪونہ آهي. مان ڏسي ٿو اچان. اچي ويا تہ تو کي بہ سڏي وٺندس تہ جيئن اسان ٻئي ملي انهن جو آڌر ڀاءُ ڪري سگهون."

ان جو مڙس ويو. جڏهن موٽي آيو تہ ڏاڍو اداس ۽ مايوس هو.

"تنهنجا آقا ڪونہ آيا آهن. يزيد جي فوج آهي. ڪجهہ باغين گڙٻڙ ڪئي هئي، انهن کي سيڪٽ ڏيڻ کان پوءِ ڪين قيد ڪري وٺي آيا

آهن. نيزن تي ڪپيل سر آهن. عورتن ۽ ٻارن کي بغير ڪجاوي وارن اٺن تي ٻڌي ڇڏيو اٿن. الائي ڪهڙي حالت لڳي پئي آهي. منهنجي دل تہ اهڙي خراب ٿيڻ لڳي جو ڄڃي آيس."

"شيرين نااميد ٿي روئڻ لڳي. ان جي قسمت ۾ آقا جو ديدار ڪونہ آهي، ان ماني بہ ڪونہ کاڌي، سچو سجايل دسترخوان ائين ئي پيو هو.

رات جو قافلو قلعي جي سامهون ميدان ۾ پڙلاءُ ڪرڻ لاءِ ترسي پيو. وڏي گهما گهمي هئي. قيدين کي هڪڙي پاسي ڪري ڇڏيائون. جن نيزن تي سر ٽنبيل هيا، انهن کي زمين ۾ کوڙي ڇڏيائون. سپهہ سالار جي خيمي مان ناچ ۽ گائڻ جا آواز اچي رهيا هيا. شراب جو دورو هلي رهيو هو. سڃا ٻڪر پچايا ويا. قيدين کي هڪڙي هڪڙي مٺ سڙيل سڪل جَوَن جا داڻا ۽ ٿورڙو پاڻي ڏنو ويو. جيڪو انهن جي نڙين مان هيٺ نٿي لٿو.

"منهنجا پيارا چاچا سائين ايندا تہ انهن جي هٿن سان پاڻي پيئنديس."

سڪينا ڪيتو ڪري رهي هئي. "امان اڳ ۾ اڏڙي اصغر کي پاڻي پيار. اهو گهٽڻ ڏينهن کان اڃارو آهي. اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ ننڍڙو ڀاءُ اڃارو رهي ۽ مان پاڻي پي ڇڏيان."

"پچڙي منهنجي خاطر هڪڙو ڏڪ پي وٺ." ڀڦي سمجهائي رهي هيس. "تنهنجي ڀائرن ۽ بابا جي اڄ تہ الله سائين لاهي ڇڏي"

شيرين کي پنهنجو ريشمي بسترو ڪنڊن وانگر لڳي رهيو هو. ڪنهن بہ پاسي تي سڪون نٿي آيس. سازن ۽ راڳ جي آواز سان گڏ ٻڌل سڏڪا ۽ آهون بہ چنبڙيون پئي آيون. اها تڙپي اٿي ويٺي، دل جي عجيب حالت هيس. ڪنهن بہ حالت ۾ قرار ڪونہ ٿي آيس. جڏهن وحشت گهٽي ٿيڻ لڳس تہ سوچيائين تہ وڃي ڏسي تہ وٺان تہ ڪهڙا مصيبت جا ماريل آهہ و زاري ڪري رهيا آهن. خدا ڄاڻي واقعي ڏوهي آهن يا بنا قصور جي ئي ڪنهن ڄار ۾ ڦاسايا ويا آهن. زماني جا عجيب کيل تماشا آهن. عام طور تي معصومن کي ئي سزائون ڏنيون وينديون آهن، بدڪارن کي ڇوٽ مليل آهي.

ان سوچيو تہ هي ايترو ڊير سارو کاڌو بيڪار ٿي ويندو. جيڪڏهن سپهہ سالار اجازت ڏئي تہ انهن بد نصيب قيدين کي کارائي

ڇڏجي. مٿي تي رئو رکي گهر کان نڪتي. جتي قيدي گڏ ٿيل هيا، اتي بلڪل اوندهہ هئي. ڳوليندي ڦوليندي اڳتي وڌي، نيزن تي ٽنبيل سر ڏسي ان تي سڪتو طاري ٿي ويو. گهبرائجي هڪڙي نيزي جي سامهون ويهي وئي.

تڏ پڏي اها امام حسين ابن علي ﷺ جي مٿيءَ ۽ خون ۾ ليٽڙيل سر کي ڏسي رهي هئي، ان جي پنهنجي نظر ڌوکو کائي رهي هئي. ڪيترن ڏينهن کان انهن جو ئي خيال دل ۾ ويٺل هيس، چئني طرفن کان انهن جي ئي صورت نظر ايندي هيس. ايتري ۾ شهربانو رضي الله تعاليٰ عنها جي نظر شيرين تي پئجي وئي، اها هن کي هڪدم سڃاڻي وئي ۽ شرم ۽ حيا کان پڏي وئي ۽ منهن کي وارن سان لڪائي ڇڏيائين.

شيرين جو جسم ننهن کان چوٽي تائين ڏڪي رهيو هو. وات مان دبيل دبيل آهون نڪري ٿي ويس، پنهنجي اکين تي يقين نٿي آيس، مگر حسين ﷺ جي صورت تہ ان جي ذهن تي هميشہ لاءِ نقش ٿيل هئي. ان پرنور چهري کي هزارين ڀيرا خواب ۾ بہ ڏٺو هئائين. مگر هي ڪهڙو ڀيانڪ خواب هو؟ ان کي اها ڪهڙي گناهہ جي سزا ملي رهي هئي، جو ان جي سامهون رت ۾ پڏل سر هيو. ڇرڪ ڀري ان قيدين جي هجوم ڏانهن نظر گهمائي. بانو رضي الله تعاليٰ عنها جو وس نٿي پڳو جو پاڻ کي زمين ۾ پوري ڇڏي.

شيرين جو شڪ يقين ۾ بدلجي ويو. ڊڄندي سُسندي اها بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي ويجهو آئي. جهڪي ان جي چهري تان وار هٽايائين ۽ دانهن ڪري ان جي قدمن ۾ ڪري پئي.

”منهنجي شهزادي، هي نياڳيون اکيون ڇا ڏسي رهيون آهن؟ اي الله سائين، منهنجي اکين مان نور کسي وٺ، مان هي ڇا ڏسي رهي آهيان؟“

قيدين ۾ ڏک جي هڪڙي لهر ڊوڙي وئي. شيرين هڪڙي هڪڙي سان چنبڙي روئڻ لڳي. شيرين جو مڙس بہ ان کي ڳوليندو اچي ويو. شيرين روئي روئي سمورو حال ٻڌايس. ان کي منٿ ڪيائين تہ سپهہ سالار کان مهلت گهري، انهن سڀني قيدين کي قلعي ۾ وٺي هل.

”اهو ڪميٽو اجازت ڪيئن ڏيندو.“

"اجازت خريد ڪري سگهجي ٿي. هيرا جواهر روڪڙ. جيڪو ڪجهه گهري ڏئي ڇڏ. بس ٿوريءَ دير لاءِ انهن کي وٺي هل."

شيرين جي مڙس وچي شمر ذي الجوشن جي آڏو ٿيلهين جا منهن کولي ڇڏيا. پهرياڻين تہ ان ٺارڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر پوءِ دولت ٺڪرائڻ ۾ حماقت نظر آيس. هرج بہ ڪهڙو آهي. قلعي جي چئني طرفن کان فوج ويٺي آهي. ڏوڪي دولاب جي گنجائش ڪونہ آهي. ان اجازت ڏئي ڇڏي، شيرين پنهنجا سيئي زيور بہ لاهي اڳيان رکيا ۽ نيزن تي ٽنبيل سر پاڻ سان گڏ کڻي آئي. قلعي ۾ وٺي اچي ان سيني قيدين کي آرام سان ويهاريو. انهن جا زخم پنهنجن هٿن سان گلاب جي عرق سان ڌوئي مرهم پٽي ڪيائين، سڇيل جسمن کي سيڪو ڏنائين ۽ زخمن تي پها رکيائين. صاف سترا ريشمي لباس پيش ڪيائين، مگر زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪپڙا مٽائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

"وچڙڻ وارا اهي رت جا ڇنڊا ئي پنهنجي نشاني ڏئي ويا آهن، انهن کي جسم کان جدا ڪرڻ لاءِ دل راضي نٿي ٿئي."

شهيدن جا سر بہ ان عرق گلاب سان صاف ڪيا. انهن کي ريشم ۽ بخمل جي چادرن ۾ ويڙهي مٿي رکيائين. پاڙي وارا چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ پنهنجي ڏکويل آواز ۾ ڪربلا جا واقعا ٻڌايا. شيرين ۽ ان جي محلي وارن ٻڌي اهڙي دردناڪ انداز ۾ ماتم ڪيو جو ستلن جون ننڊون ڦٽي ويون. هوريان هوريان قلعي جي اڱڻ ۾ هڪڙي وڏي خلق گڏ ٿي وئي، روئڻ پٽڻ جو ايڏو شور ٿي ويو جو بدمست سردارن جو نشو ئي ٽٽي ويو. شهرين جي ڏک ۽ ڪاوڙ کي ڏسي حواس خطا ٿي وين.

شيرين ڏاڍي منٿ ميڙ ڪين، مگر ظالمن وڏيءَ سختيءَ سان ميڙ کي منتشر ڪري ڇڏيو. قيدين کي بکيو ۽ اجارو ئي واپس وٺي ويا. سرن کي وري مٿيءَ ۾ ليٽڙائي صندوقن ۾ بند ڪيائون ۽ ان ئي وقت لڏي ڪٽڻ جو حڪم ڏنائون. شيرين ۽ ان جو مڙس گهوڙها وهائيندا گهٽي پنڌ تائين گڏ ويا، پوءِ سمجهائڻ تي واپس موٽي آيا.

قافلو دمشق طرف وڌندو ويو. هر شهر ۾ ڏک ۽ ڪاوڙ جو هڪڙو وڏو طوفان ڇڏيندو ويو. ماڻهن جي دلين تي ڪربلا جي واقعي جي

ايتري هيبت طاري ٿي وئي، جو راتين جي ننڊ ۽ ڏينهن جو آرام حرام ٿي وين. روز مرهہ جا ڪاروبار تباهہ ٿيڻ لڳا. گهٽين ۽ بازارن ۾ ماڻهن جا هجوم گڏ ٿي، انهن واقعن جو ذڪر ڪندا هيا. ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪندا هيا. قيدين جي واتان ٻڌل ظلمن جو هڪٻئي سان ذڪر ڪندا هيا. مستقبل جي خوف کان بيچين ٿي ويندا هيا. يزيد ۽ ان جي حاڪمن ۽ فوجين جي خلاف نفرت ۽ ڌڪار جو جذبو ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو.

دنيا جي ڪنهن بہ قوم، ڪنهن بہ ملڪ ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي پيغمبر جي اولاد سان اهڙو بي رحميءَ ۽ درندگيءَ وارو سلوڪ ڪونہ ڪيو آهي.

## درٻار

دمشق پهچڻ کان اڳ۾ شمر ذي الجوشن وڏي زور شور سان تياريون ڪيون. اڪثر شهرن ۾ حالتون ناسازگار رهيون هيون. وڏي سختي ڪرڻي پئجي وئي هين، مگر ان کي يقين هو تہ گاديءَ واري شهر ۾ خليفو گهڻو مقبول آهي. يزيد جي رعيت ۾ ماڻهو ان جي هيبت ڪري گڙٻڙ ڪرڻ جي جرئت ڪري ڪونہ سگهندا ۽ فاتح فوج جو وڏو شاندار استقبال ٿيندو.

شهر جي مک دروازي کان ٿورو پري ٻيهي سموري فوج جو جائزو ورتائين. سيني کي نئين سر ترتيب ڏنائين. صندوقن مان سر ڪڍي نيزن تي ايا ڪيائين.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ دل ٻڌي شمر ذي الجوشن کي چيو:

"شهيدن جي سرن کي اسان جي اُٺن کان ٿورو مفاصلي تي رکو تہ وڏي مهرباني ٿيندي، ماڻهو انهن کي ڏسڻ جي شوق ۾ اسان کي گهورڻ پلجي ويندا."

مگر شمر اهڙي قيمتي موقعي کي ضايع ٿيڻ ڪٿي تي ڏنو. اهو تہ قيدين کي وڌ کان وڌ ذليل ۽ خوار ڪرڻ تي سندرو ٻڌيون بيٺو هو. ضد ۾ اهو جلوس کي اهڙي رستي تان وٺي داخل ٿيو جتي سڀ کان گهڻو هجوم هو. جڏهن جلوس مسجد جي ويجهو پهتو تہ هڪڙي شامي سمجهيو تہ ڪافرن کي قيد ڪري آندو پيو وڃي. اهو زور زور سان شمر جي تعريف ۾ ڳائڻ لڳو:

"اي شمر ذي الجوشن توتي برڪتون نازل ٿين، جو تو اسلام جي دشمنن کي تباهہ ۽ برباد ڪيو ۽ فتني فساد جي پاڙئي پٽي ڇڏي"

زين العابدين ﷺ پنهنجي چئني طرفن کان واهہ واهہ ڪندڙ تماشائين کي ٽڪل بيمار اکين سان ڏٺو ۽ ان ماڻهوءَ کان پڇيائين:

”اي پائو تون الله تي ايمان رکين ٿو؟“

”بي شڪ!“ ان ماڻهوءَ چيو.

”۽ ان جي رسول تي؟“

”منهنجا ماءُ پيءُ رسول تي قربان ٿين.“

”۽ آلِ رسول جي باري ۾ تنهنجا ڪهڙا خيال آهن؟“

”الحمد لله. آلِ رسول برڪت ۽ رحمت جو سرچشمو آهن. انهن جي قدمن ۾ بخشش آهي“ ان ماڻهوءَ خوشي مان چيو.

”تہ پوءِ غور سان ڏس ۽ سڃاڻ تہ اهو نيزي ۾ ٽنبيل مٿيءَ ۽ رت سان ڀريل سر رسول الله ﷺ جي ڏوهٽي امام حسين ابن علي ؑ جو آهي. ان سان گڏ ٻائٽين، ڀائٽجن ۽ پٽن جا ڪپيل سر نيزن تي اُڀا ٿيل آهن. مان مظلوم امام جو بدنصيب ۽ بيمار پٽ زين العابدين آهيان. اهي جيڪي تون بنا ڪجاون وارن اٺن تي اگهاڙي مٿي عورتون ڏسي رهيو آهين. اهي خدا جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جون ننهرون، نياڻيون، ڏوهٽيون ۽ پوٽيون آهن.“

اهو ٻڌي اهو ماڻهو سڪتي ۾ اچي ويو. پوءِ رڙ ڪري چيائين:

”اهو ڪوڙ آهي.“

مگر هڪڙي ٻيڙي ماڻهو اڳتي وڌي چيو:

”اهو ڪوڙ نہ آهي، مان انهن سرن کي سڃاڻان ٿو. اهي آلِ رسول جا سر آهن. اي شمر مردود توتي لعنت هجي، خدا تو کي غرق ڪري. نامراد. تو اهو ڇا ڪيو؟“ ان ٻيڙي پنهنجو گريبان ڦاڙي ڇڏيو ۽ منهن مٿو پٽڻ لڳو. ڏسندي ڏسندي اها خبر ميڙ ۾ پکڙجي وئي.

مگر شمر هڪدم ان فساد کي دٻائي ڇڏيو. زور زور سان دهل ۽ شرنايون وڄڻ لڳا. ان ٻيڙي کي گهوڙن جي سنبن سان سرمو ڪري ڇڏيائون. ماڻهو پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويا. فتح جي نغمن آهہ ۽ زاريءَ جي آواز کي دٻائي ڇڏيو.

سهيل سعدي ؓ. الله جي رسول ﷺ جي مشهور اصحابن مان هو. بيت المقدس جي زيارت تان موٽيو هو. اها ڌام ڌوم ڏسي ماڻهن کان پڇڻ لڳو:

”ادا! اها ڪهڙي نئين عيد آهي، جنهن جي مونکي ڄاڻ ڪونہ آهي؟“

هڪڙي شامي آهستڙي ٻڌايس:
"ماڻ ڪر. اهو قتلِ حسين جو جشن ملهايو پيو وڃي. اڄ حسين ﷺ جو سر يزيد جي دربار ۾ آندو پيو وڃي."
"رسول زاديون قيدي بڻائي آنديون وينديون."
سهيل سعدي ﷺ جا هوش و حواس گم ٿي ويا.
"يا خدا! هي ڇا ڏسي رهيو آهيان؟ رسولِ خدا جي ڏوهٽي جو قتل ۽ هي خوشيون."
"خير ٿو گهرين تہ چپ ٿي وڃ." شاميءَ ان جي ڪن ۾ چيو ۽ کسڪي ويو.
ايتري ۾ جلوس ويجهو اچي ويو. سهيل سعهدي ﷺ نيزن تي ايا ٽيل سر ۽ رسول زادين کي اگهاڙي مٿي ڏٺو تہ دانهون ڪري روئڻ لڳو:
"يا الله مونکي انڌو ڪري ڇڏ. هن ڪراڙپ ۾ اهو عذاب نازل نہ ڪر." پوءِ شامين کي مخاطب ٿي چيائين:
"اي مسلمانو! هن ڀيانڪ گناهہ جو ذميوار ڪير آهي؟ هن خونِ ناحق جا ڇنڊا ڪنهن جي دامن تي لڳل آهن. ڏسو اي مسلمانو غور سان ڏسو. توهان جا پنهنجا هٿ هن خون کان پاڪ آهن. توهان ڪيستائين ماٺ ڪيون اهو تماشو ڏسندا رهندا. قيامت جي ڏينهن خدا جي آڏو پنهنجي بي خبريءَ جو سهارو وٺندا ۽ پڇاڻي کان بچي ويندا؟"
شمر اهو ٻڌي پريشان ٿي ويو. هن پنهنجي خاص دستي کي اشارو ڪيو تہ دهل دمامن جا آواز وڌائي ڇڏيو ۽ انهن باغين کي گهوڙن جي سنبن سان ڪچلي ڇڏيو.
وقتي طور بلا ٽري وئي. ماڻهو ڀڄي ويا. تماشائي گهرن ۾ وڃي لڪي ويٺا. مگر ان رات ڪيترن ئي گهرن ۾ حسين ﷺ جو ماتم برپا رهيو. يزيد جي محل ۾ روشنيون هيون. راڳ رنگ جي محفل هلي رهي هئي، مگر عام شهرين جي دلين ۾ ٻاٽ اوندهہ هئي. گهرن مان آهن ۽ سڏڪن جا آواز بلند ٿي رهيا هيا. ماڻهو سجدن ۾ ڪري عذابِ الاهي جي خوف کان ڏڪي رهيا هيا. جنهن جنهن بہ اهي نيزن تي اُيا ٽيل سر ۽ مظلوم قيدين جي حالت ڏٺي هئي، ان جي ننڊ حرام ٿي وئي هئي. مگر ڪيترائي اڻ ڄاڻ ماڻهو هاڻي بہ تماشو ڏسي رهيا هيا. خوشيءَ مان

نچي رهيا هيا. قيدين تي گند ڪچرو اڇلائي رهيا هيا، فاتح فوج تي گل نڇاور ڪري رهيا هيا. شمر ڪلي ڪلي مٿي جي اشاري سان ماڻهن کي سلام جو جواب ڏئي رهيو هو.

دربار ۾ وڏا نٽ ناٽڪر لڳا پيا هيا. چنگ ۽ سازن جي دل لڀائيندڙ سرن تي سهڻيون رقاصائون بي خوديءَ مان جهومي رهيون هيون. ماحول ۾ خوشبو پکڙيل هئي، يزيد ريشم ۽ پٽ سان پريل هڪڙي تخت تي ويٺو شطرنج راند کيڏي رهيو هو. ان جي چوڌاري حَسِين ۽ جميل نوجوان ڇوڪريون گڏ ٿيل هيون.

جنهن وقت قيدين کي دربار ۾ حاضر ڪيو ويو ته ان ڄاڻي واڻي توجهه ڪونه ڏنو ته جيئن ماڻهن تي واضح ٿي وڃي ته قيدي پلي آلِ رسول هجن، بس قيدي آهن. ان جي هڪڙي هٿ ۾ شراب جو گلاس هيو ۽ ٻئي هٿ ۾ لڪڻ، جنهن کي مذاق مان حسينا جي جسم تي هڻي ٿي ورتائين ۽ اها کلندي خوشيءَ ۾ پرجي ٿي وئي. ڪڏهن ان جي مدد سان ڳوٽ (مهرو) کي سرڪايائين ٿي.

جڏهن حسين ﷺ جو سر چانديءَ جي ٿالهيءَ ۾ رکي، ان جي آڏو آندائون ته ان ڏسڻ کان سواءِ ئي چئي ڇڏيو:

”تخت جي هيٺان رکي ڇڏيو.“ ۽ شطرنج جي راند کيڏڻ ۾ غرق ٿي ويو.

ڪمزور ۽ ڏٻرا قيدي سامهون بيٺا شرم ۽ ذلت جي ڪري ڏڪي رهيا هيا. ڪربلا جي ميدان ۽ ان کان پوءِ هن ڏکهي سفر ۾ انهن کي جيڪي اذيتون ڏنيون ويون هيون، اهي انهن جي زخمي جسمن، سڄيل پيرن ۽ ڏک ۽ تڪليف ۾ ٻڏل اکين مان ظاهر ٿي رهيون هيون. بيهڻ وس کان ٻاهر هو. اهي بيبيون جن جو فرشتن وارو به ڪونه ڏٺو هو اهي اڄ پريل دربار ۾ ڪنڌ جهڪايون، وارن ۾ منهن لڪايون هوس ناڪ نگاهن جو نشانو ٿيون بيٺيون هيون. ننڍڙي سڪينه پنهنجي چولي جون ٽڳڙيون جهليون، پڦي جي پاسي ۾ منهن لڪايون ٿرٿر ڏڪي رهي هئي. ايران جي شهزادي، امام حسين ﷺ جي لاڏلي بانو رضي الله تعاليٰ عنها جوان پٽ جي غم ۾ ٻڏي، ٽڄ پياڪ علي اصغر جي آخري هڏڪي جي ياد کي ڪنن ۾ وسايون، نه ڄاڻ ماٺ جي ڪهڙي دنيا ۾

گم ٿيل هئي. ان جي اکين جو نہ ڪوئي محور هو ۽ نہ ڪائي روشني. هڪڙي رات جي ڪنوار ٽيڻ ڪان پوءِ بيوهہ ٿيڻ جي بار هيٺ نپوڙيل فاطمہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها. جنهن جي هٿن جي مينديءَ بہ اجا ڪونہ لٿي هئي، فرش تي نہل اکيون ٽڪايون، ماءُ جي ٻانهن جي سهاري ويٺي هئي. زين العابدين ﷺ جو بدن بخار ڪان ٻري رهيو هو. ڏنڊا ٻيڙين جا زخم ٽپي رهيا هيا ۽ ڏک کي ضبط ڪرڻ جي تڪليف ڪان ڪن جون پاپڙيون ڦاٽي رهيون هيون.

انهن سيني جي حال ڪان بي خبر يزيد پنهنجي راند ۾ گم هو. شراب مٽان شراب ڏوڪي رهيو هو. گلاس ۾ بچيل تري کي ان ٿالهي ۾ هاري ٿي چڏيائين، جنهن ۾ امام ﷺ جو سر رکيل هو. اهو ڊرامو وڏي سوچيل سمجهيل طريقي سان کيڏيو پئي ويو. پنهنجي بلنديءَ ۽ برتري جي احساس ان کي مدهوش ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن ويٺي ويٺي گهڻي دير ٿي وئي تہ زين العابدين ابن حسين ﷺ زنجيرن کي ٻنهي هٿن سان سنڀاليو ۽ بہ قدم اڳتي وڃي يزيد کي چيائون:

"اي ابن معاويہ. اسان ڪڏهن ڪان ٻڌل هٿن سان تنهنجي آڏو ويٺا آهيون ۽ توکي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ جي بہ واندڪائي ڪونہ آهي.

"وڏي ڪم جي چال ڦاٽي آهي." يزيد بنا توجهہ ڏيڻ جي چيو.

"چالون تہ تون گهڻيون ئي هلي چڪين. ڪجهہ زماني جي چال جو بہ هوش اٿئي؟"

"دماغ ڇو ٿو کائين. مون وٽ فضول بڪواس ٻڌڻ جو وقت ڪونہ آهي."

"مان زندگي جي اهڙي موڙ تي پهچي ويو آهيان. جتي فضول ۽ بنا فضول بڪواس جو نہ مون وٽ وقت آهي ۽ نہ موقعو يزيد وقت سدائين ساٿ ڪونہ ڏيندئي."

"مون کي ڌمڪيون ٿو ڏين؟ چونہ. آخر آهين ڪنهن جو ڦر. غدار جي پٽ ڪان ٻي ڪهڙي اميد ڪري ٿي سگهجي. تنهنجي پيءُ هرويرو مون سان ساڙ ڪيو. منهنجي جائز حقن ڪان انڪار ڪيائين. منهنجي رعيت کي ڀڙڪايائين. خدا ان کي سزا ڏني."

"پنهنجي فوج جي حيوانيت جو ذميوار خدا کي ٿو ٺاهين. پنهنجي گريبان ۾ منهن وجهي ڏس. منهنجي پيءُ جو قاتل تون آهين ۽ شيطان تو سان گڏ آهي. منهنجي پيءُ نه ڪو فتنو برپا ڪيو ۽ نه وري فساد. انهن تنهنجي ظلم ۽ ڦرلٽ تي پنهنجي ناراضپي جو اظهار ڪرڻ کان انڪار ڪيو. انساني قتل، پنهنجن کي نوازڻ ۽ ڌانڌليون ڪرڻ لاءِ تنهنجو ساٿ ڏيڻ تي تيار ڪونه ٿيو. انهن جيڪو ڪجهه ڪيو اهو هر مسلمان تي فرض آهي."

"اڃا تائين تنهنجو دماغ آهي. خدا جي مقرر ڪيل خليفي آڏو گستاخي ڪرڻ جي جرئت ٿو ڪرين."

"توکي خدا نه، پر تنهنجي پيءُ ۽ تنهنجي خوشامندي حاڪمن بادشاهه بڻائي ڇڏيو آهي. جيڪڏهن توکي خدا جي مدد ۽ رحمتون حاصل هيون ته پوءِ منهنجي پيءُ جي بيعت جي اهميت کي تو ڇو ايترو ضروري سمجهيو. توکي خبر هئي ته عرب قوم کي حسين ابن علي ﷺ تي اعتماد آهي، اهو جيڪڏهن تنهنجي گادي نشيني کي چڱو نه سمجهندو ته اهي سمجهي ويندا ته تو ۾ ضرور ڪوئي عيب آهي."

"بس، خاموش." يزيد لاجواب ٿي پڙڪي پيو ۽ حڪم ڏنائين ته هن بدزبان ڇوڪري کي قتل ڪري ڇڏيو. جلاد اڳتي وڌيو مگر زينب سلام الله تعاليٰ عليها تڙپندي اڳيان اچي وئي.

"اي ظالم، هي ڇوڪرو اسان جو آخري سهارو آهي. جيڪڏهن هن کي قتل ڪرائڻو اٿئي ته هن ئي وقت اسان سڀني جي قتل جو به حڪم ڏئي ڇڏ، ڇو ته هن کان پوءِ اسان لاوارث ٿي وينداسين."

جلاد به ششدر ٿي ويو. يزيد چئني طرفن ڏي نظر ڦيرائي. ڏٺائين ته خود ان جا پنهنجا دوست به نظرون چورائي رهيا آهن. موقعي جي مناسبت سمجهندي هڪدم ڳالهه مٽائي ڇڏيائين:

"تون اڃا ٻار آهين."

"حسين ﷺ جي خاندان جو ٻچو ٻچو انهن جي ئي نقش قدم تي هلڻ جو عادي آهي."

ابن حسين ﷺ وري دليري سان چيو. مگر يزيد ٽٽائي ويو. پنهنجي ڪجهه خواري ٿيندي ڏسي، ٻيو انداز اختيار ڪيائين. پنهنجي

شرمندگي لڪائڻ لاءِ امام حسين ابن علي ؑ جي ڪپيل سر کي ڏنائين ۽ پوءِ چپن تي لڪڻ هڻي چيائين:

"انهن ئي چپن سان منهنجي فضيلت جو انڪار ڪندو هو هاڻي زبان جو بند ٿي وئي."

ابو برزه سلمہ ؓ جيڪو رسول الله ﷺ جو اصحابي هيو وڏو بزرگ، متقي ۽ پرهيزگار هيو. ساهہ مٺ ۾ ڪيون خاموش ويٺو هو هاڻي برداشت ڪري نہ سگهيو. رڙ ڪري چيائين:

"اي يزيد چپن تان لڪڻ هٽائي ڇڏ. خدا جو قسم مون پنهنجي اکين سان رسول الله ﷺ کي انهن چپن کي چمندي ڏٺو آهي."

يزيد پڙڪو ڏئي اٿي پيو ۽ ڪاوڙ ڪندي ابو برزه ؓ کي دربار مان ڪڍي ڇڏيائين: اهو ايترو ضعيف هو جو ان کي قتل ڪرائڻ سان يزيد کي ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿئي ها. اهو يزيد ۽ ان جي جلادن کي لعنت ملامت ڪندو هليو ويو.

يزيد رعب ڄمائڻ لاءِ روم جي سفير کي بہ اهو ڊرامو ڏيکارڻ لاءِ دعوت ڏئي گهرايو هو تہ ٻاهرين ملڪن ۾ بہ اها ڏاڪ ويهي ويندي تہ يزيد ايترو عظيم ۽ طاقتور آهي جو آلِ رسول بہ ان جي آڏو ڪائي حيثيت نہ ٿا رکن.

ان يزيد کان پڇيو: "اهو ڪهڙو قصو آهي، هي ڪنهن جو سر آهي؟"

"هڪڙي غدار حسين ابن علي جو جنهن کي منهنجي فضيلت کان انڪار هيو."

"اهو توهان جي پيغمبر جو ڏوهٽو هو."

"ها مگر منهنجي حق تلفي ڪرڻ تي گهريائين."

"اها تہ سياست جي ڳالهہ ٿي، مگر تون مسلمان آهين ۽ تنهنجي دل ۾ پنهجي پيغمبر جي اولاد لاءِ تر جيترو بہ رحم ڪونہ آهي. مان حضرت دائود ؑ جي خاندان سان تعلق رکان ٿو. پيڙهيون گذري ويون. مگر يهودي ۽ عيسائي اڄ بہ منهنجي پيرن جي مٽي کي تبرڪ سمجهي اکين تي رکندا آهن ۽ تون پنهنجي رسول جي اولاد جي ڪافرن کان بہ وڌيڪ خراب حالت ٿو ڪرين. چين ۾ هڪڙو بيٺ آهي، جتي حضرت عيسيٰ ؑ جي گڏهہ جو کُر رکيل آهي، ماڻهو پري پري کان ان جي زيارت لاءِ ايندا

آهن. توهان جو مذهب عجيب آهي، جو توهان جي پيغمبر ڪي وفات ڪئي پنجاهہ سال بہ ڪونہ ٿيا آهن ۽ تون ان جي اولاد سان جانورن جهڙو سلوڪ ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. تنهنجو ايمان ۽ يقين ڪهڙو آهي ۽ تون پنهنجي انهيءَ مذهب کي اسان مٿان مڙهڻ ٿو گهرين؟"

هاڻي تہ يزيد جي ڪاوڙ جي انتها ٿي نہ رهي ۽ هڪدم هن سچ چوڻ واري انسان جي قتل جو حڪم ڏئي ڇڏيائين. يزيد جو عقل ختم ٿي ويو هو. شراب ۽ بڇڙاين ان کي بي لغام ۽ ڇيڙاڪ ڪري ڇڏيو هو نہ پاڻ ڪنهن ڳالهہ تي غور ڪرڻ جو عادي هو ۽ نہ وري ڪنهن جي صلاح وٺندو هو. پنهنجو پاڻ کي عقل جو مالڪ سمجهندو هو جيڪا بہ ڳالهہ دماغ ۾ ايندي هيس، اها ئي ڪندو هو. طاقت جي غلط استعمال سان، جيڪا ڪاميابي حاصل ٿي هيس، ان کي ئي هر مرض جي دوا سمجهڻ لڳو هو. ان جا چيلا چپاٽا بہ خر دماغ ۽ ڇيڙاڪ هيا. فلسفي ۽ عالم ماڻهو يا تہ ختم ڪيا ويا هيا. يا هجرت ڪري ويا هيا. ڪجهہ باقي هيا بہ تہ انهن جو ماڻهن سان اٿڻ ويهڻ جو ڪو بہ واسطو ڪونہ رهيو هو.

مگر يزيد جيترو رعب تاب ۾ يقين ڪندو ٿي ويو اوترو ئي ماڻهن جي نظرن ۾ ڪرندو ٿي ويو. عرب ملڪن کان علاوہ ٻاهرين ملڪن ۾ بہ ان جي خردماغي ۽ ضدي هجڻ جو چرچو ٿيڻ لڳو هو.

قيدي هاڻي ايترا ٿڪجي پيا هيا. جو مٽي کي ڦيري اچڻ ڪري ڪري رهيا هيا. هڪيئي کي مشڪل سان جهليون بيٺا هيا.

هڪڙي خوشامديءَ يزيد جي ڪجهہ گهٽتائي ٿيندي ڏسي، ڊرامي ۾ ڪجهہ جان وجهڻ لاءِ اٿي درخواست ڪئي تہ جيڪڏهن ننڍي ڇوڪري ڏني وڃي تہ وڏي کان وڏي قيمت ڏيڻ لاءِ تيار آهي.

يزيد ٻهڪي پيو. کلندي چيائين:

"روڪڙو سودو آهي، اوڌر جو سوال پيدا ڪونہ ٿو ٿئي."

ان ڪميٽي چيلهہ سان ٻڌل اشرفيون کولي سامهون ڍير ڪري ڇڏيون.

"مان روڪڙي جي ڳالهہ ٿو ڪريان."

ڪبري ڇپ هٽي بانو رضي الله تعاليٰ عنها کي چنبڙي وئي، ابن حسين ﷺ جو رت ٽهڪي ويو مگر زينب سلام الله تعاليٰ عليها ان کي جهلي ورتو. يزيد کي چيائين.

”تون هن ڇوڪري کي هرگز وٺي نٿو سگهين. جيڪڏهن هن کي وٺڻ ٿو گهرين ته پهريائين اسلام کي ترڪ ڪر. ڇوته مسلمان ڇوڪريءَ کي ٻانهي بڻائڻ حرام آهي.“

يزيد ڏاڍو چڙي پيو. ان جي هر ڳالهه ابتي ٿي پئي وئي، حسين ﷺ جي نياڻي کي وٺڻ جو ان جو ارادو ڪونه هو صرف ذليل ۽ خوار ڪرڻ ٿي گهريائين. ان شامي خريدار تي ڪاوڙ ڇنڊڻ لڳو:

”ڪميڻا اکين ڪان ٽري وڃ.“

ان کي چڙٻون ڏنائين ۽ گهٻراهٽ ۾ دربار جي ڪچهري ختم ڪري ڇڏيائين. قيدين کي جيل ۾ وجهرائي ڇڏيائين. ڏاڍي ڪوفت ٿي رهي هيس. پاڻ اتي محلات ۾ دل وندرائڻ هليو ويو.

# هند

هند، حسن ۽ جمال ۾ بي مثال هئي. حسين ابن علي ﷺ جي ڀاڻهي هئي. انهن هن کي آزاد ڪري ڇڏيو هيو ۽ يزيد جيڪو حسن جو ديوانو هو ان کي پرڻائي آيو هو. ان جي محل ۾ عورتن جي ڪمي ڪونہ هئي، مگر هند ان کي گهڻي پياري هئي. ان جي صحبت ۾ اهو دين و دنيا جا ڏک وساري ڇڏيندو هو. هند ڏاڍي نيڪ سيرت ۽ سادڙي عورت هئي. سياسي هنگامن سان ڪو بہ واسطو ڪونہ هيس، امام حسين ﷺ ۽ يزيد جي وچ ۾ جيڪا رنجش هئي، ان جي مٿاڇري خبر هيس. امام حسين ﷺ جي قتل جي ان جي فرشتن کي بہ خبر ڪونہ هئي، نہ وري اها خواب ۾ بہ اهڙي ڀيانڪ حقيقت جي باري ۾ سوچي ٿي سگهي. ان کي آلِ رسول ﷺ سان گهڻي عقيدت هئي، ڇو تہ بانو رضي الله تعاليٰ عنها ان کي ڏيئرن وانگر سمجهندي هئي.

مگر دل کي دل جي ڇڪ ٿيندي آهي. ان ڏينهن الائي ڇو ان کي قرار ڪونہ ٿي آيو. عجيب اٿاڄاتل وحشت دماغ تي ڇانئجي پئي ويس، بي بنياد وسوسا دل کي پريشان ڪري رهيا هيس. ايڏي شدت جي اڄ لڳي رهي هيس، جو نڙي سڪي ٿي ويس، مگر ڇپن سان شربت لڳائڻ سان ئي اندر مان آت اچي ٿي ويس. ڇڻ گلاس خوشبودار شربت سان نہ پر ڳاڙهي ڳاڙهي رت سان ڇلڪي رهيو آهي.

يزيد ان کي پيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اها بيجان مٽيءَ جي مورت وانگر ٿڌي ٿي وئي. يزيد ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو.

”اڄ منهنجي طبيعت ڏاڍي خراب آهي. منهنجي دل ونڊراءِ. مون کي وحشت ٿي رهي آهي. اڄ شراب بہ بيڪار لڳي رهيو آهي. ڪوڙهہ واري مريض جي قي وانگر بدبودار ٿُڪ وانگر ڦڪو.“

هند ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

ان جي بي ستائي وڏندي وئي. دل تي جبر ڪرڻ سان ب اها يزيد کي خوش ڪري نہ سگھي. ان جون لتون ۽ مڪون بہ چپ چاپ سُٺي ئي سهندي رهي. يزيد جي دل گهريو تہ مردار جي نڙي تي گهٽو ڏئي ڇڏي. اڄ ان کي ايتري عظيم فتح تي آهي ۽ اڄ ئي جڏهن ان جي خوشين جو دم گهٽجي رهيو آهي.

يزيد هذياني ننڊ جا ڏڪر ڪائيندو رهيو. ننڊ نہ اچڻ جي شڪايت اڳ ۾ ئي هيس، مگر ان ڏينهن تہ ڪيترا دفعا دانهون ڪري اُٿيو. هر هر اک کلي تي ويس، پگهر وهڻ لڳس. شراب جي زيادتي هئي يا ڪو اڻجاتل وهم. اهو ننڊ ۾ سجاڳي جي وچ ۾ لٽڪيو ڪنجهندو رهيو. هند اڌ مئي ماڻهوءَ وانگر ان جي پاسي ۾ فضا ۾ پکڙيل آهہ ۽ زاري کي ٻڌي پاڳل تي رهي هئي. ڪير پيو روئي؟ ائين پئي لڳو ڄڻ سڄي ڪائنات روئي رهي آهي. خبر نہ آهي تہ گاديءَ واري شهر جي ڪيترن گهرن ۾ ستل ماڻهو ننڊ ۾ آهہ و زاري ڪري رهيا هيا.

رات جي سناٽي ۾ اهو خاموش ماتم هن جو ساهہ ڪيڻ لڳو. اها آهستڙي اُٿي. هيڏي هوڏي ڪن لڳائي ٻڌندي رهي. وڏي غور ۾ سوچ ڪرڻ کان پوءِ ان اندازو لڳايو تہ قلعي کان ٿورو پري جيڪو قيدخانو آهي، روئڻ جو آواز اتان اچي رهيو آهي. ان پنهنجي نوڪرياڻي کي چيو تہ نوڪر کي وڃي چئہ تہ معلوم ڪري اچي تہ ڪير روئي رهيو آهي؟ ڇو روئي رهيو آهي؟ ڇا تڪليف اٿس؟

نوڪر واپس اچي اطلاع ڏنو تہ جيل ۾ جيڪي اڄ نوان قيدي آيا آهن، انهن ۾ هڪڙي ڇوڪري آهي، جيڪا هر هر ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿي روئي رهي آهي.

مگر هند جي ڪنن ۾ تہ تتل شيخون گهرنديون تي رهيون. ان هڪڙي ٻارڙي جي آهہ ۽ زاري ۾ سڄي ڪائنات جو ٻارپڻو روئي رهيو هو.

"ڇا ڇوڪري بيمار آهي؟"

"خبر نہ آهي."

"ڇا بکايل آهي؟"

"بکايل تہ سيئي قيدي آهن."

ننڊ کي ٻاھہ لڳي وئي ھيس. ھند دير تائين دريءَ مان قيدخاني جي عمارت کي ڏسندي رھي. نہ ڄاڻ دل ۾ ڇا خيال آيس. نوڪرياڻي ۽ نوڪر کي ساڻ ورتائين ۽ آھستڙي محل مان لھي، قيدخاني جي دروازي تائين پھتي. ان کي ڏسي چوڪيدارن دروازو کولي ڇڏيو ۽ اھا اندر ھلي آئي.

اندر ٻاٽ اوندھہ ھئي. ميرن، مٽيءَ ھاڻن ڪپڙن جا ڪجھہ ڍير ڪنڊ ۾ پيا ھيا، مصيبت جي ھُٻس ۽ پوسل ھئي. ان جو ساھہ منجھڻ لڳو. ڏپ کان مٿو چڪرائجي ويس. خشڪ رت ۽ زخمن جي بدبو کان مٿو ڦرڻ لڳس. ان بتي گھرائي ۽ چئني طرفن ڏانھن تھارڻ لڳي. ان ڏٺو ۽ ھيان پڪڙي ويھي رھي. جيل جي ميرن ۽ ڇھنبدار پٿرن تي ھڪڙي مرجھايل ننڍڙي گڏي ڪوماڻي پئي ھئي، سڏڪن ڪري ننڍڙو ڏٻرو جسم ڏڪي رھيو ھيس. ان نوڙي ويجھو تي ڏٺو تہ دل ڏري وات ۾ اچي ويس. ڦاٽل ڪپڙا، ڪنن ۾ زخم ۽ ڦٽ، سڪل چپن تي آھون، سڪينہ ٻاسي ٻر پئي ھئي، پرسان ئي ھڪڙي ٻاسي ۾ پراڻن ڦاٽل ڪپڙن جي ڍير ۾ چرپر ٿي. ڏنڊا ٻيڙين جو آواز گونجڻ لڳو.

بانو رضي الله تعاليٰ عنھا ٽمڪندڙ بتيءَ جي روشني ۾ ڏٺو تہ بخمل جي سونھري لباس ۾ ڪائي پري زاد بيٺي آھي. ان ڊپ مان ھڪدم زينب سلام الله تعاليٰ عليھا کي جاڳائڻ لاءِ جھنجھوڙيو. زينب سلام الله تعاليٰ عليھا ھڪدم ھند کي سڃاڻي ورتو ۽ جلديءَ ۾ منھن ڦيري ڇڏيائين. شرم ڪري منھن گوڏن سان لڳي ويس. ھند ان کي تڪيندي رھي ۽ پوءِ ان جي آڏو گوڏا کوڙي ويھي رھي.

”علي ﷺ جي نياڻي ... ھي خواب آھي يا حقيقت خدا جي واسطي مونکي ھوش ۾ آڻيو نہ تہ منھنجي دل ڦاٽي پوندي“

”ڇا ننڊ جي پوڄارين جي جاڳڻ جو وقت اچي ويو؟ اسان تي ڇا وھيو واپريو ۽ ڇا گذري رھيو آھي، ڇا عرب ملڪ جي رھواسين کي ان جي ڪائي خبر ڪونہ آھي؟“

ھند، زينب سلام الله تعاليٰ عليھا جي قدمن ۾ مٿو پٽيندي روئڻ لڳي.

”مان تہ محلات ۾ ھڪڙي پر ڪٽيل پکي وانگر قيد آھيان.“

"پيرن ۾ عيش ۽ عشرت جون پيڙيون لڳل اٿئي." زينب سلام الله تعاليٰ عليها طنز ڪندي چيس.

"ڪجهه ماڻهو عيش ۽ عشرت ۾ گم ٿي سڀڪجهه وساري ويٺا آهن. ڪجهه غربت ۽ تنگدستي ۾ گرفتار ٿي بدحواس ٿي ويا آهن. ڪجهه بادشاهه طرفان ڏنل بخشش کي زندگي جو سرمايو بڻايون چپ ويٺا آهن. ڪجهه شاهي ظلم ۽ ڏاڍ جي آڏو آواز وڃائي ويٺا آهن. غرض ته ڪنهن کي به آلِ رسولِ ڏانهن نظر ڪڻي نهارڻ جي فرصت ۽ مهلت ڪونه آهي. هند، تون هتي ڇو آئي آهين. تو پنهنجي لاءِ اهو سٺو ڪونه ڪيو آهي."

"انهيءَ زندگيءَ تي لعنت آهي، جيڪا ضمير وڪڻي حاصل ٿئي. ها منهنجي آقا زادي، عرب قوم تي لعنتن جو پاڇو پيل آهي." هند ڪنڌ جهڪائي روئڻ لڳي.

"يا خدا، اسان جو انجام ڪهڙو ٿيڻ وارو آهي؟"

هند جي روئڻ ڪري ٻين سيني جي به اک کلي وئي. زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي زباني حسين ﷺ جي قتل جو ذڪر ٻڌي چرين وانگر پٽين سان مٿو هڻڻ لڳي. انهي وقت پنئين پيرين موٽي وئي. ٻانهين هٿان کائڻ جو سامان ۽ پاڻي ۽ شربت جا جڳ ۽ قيمتي لباس ڪڻائي آئي. هڪڙي هڪڙي کي منٿون ڪيائين، پر ڪنهن جي ، نڙي مان گراهُه هيٺ ڪو نه لٿو. سيني ان جي دل رکڻ لاءِ ٿورو ٿورو پاڻي پيتو. ڪپڙن کي ته هٿ لڳائڻ کان به انڪار ڪيائون.

اسان جا لباس، اسان جي مٿان ٿوڙيل ظلمن جا اڪيلا شاهد آهن. ان کان علاوه اسان جا عزيز ڪربلا جي ميدان ۾ بنا ڪفن دفن جي پيا آهن. اسان اهي قيمتي لباس ڪهڙي منهن سان پائي سگهنداسين."

هند ناڪام ۽ نامراد ٿي، روئيندي پٽيندي واپس موٽي آئي. ان يزيد کي جاڳائي سٽ سريون ٻڌايون، دل کولي پٽيائينس. دوزخ جي عذاب کان ڊيڄارياڻينس، مگر ان جي مٿي تي جون به ڪونه چري.

"بدبخت، حڪومت جي معاملن ۾ دخل اندازي نه ڪر، نه ته پڇتائينديئن."

"جڏهن تو اسان جي ايمان ۽ يقين کي ئي تباهه ڪري ڇڏيو ته هاڻي اسان کي ان کان وڌي ڪهڙي سزا ڏئي سگهين ٿو. اي يزيد اڄ کان

مان توتي حرام آهيان. مون کي هٿ نہ لڳائجان. تنهنجي هٿن مان حسين ﷺ جي خون جي بوءِ اچي رهي آهي.“

يزيد ڏاڍو پريشان هو. حالتون ائين پاسو بدلائينديون. ان جو سوچيو بہ ڪونہ هئائين. ان تہ سمجهيو هو تہ سندس رستي ۾ آيل ڪنڊو هميشہ لاءِ نڪري ويو. اها خبر ڪونہ هيس تہ ننهن کان چوٽيءَ تائين ڪنڊن وارين تارن ۾ جڪڙجي ويندو. مختلف شهرن مان عجيب عجيب خبرون اچي رهيون هيون. هنگاما شروع ٿي ويا هيا. ماڻهو عام رستي تي گڏ ٿي، حسين ﷺ جي قتل جا تفصيل ٻڌندا ۽ ٻڌائيندا هيا، ۽ آهہ و زاري ڪندا هيا. يزيد ۽ ان جي حاڪمن جي خلاف نفرت جو بي پناهہ طوفان اٿي رهيو هو. هر طريقي سان بغاوتن کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وئي، مگر جيئن جيئن سختي ٿي ڪيائون تيئن طوفان جو زور شور وڌندو ٿي ويو.

امام حسين ﷺ جي غم ۾ روزانو ماتم ڪرڻ کي ڏوهہ قرار ڏنو ويو. حسين ﷺ جو غم ملهائڻ حڪومت جي پاليسي کان انحراف آهي، حڪومت تي اعتراض ڪرڻ وارا اسلام جا دشمن آهن. مگر لڙڪن تي پهرو ويهارڻ انساني طاقت کان ٻاهر ثابت ٿيو. ماڻهو اجا ڪاوڙ ۾ اچي ويا ۽ ضد ۾ يزيد کي خوار ڪرڻ لاءِ هر گهٽيءَ ۽ محلي ۾ ماتم ڪرڻ لڳا. شاعرن سوين نوحا ۽ مرثيا لکيا. جنهن کي ٻڌي ماڻهو ديوانن وانگر سينو پٽيندا هيا، مٽي ۾ مٽي وجهندا هيا. عرب قوم ڏاڍي جذباتي آهي، ان جي هر ڪم ۾ بي انتها شدت ۽ سختي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. جيئن جيئن رڪاوٽون وڌيون، ائين ضد وڌيو. مظلوم امام ﷺ جي قتل کان بي خبر جيڪي سڪون سان پنهنجن گهرن ۾ وينا هيا، انهن جا ضمير انهن کي ملامت ڪري رهيا هيا. غم جي اظهار کي انهن چوٽڪاري جو ذريعو سمجهندي، ان ۾ وڏي جوش و خروش جو مظاهرو ڪيو.

نافرماني ڪرڻ وارن کي سخت سزائون ڏنيون ويون. فوجي گهوڙن جي سنبن سان ڪچليائون. ڪوڙن سان کل لاٿائون، سولي تي لٽڪايائون. فاتح فوج بگهڙن وانگر شهرين تي ٽٽي پئي ۽ ڪربلا جي ميدان وارا منظر وري وري دهرايا. مظلوم حسين ﷺ جي رت جو هر

هڪ ڦڙو وڏي طوفان جي صورت اختيار ڪرڻ لڳو انسانن جي دلين ۾ زهر پرجي ويو.

ماڻهو يزيد کان وڌيڪ خود پنهنجي بي حسي تي ملامت ڪندا هيا. اهي بي خبر گهرن ۾ ويٺا رهيا ۽ انهن جي پيغمبر ﷺ جي بي گناهه ٻچڙن کي اهڙيءَ بيدرديءَ سان تباهه ۽ برباد ڪيو ويو. عوام وٽ هٿيار ڪو نه هيا، صرف حساس دليون هيون ۽ انهن حسين ؑ جي زندگي کي مشعل راهه بڻايو. ظلم جو جواب مظلوميت سان ۽ تلوارن جو جواب لڙڪن سان ڏنائون. لڙڪن جو هڪڙو ڦڙو گڏ ٿي عظيم طوفان بڻجي ويو. يزيد جي حياتي جهنم ٿي وئي. راتين جي ننڊ حرام ٿي ويس.

# واپسي

ڪربلا جي ميدان ۾ شهيدن جا لاش بنا ڪفن دفن جي پيا هيا. شاهي حڪم هيو تہ انهن کي هرگز دفن نہ ڪيو وڃي. جيڪو بہ انهيءَ جي حڪم جي خلاف ورزي ڪندو، غدار سمجهيو ويندو ۽ سخت ترين سزا ملندس. ان جو گهر گهاٽ ساڙي خاڪ ڪيو ويندو ٻارن ٻچن کي گهاٽي ۾ پيڙايو ويندو. بنو اسد قبيلي وارا، جن کان امام حسين ابن علي ﷺ ڪربلا ۾ زمين خريد ڪئي هئي، هڪڙو دفعو اتان لنگهيا ۽ شهيدن جا اگهاڙا لاش نظر آين. انهن سان عورتون بہ گڏ هيون. اهي بدحواس ٿي روئڻ پٽڻ لڳيون:

"هي ڪهڙن بدنصيبن جا لاش آهن. انهن جا سر ڪهڙي ظالم ڪپيا آهن. انهن کي دفن ڇو ڪونہ ڪيو اٿن."

مردن شرم مان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا ۽ ميسٽو ٿي ٻڌايائون تہ اهي امام حسين ابن علي ﷺ ۽ ان جي ساٿين ۽ عزيزن جا لاش آهن. غداري جي ڏوهہ ۾ انهن کي قتل ڪيہ ويو ۽ حڪومت اعلان ڪرائي ڇڏيو آهي تہ انهن کي دفن ڪرڻ ڏوهہ آهي."

"خدا جي رسول ﷺ جي ٻچڙن کي دفن ڪرڻ ڪهڙي لعنتي ڏوهہ قرار ڏنو آهي،" عورتون ڪاوڙجي پيون.

"شاهي حڪم جي آڏو ڪير ٿو سينو تاڻي سگهي، خيريت انهيءَ ۾ آهي تہ هتان جلدي واپس موٽي هلون."

"اهڙي خيريت تي لعنت آهي. ان حڪمران کي خدا جي مار پوي، جيڪو مسلمان جي لاش جي اهڙيءَ بي حرمتيءَ کي جائز ٿو سمجهي. انهن لاشن جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪرڻ اسان تي واجب آهي. جيڪڏهن توهان مرد ٿي ڪري بہ ڊڄو ٿا تہ گهر ۾ چوڙيون پائي ويهو. اسان عورتون پنهنجي مٿي تان روا لاهي انهن کي ڪفن ڏئي دفنائينديونسين." اهو چئي عورتون ڪوڏرن سان قبرون کوٽڻ لڳيون.

مردن کي ڏاڍو شرم آيو. انهن عورتن کان ڪوڏرون کسي ورتيون.

"نيڪ بختتو توهان ويهو جيڪو ٿيندو ان کي ڏٺو ويندو. اسان انهن کي دفن ڪنداسين."

اهڙي نموني انهن ڪيئن بہ ڪري ڪفن پاريا ۽ سيني کي جنازي نماز پڙهڻ کان پوءِ دفن ڪيائون. جن جن جي نالن کان واقف هيا اتي انهن جون نشانيون کوڙي ڇڏيائون.

جنهن بہ بنو اسد قبيلي جي جرئت جي باري ۾ ٻڌو شاباس ڏنائون.

مگر دمشق جي قيدخاني ۾ واڙيل قيدي بنو اسد جي انهيءَ جرئت کان بي خبر هيا. قيدخانو بہ يزيد جي دل وانگر اونداهو ۽ سوڙهو هو نہ هوا جو گذر هيو ۽ نہ وري اوندهہ ۾ هڪٻئي جي صورت نظر ايندي هئي. اها بہ خبر ڪونہ پوندي هئي تہ ڪهڙي مهل رات ختم ٿي ۽ ڏينهن ٿيو. چمڙا ۽ ابابيل هيڏي هوڏي اڏرندا هيا تہ ٻار ڇپ هٽي مائرن جي هنج ۾ لڪي ويندا هيا. قيد خانو ڇا هيو بس هڪڙي قبر هئي، جيڪو بہ داخل ٿيو بس مري ئي آزاد ٿيو ... يتيمن جي ڪاراڻ ساهہ منجهائيندي هئي. ٻار سک سان ساهہ کڻڻ کان بہ سڪندا هيا. ڪوئي سوراخ يا ڏار نظر ايندو هين تہ سيئي آسمان جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ گڏ ٿي ويندا هيا. عمارت ايتري پراڻي ۽ ڪمزور هئي، جو هر وقت ڇت ڪرڻ جو ڊپ لڳو پيو هوندو هو.

"الله ڪري تہ هن قيد مان جان آزاد ٿئي تہ ماڻهن کان رستي جي پڇا ڪندي ڪربلا پهچي وڃان." زينب سلام الله تعاليٰ عليها آهون پريندي هئي.

"پڦي امان، اسان کي ساڻ وٺي هل. اسان کي بابا گهڻو ياد اچن ٿا. اسان کي ساڻ وٺي نہ وينديئن تہ اسان هتي روئي روئي ساهہ ڏئي ڇڏينداسين." سڪينہ چوندي هئي.

"ٻچڙي تون ڪيئن وينديئن، ڪوهن جو سفر آهي."

"اسان هلي ويندا سين. بابا چو نٿا اچن. امان چيو هو تہ نهر تي پاڻي آڻڻ لاءِ ويا آهن، مگر ايترا ڏينهن ٿي ويا آهن، اچا ڪونہ آيا آهن. ان جي انتظار ۾ اسان جو ساهہ نڪري ويندو. مگر اهي ڪونہ ايندا. پڦي امان، ڇو پلا بابا اسان کي وساري ڇڏيو."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها ساڻائي مان هڪدم ڇرڪ ڀري اٿندي هئي.

"ماڻهو بتي ٻاريو روشني ڪريو منهنجو علي اصغر جاڳي پيو ته اونده ۾ گهٻرائي ويندو."

پوءِ هڪدم ياد اچي ويندو هيس. دل پڪڙي ويهي رهندي هئي. "هاءِ پروردگار! منهنجي عقل کي تالا لڳي ويا آهن. هر هر وساري ٿي ويهان ته علي اصغر ته امڙ جي هنج ويران ڪري پنهنجي بابا جي پاسي ۾ سمهي رهيا آهن."

بابا کي ياد ڪندي ڪندي سڪينه کي وهم ٿي ويو ته دروازو بند آهي، انهيءَ ڪري بابا ڪونه ٿو اچي. روئي روئي چوڪيدار کي منٿون ڪرڻ لڳي:

"اي چوڪيدار خدا جي واسطي ٿورڙو دروازو کولي ڇڏ. منهنجا بابا اچڻ وارا آهن. ڪٿي دروازو بند ڏسي واپس نه موٽي وڃن."

"ڇوڪري ماٺ ڪر، تنهنجي بڪ بڪ ته نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو آهي. ڏينهن رات روئين ٿي، سک سان ٻه گهڙيون سمهڻ به نٿي ڏين. وڃ، هٽ هتان. بس هاڻي صبح جو ئي تالو کلندو."

"صبح تائين ته منهنجو ساهه نڪري ويندو."

"ڇڳوئي ٿيندو. تنهنجي هر وقت جي رينگٽ کان جان ڇٽي پوندي. وڏي ضديري ڇوڪري آهين. شمر جون لپاٽون کائي به تنهنجو هوش ٺڪاڻي ڪونه آيو آهي. ڏس دروازو بند ڪر نه ته اسان هاڻي ئي ان کي سڏيون ٿا. اهو اچي وري تنهنجي ڳچيءَ ۾ رسو ٻڌي ڇڏيندو."

ڇڙٻون ۽ ڌمڪيون ٻڌي ٻارڙي هيسجي وئي. ديوار سان ٻيهي اونده ۾ هيڏي هوڏي ڳوليائين ٿي ته ساهه کڻڻ لاءِ ڪوئي ٽنگڙو هٽ اچي وڃي.

"اونده ۾ ڪاڏي ڍوما ٿي کائين. منهنجي ٻچڙي، هيڏانهن منهنجي جهولي ۾ اچ." مگر ٻارڙيءَ کي ته هڪڙي ئي رٽ لڳل هئي:

"بابا ڪيڏا پڪا آهن، اچي اسان کي هن قيد مان آزاد ڇو نٿا ڪرائين. انهن کي اسان جي ذرو به ڳڻتي ڪونه آهي."

بانو رضي الله تعاليٰ عنها هٿوراڙيون ڏئي ڳولي ٻارڙي کي ڪنيو ماءُ ڏي ياڪر پائي روئڻ لڳيون. ٻارڙي جي ننڊ اهڙي گم ٿي وئي هئي جو

اک چنيڻ بہ مشڪل هو. سيني واري واري سان ڪٽي هنج ۾ سمهارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ننڊ ڪونہ آيس.

ڪبريٰ نندڙيءَ ڀيڻ کي ڪٽي ننڊ ڪرائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي.

"منهنجي مٺڙي، بس ٿوري دير لاءِ سمهي پئہ."

"نہ، اسان هاڻي ڪڏهن بہ سمهي نہ سگهنداسين. بابا اچي ننڊ ڪرائيندا، تڏهن ئي سمهنداسين." سڪينہ چيو.

چوڪيدار جو ٻارڙي جي آهہ و زاري ٻڌي تہ ان کي دل ۾ هڪڙي شرارت سُجهي آئي. ظالمن جي جيلن ۾ انسانن جون دليون بہ پٿر ٿي وينديون آهن. جيل جي اڳڻ ۾ اچا تائين شهيدن جا سر نيزن تي ايا ٿيل هيا. ان امام حسين ؑ جي سر کي لاهي هڪڙي خونچي ۾ رکيو ۽ مٿان ڪپڙو رکي قيد خاني ۾ ڪٽي ويو.

"وٺ. بادشاهہ تو ڏانهن ميوا موڪليا آهن." اهو چئي خونچي کي دروازي مان اندر سرڪايائين ۽ دروازو بند ڪري ڪلڻ لڳو.

نہ ڄاڻ بيمار ٻارڙي جي نڪ ۾ ڪهڙي خوشبو پهتي جو ٽپ ڏئي ڀيڻ جي هنج مان اٿي وئي.

"بابا اچي ويا، منهنجا پيارا بابا اچي ويا!" ۽ اوندهہ ۾ تيز ڪائيندي خونچي مٿان وڃي ڪري، سڀ گهبرائجي رڙيون ڪرڻ لڳا.

"خدا جي واسطي ٿورڙي روشني ڪر!"

چوڪيدار ڪلندو آيو ۽ بتي اڳتي وڌايائين. سڪينہ ڏڪندي بخار ۾ ٻرندڙ هٿن سان خونچي تان ڪپڙو هٽايو. اندر مان هڪڙي ڏبيل دانهن نڪتي. ٻارڙي پيءُ جي منهن مٿان منهن رکيو ۽ ساهہ نڪري ويس.

چوڪيدار پريشان ٿي ويو. جلدي ۾ مشڪل سان سڪينہ جي ٻي ستن هٿن مان سر کسيائين ۽ ٻاهر ڀڳو.

قيد خاني مان آهہ و زاريءَ جون اهڙيون دل ڏاريندڙ آهون اُڀريون جو يزيد جي محلات جا ڪنگرا لڏي ويا.

هند جي دل تي اهڙو ڌڪ لڳو جو اها ننڊ مان دانهون ڪري اٿي ويٺي. جنهن ڏينهن کان ان قيدين جي حمايت ڪئي هئي، ان کي قيد ڪيو ويو هو. ڪاڻ پيئڻ ڇڏائجي ويو هيس، تن بدن جو هوش ڪونہ

هيس. يزيد ان جو گهڻو ديوانو هيو. ان جي خراب حالت ڏسي دل سڙندي هيس ۽ وڪڙ کائيندو هيو مگر هند دنيا کان منهن موڙي موت جي تمنا ۾ اڌ مئي ٿيل ڳري رهي هئي.

ملڪ جون حالتون خراب کان خراب تر ٿينديون پئي ويون. امام ﷺ جو ذڪر ڪرڻ ڏوهہ ٿي ويو هو. ماڻهو بہ ضد ۾ اچي ويا هيا. پابندين ۽ قتل و غارتگري جي باوجود سڄي ملڪ ۾ حسين ﷺ جو ذڪر ٿيڻ لڳو. ڪنڊ ڪڙڇ ۾ بغاوت جي باهہ ٻري وئي.

زين العابدين ﷺ وڏي مشڪل کان پوءِ پيڻ جو جنازو ڪڍڻ جي اجازت حاصل ڪئي. يزيد ماڻهن جي اشتعال کان ڊڄي ويو هو. ان اجازت ڏئي ڇڏي ابن حسين ﷺ جڏهن ننڍڙيءَ پيڻ جو جنازو هٿن تي کڻي قبرستان ڏانهن روانا ٿيا تہ ماڻهو هڪبئي پٺيان ٽولا ٿي انهن سان گڏجي پيا. روڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ هنگاما شروع ٿي ويا. فوجي امداد پهتي ۽ مجمعي کي منتشر ڪري ڇڏيائون. رتوڇاڻ جي بازار گرم ٿي وئي. سڪينہ جي جنازي ڪڍڻ وارن ۽ يزيد جي فوج ۾ مقابلو ٿي پيو. ڳالهہ ايتري وڌي وئي جو حشر برپا ٿي ويو.

ان واقعي کان پوءِ حڪومت فيصلو ڪيو تہ قيدين جو معاملو هڪڙي مصيبت بڻجي ويو آهي، انهن کي گادي واريءَ شهر ۾ رکڻ، پنهنجي تباهيءَ کي دعوت ڏيڻ آهي. اهي ماڻهو هتي رهيا تہ روزانو ڪائي نہ ڪائي مصيبت پيدا ٿيندي رهندي. خيريت انهيءَ ۾ آهي تہ انهن کي وطن وڃڻ جي اجازت ڏئي ڇڏجي. اهي ماڻهو هليا ويندا تہ سيئي هنگاما ٿڌا ٿي ويندا. ڪجهہ وقت کان پوءِ ماڻهو سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيندا.

## ڏوهي ڪير؟

فاتح فوج کي سرڪاري رتبا بخشيا ويا، مگر عوام جي دلين ۾ انهن جي خلاف بي پناهہ نفرت پيدا ٿي وئي، جيڪا ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. اهي جيڏانهن بہ نڪري ويندا هيا، ماڻهو لعنتون وجهندا هين ۽ نفرت مان منهن ڦيرائي ڇڏيندا هئا. اڪثر ماڻهو انهن تي گند ڪچرو اڇلائيندا هئا. انهن جو ٻاهر نڪرڻ ڏکيو ٿي ويو. عام ماڻهن جي راءِ کان ڊڄندي، انهن جا دوست ساٿي بہ پاسيرا ٿي ويا. انهن جا مائٽ انهن کان نفرت ڪرڻ لڳا.

هر نماز کان پوءِ مسجدن ۾ حسين ﷺ جو ذڪر ٿيڻ لڳو. يزيد جا دشمن، جيڪي هيستائين چپ هنيون ماٺ ڪيون ويٺا هيا، دلير ٿي ويا. انهن کلم کلا يزيد جي خلاف فتوائون ڏيڻ شروع ڪيون.

يزيد کي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ لاءِ طرح طرح جا بهانا ڳولڻا پيا. ان پنهنجن درٻارين کي پنهنجي بي گناهيءَ جي شاهدي ڏيڻ لاءِ چيو. گهڻن خوشامدڙين ان کي هر الزام کان آجو قرار ڏنو.

”سچو قصور ابن زياد جو آهي.“

”اصل ڏوهي ابن سعد آهي.“

”ليڪن حسين (ﷺ) جو قاتل شمر ذي الجوشن آهي، ان کي جوڳي سزا ملڻ گهرجي.“

يزيد سوچيو تہ قربانيءَ جي ٻڪرن مان بہ جان ڇڏي ويندي پنهنجين ڪار گذارين کان دماغ گهڻو خراب ٿي ويا اٿن. حسين ﷺ جي قتل ۾ جيڪي بہ ماڻهو شامل هيا، هن کي انهن جي وڌندڙ طاقت کان خوف پيدا ٿيڻ لڳو هو.

شيش بن ربعي بہ انهيءَ مجلس ۾ هڪڙي پاسي ويٺو هيو. اهو وري يزيد کي گهوري رهيو هو. يزيد کي وحشت ٿيڻ لڳي. ان ڪاوڙمان چيو:

"اي ابن ربعي تون بہ تہ ڪجھ چئہ!"

"حسين ﷺ جي قاتلن تي لعنت هجي." ان نظرون جهڪائي چڏيون.

يزيد انهيءَ جواب مان بلڪل خوش ڪو نہ ٿيو. ابن نمير کي چيائين: "تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟"

"سچو جواب کپئي يا مصلحت وارو." ان وڏيءَ هوشياريءَ سان چيو.

"سچو جواب ڏي"

"منهنجي جان تہ خطري ۾ نہ پئجي ويندي، جو تہ سچ ڪوڙو ٿيندو آهي."

"تو کي جان جي امان ٿي ڏجي!" ان کان سواءِ يزيد ٻيو ڇا پئي چئي سگھيو. ٻيو تہ ان پنهنجن مخالفن کي نظر انداز ڪرڻ نٿي گھريو يا تہ انهن کي پنهنجو طرفدار بنائڻ گھرجي، يا انهن جي وجود کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ گھرجي.

"حسين ﷺ جو اصل قاتل اهو آهي، جنهن ان جي خلاف لشڪر موڪليو. ان جي قتل جو حڪم ڏنو ۽ جلادن کي ان مٿان مقرر ڪيائين. اي امير، جيڪو ڪجھ ٿيو اهو تنهنجي حڪم سان ٿيو ورنہ ڪنهن جي مجال هئي، جو خدا جي رسول ﷺ جي ڏوهٽي ڏانهن اک کڻي بہ ڏسي سگھي ها."

"حسين غدار هو. وقت جي خليفي سان غداري اسلام سان غداري آهي. الله جي مصلحت سان غداري آهي."

"پوءِ سڀني کان وڏو غدار امير معاويہ هو جو علي بن ابو طالب ﷺ جي بيعت کان ان انڪار ڪيو ۽ ان سان لڙايون ڪيائين!"

يزيد جي اکين ۾ رت ڀرجي آيو مگر ابن نمير ايترو گھڻو ڪجھ چئي ويو هو جو رڪ رڪاءَ مان هاڻي ڪو بہ فرق نٿي پيو لھٰذہ اهو چوندو ويو:

"تو مونکي جان جي امان ڏني آهي، واعدي خلافي تنهنجي لاءِ ڪا نئين ڳالھ ڪونہ آهي. تون پنهنجو پاڻ کي دين اسلام جو اڪيلو ٺيڪيدار سمجهين ٿو. تنهنجي ۽ تنهنجي حاڪمن جي مخالفت ڪرڻ هرگز اسلام جي دشمني ڪونہ آهي، توهان فرد آهيو اسلام جو بنياد ڪونہ آهيو. اسلام ذاتي راءِ جي آزادي ڏئي ٿو. اندر ۾ جهاتي پائي ڏس تہ ڇا تون واقعي هڪڙو سچو مسلمان آهين؟"

"ڪراڙا تنهنجو دماغ ٺيڪ ڪونہ آهي، ابتي سبتي بڪواس بند ڪر."

ڪو ٻيو وقت هجي ها تہ يزيد ان ئي وقت ان جو سر قلم ڪرائي ڇڏي ها، مگر حالتن اهڙو خراب نموني ڦاسايو هيس، جو ان کي مجبور ۽ تنگ ڏسي، ان جا پنهنجا خاص صلاحڪار عزيز ۽ پروسي وارا ماڻهو بہ ان سان سڌي منهن ڪونہ ڳالهائي رهيا هيا.

يزيد کي انهن جي حمايت جي سخت ضرورت هئي ۽ اهي پنهنجي اهميت جي احساس کان آڪڙجي رهيا هيا.

عرب قوم ڏاڍي جذباتي واقع ٿي آهي. ٿوري اشاري تي آپي کان ٻاهر نڪري ويندا آهن. ملڪ جي ڪنڊ ڪنڊ مان احتجاج جا آواز ڀڙڪيائين آهستي پوءِ تيز ٿيندا ويا. هاڻي يزيد کي اندازو ٿي رهيو هو تہ امام حسين ﷺ زندهہ هئا تہ ان لاءِ ايترا خطرناڪ ڪونہ هيا، شهيد ٿي اهي زندهہ و جاويد ٿي ويا، لکين حياتيون حاصل ڪري ويا.

درٻارين راءِ ڏني تہ بهتري انهيءَ ۾ آهي تہ آلِ رسول کي وڏي عزت ۽ آرام سان وطن روانو ڪيو وڃي.

قيدين کي وطن روانو ڪرڻ کان اڳ يزيد وري انهن کي درٻار ۾ گهرايو.

قيدين جي حالت اهڙي تہ خراب هئي جو قيد خاني جا در ۽ ديوارون بہ انهن جي قسمت تي روئي رهيا هيا. مٿيءَ ۽ ميراڻ چڙهيل ڇهرن تي پاڻمرادو مسلسل لڙڪ وهي رهيا هيا، ٻکن ڪري جسمن ۾ بيهڻ جي ڪا بہ طاقت ڪونہ رهي هين، وحشت جي ڪري سيني مان دل ٻاهر نڪري ٿي آين، پراڻن زخمن پرجڻ جو نالو ئي نٿي ورتو گهٽ ۽ خراب خوراڪ، هوا ۽ روشنيءَ جي اڻهوند ڪري سيئي ورهين جا مريض لڳي رهيا هيا.

جيئن ئي چوڪيدارن قيد خاني جو دروازو کوليو تہ ٻار ڏپ مان مائرن کي چنبڙي پيا.

"امان، امان ڪوئي اچي پيو اسان کي لڪايو."

مائرون هيسجي ويون ۽ ٻارن جي وات تي هٿ رکيائون تہ ڪٿي انهن جي روج راڙي ڪري چوڪيدارن کي ڪاوڙ نہ اچي وڃي.

شمر ذي الجوشن اندر آيو. ان کي ڪوڙهه جو مرض هيو جيڪو عجيب ڀيانڪ نموني ۾ تيزي سان ان جي جسم کي وڪوڙيندو پئي ويو. ان کي ڏسي وار ڪانڊارجي ويندا هئا.

"منهنجي مهربان آقا توهان کي معاف ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي توهان کي قتل ڪونه ڪنداسين. خوش ٿيو جو توهان جي قيد مان ڇٽڻ جو وقت اچي ويو آهي."

ڪنهن ۾ به خوش ٿيڻ جي طاقت ڪونه رهي هئي. ماٺ ۾ ئي سر جهڪايون ويٺا رهيا.

"توهان کي دربار ۾ سڏايو ويو آهي- اٿو!"

"هڪڙو دفعو ته اسان تنهنجي بادشاهه جي دربار ۾ ذليل ۽ خوار ٿي چڪا آهيون. هاڻي ڇو ٿو سڏي، ڇا اڃا ڪا ڪسر رهجي وئي آهي؟ خدا جي واسطي اسان کي هن ئي قيد ۾ سڏڪي سڏڪي مرڻ ڏيو. هاڻي اسان آزاد ٿي ڇا ڪنداسين. اسان جي لاءِ دنيا ۾ باقي ڇا بچيو آهي؟ حسين ﷺ قتل ٿي ويا. اسان جا پيارا اسان کان وڇڙي ويا. اسان قيامت تائين انهن جي صورت ڏسڻ لاءِ سڪندا رهنداسين. پنهنجي سخي بادشاهه کي چئو ته پنهنجا جلاد موڪلي ته اهي اچي اسان جا سر بدن کان جدا ڪن ۽ هي قصو ختم ٿي وڃي. اهي سر هاڻي ڪلهن تي بار آهن."

ابن حسين ﷺ مشڪل سان ڇهنبدار پٿرن جي فرش تان ڪسڪندا اٿي ويٺا. انهن کي ان وقت به بخار هو. پڪي ڇيو:

"اسان جي خاموشي ئي اسان جي زبان آهي. انهن ڪميڻن جي منهن لڳڻ مان ڪهڙو فائدو. جيڪڏهن بادشاهه گهرايو آهي ته وڃڻ ۾ ئي مصلحت آهي." پوءِ آهستڙي ابن حسين ﷺکي چيائين:

"اڳين اسان قيد ۾ سڙي مري ويندا سين. ڪنهن کي خبر به ڪا نه پوندي. ماڻهو اسان کي وساري ويهندا. اهو ته وڏو ظلم ٿيندو. اسان ٻاهر نڪرنداسين ته گهٽ ۾ گهٽ ماڻهو اسان جي حالت ته ڏسندا. اسان جي باري ۾ ڪجهه ته سوچيندا."

"توهان اسان جا امام آهيو. الله سائين قيامت تائين اسان جي مٿان اسان جي امام جي شفقت جو هٿ قائم رکي. توهان اسان جي

اميدن جا مرڪز آهيو. اسان بدنصيبن جا سهارا آهيو. توهان جيئن چوندا، اسان اهو ئي ڪنداسين.“ زينب سلام الله تعاليٰ عليها چيو.

وڏي مشڪل سان سيئي ريڙهيون پائي اٿيا. هٿ چورڻ جي به وسيعَت ڪونه هين. سنڌ سنڌ ڏکي رهيو هين. هڏيون تڙڪات ڪري رهيون هيون. هن پيري قيدين کي دربار ۾ آندو ويو ته يزيد شطرنج جون چالون وسري ويو هو. دربار ۾ سناٽو ڇانيل هو. صرف ڏنبا پيڙين ۽ زنجيرن جو آواز گونجي رهيو هو.

يزيد چپ هنيو ويٺو هو. جلدي مان گهبرائي اٿيو. وڏيءَ نرميءَ سان سيني کي ويهاريائين. سڄو الزام شمر ذي الجوشن ۽ عمرو بن سعد جي مٿان هٽندي، اهو پاڻ کي بلڪل بي ڏوهي قرار ڏئي چڪو هو. وڏيءَ مڪاريءَ سان ڳوڙها ڳاڙيندي چيائين:

”مونکي ڏاڍو ڏک آهي. اهو سڀ انهن مردودن جو ڪارنامو آهي. انهن سيني کي اهڙي سزا ڏني ويندي، جو انهن جون ست پيڙهيون ياد ڪنديون. انهن کي حسين ابن علي ﷺ سان پراڻي دشمني هئي.“

ان ڪان پوءِ زنجيرن ۽ ڏنبا پيڙين کي ڪپڻ جو حڪم ڏنائين ۽ هيڏانهن هوڏانهن سيني کي دڙڪا دهمان ڏيڻ شروع ڪيائين:

”انهن سيني کي سخت سزائون ڏنيون وينديون. هڪڙي هڪڙي جو ڪنڌ لاٿو ويندو.“

”ڪنهن جو ڪنڌ ڪپيندين، ڪنهن کي سخت سزائون ڏيندين. اسان کي ٻار سمجهي ريجهائي رهيو آهين ڇا؟“ ابن حسين ﷺ چيو.

”منهنجي اها هرگز منشا ڪونه هئي ته ابن علي کي شهيد ڪيو وڃي. جيڪڏهن مان ڪربلا جي ميدان ۾ هجان ها ته ان کي سمجهائي راضي ڪري، سڌي رستي تي آڻيان ها. جيڪو ڪجهه به ٿيو، اهو منهنجي اڻڄاڻائي ۾ ٿيو.“

”يزيد. تون انهن ڳالهين سان مون کي ڌوڪو نٿو ڏئي سگهين. نه وري دنيا وارن جي اکين ۾ مٽي وجهي ٿو سگهين. تون هزارين پردا وجهين ته به حقيقت لڪي ڪونه سگهندي. حسين ﷺ جو اهو رت رنگ لائيندو. تنهنجون زهر ۾ ٻڌل اهي ڳالهيون ڏاڍيون تڪليف ڏيندڙ

آهن. جيڪڏهن تون هن ئي وقت جلادن کي گهرائي اسان جا ڪنڌ ڪپرائي ڇڏين تہ اسان تي تنهنجو ٿورو ٿيندو.“

”توهان کي مون تي اعتبار ڪونہ آهي، مگر مان ڪوڙا واعدا ڪونہ ٿو ڪريان. خزاني جو دروازو کليل آهي، مان توهان جي عزيزن جو خون بها ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.“

عربن ۾ اهو رواج هيو تہ جيڪڏهن مائٽ گهرن تہ قتل ٿيل ماڻهو جي جان جي بدلي ۾ جان وٺڻ جي بدران مال يا دولت وٺي سگهندا هيا. اهو ٻڌي زينب سلام الله تعاليٰ عليها جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو. انهن چيو:

”حسين ﷺ جي خون جي قيمت قيامت جي ڏينهن رسول الله ﷺ کي ڏجان، يا حسين ﷺ جي امڙ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ پيءُ علي بن ابو طالب ﷺ کي ڏجانءِ، ڇو تہ اهي ئي ان جا سيني کان وڏا وارث آهن. اي يزيد بن معاويہ هاڻي تہ اسان جو ۽ تنهنجو حساب ڪتاب الله تعاليٰ جي آڏو ٿيندو. تون ڪنهن ڪنهن جو خون بها ادا ڪندين. صرف آلِ رسول کي نہ، پر تو پوري انسانيت کي ڪنو آهي. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ کي خون بها ادا ڪجانءِ.“

يزيد ننهن کان چوٽيءَ تائين ڏڪڻ لڳو. ڇهري جو رنگ ڪاراڻجي ويس. دربار ۾ ويٺلن جي مٿان هيبت طاري ٿي وئي.

”منهنجي طرفان توهان کي آزاد ڪيو ٿو وڃي. جيڏانهن وڻي هليا وڃو.“ يزيد مٺل آواز ۾ چيو.

”جيڪڏهن تنهنجي دل ۾ واقعي ڪجهہ رحم آهي تہ بس ايتري مهرباني ڪر تہ اسان جو جيڪو سامان لٽيو ويو آهي، اهو واپس ڪري ڇڏ. اسان جي شهيدن جا سر ۽ ڪپڙا ۽ اسان جا روا موٽائي ڏي تہ جيئن اسان انهن ۾ ويڙهي انهن کي دفنايون ۽ اسان کي موٽي وڃڻ جي اجازت ڏي.“

يزيد هڪدم سمورو سامان گهرائي ورتو.

قاتل ٽنل رت ۾ ٻڏل چادرون ۽ پهراڻ، ليڙون ليڙون ٿيل دستارون ڏسي يزيد جي درٻارين جي جسم ۾ خوف ۽ دهشت جي لهر ڊوڙي وئي. جڻ اهي شهيد جن جا اگهاڙا جسم ڪربلا جي ميدان ۾ ڇچريا پيا هيا، اهي سرن سان اتي بيٺا هجن. يزيد ڊپ مان اکين تي هٿ رکي

چڊيا. هڪڙي اُڇاتل خوف کان جسم ڏڪڻ لڳس. ماڻهو قاتل اکين سان رت هاڻا پهراڻ ڏسي رهيا هيا ۽ انهن جا هوش و حواس گم ٿيندا پئي ويا.

"هي منهنجي پياري ڀاءُ حسين ﷺ جو چوغو آهي، ان جي خون سان ٻڌل. هي منهنجي امڙ جي ٿڃ آهي، جيڪا رت بڻجي وهي وئي آهي. تير ڏنگهرين جي ڪنڊن وانگر چپيا پيا آهن. هن جي ته هڪڙي تند به سلامت ڪونه آهي."

يزيد ڏاڍو بري طرح گهٻرائجي ويو. عقل بلڪل ختم ٿي ويس. پاڻ پڌائڻ جي پراڻي عادت جوش ڪاڏو احساس ڪمتري مان جان ڇڏائڻ لاءِ چيائين:

"ابن حسين تنهنجي پيءُ جو چوغو آهي، يا ڪنهن فقير جي گودڙي!"

اهڙي ڏکايل موقعي مهل ان جي بيوقوفي ۽ بيهودائت تي ابن حسين ﷺ کي کل اچي وئي:

"يزيد تون ڏاڍو هلڪڙو ماڻهو آهين. منهنجي پيءُ کي ڪوڙو شان ڏيکارڻ لاءِ اطلس ۽ ريشم جي ضرورت ڪونه هئي. اڄ به ان جو اگهاڙو لاش ان جي جرئت ۽ حق پرستيءَ جي نور ۾ ويڙهيل آهي، مگر تون انهن زربفتن ۽ بخملن ۾ به اگهاڙو آهين."

بيو ڪو وقت هجي ها ته يزيد جي دربار ۾ اها گستاخي موت جو پيغام ٿي وڃي ها، مگر ماڻهن جي اکين ۾ ٻرندڙ نفرت ان جون مڙئي شاهي طاقتون ڪسي ورتيون هيون، خود ان جا درباري ان کان اهڙي ڪراهت محسوس ڪري رهيا هيا، ڄڻ اهو زندهه انسان نه، پر لاش آهي، جنهن جي ڌپ کان ماڻهن جي مٽي کي قيري اچي رهي هجي. مصلحتن يزيد چپ ٿي ويو ۽ ميسٽي صورت ٺاهي چيائين:

"سيني کي سزا ڏني ويندي اهو غير اسلامي فعل بخش نه ڪيو ويندو."

جيڪي انعام ۽ اڪرام جي اميد لڳايون ويٺا هيا، انهن جا ڪن اُيا ٿي ويا. انهن کي يزيد تي ڪڏهن به پورو اعتبار ڪونه ٿيو.

ڪپڙن جي ڍير مان بانو رضي الله تعاليٰ عنها علي اڪبر جو وڳو سڃاڻي چڪي ڪڍيو. ڪيڏي ارمان سان سندس پڦيءَ اهو وڳو تيار ڪيو هو.

”اهو تہ بلڪل نئون وڳو هو. ڇو ماءُ جي دل وانگر پرزا پرزا ٿي ويو. علي اڪبر وڃڻ وقت تہ تو ائين ڪونہ چيو هو تہ موتي ڪونہ ايندين. نبي ﷺ جي هم شڪل جي ديدار سان اکيون وري ٿڌيون ڪونہ ٿينديون.“

”ام رباب رضي الله تعاليٰ عنها پنهنجو رئو ڇڪي ڪڍي مٿي تي وڌو تہ گڏوگڏ علي اصغر جو ننڍڙو رت ۾ ٻڏل پهراڻ بہ وچڙي هليو آيو. تڪڙ ۾ ڪٽي اکين سان لڳايائين ۽ بي اختيار چمڻ لڳي:

”ڏسو تہ منهنجي لال جي نئين پهراڻ جي ڪهڙي حالت ٿي وئي آهي. جڏهن منهنجي لال جي ڳچي تي تہ منهون تير لڳو تہ ٿيج بدران جيئرو جاڳندو رت اوڳاڇيائين. اي الله، منهنجي ٿيج رت بڻجي وئي. منهنجا ٻچا، منهنجا چنڊ! امڙ راتين جو اٿي تو کي ڳوليندي آهي. پنهنجي خالي جهولي ڏسي وهم ٿيندو اٿس. خدا ڄاڻي انهيءَ جهنگل ۾ توتي ڇا گذري رهيو هوندو. منهنجا چنڊ تون تہ ڪبوترن جي پرن جي آواز کان بہ ڇرڪ پريندو هئين. منهنجي جان، اتي اڪيلائي ۾ ڏاڍو ڊپ ٿيندو هوندئي!“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها اڳتي وڌي ۽ بانو رضي الله تعاليٰ عنها کي سيني سان لڳائي ڇڏيائين.

”منهنجي شهزادي نہ رو! بدنصيب ماءُ تنهنجو لال پنهنجي بابا جي جهولي ۾ آرام ڪري رهيو آهي. مون خواب جي حالت ۾ ڏٺو آهي، خدا جا رسول ﷺ ڪربلا جي ميدان ۾ پنهنجي ڏوهٽي کي ڳولي رهيا آهن. منهنجي امڙ جي هنج ۾ شهيد پٽ جو ڇچريل لاش آهي. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهيون آهن ۽ مون پنهنجي بابا کي بہ خواب ۾ ڏٺو آهي. شيرِ خدا جي هٿن ۾ ذوالفقار بدران دل جا ٽڪرا آهن.“

”امان هي سڪينہ جا والا آهن. اهي سفيد موتي ڳاڙها ڇو ٿي ويا آهن؟“

ڪبريٰ جي ترئيءَ تي موتي رت جي ڦڙن وانگر لڙي رهيا هيا. اوچتو ڇڻ نانگ ڏنگي ويس. ڏڪندڙ هٿن سان قاسم ؑ جي پڳ کي اکين سان لڳائي ڇڏيائين. بجلي جي لهر ڊوڙي وئي. اهو ٻاروپڻي جو ساٿ، مرڪندڙ چهرو مرڪندڙ چپڙا، اها گهڙيءَ کن جي شادي، اهو

ڀڪندڙ بدن. قاسم بن حسن! بي وفا محبوب ... گهوڙن جي سنبن سان چچريل جسم ... ڪبريٰ بيهوش ٿي اتي ئي ڪري پئي.

پاءُ پيڻ ڪي هٿن تي مٿي ڪنيو. نبل جسم ۾ خبر نہ آهي ڪٿان طاقت اچي ويس. درٻارين جي عجيب حالت هئي. نظرون جهڪيل هين، چپ سبيل هين ۽ ڳوڙها وهي رهيا هين.

يزيد تي اڻچاتل بار اچي ڪريو. ساهہ منجهڻ لڳس، گهٻرائي چوڌاري نهاريائين. خوشمادڙين جي اکين ۾ اوپرائپ ۽ اجنبيت نظر آيس.

"توهان جيڪو گهرو مان حاضر ڪرڻ ۾ ڪونہ ڪيٻائيندس."

"جيڪو گهرنداسين اهو ڏيندين؟" زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ پڇيو.

"ضرور."

"تہ پوءِ مون کي روئڻ جي اجازت ڏي، ابن معاويہ جيڪڏهن تنهنجي دل پٿر جي نہ آهي تہ مون کي دل کولي روئڻ ڏي جڏهن کان منهنجا ڀاءُ شهيد ٿيا آهن، روئڻ جي مهلت ڪونہ ملي آهي. منهنجين اکين مان هڪڙو لڙڪ بہ ڪونہ ڪريو آهي. اهي روڪيل لڙڪ منهنجي دماغ جا پردا ڦاڙي رهيا آهن. مان اهي لڙڪ وهائڻ گهران ٿي. اسان کي هڪڙو گهر ڏي، اسان وڃڻ کان اڳ پنهنجي دل جو ارمان ڪيٺداسين."

يزيد هڪدم حڪم ڏنو تہ انهن کي هڪڙي الڳ ٿلڳ گهر ۾ پهچايو وڃي.

امام حسين ﷺ جي غم ۾ اها پهرين مجلس هئي. ماڻهو پري پري کان اچي گڏ ٿيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها شروع کان وٺي آخر تائين هڪڙو هڪڙو واقعو بيان ڪيو. پنهنجي دل چيري اڳيان رکيائين. عون ۽ محمد جي شهادت، قاسم ﷺ جو قتل، نوجوان علي اڪبر جي لاش جي بي حرمتي، ڇهن مهينن جي معصوم علي اصغر جي ڳچي ۾ اٽڪل ٽہ منهون تير، عباس ﷺ جون ڪپيل ٻانهون، ان جي رت ۾ ٻڏل عَلم ۽ خون ۾ ليٿڙيل مشڪ، پوءِ حسين ﷺ جي اڪيلائپ ۽ بيوسي. انهن جي سيني تي چڙهي شمر طرفان سر جدا ڪرڻ، نيزن تي سرن جي بي حرمتي ۽ کسيل روا ۽ چادرون. سڪينہ جا رتورت ٿيل ڪن، حسين ﷺ جي ٻچڙي

علي زين العابدين جي پيرن ۾ لڳل ڏنڊا ٻيڙيون، علي اصغر جو خالي پينگهو سڙيل خيما، غرض تہ هڪڙو هڪڙو واقعو درد ۽ سوز سان بيان ڪيائين، جو ٻڌڻ وارا غم ۽ غصي مان ديوانا ٿي ويا.

يزيد ڏاڍو پريشان ٿي ويو ۽ انهن کي جلد کان جلد روانو ڪرڻ لاءِ زور ڀرڻ لڳو. انهن سان گڏ ان پنج سؤ سوار روانا ڪيا، جيڪي سڀ جا سڀ انهن سان دلي همدردي رکندا هئا. نعمان بن بشير کي حڪم ڪيائين تہ انهن سيني کي خير خوبيءَ سان مديني پهچائي.

مگر مديني وڃڻ کان اڳ اهي ماڻهو ڪربلا ويا. شهيدن جا سر سيني سان لڳايائون. ان ئي ميدان ڏانهن روانا ٿيا، جتي انهن جي دنيا ويران ٿي وئي هئي. ماڻهو رستي ۾ گڏبا هيا. زينب سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ڪلثوم سلام الله تعاليٰ عليها ڪربلا جي حالتن کي وري وري بيان ڪنديون هيون. انهن جي بيان جو جادو ۽ وري غم حسين، رستي ۾ مجلسون جمي وينديون هيون- هڪڙي باهہ ڀڙڪندي ٿي وئي.

جڏهن اهي ماڻهو ڪربلا پهتا تہ معلوم ٿيو تہ بنو اسد قبيلي جي ماڻهن لاش دفنائي ڇڏيا آهن. جيڪو جتي شهيد ٿيو هيو اتي ئي دفنايو هئائون. هنن ماڻهن انهن جا سر بہ گڏ دفنائي ڇڏيا.

فاطمہ ڪبريٰ قاسم بن حسن ﷺ جي قبر تي بيهوش ٿي ڪري پئي.

"هاڻي مان پنهنجي باقي حياتي ان جي قبر تي ئي گذاريندس."

ان ضد ڪيو. "منهنجي لاءِ دنيا اونداهي ٿي چڪي آهي، مان پنهنجي زندگيءَ جي ساٿي کي هن بيابان ۾ اڪيلو ڇڏي ڪونہ ويندس."

ماڻهن سمجهايس. آٿت ڏنائونس. ڏک ۽ هيڻائيءَ جي ڪري وري وري بيهوش ٿي پئي وئي. آخر ڪار ان کي ڪجاوي ۾ سمهاري ڇڏيائون ۽ مديني ڏانهن روانو ٿيڻ جو ارادو ڪيائون.

زينب سلام الله تعاليٰ عليها بنت علي ﷺ جو عجيب حال هيو. هر هر حسين ﷺ جي قبر کان موڪلائي ڪجاوي ۾ سوار ٿي ٿي، پوءِ دل نٿي مڃيس ۽ موٽي اچي قبر کي چنبڙي ٿي وئي.

"منهنجي دنيا تہ هن ميدان ۾ ستي پئي آهي. دل ٿي چئي تہ هتي ئي هڪڙي ڪنڊ ۾ جهوپڙي اڏي ويهي رهان."

”توهان وساري رهيون آهيو توهان هن باقي بچيل قافلي جون سردار آهيو. سمورو معاملو خراب ٿي ويندو. توهان جي ئي سهاري تہ اسان سڀ زندھ آهيون. توهان سيني کي مديني پهچايو.“ ماڻهن چيو.

”مديني ڪهڙو منهن وٺي ويندس. صغريٰ کي ڪهڙو جواب ڏيندس. اها پڇندي تہ منهجن پيارن کي ڪٿي ڇڏي آيا. مديني وارن سان ڪيئن اکيون ملائيندس. ڪهڙا ڪهڙا گل ڪوماڻجي ويا. مان ڇو جيئري رهجي ويس.“

”انهيءَ لاءِ تہ توهان کي اجا جيئڻو آهي. هڪ توهان ئي دنيا وارن جي سوالن جا جواب ڏئي ٿيون سگهو. ڇا توهان بابا سائين جو حڪم وساري ڇڏيو. اسان جي امام ؑ ڇا فرمايو هيو. ڇا انهن جي قرباني بيڪار ويندي. ان جو خون مٽيءَ جذب ڪري ڇڏيو ۽ غافل ستي پئي آهي. نہ پڪي امان، اسان جي زندگيءَ جو بس هڪڙو ئي مقصد آهي تہ اسان دنيا وارن کي ٻڌايون تہ ڪهڙيءَ طرح هڪڙي طاغوتي طاقت، آڳرين تي ڳڻڻ جيترن انسان کي ڇئني پاسن کان وڪوڙي ختم ڪري ڇڏيو. مگر اسان خبردار ڪنداسين تہ اسان ختم ڪونہ ٿيا آهيون. جيستائين سچائي ۽ انصاف جو جذبو زندھ آهي، اسان زندھ آهيون. اسان دنيا وارن تي ثابت ڪري ڇڏينداسين تہ حق ڪيترو روشن ۽ طاقتور آهي. جڏهن بہ ڏاڍ ڪندڙ ڪمزورن ۽ مجبورن کي تباھ ڪندا تہ اسان زندھ ٿي ويندا سين. جڏهن بہ معصومن جو رت وهندو حسين ؑ جو خون اجا وڌيڪ ڳاڙهو ٿي ويندو. ماڻهو حسين ؑ جو نالو وٺي ظلم جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پير کوڙي ڄمي بيهندا. فتح زندگي جي ٻنڌڻن کان آزاد آهي. فتح صرف سچي نظرئي جي ٿيندي آهي.“

زينب سلام الله تعاليٰ عليها آخري ڀيرو قبر کي چمي ڏني ۽ ڀاءُ سان جلدي ملڻ جو ارمان کڻي ڪجاوي تي سوار ٿي وئي.

مديني ڏانهن روانا ٿي ويا. رستي ۾ هر شهر ۽ ڳوٺ جا ماڻهو چوڌاري گڏ ٿي ويندا هيا. قافلي وارن کان جيڪو ڪجهہ ٻڌي ويندا هيا، اهو پنهنجن مٽن مائٽن ۽ شهر وارن کي ٻڌائيندا هيا. اهڙي نموني ڪربلا ۾ آلِ رسول تي جيڪو ڪجهہ وهيو واپريو هو اهو گهر گهر جي

کھاڻي تي ويو. ماڻھو گڏ ٿيندا ھيا، ظلم جا داستان ٻڌندا ھيا ۽ ماتم ڪندا ھيا.

ھزارين شاعرن ۽ اديبن جون دليون لڏي ويون ۽ انھن جا قلم جنبش ۾ اچي ويا. ھڪڙو ھڪڙو واقعو سوز ۽ نوحي جي صورت ۾ عوام جي دلين کي ڇھڻ لڳو گھر گھر مجلسون ٿيڻ لڳيون. ماڻھو گڏ ٿيندا ھيا، واقعا ٻڌندا ھيا ۽ مٿو پٽيندا ھيا. حسين ؑ سان عقيدت وڌندي وئي، انھن جي قاتلن جي خلاف نفرت ان کان بہ وڌيڪ تيزي سان پکڙي، ماڻھن انھن جي قاتلن جون زندگيون عذاب ڪري ڇڏيون، انھن لاءِ معاشري ۾ زندھ رھڻ ڏکيو ٿي ويو. اھا اھڙي باھہ ھئي، جنھن کي وسائڻ وڏي کان وڏي طاقت جي بہ وس جي ڳالھہ ڪونہ ھئي. جڏھن بہ ڪوئي جذبو عوام ۾ پيدا ٿي اڀرندو آھي تہ ڪا بہ طاقت ان کي دٻائي ڪونہ سگھندي آھي.

حڪومت کي وڏي زبردست طاقت سان مقابلو ڪرڻو پئجي ويو، عوام جي جوشيلي طاقت. ھٿين خالي ۽ مجبور انسان بہ جڏھن ڪنھن ڳالھہ جي حق ۾ فيصلو ڪري وٺندا آھن تہ انھن کي دٻائڻ ۽ چٿڻ ناممڪن ٿي ويندو آھي. عوام جي لھرن آڏو وڏيون وڏيون حڪومتون ڪک پن وانگر لڙھي وينديون آھن.

جڏھن قافلو مديني پھتو تہ اتان جي شھرين کي حالتن جي پوري خبر ڪونہ ھئي، سڙيل خيما قافلي سان گڏ واقعي جا شاھد ھيا. علي اصغر جو خالي پينگھو ھيو رت ۾ ٻڏل ڪپڙا ھيا.

شھر جي مک دروازي تي قافلو بيھي ويو ۽ زينب سلام الله تعاليٰ عليھا چيو:

”اي مديني وارو! مون کي ھمت ڪونہ ٿي ٿئي تہ شھر ۾ اندر قدم رکان. انھيءَ دروازي سان ڀريل وسيل خاندان سفر تي روانو ٿيو ھو اڄو اھو قافلو پنھنجو سڀ ڪجھہ لٽائي واپس موٽيو آھي. اسان وٽ ڪجھہ بہ ڪونہ آھي، صرف ھي سڙيل خيما آھن، ھي ليڙون ليڙون ٿيل چادرون ۽ روا آھن، علي اصغر جو خالي پينگھو آھي ۽ سوڳوار ذوالنجاح آھي. خدا جي رسول ﷺ جا ڏوھٽا ڪربلا جي ميدان ۾ ٽن ڏينھن جا اڃارا شھيد ٿي ويا. انھن جي اکين آڏو انھن جا پٽ، ڀائر ۽

پاڻيچ ڪنا ويا. ڇهن مهينن جي علي اصغر نڙي ۾ ٽن منهن وارو تير کائي، بدنصيب پيءُ جي هٿن ۾ ساهه ڏنو."

فاطمه صغريٰ جڏهن اهو ٻڌو ته دل ڏاڙيندڙ دانهن اندر مان نڪتس ۽ اتي ئي مٽيءَ تي ڪري بيهوش ٿي وئي.

ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جڏهن پنهنجن ڇئني پٽن جي شهادت جو تفصيل ٻڌو ته الله جو شڪر بجا آندائين ته ان جا پٽ امتحان ۾ ڪامياب ٿيا. مگر ماءُ جي دل هٿئي بيقرار ٿيڻ لڳي. وڏي ڏک مان چيائين.

"ماڻهو مون ڪنهن جو ڇا بگاڙيو هو
منهنجي دنيا ۾ باهه لڳائي ڇڏيائون،
منهنجا گهر جا چارئي ٿنيا ڪيرائي ڇڏيائون،
مان جيڪا پٽن جي ماءُ چورائيندي هيس،
اڄ منهنجي هنج ويران آهي.
نيون نويليون ڪنوارون منهنجي چادر جي ڇانوَ ڪي
پلارو سمجهنديون هيون ته الله انهن جي جهولي به پري،
مگر اڄ منهنجي هنج خالي آهي،
منهنجو خون ڪربلا جي مٽيءَ ۾ رلي ويو
هاڻي مان ڇا لاءِ جيئري آهيان."

تباهه ۽ برباد ٿيل قافلي جي واپسيءَ تي مديني ۾ طوفان اچي ويو جنهن حڪومت جون پاڙون لوڏي ڇڏيون. غمِ حسين غمِ جهان ٿي ويو. حسين ﷺ جي قاتلن لاءِ جيئڻ جنجال ٿي ويو. انهن مان ڪيترا ته پاڳل ٿي ويا. گهڻن ته پنهنجي ئي هٿن سان پنهنجي حياتي پوري ڪري قصو ختم ڪيو. ماڻهو انهن جي جان جا دشمن ٿي پيا. انهن کي ڳولي ڳولي قتل ڪيائون. خاندانن جا خاندان تباهه ڪري ڇڏيائون. هزارين ماڻهو ٻين ملڪن ۾ وڃي لڪا.

هر جاءِ تي مجلسون ٿيڻ لڳيون، ماڻهو نوحا ۽ مرثيا پڙهندا هيا ۽ ماتم ڪندا هيا. حڪومت جي طرفان حسين ﷺ جو غم ملهائڻ وارن تي پابنديون وڌنديون ويون. ان تي عوام اڃا به وڌيڪ ڏمرجي پيو. سرِ عام چوواٽن تي ماتم ٿيڻ لڳو سختي اڃا وڌي وئي. غم ۽ ڪاوڙ به وڌيا. پري پري وارن ملڪن تائين حسين ﷺ جو ڏک پکڙجي ويو.

عرب قوم ڏاڍي جذباتي آهي، جيتريون پابنديون لڳيون ايترو ئي غم ۽ ڪاوڙ وڌيا. امام حسين ﷺ جو ماتم ايمان ۽ يقين جو جزو ٿي ويو. ماتم ۾ اجا وڌيڪ شدت اچي وئي. ماڻهو زنجيرن ۽ ڇرين سان ماتم ڪرڻ لڳا. انهن تي ظلم ٿيندا هيا، سولي تي چاڙهيا ويندا هيا، مگر بجاءِ ڊڄڻ جي انهن جي جاءِ تي هزارين ماتم ڪرڻ وارا اٿي پيا.

ماتم جو آواز ٻڌي يزيد تي ڪروڌ ڇانئجي ويندو هو. دماغ بيڪار ٿيڻ لڳندو هيس، راتين جي ننڊ حرام ٿي ويندي هيس. غم جي اظهار کي روڪڻ لاءِ ڪا به تدبير ڪارگر ثابت ڪونہ ٿي، حڪومت جون پاڙون لڏي ويون، يزيد ذهني اذيت کان عاجز ٿي جان ڏني. امير معاويہ جا خواب پورا پورا ٿي ويا ۽ حڪومت جو قبضو عباسين جي هٿ ۾ اچي ويو. يزيد جو نالو شيطان سان گڏجي ويو.

اڄ چوڏهن سَوَ سالن کان پوءِ بہ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ حسين ﷺ جو غم ڪروڙين انسانن جي دلين ۾ سمايل آهي، محرم جي مهيني ۾ ان ئي شدت سان حسينﷺ جي قتل جي ياد تازي ٿي ويندي آهي. مجلسون برپا ٿي ويندون آهن، ڪربلا جي واقعن کي بيان ڪيو ويندو آهي، صديون گذرڻ باوجود دنيا حسين ابن علي ﷺ ۽ ان جي رشتيدارن ۽ دوستن کي وساري نہ سگهي آهي ۽ صديون گذري وينديون. قيامت جي ڏينهن تائين دنيا شهيد اعظم حسين ابن علي ﷺ کي وساري ڪانہ سگهندي



